# ڏنمُ هوتَ هَٿَن سين

## روچي رام جا خط



سهيڙيندڙ
**نيل ڪنٺ**

# ڏنمُ هوتَ هٿَن سين

روچي رام جا خط

سهيڙيندڙ

**نيل ڪنٺ**

ڪتاب جو نالو: ڏنم هوت هٿن سين
ليکڪ: روچي رام
پهريون ڇاپو: 2008ع
تعداد: 1000
ڪمپوزنگ: فهيم احمد سولنگي
ڪمپيوٽر لي آئوٽ: نديم احمد سولنگي
ڇپيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي
ڇپائيندڙ: لڪشمي پبلشنگ هائوس
تنو جو چوڪرو، 3 عيدگاهه روڊ،
ميرپورخاص

مُلهه: 250/= رپيا

ڪتاب ملڻ جا هنڌ

ڪانياواڙ بوڪ اسٽور، اردو بازار ڪراچي
شاهه لطيف ڪتاب گهر، حيدر چوڪ ڳاڏي کاتو، حيدرآباد
ڪتاب مرڪز فريئر روڊ، سکر
عزيز ڪتاب گهر، بڙاج روڊ سکر
نيشنل بوڪ اسٽور، بند روڊ لاڙڪاڻو

*For Corresponding*
**لڪشمي پبلشنگ هائوس**
D_308، چيپل بيچ لگزري اپارٽمينٽ
بلاڪ 4، ڪلفٽن، ڪراچي

drneelkanth@hotmail.com

# ارپڻ

”ڏاپيو نہ ڏاپڻ پسڻ منجهان پرين جي“

پيٽ ڪيان ٿو
پنهنجي جيون ساٿي ياڳن پري

**لڪشمي** کي

”سپرياڻ جي سونهن جو نڪو قد نہ مد“

جن جي اچڻ ڪانپوءِ منهنجي زندگي بدلجي ويئي.

-روچي رام

## Acknowledgment

ٿورائتو آهيان

- محترم ولي رام ولڀ جو جنهن هي خط ڇپڻ لائق سمجهي ڇپجڻ جو زور ڀريو
- محترم پروفيسر ڪي اين ناگپال جو جنهن خط پڙهي پسند ڪيا ۽ ڇپڻ جو خيال آيو
- ڊاڪٽر نيل ڪنٺ جو جنهن هي خط سنڀاليا، سهيڙيا سموهيا ۽ ترتيب وار ناهي ڇپڻ لاءِ تيار ڪيا.

# فهرست

# ليکڪ پاران

پرمانند ڪنول منهنجو عزيز هو پر ان کان وڌيڪ منهنجو گهرو دوست ۽ پڳ مٽ يار هو. مون مئٽرڪ پاس ڪري ڪاليج ۾ داخلا ورتي ۽ سنڌ يونيورسٽي مان بي اي (آنرس) ڪئي ۽ ڪراچي يونيورسٽي مان ايل ايل بي پاس ڪري سنڌ يونيورسٽي ۾ ايم اي فلاسافي ۾ داخلا ورتي. ڪلاس اٽينڊ ڪيم پر امتحان وقت حاضر نہ ٿيس ۽ وڪالت شروع ڪيم.

پرمانند ڪنول وارا ڪوسن جي ڳوٺ جا رهاڪو هئا. سندس پيءُ سيٺ ڏاندومل ٽنواڻي ٽنڊي باگي ۾ اچي رهيو ۽ ڏيئي ۾ وڏو دڪان, جنس جي پيدي, سارين جو ڪارخانو ۽ زمين هئس. شاهوڪار سيٺ هو. پرمانند سندس پنجون نمبر پٽ هو. پرمانند مئٽرڪ پاس ڪري سندس پيءُ جي ڪوني تي ڪم ڪرڻ لڳو. هو ننڍپڻ کان ئي واڻڪي طبيعت کان مختلف هو. شعر چوندو هو. ننڍپڻ ۾ ئي سنا ۽ پختا شعر چوندو هو. ٻولي تي بہ سٺو عبور هئس. سندس شاعري جو استاد ماستر نٿو مل موروواڻي صاحب هو. جو ٽنڊي باگي ۾ شاعري جي ڌوم لڳائي ويٺو هو. ڪيترا سارا شاگرد سنا شاعر بڻجي ويا. دڪان تي پرمانند ڪنول جو من نہ لڳو. انهيءَ ڪري وچي ٻني تي ويٺو جتي هن جي شاعري جي حس کي وڏو آنند ملندو هو.

شاهوڪار سيٺ جي پٽ هجڻ جون منجهس سموريون خوبيون ۽ خاميون هيون. واپار ۽ زمينداري ۾ خوش نہ هجڻ ۽ دل نہ لڳڻ ڪري مون مٿس گهڻو زور رکيو تہ هو وڏي عمر ٿيڻ جي باوجود ڪاليج ۾ داخلا وٺي ۽ سٺي تعليم حاصل ڪري ۽ پنهنجي شاعريءَ کي پڙ چمڪائي. انهيءَ دور ۾ مون هن سان خط و ڪتابت جو سلسلو شروع ڪيو هو منهنجي خطن جا ترت جواب ڏيندو ۽ وڏا وڏا خط لکندو هو. پوءِ پرمانند ڪنول جيڪي هن مون کي خط لکيا هئا ۽ جن جو وڏو فائيل هو سي مون وٽان ڪٿي ويو تہ هنن

ڪي هُو ڇپرائيندو. اهي بہ فائيل هئا هڪ منهنجا هن ڪي 1975ع کان 1979ع تائين لکيل خطن جو فائيل ۽ ٻيو هن جا مون ڪي لکيل خطن جو فائيل.

اسان سندس مجموعو ڪلام بہ ڇپائڻ جو خيال ڪيو هو. پر ڪجهہ بہ ڇپائي نہ سگهياسون. آخر الاجي ڇا خيال آيس جو صرف جيڪي مون کيس خط لکيا هئا تن جو فوٽو ڪاپيون ڪري فائيل ناهي ڏيئي ويو.

انهيءَ پنجن سالن 1974ع کان 1979ع تائين واري عرصي ۾ هن ڪاليج ۾ داخلا ورتي. انٽر پاس ڪئي بدين جي اسلاميہ ڪاليج مان بي اي پاس ڪئي. ڪاليج جي دور ۾ اسٽوڊنٽ يونين جو صدر رهيو. شاگرد تحريڪ ۾ جيل بہ ويو. سنڌ يونيورسٽي ۾ صحافت ۾ ايم اي ڪيائين. يونيورسٽي ۾ ليڪچرار نہ ٿي سگهيو انهيءَ ڪري ايل ايل بي پاس ڪري وڪيل ٿي مون وٽ ميرپورخاص آيو. جتي منهنجي وڪيلن جي فرم ۾ سيڪڙات وڪيل ٿي رهيو ۽ سنڌ وڻڻ بعد بدين ۾ سيشن ڪورٽ ڪلي تہ اتي وڃي وڪالت ڪيائين. وڪالت ۾ چڱو نالو ڪمايائين.

مون جيڪي کيس خط لکيا ان مان ڪيترا خط تہ گم ٿي ويا پر جيڪي بچيا سي ڊاڪٽر نيل ڪنٺ ڇپائڻ لاءِ تيار ڪيا آهن. انهن ۾ ڇا لکيل هو سو توهان پڙهڻ بعد معلوم ڪندا. باقي پرمانند جيڪي خط مون ڪي لکيا هئا سي مون وٽ موجود ناهن انهن ۾ ڇا لکيل هو سو توهان منهنجي خطن مان اندازو لڳائي سگهو ٿا.

**— روچي رام**

# سهيڙيندڙ پاران

دادا روچي رام اڪيچار موضوعن تي مضمون، خط، تحقيقي مقالہ ۽ ننڍڙا ناول لکيا آهن ائين ڪيترين ئي تصنيفون ۾ لکٽيون سندس رائٽنگ ٽيبل ۽ ڪمري ۾ پکڙيون پيون هونديون آهن.

ڪيتريون ئي اڻپوري لکٽيون ائين ئي سٽيون پيون آهن. انهن لکٽين کي سُموهي ڇپائڻ جو خيال تہ سدائين ايندو رهيو پر هن پيري ساپايا ٿي ويو.

دادا 1952ع ۾ ڪراچي يونيورسٽي مان LLB پاس ڪرڻ کانپوءِ ميرپورخاص ۾ وڪالت شروع ڪئي.

2002ع ۾ دادا وڪالت جي پيشي جا پنجاهہ سال پورا ڪيا، تڏهن ميرپورخاص ضلع بار ايسوسيشن پاران سندن مان ۾ گولڊن جوبلي جو جلسو ڪيو ويو. جنهن ۾ ميرپورخاص بار ايسوسيئيشن جي سندس همعصر دوستن نوجوان وڪيلن شرڪت ڪئي انهي ميڙ ۾ ميرپورخاص کان ٻاهر جا وڪيل دوست بہ آيا جن دادا جي پيشورانہ صلاحيتن ۽ شخصيت تي مقالہ پڙهيا. ڪجهہ حيات سياسي دوست بہ آيا جن سندس سياسي ۽ سماجي خدمتن تي ڳالهايو ۽ سندس زندگي جا ڪيترائي رُک ۽ پٽ کولي پڌرا ڪيا ڪيترن ئي دوستن سندس لکٽيون ڇپائڻ لاءِ بيدار ڪيو.

انهي گولڊن جوبلي واري ڏهاڙي جڏهن سندس عمر 75 ورهين ٿي چڪي هئي. سندس سٺي صحت جو بہ ڇُوبول هو پر پاڻ وڪالت جي پيشي کي خيرباد ڪيائين ۽ پوءِ پنهنجو سجو وقت انساني حقن جي جاکوڙ ۽ علمي مطالعي ۽ لکڻ پڙهڻ طرف صرف ڪرڻ لڳا.

جڏهن سندس ٻيون لکڻيون وڌڻ لڳيون تہ مون کيس عرض رکيو تہ پراڻيون پيل لکڻيون ڇپجڻ کپن. سندس اجازت کانپوءِ ڪاغذ پٽ سهيڙيم ۽ 1970ع 1980ع جي ڍاڪي ۾ سندس لکيل خط ڇپڻ جو پروپوزل سندس اڳيان رکيم. مانواري ولي رام سان سندس خطن ۾ مضمون جي ڇپائي بابت صلاح ڪيم تہ جيڪا ڳالهہ فيصل ٿي اُها هئي تہ پهرين هڪڙي ئي دوست کي لکيل خط ڇپجن جيڪو هو پرمانند "ڪنول لهاڻو"

لاڙ جو هڪ نماڻو خوبصورت شاعر اسانجي ڪٽمب جو دوست هو. کيس لکيل خط هن مجموعي ۾ شايع ڪري رهيا آهيون. باقي ٻيا خط ۽ لکڻيون سهيڙي ڇپجڻ جي مرحلي ۾ آهن.

زندگي جي مختلف موضوعن بابت بابي جا ويچار تہ هن ڪتاب جي ورقن تي ڦهليل آهن. پر چند ڳالهيون جيڪي آئون بيان ڪندس شايد اُهي پڙهندڙن جي دلچسپي جو باعث ٿين.

بمبئي جي مشهور صحافي ۽ ايڊيٽر تيستا سيتلواد Teesta Seetalwad کان سندس ڌرم بابت پُڇيو انجي جواب ۾ ڇپائين (جيڪو سندس رسالي Combat communalism ۾ ڇپيو هو) تہ اسين قدرت جي ڳجهہ جي ٿوري حصي کي معلوم ڪري سگهيا آهيون سو نراڪار ڀڳوان، پرماتما، God يا خدا جنهن کي نہ شڪل نہ رنگ نہ روپ آهي ڪٿي سمجهي سگهنداسين.

1983ع ۾ سريلنڪا جي پهاڙي شهر Kandy جي پهاڙي ٻيلن ۾ رهندڙ جرمن نسل واري ٻُڌ ڀکشو YAN PANICA دادا کان پڇيو تہ ٻڌ ڌرم جي ڪهڙي ڳالهہ توهانکي پسند آهي دادا جواب ۾ چيس، تہ هي ڪائنات جو حُسن.هي پهاڙ ٻيلا. هي چپ چپات ۽ شانت جو آنند. ڌرم ۽ ڌرم گرنٿن کان وڌيڪ موهيندڙ آهن.

ٽئيگور جي شانتي نڪيتن يونيورسٽي جي ڪلڪتي ڪيمپس جي مئنيجر بابي کان پڇيو تہ توهانکي ڪلڪتي ۾ سڀ کان وڌيڪ ڪهڙي ڳالهہ جاذب نظر آئي اُها اسانجي وزيٽرس بُڪ ۾ لکو. دادا سندن وزيٽرس بڪ تي لکيو. "مون ڪلڪتي شهر ۾ اڄ بہ ٽئگور ۽ ديوداس واري شرت چندر چٽرز جي کي جيئرو ڏٺو آهي. چاڪاڻ جو انهن جو فن اڄان تائين ڪلڪتي جي زندگي ۽ ڪلچر تي حاوي آهي.

هڪ ڀيري Time of India جي Chief Reporter داتي دادا کان پڇيو تہ

هندوستان ۽ پاڪستان جو جهيڙو ڪيئن نبرندو دادا جو جواب هو تہ جنگ روڪڻ جو طريقو صرف ڳالهيون ۽ گفتگو ڪرڻ ۾ آهي. خاموشي جنگ طرف کڻي ويندي آهي. (ان وقت هندوستان ۽ پاڪستان ۾ رابطا بند ٿيل هئا)

جيڪا ڳالهہ ڪارگل ڪندڙ جنرل آگره وجي ثابت ڪئي. ۽ افغانستان ۽ عراق تي ڪاهيندڙ بُش انتظاميہ طالبان سان ڳالهيون ڪرڻ جي حامي پري پلي پانت مڃيو آهي تہ ڳالهيون ئي مسئلن جو حل آهن نہ ڪي جنگ.

نائين اليون (9/11) جي واقعي کانپوءِ دادا جڏهن هڪ NGO جي دعوت تي سنڌ جي سياسي حالتن تي ليڪچر لاءِ واشنگٽن ۾ هو تہ America جي اسٽيٽ (State) ڊپارٽمينٽ جي فارين آفيس (Foregn office) جي هڪ صلاحڪار ڊاڪٽر جانسن سان ملاقات ٿي. جنهن ۾ سنڌ جي حقن لاءِ جاکوڙيندڙ سائين غلام شاه ۽ محترمہ نور ناز آغا بہ موجود هئا.

ڊاڪٽر جانسن دادا کان پڇيو تہ هاڻي آمريڪا ڪي پاڪستان سان ڪيئن هلڻ کپي. دادا جواب ڏنو تہ امريڪا کي پاڪستان جي مرڪزي حڪومت بدران صوبن سان سڌو ڳالهائڻ کپي ۽ صوبن کي سِڌي امداد ڪرڻ کپي. جنهن ڳالهہ کي امريڪا جا فاران پاليسي ميڪر اڄ بہ هڪ منطقي آپشن سمجهن ٿا.

سياسيت ۽ مذهب هميشہ کان دادا جي گفتگو ۽ لکڻين جا مهندار موضوع رهيا آهن.

هندوستان جي مشهور تيرٿ آستان هِريدوار پرسان پهاڙن ۾ رُشي ڪيش نالي پهاڙن تي سوامي شيوانند سان تياڳ تي ڳالهيندي چيو هئائين تہ هي دنيا ڪوڙي نہ آهي، خراب نہ آهي. بي معنيٰ بہ نہ آهي بدصورت بہ نہ آهي. هي دنيا بامعنا، خوبصورت ۽ سچي آهي.

دادا 1990ع ڌاري پانڊيچري وڃا اربندو گهوش جي آشرم ۾ رهيا. اربندو گهوش 20 صدي جي شروع ۾ آزادي لاءِ هٿيار بند جدوجهد جي مدد ڪرڻ جي ڏوهہ ۾ علي پور (ڪلڪتي) بغاوت ڪيس ۾ مک جوابدار هو جتان ڇُٽڻ بعد وري گرفتار ٿيڻ کان بچڻ لاءِ فرنيچن جي قبضي هيٺ آيل پانڊيچري آيو ۽ 1950ع ڌاري وفات ڪري ويو. سري اربندو گهوش جي ثناءَ

۾ رابندر ناٿ ٽئگور مشهور نظم لکيو هو.

ايم پي پنڊت (MP Pandit) آشرم جو Spokesman هو. انساني شعور جي طاقت تي ڳالهيندي ڪيس چيو هئائين تہ انسان وٽ جو شعور آهي ان جي ارتقا ٿي رهي آهي ۽ شعور جي اُوسر انسان کي وڌيڪ طاقتور بنائي رهي آهي ۽ انسان فطرت جي راز کي سمجهڻ لڳو آهي. اهڙي قسم جي خيالن جي ئي جهلڪ توهان انهن خطن ۾ پروڙي سگهندا.

دادا جو بيون انيڪ لکڻيون، مضمون ۽ ڊائريون ۽ لکيل، خطن جون ڪاپيون (سپ نہ) موجود آهن. جيڪي پڙهندڙن جي دلچسپي لاءِ ايندڙ وقت ۾ جي پڙهندڙن جو اُتساءِ قائم رهيو تہ ڇپائي پڌريون ڪبيون.

16 مئي 2009ع — نيل ڪنٺ

# ٻه اکر

"روچي رام"

هي آهي اسانجو بزرگ جوان، سدا سائو باهمت، ٻُٽ ترقي پسند، ٻنهه مذهبي ڪونه پرايگناسٽڪ ۽ مذهبن جي فلسفي جو ماهر، تاريخ، تهذيب ۽ ڪلچر تي جهڙو اٿارٽي. 21 اگسٽ 2008ع تي پورن اسي (80) سالن جو ٽيندڙ دلي، جذباتي ۽ سوچ اڏمن ۾ اصل اڏروٽ جهڙو 18 ڪان 29 سالن جو. سفر، پهاڙن، موسمن، محبتن، شاعري ۽ جوڀن جو عاشق نه ڊاپندڙ اجاٿ ۽ وهسندڙ. جوان جسمن جي سنگم وقت جاسهڪ پيدا ٿئي تي تنهن ڪي اندر اوتڻ لاءِ جي چت اندر چسڪا اٿن ٿا، تنکي ڏاتاريندڙ اصل نئون نڪورنٽ ڪٽ، نرالو ۽ رمٽيڪ آهي روچي رام.

جن شخصن کي مان دل سان مان، پيار ۽ پاپوهه ڏيندو آهيان، سندن صحبت مان من ڪڏهن نه ڍاپجي ۽ جنکي پائيندي نه ٿڪجي تن ۾ سندس شمار ڪريان ٿو. جا خوبي منهن جو من موهيو ڇڏي سا آهي غريبي. حليمي، نماڻائي ۽ پاڻ کي ڪين سمجهڻ سا سندس خاصو آهي، ان مٽيا جا مٺ پريل اٽس، فٽ پاٿ ٻئنچ ۽ ڪباڙ تي ويهي وڃڻ، ڳالهائڻ ٻولائڻ ۾ ڪو ماڻ نه ملندو. ننڍي وڏي، پڙهيل جاهل ۽ عالم يا اسٽوڊنٽ سان ڳالهائيندي پنهنجي علم جي ڪا لک نه ڏيندو ڊاڙ نه هڻندو پاڻ نه پڏائيندو. منهنجو هيرو آهي امرجليل جنهن جي قربت تي مونکي ناز آهي پر روچي رام جي ساٿ ۽ لفت ڪرائڻ تي مونکي وڏو ماڻ آهي.

هي ڪو هڪ شخص ناهي، هڪ اداري کان به مٿانهون آهي جو هڪ گهمندڙ لئبريري چئي سگهان. ڀِن ڀِن موضوعن سان مالامال، جهڙو ماڻهو نه هجي ڪا انسائيڪلوپيڊيا هجي. ٻنڻ دٻايو ته تهذيب تي ڳالهيندو ٻي ٻٽن کي ڇيڙيو تاريخ جا ورق پيا ورندا وري ٽئين کي ڇهوته مذهبي فلسفي جي

تفصيل پئي ايندي. مونکي ادب وٽي تہ ادب تي پالوت پئي ٿيندي. جي جرمني ۽ آمريڪا بابت جاڻ گهرجيم تہ اڪين ڏٺا احوال پيو ڏيندو تہ فرنيڪفرٽ ۾ ڇا ٿيندو ڏٺم ۽ ڪيئن ورڊ سورٿ جو ليڪ ضلعو ڏسي آيس ۽ سوليٽري ريپر ڪيئن سرجيو ويو سو سڀ ٻڌائيندو. شيڪسپيئر جا ناٽڪ ڪيئن ڪٿي ڪيا ويا سي پڻ سليندو.

حُسن، سونهن، انصاف، پيار ۽ سچ لاءِ جيئڻ ۽ جتن ڪرڻ ئي انساني آدرش آهي جوئي عملي عشق هجي نہ لفاظي، پاشڻ ۽ ڏيکاءُ! اهي ئي جذبا ۽ آدرش آهن جي روچي رام جي هن ڪتاب جي ورق ورق ۾ وکريل آهن جي سڌو دل کي ڇهي ونن ٿا.

روچي رام صاحب پنهنجي پريہ پرمانند ڏانهن جا خط و ڪتابت ڪئي آهي، تنهنکي سهيڙي ڪتاب جي صورت توهانجي هٿن ۾ڏنو آهي.جيتوڻيڪ هي ذاتي نوعيت جا خط آهن. جنکي پڙهندي ڪٿي ڪٿي ڪجهہ بيزاري ٿئي ٿي پر گهڻي ڀاڱي هي خط نهايت دلچسپ، معلوماتي ۽ جيءُ موهيندڙ آهن. اپنار گهڻو پر پُرڪشش ۽ جاذب آهي. مختلف موضوع ڏاڍو دل ڇڪيندڙ ۽ اصلاح ڪندڙ آهن. نهايت اثرائتي طريقي سان ڪيترن عنوانن کي سمجهايو ويو آهي. تاريخ، سماج، تهذيب ۽ سياست جي خشڪ موضوعن کي مصالحي دار ڪري اڳيان آندو آهي. هندو ڏياري ڇو ٿا ملهائين؟ انجو هڪ نئون ۽ سچو سماجي اپنار ڏنو اٿس.

اهو تہ وقت ئي ٻڌائيندو تہ هي ڪتاب ڪهڙي ٿو جڳهہ والاري. اميد آهي تہ پڙهندڙن کيس پسند ڪندا ۽ ليکڪ کي همٿائي اهڙا امل ماڻڪ آڻڻ لاءِ اتساهيو ويندو.

5 آگسٽ 2008

**پروفيسر ڪي ايس ناگپال**
ڊائريڪٽر CIEC، تعليم کاتو
حڪومت سنڌ. ڪراچي

# جڏهن ڳلن تان لُڙڪ ٿمن

*(ڪنول لوهاڻو جنهن ڏانهن لکيل خط هن ڪتاب ۾ ڇپيل آهن. ان جي وفات تي وليءِ رام ولڀ جو لکيل خاڪو)*

نئين مليني جي اڪيلن آوازن ۾ گذريل ملينيم جا واقعا، ڳالهيون، آواز ۽ صورتون ڏنڌليون ٿينديون پيون وڃن. اڃا اڄهو گذريل ملينيم جو آخري مهيني جي پنجين تاريخ تي ڪراچي ويو هوس ۽ سنڌي زبان جي شاعر پنهنجي دوست ڪنول لهاڻي سان نہ ملڻ جي گلٽ جي احساس هيٺ، ساڻس ملڻ ۽ پُڇڻ جو فيصلو ڪيو هوم. منجهند جو وقت هو آئون ليلا رام منهنجي نانيءَ کان ڪنول جي ياءِ ڊاڪٽر هريش جي گهر جو ڏس پتو پُڇي، پنهنجي ڌوهتي آرتيءَ کي ساڻ ڪري نڪري پيو هوس. انڪل سريا اسپتال جي پوياں، ياسمين اسڪوائر جي ٻي منزل جي فليٽ جو در کڙڪائڻ کان اڳ ۾ ئي ڊاڪٽر هريش ٻاهر نڪرندي مليو ويو ۽ اسان کي اندر وٺي وڃي ڊرائينگ روم ۾ وهاريائين. ڪنول، وهنجڻ لاءِ باٿ روم ۾ هو تنهن ڪري ٿورو انتظار ڪرڻو پيو. ٿوري دير ۾ هريش اسان کي سندس ڪمري ۾ هلڻ لاءِ چيو.

آئون ڪمري ۾ گهڙيس تہ سامهون پلنگ تي ڪنول ليٽيو پيو هو. جسماني طور تي ڪمزور، اکيون ڏرا ڏِٺل پر اکين مان جيئري هجڻ جي رمق نظر اچي رهي هئي. هن مون سان ملڻ لاءِ بستري تان اُٿڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هو اٿي نہ پئي سگهيو. مون کيس ڳراٽڙي پاتي تہ سندس جسم کيس سات نہ پئي ڏنو. جو هو بہ ساڳي ريت مون سان ملي سگهي، هُو وري پنهنجي بستري تي ليٽي پيو. آئون تِڪ ٻڌي کيس چتائي ڏسي رهيو هوس. مون جڏهن سندس صحت ۽ علاج جي باري ۾ پڇيو تہ ٻڌايائين تہ گذريل ٻہ ڏينهن اڳ ڊاڪٽر اديب رضويءَ جي گُڙدن جي انسٽيٽيوٽ مان ڊائلاسز

ڪرايو هئائين ۽ هلندڙ علاج بابت ٻڌايائين. هُن گڙدي جي ٽرانسپلانٽ جي باري ۾ ٻڌايو تہ گُڙدو ڪيس سندس پيڻ ڏنو ٿي ٽرانسپلاٽيشن بہ ٿي پر ڪامياب نہ ٿي مسئلو هيپاٽائيٽس جو اٿيو آهي جنهن مان جان آجي ڪرائڻ ڪان اڳ ٻيو ٽرانسپلانٽ ٿي نہ سگهندو. هُو پنهنجي بيماري ۾ علاج جو احوال ڏاڍي اطمينان سان اهڙي طرح ٻڌائي رهيو هو. جڻ ڪنهن واقفڪار جي بيماريءَ جو ذڪر ڪري رهيو هجي. آئون سندس ڪايا کي سامهون ڏسي رهيو هوس. هو گذريل ٻن سالن کان پنهنجي زندگي جي جنگ موت سان وڙهي رهيو هو. جنهن ۾ هو روزمره ٿورو ٿورو جي رهيو هو ۽ گهٽو گهٽو مري رهيو هو ۽ آخرڪار اکين ۾ اڌورا سپنا اڻپوريون خواهشون ڪٺي. همٿن جا هٿيار ڦٽا ڪري، گذريل ملينيم جي آخري مهيني جي ٽڪل سج وانگر، اکيون ٻوٽي ڇڏيائين.

ڳالهيون ڪندي، هن مون سان پنهنجي ڌيءَ جي شاديءَ جو ذڪر ڪيو جنهن ۾ آئون ٽنڊي باگي وڃي شريڪ ٿيو هوس. تڏهن بي بيمار هو. پر پنهنجن دوستن جي محفل ۾ رڳو نالي ماتر شريڪ نظر ٿي آيو. مون سان منهنجي پٽ ڪمليشور جي شاديءَ ۾ شريڪ نہ ٿيڻ لاءِ معذرت ڪيائين ۽ چيائين تہ هاڻي هھڙي حال ۾ پير پرڻ جهڙو نہ رهيو آهيان. وري اوچتو پڇيائين تہ ڪمليش کي ڪهڙو اولاد آهي؟ ورائيم گذريل نومبر 99 تي ڄاڻي ٿي آهي، وري پڇيائين تہ نالو ڇا رکيو اٿوَ؟ ورائيم، "ياونا" ٿوري وقت لاءِ ماٺ ٿي ويو ۽ پوءِ پرئين پاسي منهن ڪري ٽهڪ ڏنائين. مون کي تعجب ٿيو ۽ پڇي ويٺس: ڇو ڪنول: ٽهڪ ڇو ڏنئي؟ چيائين: ان ڪري جو منهنجي ڏوهٽي جو نالو "ياونا" رکيو اٿن. مون ٻيو ڪو نالو تجويز ڪيو هو. پر جنم ڪنڊليءَ موجب سندس نالو "ياونا" نڪتو پوءِ هو ماٺ ٿي ويو ۽ سندس چهري تي اداسي جا پاڇا ڇانئجي ويا.

پوءِ مون ڪائنس وقت گذارڻ، ڪتاب پڙهڻ ۽ شاعري ڪرڻ بابت پڇيو تہ ورائيائن تہ اُتساهہ ۽ امنگن سان ڀرپور زندگيءَ ۾ هن بيماري منهنجو جسم ڪمزور ۽ ذهن خالي ڪري ڇڏيو آهي. ڪا انسپائريشن ئي نٿي ٿئي. سامهون وينل سندس ماءُ ڪيس بيحد پيار مان ڏسي رهي هئي ۽ ڪيس جلدي وڃائڻ واري احساس هيٺ دٻيل ۽ اداس هئي ۽ سندس ننڍو ڀاءُ ڊاڪٽر هريش پنهنجي اندر ۾ جاڳيندي. ڏاڍي پر اعتماد واري جذبي سان ڪنول جي همٿ ۽ بيماريءَ سان مهاڏو اٽڪائڻ واري جذبي کي داد ڏيئي رهيو هو.

ڪنول جي جيون ساٿڻ. منهنجي ڀاڀي ڀنهنجي وَرَ لاءِ فڪرمنديءَ جي احساس کي روڪي ۽ اندر ۾ ڪٿي سانڍي ماني تيار ڪرڻ ۾ رڌل هئي پر ڀڪ سان ذهن تي ورايل ڳڻتي وچان هڪ شيءِ جي بدران هٿ ۾ ٻي شيءِ کڻي ويٺي هوندي.

من جي مونجهه کان بچڻ لاءِ ڪنول کي ڪتاب پڙهڻ، شاعري ڪرڻ ۽ ڊائري لکڻ جي صلاح ڏنم. پر ڪنول کي اها نه آئڙي ۽ چيائين، ڪمزوري سبب پاٽيهي پلنگ تي ويهي به نٿو سگهان. هُو منهنجي ڏوهتيءَ آرتيءَ سان سان ڳالهائڻ لڳو جيڪا هاڻي واپس هلڻ لاءِ زور ڪري رهي هئي ته ڪنول مون کي پاڻ سان گڏ ماني کائڻ لاءِ زور ڪري رهيو هو. مون کي واپس وڃڻ جي ڳڻتي لڳي پيئي هئي جو مون کي ان ڏينهن ٻن ڪتابي مهورتن جي تقريبن ۾ وقت تي پهچڻو هو. مون معذرت ڪرڻ لاءِ جيئن ئي ساڻس مخاطب ٿيڻ چاهيو ته سندس اکين ۾ پڙهي ورتم جڻ چوندو هجي ته هن ڪانپوءِ ڪير جيئرو رهندو جيڪو توکي چوندو. مون رڳو اهو وقت پنهنجي لاءِ قابو ڪري ورتو ۽ ساڻس گڏجي ويهي ماني کاڌم، جلد ئي ڪائنس موڪلايوسين ۽ اهو هنڌ ۽ وقت پوئتي رهجي ويو.

جڏهن ڳلن تان لڙڪ ٽمن، مون کي ياد ڪجان البت
موتي مور نه ڏسجان تون، منهنجي چاهت جي تربت

ڪنول ڪنو پر ڪنهن جي ڪاڻ، ڪوبه نه ڄاڻي هُن جي ڳت.

ڪنول جڏهن سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ماس ڪميونيڪيشنز ۾ ايم اي ڪري رهيو هو ته چوندو هو ته يونيورسٽيءَ ۾ استاد ٿيندس. جڏهن ته سندس ڪلاس فيلو ۽ دوست سريش ماڪيجاڻي چوندو هو ته عامل ڪامل صحافي ٿيندس. ڪنول جي اڳني سنسڪار لاءِ ٽنڊي باڳي ڏانهن ويندي سريش مون کي ٻڌايو ته ڪنول پوءِ قانون پاس ڪري وڃي وڪيل ٿيو ۽ آئون يونيورسٽيءَ جي صحافت جي شعبي ۾ استاد آهيان. سندس لهجي مان حسرت ۽ ڏک بکي رهيو هو.

ڪنول استاد ته ٿي نه سگهيو پر وڪيل ٿي ميرپورخاص ٽنڊي باڳي ۽ بدين ۾ وڪالت ڪرڻ لڳو ۽ بدين ڊسٽرڪٽ بار جو سيڪريٽريءَ کان ننڍي عمر جو ذهين وڪيل هو ۽ سينيئر وڪيلن کان به گوءِ کڻي ويو هو. هن ٿوري ئي عرصي ۾ پنهنجي وڪالت جمائي ورتي هئي ۽ نالو ڪڍيو هئائين. پر طبعاً

هو شاعر هو ۽ شاگرديءَ جي دوران ڏاڍي سٺي شاعري ڪئي هئائين جيڪا
معياري رسالن ۾ شايع ٿيندي هئي. منهنجي خيال ۾ 1980ع کان پوءِ پنهنجي
وڪالت جي مصروفيت سبب گهٽ شاعري ڪرڻ لڳو هو. پنهنجي تعليم
دوران پنهنجي حلقي ۾ علمي ۽ ادبي گفتگوءَ ۾ ڀرپور حصو وٺندو هو.
ڊاڪٽر هريش مون کي ٻڌايو ته سندس شاعري تحريري صورت ۾ محفوظ
آهي ۽ جلدي ڇپائڻ جو اُپاءُ ڪندس. سندس ويجهن دوستن ۾ ڊاڪٽر
آڪاش انصاري، اخلاق انصاري، سريش ماڪيجاڻي هوندا هئا ۽ ڊاڪٽر
مهڪري، جيڪي ان زماني ۾ سندس شعبي جو وزٽنگ پروفيسر هو. سندس
پسنديده استاد هو. مون کي ياد آهي ته هڪ ڀيري ڊاڪٽر مهڪري ساڻس
گڏجي جڏهن منهنجي فليٽ تي آيو هو ته ڪمري جي دريءَ مان نظر ايندڙ
نظاري جي تعريف ڪئي هئائين ته مون کيس چيو هو ته مون کي اها ڳالهه
زندگيءَ ڀر لاءِ ياد رهندي ته توهان کي هن دريءَ کان ٻاهر جو نظارو وڻيو. هيءَ
اها دري هئي، جنهن جي حوالي سان منهنجي ڏيءَ پشپا پنهنجي شعري
مجموعي جو عنوان ”دريءَ کان ٻاهر“ رکيو هو. اها دري اتيئي آهي پر ان مان
ٻاهر ڏسندڙن مان هينئر اتي ڪوبه ناهي.

ڪنول جنهن شخص سان گهڻو ويجهو هو. اهو هو روچي رام. هُو
زندگي، ادب ۽ شاعريءَ جي باري ۾ پاڻ ۾ گفتگو ڪندا هئا ته هڪ ٻئي کي
خط به لکندا هئا. مون کي خبر ناهي ته انهيءَ خط و ڪتابت جو ذخيرو
ڪنهن وٽ آهي. مون کي پڪ آهي ته اهو مواد ادب جو حصو ٿي سگهي ٿو.
جو اهي اديبانه ۽ عالماڻي اپٽار جي سطح جا هئا. مون کي اهي خط پڙهڻ جو
ڪڏهن ڪڏهن موقعو ملندو هو. ڪنول پنهنجي ڄمار جي لحاظ کان پختي
۽ ڪليل ذهن جو مالڪ هو. جنهن کي روچي رام جي صحبت وڌيڪ سنواريو
۽ اجاريو هو.

هو جڏهن به حيدرآباد ايندو هو ته وس پڄندي مون وٽ گهر تي ملڻ
ضرور ايندو هو. آئون به گاهي، جڏهن پنهنجي پيءُ سان ملڻ لاءِ ”ڏيهي“ ويندو
هوس ته ٽنڊي باگي کان ڏيهي ويندي رستي تي ڪڏهڙو ۾ مير لامبٽ صاحب
جو محل گڏجي ڏسندا هئاسين. اهو محل مير لامبٽ پنهنجي محبوب زال
صاحب خاتون جي نالي منسوب ڪيو هو جيڪو زواليت جي حدن ۾ داخل
ٿي هڪ ڏينهن ائين تباهه ٿي ويندو جيئن هر شيءَ زوال ڏانهن وڌندي ويندي
آهي. هڪ ڀيري اسان جي دوستن سان شاهه بندر جو پروگرام جوڙيائين.

مرحوم حضور بخش قريشي ان وقت ۾ (ائڊيشنل سيشن جج بدين) جيڪي پڻ گڏن جي ناڪاره ٿيڻ سبب پوءِ جلدي گذاري ويو. اعجاز علي هڪڙو حيدرآباد جو وڪيل، منهنجو پٽ ڪمليش. آئون ۽ پاڻ ڪنول جيب ۽ ڪار ۾ بدين کان نڪتاسين ۽ چوهڙ جمالي مان ٿيندا شاهبندر تائين پهتاسين جتي پراڻا آثار ڏسندا موجوده وقت ۾ اتي جي رهاڪن سان ملندا جڏهن واپس حيدرآباد پهتاسين ته ٿڪل ضرور هئاسين پر گڏ گهاريل گهڙيون اج به ياد ۾ سانديل آهن.

ڪنول پنهنجي دوستن جي چونڊ پنهنجي طبيعت جي ميلان سان تحت ڪندو هو جنهن سان طبيعت ميل نه کائيندي هيس ته ان جي ويجهو به نه ويندو هو. طبيعت ۾ جرئت ۽ اظهار ۾ بي باڪي هوندي هيس. دوستن جو دوست همدرد، مهمان نواز ۽ وقت تي وهي وڃڻ شخص هو.

اج جڏهن هو اسان مان اٿي هليو ويو آهي ته سندس پيرن جا نشان سندس وجود جي شاهدي ڏيندا رهن ٿا.

وڳ ويندو رهيو، اوچري چري،
واڳ وئي تو هٿان، وڄ وري وڄ وري

ريت تي رت ڦُٽل، اُپ سڄو هو اڇو،
روجهه پيي ٿي رُنا، ڳالهه هئي ڪا ڳري

روهه تان ڪونج ڪا، اوچتو پئي ڪري،
ڪوبه ماري نه هو، چو پلا وئي مري؟

اج وري ماتمي چنڊ چوڏهين جو،
اج وري تڪ ۾ منڊ آهي تري،

لوڪ لوچي گهٽا، مون لڌا ڪي ڪٽان،
تون به آءِ هلي، وٺ ذري مان زري،

هو گلن جيئن گهڙي، گيت شاعر ويو،
بول بولي به تي، بول ۾ ويو ٻري

**ولي رام ولڀ**

# روچي رام هڪ ڀرپور شخصيت

*(23 آگسٽ 2003ع تي ميرپورخاص جي جيمخاني ۾ ڪامريڊ روچي رام سان سندس 50 سالہ وڪالت جي گولڊن جوبلي ۽ سندس 75 هين جنم ڏينهن تي ڊائمنڊ جوبلي جي تقريب ۾ پڙهيل)*

ٻنيءَ ٿيون پڙڪن ٻاهيون ٻيراڳڻ جون، هلو تہ سيڪيون هٿڙا، مٿي تن مچن.

ملا سنياسين، جڙ لڳي مون جان.

' اڄ سنڌ جي هڪ جينيس ۽ ذهين شخص سائين روچي رام، جيڪو عرف عام ۾ ڪامريڊ روچي رام ڪوٺيو وڃي ٿو. سان سندس 75 هون جنم ڏينهن ۽ وڪالت جي پيشي سان لاڳاپيل 50 هين سالگره ساڻس گڏ گذاريندي ۽ کيس بيشمار مبارڪون ڏيندي ملهائي رهيا آهيون. محترم ظفر لغاري وڪيل ۽ ميمبر سنڌ بار ڪائونسل . سائين روچي رام جي عملي زندگيءَ جي سنگهرش جي مڃتا ۾ هن تقريب جو اهتمام ڪيو آهي. انهيءَ يادگار موقعي تي سائين روچي رام جا هم پيشہ ساٿي، دوست ۽ سڄڻ سندس شخصيت تي بهتر، ڀرپور ۽ مانائتي پيرائي ۾ روشني وجهي سگهندا، جو انهن سندس شخصيت جي مختلف پهلوئن جو مشاهدو ڪيو هوندو ۽ سندس باري ۾ ڪا راءِ رکندا هوندا. جيئن تہ انهيءَ موقعي تي مون کي بہ پنهنجا ويچار اوهان سان ونڊڻ لاءِ چيو ويو آهي، تہ آئون ان جو فائدو وٺندي ان ڳالهہ جي چٽائي ڪري ڇڏيان تہ آئون نہ تہ سندس هم پيشہ آهيان ۽ نہ ئي وري ننڍپڻ ۾ ساڻس راند کيڏيندڙ هم عمر مونکي رڳو ان ڳالهہ تي فخر ۽ خوشي آهي تہ آئون ان ڌرتيءَ جي ڌوڙ آهيان، جنهن کي سائين روچي رام پنهنجي جنم ڀومي ڪوٺي ٿو ۽ ان ڌرتيءَ جا سڄاڳ ۽ سڄاڻ ماڻهو کيس ان

ڌرتيءَ جو سپوت ڇئي اتساهه ۽ امنگ ڀرئي احساس هيٺ ساڻس مليو. ڪيس بڌڻ ۽ سندس ڳالهين جا حوالا ڏيئي پنهنجين ڳالهين کي وزنائتو ڪندا آهن.

ڪڏهن ڪڏهن آئون سوچيندوآهيان ته سائين روچي رام جي شخصيت وڏي ۽ وسيع آهي. يا سندس جنم ڀومي مٺي، جتي هن جنم ورتو هو؟ ڳڻ ڳوت کان پوءِ آئون ان نتيجي تي پهتو آهيان ته هڪ اقتصادي مجبوري ۽ ٻيو انسان جڏهن پنهنجي ڳوٺ واسين کان ذهني طور تي اڳيان وڌي ويندو آهي ۽ سندس ڳالهيون ۽ نُڪتا سندن مٿي کان مٿان گذري ويندا آهن ته پوءِ اها ڌرتي سندس لاءِ ڪشادي هنج نٿي رهي. تڏهن هُو اُتي سان لاڳاپيل محبتن کي سيني ۾ سميٽي وشال ميدانن ڏانهن نڪري ويندو آهي. جتي سندس ساروڻين کي جهجهي ته ايندي آهي. پر ڪيس واپس موٽائڻ ۾ اهي ڪڏهن سڦل نه ٿينديون آهن. آئون سائين جي مٺيءَ ۾ گذاريل وقت کي تصور ۾ آڻيندو آهيان ته ڪيس ۽ اُن وقت کي خراج ڏيندو آهيان ته هن هتي جي اسڪول ۾ اعليٰ پايي جي استادن جي نگرانيءَ ۾ علم پرايو ۽ ان وقت جي گڏيل هندستان کي پيروڙيو. ادب جي مختلف صنفن سان متعلق ڪتابن جو اڀياس ڪيو ۽ وڏي ڳالهه ته هر شعبي جي ماڻهوءَ سان لهه وچڙ ۾ اچي انساني نفسيات جو مطالعو ڪيو ۽ اڄ ان جو اولڙو ۽ عڪس سندس زندگي جي اُٿ ويهه، ڳالهه ٻولهه ۽ ورتاءَ مان پسجي ٿو. اُن شخص پنهنجو پاڻ هوريان هوريان اُن ڌرتيءَ کان جلا وطني وٺي ڇڏي ۽ پنهنجو گهر ٿي تين وال ڪري ڇڏيو. اول ته ماڻهو ذهني طور تي جلاوطن ٿيندو آهي ۽ پوءِ سامان لڏڻ لاءِ ٻڌندو آهي. هاڻي خبر پيئي آهي ته هو شايد جلد ئي ميرپورخاص ڇڏي ڪراچي جا وڃي وڻ وسائي پر ڪراچيءَ م وڻ ڪٿي آهن اتي ته سيمنٽ جو جهنگل آهي. جنهن ۾ ڪاربان جو دونهون آهي. ميرپورخاص جي ڪليل رستن تي لڳل وڻن جي تازي هوا بدران. مون کي خبر آهي ته تنوير عباسي ۽ شيخ اياز جي. جيڪي اسلام آباد ۽ ڪراچيءَ لڏي ويا هئا ۽ اتان رڳو سندن خبر آئي هئي اهي شهر ڏاڍا بي رحم آهن. اتي اسان جو ڪامريڊ گهمي ڦري ۽ دوستن سان ڪچهريون ته ڪري سگهي ٿو. پر تازي هوا لاءِ ڪيس پنهنجي ئي گهر جي اڱڻ ۽ وڻن جي جهڳين ۾ گهيريل رهڻ ڏنو وڃي. اها استدعا منهنجي طرفان پياري نيل ڪنٺ کي آهي! ڀلا اهڙي شخصيت کي سندس ڳوٺ وارن يا هتي ميرپورخاص وارن ڪيس ڪهڙو اعزاز ڏنو آهي؟ سندس

نالي سان منسوب ڪو روڊ، رستو يا گهٽي آهي؟ اُها گهٽي سندس گهر واري گهٽي ٿي سگهي، جنهن مان پتو پوي تہ هُو اتي رهندو هو يا هو هتي رهندو آهي مون پنهنجي طرفان رڳو راءِ ڏني آهي ۽ محترم ظفر لغاري جيڪو سنڌ بار ڪائونسل جو ميمبر آهي. ميرپور خاص بار جو نالو سندس نالي سان منسوب هجي تہ اُها سندس شايان شان مڃتا نہ ٿيندي؟ اهي ۽ اهڙين تجويزن تي غور ڪرڻ گهرجي. اهو سندس حق آهي.

روچي رام صاحب همہ گير ۽ گهڻ پاسائين شخصيت آهي. سندس شخصيت جو ڊومينيٽنگ پهلو سياست آهي. ڪميونسٽ پارٽي سان وابستگي ۽ سنڌ هاري ڪاميٽي جي رڪن هئڻ جي ڳالهہ ڪنهن کان لڪيل آهي. هارين جي حقن جي ڄاڻ لاءِ "ٽيننسي يا هاريءَ جي ائڪٽ" جو سنڌي ترجمو سندس ڪريڊٽ تي آهي. غريب هارين جا مقدما هن هڪ انسان دوست ماڻهو ۽ وڪيل هئڻ جي حيثيت سان ڪورٽن ۾ بنا فيءَ جي يا نالي ماتر فيءَ جي رقم وٺي وڙهيا ۽ پنهنجي انساني همدردي جي ڳڻ کي ڪڏهن هٿان نہ ڇڏيو. ادبي دنيا ۾ سندس لکيل مضمون "ادب جو سمجي ڪارج" ۽ ڪجهہ ادبي صنفن جي ڪتابن جا اڀياس نهايت اهم آهن. جيڪي سندس وسيع مطالعي ۽ روشن خيالي ذانهن آڱر ڏس ڪن ٿا. هو فلسفي جو اڀياسي آهي. هن مغربي فلسفي ۽ مشرقي فلسفي ۾ خاص ڪري هندو فلسفي کي ڏاڍي سوچ ۽ گهرائيءَ سان پڙهيو آهي. وڏن وڏن فيلسوفن جا ڪتاب سندس هنڌ جي پرسان اڀياس لاءِ رکيل هوندا آهن. هن هندوستان ۾ مختلف لبرل سوچ وارين تحريڪن جهڙوڪ: ٿيا سافي، ڀڳتي تحريڪ، آريا سماج، برهمو سماج ۽ انهن جي پنيان انهن شخصيتن جي زندگيءَ جو مطالعو ڪيو آهي. جنهن ڪري سموري هندوستان ۽ پاڪستان جي سياسي ۽ سماجي ارتقا تي بهتر طور تي سمجهي انهي جي اظهار ڪرڻ ۾ سولائي ٿي. هندوستانين ۾ آزاديءَ لاءِ اُڪير پيدا ڪرڻ ۽ منجهن قوميت جو جذبو جاڳائڻ ۾ ڊاڪٽر اينني بيسنٽ جو نالو اول اچي ٿو جيڪا پهرين غير ملڪي مدبر ۽ سياستدان مڃي وڃي ٿي. هن سندس ويچار سندس مختلف ڪتابن مان سمجهيا آهن. هن سوامي رام تيرٿ، سوامي وويڪا نند، راجا رام موهن ۽ اوربندو گهوش، شرت چندر ۽ ٻين جي فلسفي ۽ ادب جي ڄاڻ سندس ڪتابن مان حاصل ڪئي. ساڳئي وقت سنڌ ۾ ان وقت جي سياسي ۽ سماجي تحريڪن، سياستدانن ۽ سماجڪ سڌارڪن جي زندگيءَ جو

حال پروڙيو، جن ۾ مهاتما گانڌي، جواهر لعل نهرو، ڏيارام گدومل، ساڌو هيرانند ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا.

سائين روچي رام سير سفر جو ڪوڏيو رهيو آهي. انهي ڪري سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ وڃي ماڻهن جا حال معلوم ڪيا اٿس. پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان جي وڏين ۽ اهم سياسي شخصيتن سان ملاقاتون ڪري ساڻن بحث مباحثا ڪيا اٿس. ڪيترن ئي سياسي تنظيمن ۾ حصو ورتو اٿس ۽ انهن جي آئينن تي بحث ڪري انهن جي منفي ڪردار جي نشاندهي ڪئي اٿس. انهي سلسلي ۾ هو دنيا جي مختلف ملڪن جهڙوڪ: انگلينڊ، امريڪا، فرانس، جرمني، نيپال، سيلان، ڀارت ۽ ٻين ملڪن ۾ ويو آهي ۽ اتان جي مختلف شعبن جي ماڻهن سان ملي انهن جو مشاهدو ڪيو اٿس. اهڙن مشاهدن جو باري ۾ مختلف ماڻهن ڏانهن سندس لکيل خط نه رڳو دلچسپ ۽ معلوماتي آهن، پر سندس نقط نظر ۽ نقطهء فڪر جو ڏس ڏين ٿا. اهي خط جيڪڏهن سهيڙيا وڃن ته سنڌي ادب ۾ سٺن ادبي خطن جو اضافو ٿي سگهي ٿو. مون جيئن اڳ ۾ ٻڌايو ته هو هڪ گهڻ پڙهيو شخص آهي. سندس مطالعي ۾ تاريخ، سپيتا، ثقافت، سياسي ادب، سماجياتي ادب، نج ادب يعني ڪهاڻيون، ناول ۽ شاعري اچي وڃن ٿا. هو پنهنجي پاڻ کي انهن شعبن ۾ اپ ٽو ڊيٽ رکڻ لاءِ اخبارن، رسالن ۽ ڪتابن جو نه رڳو خريدار آهي پر سٺي ۽ سنجيده ڪتاب پڙهي پنهنجي حلقه احباب ۾ ذڪر ڪندو آهي. حلقه احباب جو ذڪر نڪتو آهي ته اهو ٻڌائيندو هلان ته سندس حلقه احباب ۾ ماڻهن جو هڪ ڪراس سيڪشن آهي.جن ۾ سياسي ماڻهو، وڏيرا، پير، رئيس، اديب ، شاعر، تنظيمي اڳواڻ ۽ ڪارڪن، هاري ناري، مٽ مائٽ، پڙهيل اڻپڙهيل اچي وڃن ٿا. ڪيس تاريخي آثارن ۽ هنڌن ماڳن ڏسڻ ڪانسواءِ دل کي ڇهندڙ راڳ ۽ سنگيت پسند آهي. هو هڪ وقت ته ميران ۽ ڪبير کي دل سان ٻڌندو هو. لطيف جي راڳ ۾ ڇيل ڳالهه جي روح کي سمجهڻ جو قائل آهي. هو انهن سيني ڳالهين سان گڏ پنهنجي روزمره جي پنڌ ڪرڻ جي عادت کي پنهنجو فرض سمجهي ٿو. هو چوندو آهي ته ائين ڪرڻ سان ماڻهو نه رڳو تندرست ۽ تازو توانو رهي ٿو پر فطرت سان وارتالاپ ڪرڻ جو موقعو ملي ٿو. جيڪو ماڻهو فطرت سان وارتالاپ ڪري ٿو اهو ايشورجي ويجهو آهي. اهڙي شخص جي باري ۾ جيترو ڳالهائجي اوترو گهٽ آهي ههڙي ٻهڳڻي شخصيت جي جس ۽ نيڪين جون ڳالهيون

ڪري ماڻهو پاڻ آنند محسوس ڪري ٿو. منهنجا سندس شخصيت جي باري ۾ ڪوڙ سارا خوش ڪن ۽ خوش آئند مشاهدا آهن ۽ اهڙا مشاهدا گهڻن کي پنهنجا پنهنجا هوندا جن جي تفصيل ۾ وڃڻ لاءِ وڏو وقت درڪار ٿيندو.

هن قانون جي ڪتابن جو مطالعو پنهنجن اصيلن جي ضرورتن تحت ڪيو. ڪيس خبر هئي تہ ماڻهن کي نڪو انصاف سماجي ڍانچي ۾ ملي ٿو ۽ نہ ڪورٽن ۾. ان ڪري هن هر قسم جا مقدما جهڙوڪ ديواني، فوجداري، روينيو، فئملي ۽ سروس مئٽرس هڪ جيتري دلچسپي ۽ محنت سان وڙهيا. انهن موضوعن کان پنهنجي عام اپياس ۾ هن انساني نفسيات، فلسفي، سماجيات، بين الاقوامي امور ۽ ڏيهي پرڏيهي ادب جي مختلف رخن جو مطالعو ڪيو. هن عظيم انسانن جون آتم ڪهاڻيون ۽ سوانح حيات جو خاصي دلچسپي سان اپياس ڪيو ۽ گڏوگڏ ڪيترن ئي تقريبن جي موقعي تي هن جمهوريت، لبرلزم ۽ اظهار جي آزاديءَ جي حق ۾ تقريرون اعليٰ ادب جو حصو چئي سگهجن ٿيون. اجڪلهہ جڏهن هو وڪالت جي پيشي کي خيرآباد چئي چڪو آهي، تڏهن اها ڳالهہ چوڻ بي مهل نہ ٿيندي تہ هو انساني حقن جي ڪميشن جي پليٽ فارم تان، يا نجي ڪچهرين ۾، جن جن کي انهن ۾ ويهڻ جو موقعو مليو هوندو. تن کي سندس روشن خيالي، اعليٰ سوچ ۽ انساني قدرن جي مهانتا بابت اندازو ٿيو هوندو. پاڻ چوندو آهي تہ باقي زندگيءَ جو پل پل آئون سجايو ڪرڻ چاهيان ٿو.

جيتري قدر علمي اپياس جو تعلق آهي تہ هو پنهنجو ڪوبہ پل سچ پچ اجايو نٿو وڃائي. هو يا تہ پڙهي ٿو يا ماڻهن سان ڪچهريون ڪري ٿو يا وري ڪجهہ نہ ڪجهہ لکي ڪنهن تنظيم ۾ ڪنهن مقالي پڙهڻ جي تياري ڪري ٿو. هو گيتا کي جديد معنيٰ ۾ ۽ مارڪسي نظريي جي روشنيءَ ۾ نہ رڳو سمجهڻ جي Process ۾ آهي پر ڪيترن ئي اجتماعن ۾ بي خوف خطري ۽ بيباڪ اظهار پڻ ڪري ٿو. هو پنهنجا خيال مدلل ۽ وزنائتي نموني عام (popular) سوچ جي ابتڙ، جديد تقاضائن تحت سمجهائيندو ويندو آهي. جنهن ۾ تاريخ جو پسمنظر بہ هوندو آهي تہ، مٿالاجي جي ارتقا جي اپٽار هوندي آهي. هن مذهبن جو تقابلي مطالعو بہ ڪيو آهي، جن ۾ هندو ڌرم، سک مت، ٻڌمت، جين مت کانسواءِ اسلام، عيسائيت، صيهونيت اچي وڃن ٿا. هو اسلام کي جديد دور جو مذهب ٿو ڪوني ۽ چوي ٿو تہ هتي آرٿوڊاڪس طبقي جي برتري سبب ماڻهو حقيقت کي پروڙڻ کان وانجهيل

آهن. انهن کي ملڪ جي وجود ۾ اچڻ کان وٺي اسٽيبلشمينٽ جي حمايت حاصل رهي آهي. انهيءَ ڪري ترقي پسند  لبرل سوچ کي هٿي ملي نہ سگهي آهي. هن سموري ڪائنات تي ازلي گهنڊ تہ هر ڪنهن لاءِ وڃي رهيو آهي. پر سائين روچي رام کي سندس وڏي ڄمار ماڻڻ جو دعائون ڪندي سندس دوستن لاءِ خوشحال خان خٽڪ جي چوٽي ورجائيندي چوندس:

اي محبوب، منهنجو منهن ڏسي وٺ
متان گهوڙن جي سنبن جي اڏايل ڌوڙ ۾
منهنجو منهن ڏسي نہ سگهين!

پر لطيف جي لفظن ۾:

مري نہ ميهار، وٿاڻ ولهو نہ ٿئي
وڃن جي وچار جو ڏنگو ٿئي نہ وار
ساهڙ مون سينگار، ماڻهن ليکي مهڻو!

پر اياز جي دلجوئي جا هي لفظ:

اڳتي بہ حياتي هلٽي آ، تو جام ڪيو ناهي خالي،
تو پوري ڪو نہ ڪئي پيالي، تو وک اڳي جيان متوالي،
تو لاءِ نہ ايندو تڪ ترو، اڄ ساءَ سوايو آ تنهنجو.

چوندي روچي رام صاحب کي گذارش ڪندس تہ هن، هن وقت تائين جيڪي ڪجهہ لکيو آهي. خط، ڊائري ۽ ٻيون تحريرون ڇپائڻ لاءِ يڪجا ڪري ۽ جيڪي اجا لکڻو آهي. جنهن ۾ پنهنجي سوانح حيات يا ناول وغيره اچي وڃن ٿا تحرير ڪري وٺو. سندس طرفان اهو اسان لاءِ وڏو تحفو هوندو.

**ولي رام ولڀ**

ميرپور خاص سنڌ
5 سيپٽمبر، 1974ع

منهنجا پيارا سڄڻ

لاڙ جي هڪ ننڍي مگر تاريخي شهر ڪيڙ ڪان هڪ نينگر روانو ٿيو هو. اُن کي هڪ سؤ کان وڌيڪ سال ٿيا. سندس اوستا اڃان ننڍي هئي. ڪو ولي وارث ڪونہ هئس. ميرن مائي منان جي ڳوٺ لڳ نئون ڪوٽ اڏايو هو. نينگر ذهين هو. قلعي جي ڪاردار وٽ ٽپيدار مقرر ٿيو. انگريزن جي حڪومت ٿي. نوان عملدار مقرر ٿيا. لاڙيءَ آسن داس جو پُٽ پيمون مل سرڪاري نيڪيدار ٿيو. هن وٽ جيل جو نيڪو هو. آفيم، ڀنگ ۽ هر سرڪاري ڪم جو نيڪيدار ٿيو. پيمي مل پنهنجون بہ نياڻيون منيءَ جي مکي، تلوڪچند جي پٽن تولارام ۽ گوبندرام کي پرڻايون. آسن داس کي پيمي مل کانسواءِ چار ٻيا پٽ هئا. سندس هڪ پٽ خوشحال ڀڳت ٿيو. جنهن جي اثر هيٺ سندس ڀائٽيو کيم چند ولد پيمون مل[1] ست سنگ ۾ اچڻ وڃڻ لڳو.

مونکي کيم چند ٻڌايو هو تہ هن ڪيترا ڀيرا ورورڪري ست شاستر (تورمي ڪتاب) پڙهيا آهن ۽ هر ڀيري کيس نئين معنيٰ سمجهہ ۾ آئي. ڀڳت جن نيم سان بلڪل باقائدگي سان هڪ هڪ ڪتاب ايئن پڙهندا هئا جيئن اسين هينئر سيمسٽر يا اسٽڊي سرڪل ۾ پڙهون ٿا. ايئن گڏجي پڙهڻ سان ڳالهہ وڌيڪ ڪُلي طرح ۽ واضح ٿي سمجهہ ۾ اچي ٿي.

انهيءَ مهاپرش مونکي چيو هو تہ برهم گيان پڙهڻ سان نہ پر ست سنگ ڪرڻ سان حاصل ٿيندو.

سوامي ليلا شاهہ (جنهن جو ويراگ ۾ شل چِتر تنهنجي ڪمري ۾ شويا ڏيئي رهيو آهي) چوندا هئا تہ ست شاستر ڪڏهن ڪڏهن جنم جنم جي جاکوڙ بعد سمجهہ ۾ ايندا آهن.[2]

ڀنائي پڻ سگهڙن لاءِ ڪچهري سٿ ۾ ڪاهوڙين جو سنگ ضروري ڄاڻايو آهي.

---

[1] کيم چند پوءِ ڀڳت کيم چند جي نالي سان مشهور ودوان ۽ عالم ٿيو. جنهن جي آتم ڪٿا تازو محترم ولي رام ولڀ ايڊٽ ڪري ڇپائي آهي.

[2] سوامي ليلا شاہ مشهور يوگي ٿي گذريو آهي تنهن باگي جو رهاڪو هو وڏو سماج سڌارڪ بہ هو ڪجهہ سال ٿيندا جهان ڇڏي ويو آهي سماڌي آديپور ڪڇ ۾ آهي.

مونکي اهو پڙهي خوشي ٿي تہ تو هيترا سارا ڪتاب پڙهيا آهن ۽ مطالعا ڪيا آهن. تنهنجي قابليت ۽ علم جي ڄاڻ جو آئون وڏو قدر ٿو ڪريان. شنڪر آچاريہ جنهن کي جگت گرو چوندا آهن. سو 32 ورهين جي عمر ۾ هي چولو ڇڏي ويو ۽ هن ننڍي عمر ۾ نہ رڳو پنهنجو علم مڪمل ڪيو پر ڪيترا گرنٿ لکيا. هن جيڪا گيتا تي سنسڪرت ۾ ٽيڪا لکي اُن گيتا کي آرين جو پرتم گرنٿ[o] بڻائي ڇڏيو. ڪيترائي ودوان ننڍي عمر ۾ ئي چمڪي ويا. تون جو چوين ٿو ۽ ايئن چوڻ جو توکي هر حق آهي تہ توکي هاڻي خاص ضرورت ڪونهي پڙهڻ جي ۽ اهو بہ تون نيڪ ٿو چوين تہ "پستڪ کي صرف ڪتا ڪري پڙهڻ جي آئون خلاف اهيان" ہي بہ ڳالهہ آهي جا آئون جيتوڻيڪ اڳ ۾ ئي چئي چڪو آهيان تہ مونکي پڪيءَ خيال ڪونهي تہ توکي ڪنهن نهيل سنستا ۾ شريڪ ڪريان. انهي ڪري تنهنجي اها شنڪا تہ "هن وقت منهنجون گهرو حالتون بہ ڪجهہ اهڙيون آهن" بنهہ بي وزن ٿي لڳي... مون توکي اجتماعي ڪم لاءِ بہ چيو هو. مون انهي لاءِ چيو هو تہ ڀن ٽن ماڻهن سان گڏجي ڪجهہ پڙهڻ شروع ڪندين تہ ان مان مونکي فائدو ٿيندو منهنجي صلاح تي منهنجو دوست پرمانند هلندو تہ مونکي خوشي ٿيندي ۽ اسين وڏيڪ وقت خاص ڳالهين تي بحث ڪرڻ بدران ڪنهن ڪارگر موضوع تي وقت صرف ڪنداسون. منهنجي اها ڳالهہ تون سمجهي سگهندو هوندين تہ وري مطالعو ڪرڻ بعد. اڀياس ڪرڻ بعد سڄڻن سان ونڊڻ بعد وري وڌيڪ ساءِ ۽ سمجهہ پرائيندين. ٻين کي سيکارڻ سان ماڻهو خود وڌيڪ سکي ٿو.

پيارن سان فقط

روچي رام



ميرپورخاص

12_9_74

پيارا پرمانند

آئون تنهنجو وڏو احسانمند. ٿورائتو ۽ آڀاري آهيان جو مون تي مهرباني ڪري خط ٿو لکين پر آئون تنهنجو وڌيڪ احسان مڃيندس

---

[o] پرتم گرنٿ: پهريون ڪتاب

جيڪڏهن انهي خطن جي تون پاڻ وٽ هڪ وڏيڪ نقل رکين. ڇاڪاڻ تہ حافظو ڪيترو بہ سٺو ۽ تيز هجي، سمورا لفظ وري ياد نہ رهندا آهن ۽ خط جي جواب پڙهڻ مهل ڪنهن وقت ياد نہ رهندو آهي تہ مون ڇا لکيو هو.

منهنجي ٻن خطن جو ذڪر ڪيو اٿيئي ۽ انهن ۾ ڪنهن تضاد بيان ڪندي ائين سمجهيو اٿيئي تہ مون تنهنجي خط بابت بہ رد عمل ظاهر ڪيا آهن جيڪي هڪ ٻئي جي اُبتڙ آهن. مون صرف بہ نقطہ نظر پيش ڪيا آهن. مختلف وقتن تي جيڪي خيال ذهن ۾ آيا سي قلمبند ڪيم. هڪ تنبڊي باگي وڃڻ کان اڳ ۽ ٻيو اُتان موٽڻ بعد. شايد وقت جي مفاصلي لفظن ۾ ايڏو فير آندو هجي.

پيارن سان

روچي رام



ميرپورخاص 74_9_19

پيارا پرمانند

لکين ٿو" پر پوءِ بہ ڪن گهرو ۽ ذاتي معاملن جي ڪري اسان ۾ ڏڦيڙ پيل آهي جنهن لاءِ اوهان پاڻ بہ لکيو آهي."

"خبر ناهي ڇو اُهي دوست مونکي گڏڻ لاءِ تيار نہ آهن"

مٿيان لفظ جن جي لکڻ جو توکي هر ڪو حق آهي پر اُهي مونکي پسند ناهن. مونکي پسند ناهن پر اهي صحيح بہ ناهن. مونکي ڪنهن بہ تو بابت يا تنهنجي ساٿن تعلق بابت نہ ڇيو. منهنجي رويرو اُنهن تنهنجو نالو بہ نہ ورتو. مون تو بابت ڪنهن سان ذڪر بہ نہ ڪيو سواءِ تنهنجي مربي پتا جن سان هن سان بہ جيڪي تو متعلق ڳالهايم سو تنهنجي گهر ڳالهايم. مون صرف اسان جي مجلس ۾ گفتگو مان ۽ ان ۾ ڪم آندل اشارن مان اندازو لڳايو تہ تنبڊي باگي جا رهاڪو پرمانند جا ڳوڻائي آهن انهيءَ ڪري ٻين ماڻهن کان بهتر سُنيرا ۽ مٿيرا آهن ۽ وڏيڪ احترام جي لائق آهن پر پوءِ بہ هو ٻين انسانن جهڙا انسان آهن ۽ عام ماڻهن وانگر هڪ پسندي ناپسندي رکندڙ ڪاوڙ ڪندڙ خوش ناخوش ٿيندڙ آهن ۽ هنن کي ڪي

رنجشون ۽ ڪاوشون آهن ۽ سيني ۾ دل رکن ٿا ۽ ايئن هجڻ ڪو غير معمولي ناهي. تندي وارا پڻ ڀين ماڻهن جهڙا ماڻهو آهن. جيڪي مون وانگر پر مانند جا پوڄاري يا سندس هر ڳالهه کي پسند ڪندڙ ناهن. هو غلطي کي غلطي ۽ بي واجبي کي بي واجبي سمجهن ٿا ۽ ايئن شرافت جي دائري ۾ چوڻ کان ڪيبائين ڪون ٿا. باقي منهنجو ته اهو حال آهي:

"With all thy faults I love thee Rome."

ٻي ڳالهه ته اهي دوست توکي الائي ڇو گڏڻ لا تيار ناهن. مونکي درست نٿو لڳي. پر انهيءَ معاملي ۾ مونکي شايد گذريل واقعن جي خبر ناهي پر منهنجي طرفان هڪ عرض آهي. جي منهنجي ڳالهه مڃين ته چوان ته تون انهن سان شريڪ نه ٿي. هو توکي آڏڻ لاءِ تيار هجن به ته به تون تيار نه ٿيءُ. ائين جيئن مون اڳئين خط ۾ لکيو آهي ته مونکي وڏو ذاتي نقصان ٿيندو. دليل وري ورجائڻ نيڪ نٿو سمجهان.

ادبن سان صرف

روچي رام

(نوٽ:۔ مرحوم قاسم پٿر يونيورسٽي جي هندو شاگردن لاءِ هڪ سيل جوڙيو هو ته هنن جي سياسي تربيت ڪجي جيئن هو ملڪ جي سياسي ڌارا ۾ مثبت رول ادا ڪري سگهن)



ميرپورخاص 74_9_24

پيارا پرمانند

منهنجي انهيءَ ڳالهه توکي ڏک پهچايو آهي جو مون لکيو ته توکي اسانجي ڪارروايئن متعلق گهٽ معلومات آهي. توکي جيڪڏهن انهيءَ لکڻ ڏک پهچايو آهي ته آئون معذرت خواه آهيان. منهنجو ڪوبه ارادو ڪونه هو ته اهو تاثر ڏيان ته تون ڪو ايترو غافل آهين. پر منهنجو مطلب هو ته اسان جو مرڪزي خيال اجا تائين ڪيترن دوستن کي سمجهه ۾ نه آيو آهي. انهيءَ ۾ غلطي اسانجي آهي جو اسين پنهنجي ڳالهه دوستن کي سمجهائي نه سگهيا آهيون. جيڪي سچڻ مون سان به چار دفعا لهه وچڙ ۾ آيا

آهن ۾ اسان تفصيل سان ڳالهايو آهي سي بہ اجا انهيءَ ڳالهہ کان واقف نہ ٿي سگهيا آهن. تون تہ مون سان مليو بہ ناهين. نہ ائين ناهي تہ تون غافل ۾ لفظن ۾ "منجهيل" آهين پر اجا تائين اسان پاڻ عافل ۾ گهٽ عمل وارا آهيون جو پنهنجي مدعا ۾ دل جي صدا چڱي نموني سان نہ ٻڌائي سگهيا آهيون. جي مون لکيو تہ توکي گهٽ معلومات آهي سو تنهنجي علم تي حملو ڪونہ هو پر اسان مسڪينن جو خود ڪم عقلي ۾ ڪم عملي جو اعتراف هو.

ہم جو آہ کرتے ہیں تو ہو جاتے ہیں بدنام

ساڈو ليلا شاهہ جي چترباٻت لکين ٿو:

"ويراگ ۾ اندر جلندو آهي. پلا انهي وقت سونهن ڪيئن نهندي"

"تڏهين اجا پاڻ صرف ويراڳي هئا. گيان ۾ يوگ تي ڌيان اجا نہ ڏنو هئن"

"ويراگ ۾ اندر جلندو آهي" ڪيترو نہ ڪلپنامئہ خيال آهي. سندر لفظ آهن پر ڪيڏو نہ دوکو ٿا ڏين. شايد تون ايئن ٿو سمجهين. تہ "ويراگ هڪ اوائلي منزل آهي گيان ۾ يوگ ڏانهن وڃڻ جي. ويراگ ايندو ان بعد گيان ۾ يوگ پراپت ٿيندا. ويراگ اسڪول ۾ وڃڻ جي خيال وانگر آهي ۾ گيان ۾ يوگ ڊگريون آهن جيڪي آخري منزل تي حاصل ٿين ٿيون."

منهنجا سائين. ويراگ صرف اوائلي منزل ناهي پر آخري منزل پڻ آهي. ويراگ چِت جي ورتي آهي جيڪا شروع ۾ جيتري ضروري آهي اوتري آخر ۾ بہ. گيان ۾ يوگ ساڌن آهن نہ رڳو ويراگ حاصل ڪرڻ جا پر نرواڻ جا بہ آهن گيان گياني جو سونهون آهي پراگياني جي پڻ رهنمائي ڪري ٿو. يوگ اهو ساڌن آهي جنهن سان سرير ۾ آتما جي يڪجهتي حاصل ڪرڻ جي جدوجهد ڪجي ٿي. انهن تنهي حالتن ۾ ويراگ ۾، گيان ۾ يا يوگ ۾ اندر نہ جلندو آهي. اندر جلندو ئي ناهي. اندر جلڻ نفس جي ڪشمڪش جو نالو آهي. نفس جي ڪشمڪش ويراڳي گياني ۾ يوگي ٽنهي وٽ جاري رهندي آهي. ويراڳي جو رتبو گياني ۾ يوگي ٻنهي کان مٿيرو آهي.

گرو بہ گياني هوندو تہ جڳياسو بہ. اهي ٻئي يوگي هوندا آهن سيني جي مٿين منزل کي ويراگ چئبو. سو ويراگ ۾ بہ سونهن ۾ چمڪ ٿيندي آهي. پر مون سونهن جو ذڪر ڪونہ ڪيو هو مون تہ تيج ۾ پرتاپ جو ذڪر ڪيو هو. ذڪر ڪيل چتر ڏسڻ تي مونکي خيال آيو هو تہ اهڙو فوٽو اڳ ۾ شايد ڏٺل آهي. پر منهنجا دوست ڪئميرا ۾ فوٽو ڇڪيندڙ جا خيال. پس منظر

جي بيهڪ. ڪئميرا جا لينس ۽ بيا ڪيترا اثر دخل انداز هوندا آهن.

هر ڪئميرا مئن فنڪار نہ هوندو آهي پر هر چترڪار فنڪار هوندو آهي. چترڪار جو مرتبو ايڏو متاهون آهي جيڏو شاعر ۽ دانشور بنهي جو گڏيل ٿوٿال. انهيءَ ڪري چترڪار تي راءِ زني ڪرڻ مناسب ٿئي ٿي. جيئن تہ اهو فوٽو جو نقل هو انهي ڪري اُن تي تنقيد ڪرڻ مناسب ڪونهي ۽ مونکي معاف ڪيو وڃي جيڪڏهن منهنجي راءِ جو مطلب تنقيد سمجهيو ويو آهي. پر مون چترڪار تي يا اُن جي چتر کي مرڪزي موضوع طور نہ ورتو هو. منهنجي راءِ تہ انهي ڪمري ۾ سجاوٽ ڪندڙ بابت هئي. اهو چتر جيڪڏهين پرمانند جي نشيمن ۾ نہ هجي ها تہ آئون ڪجهہ بہ نہ لکان ها. منهنجو لکڻ جو حق پر مانند جي ڪمري ۾ چتر جي موجود هجڻ ڪانپوءِ شروع ٿيو. تي سگهي ٿو تہ انهي چتر ۾ ان کان اڳ گرو ليلا شاه جو چمتڪار ۽ گيان جي روشني موجود هجي.

يا اها سونهن ۽ پرڪاش تنهنجي ڪمري ۾ اچڻ سان جهڪا ٿي ويا يا مون اگياني کي ڏسڻ ۾ نہ آيا ۽ منهنجي اندر ۾ اوندهہ موجود هئي.

منهنجو عرض جي مڃين تہ منهنجي شيوا وارين انهن ڳالهين جو ذڪر ئي نہ ڪريون تہ بهتر رهندو. پاڻ جدا ٻين موضوئن ۽ مقصدن تي ڳالهايون يا ڪم ڪريون. تون وڏيڪ حساس، جذباتي ۽ Individualist آهين. شايد تون ڪنهن وڏي ڪارگر ۽ بهتر ڪم لاءِ پيدا ٿيو آهين ۽ پاڳ وارو آهيان جو تنهنجي توجہ جو مرڪز ٿيان ٿو ۽ مون لاءِ اهو ڪافي آهي. تنهنجي لاءِ ڪنهن بي جماعت بندي ۾ شريڪ ٿيڻ جڳائيندڙ ڪونهي. ننڍا ڪم اسان جهڙا ننڍا ماڻهو ڪندا رهندا اوهان لاءِ موجوده حيثيت ڪافي آهي. آئون شايد تنهنجو رهنما يا سونهون نہ ٿي سگهان نڪو ايتري لياقت اٿم. پاڳ پائيندس جيڪڏهين سريکو ۽ دوست سمجهنديون.

تنهنجو

روچي رام



میرپورخاص 74_9_27
پیارا پرمانند

تنبڙي باگي جي نوجوانن جي تو نالا ڪٽي ساراهه ڪئي آهي تنهن لاءِ آئون ذاتي طرح تنهنجو ٿورائتو آهيان. جن جا تو نالا ورتا آهن اهي انسان واقعي وڏا هڏ ڏوکي درد رکندڙ ۽ مهاپرش آهن انهن جي جيتري قدرداني ڪجي اوتري ٿوري آهي. مونکي تنبڙي باگي ۾ انهن سان ملڻ سان جيڪا تسلي ٿي اُها ملڪ جهاڳڻ سان بہ ڪانہ ٿي هئي. توهان لکيو آهي تہ تنبڙي باگي وارن سان جدائي بابت تفصيل سان خط لکندس. بهتر ٿيندو تہ اهو رستو اختيار نہ ڪريو. ڪجهہ بہ لکڻ سان انهيءَ باري ۾ ڪوبہ مقصد سڌ نہ ڪندو. مون وٽ تو خلاف ڪنهن بہ راءِ نہ ڏني آهي تنهن ڪري ڳالهہ صفا ڪرڻ جو سوال ئي پيدا ڪونہ ٿو ٿئي. هي جيڪا حجت ڪري آئون چوان پيو تہ "اها ڳالهہ نہ لکجو" تنهن تي دل ۾ متان ڪريو. اهو آئون اوهان جي حق تلفي پيو ڪريان پر ڪا تہ منهنجي دست اندازي بہ اوهان کي برداشت ڪرڻي پوندي ۽ اهو ڪاتو اتي بند ڪري واريون ٿا.

ڪي ڪي ماڻهو اهڙين خوبين سان ڀرپور هوندا آهن جو اُنهن جون خاميون پڻ سندس خوبين کي وڏيڪ سُريلو بڻائيندڙيون آهن اها ڳالهہ نہ رڳو توسان لڳي ٿي پر اُنهن سان بہ جيڪي توکي "مليچ" سمجهن ٿا.

اڄ جو خيال

اڄ وري پڙهندي هڪ عجيب ڳالهہ ڏٺم تہ برهما ڪابہ سريشٽ جو پرماتما آهي سو وديا ۽ اوديا يعني ڄاڻ ۽ اڻ ڄاڻ، علم وارين ۽ جاهلن ٻنهي جو برهم آهي. ٻنهي تي هڪ جهڙي حڪمراني ڪري ٿو. گيان تہ ايشور آهي پر هتي تہ اگيان بہ ايشور آهي. وديا يعني ڄاڻ تہ پرماتما آهي پر اوديا يا اڄاڻ پڻ ساڳيو پرماتما آهي . هي هڪ شيءِ جا بہ طرف آهن ايئن ناهي. وديا جدا هستي آهي اوديا جو جدا وجود آهي.

هي معاملو شر ۽ خير جي جهيڙي جو ناهي . خير ڀريو جي طرف آهي. ڇا شيطان ڀريو جو ناهي؟ انهي گيان کان بہ مٿي گيان آهي.

विद्या विद्ये मोहिते

يعني ٻئي انجي آڌار تي ٽِڪن ٿا. انهي جو مطلب اهو ٿيو تہ جهالت پڻ ڀريو ڏانهن وڃڻ جو رستو ٿي سگهي ٿي.

اپنشد جي شلوڪ ۾ چيل آهي.

विद्या विद्ये इशांम

”وديا ۽ اوديا ٻنهي کان ٻـ مٿي پرماتما ٿئي ٿو. شايد مطلب اهو نڪري تـ انسان جي ڪلپنا ۽ دليل ۽ منطق جي آخري ڪڙي تي ئي پرماتما جو وجود ثابت ٿئي ٿو.“ [1]

شروُتي ۾ انساني عقل جي منطق جي آخري حد کي پرماتما چيو وڃي ٿو. تو اسڪول يا ڪاليج ۾ جاميٽري يا مئٿيميٽڪس پڙهي هوندي- ان ۾ هڪ سڌيان (the orum) آهي تـ پورو چوٽ (Paralel) ليڪون انهن کي چئبو آهي جيڪي ڪيترو بـ ڊگهو ڪجين تـ ڪٿي بـ ڪونـ ملنديون. مون پنجين درجي ۾ اُستاد محمد شفيع جيڪو پنجاب يونيورسٽي ۾ ايم اي (مئٿميٽيڪس) ۾ فرسٽ ڪلاس فرسٽ ڪٽي اسان وٽ مِني ۾ هاءِ اسڪول ۾ 60 روپين پگهار تي ماستر ٿي آيو هو اُن کان پڇيم تـ ”سائين پلا ڪٿي تـ ضرور ملنديون؟“ چيائين ”اصل نـ ملنديون پراُتي ملنديون جتي خدا هوندو“. يعني پوروچوٽ ليڪن جو انت پرماتما وٽ ٿيندو. مون ڊي جي نيشنل ڪاليج حيدرآباد جي پروفيسر شاستري کان پڇيو تـ ڇا شفيع محمد جي ڳالهہ صحيح هئي؟ چيائين تـ ”نـ رڳو صحيح پر آئون وڌيڪ چوندس تـ حسابن جي ذريعي مئٿيميٽڪس جي مدد سان انسان خدا کي ڳولي هٿ ڪري سگهي ٿو. ساشتري جو رنگ ڪارو گهاٽو هو ۽ هو مدراسي هو. هن پرماتما ڳولي هٿ ڪيو يا نـ پر سندس ڪاري رنگ تي ڪيترائي قصا گهڙيا ويا. ايئن مئٿيميٽڪس جو ڄاڻو ۽ عالم برٽرنڊبرسل هو ۽ هو ناستڪ هو. ان جي ماءُ ناستڪ هئي ۽ پٽس بـ هن لکيو ”آئون انڪانپوءِ مئٿيميٽڪس ۾ ڦاسي ويس. تڏهين جو پتڪيل اڃا تائين پتڪي رهيو آهيان.“ نـ خدا مليم ۽ نـ صنم.“

مون زندگي جي اوائلي وقت ۾ ٻهريان 22 سال برهم گيان پڙهندي صرف ڪيا. مون يوگ وشسٽ ۾ بار بار سنسار جي صرف سپني ۽ خواب هجڻ کي ورجائي ورجائي وري وري چوڻ کي سچ سمجهڻ شروع ڪيو هو. آئون ذري گهٽ سنياسي ٿي ويو هوس . ڪراچي ۾ جڳ پرسڌ فلسفي ڊاڪٽر راڌا ڪرشنن آيل هو. هن سيڪريٽريٽ جي ٻاهران مهاتما گانڌي جي پتلي کي

[1] هندو ڌرم جي ويدن کي شرڌتي بـ چئجي ٿو.

استاپن ڪرڻ جي رسم ادا ڪئي. ان وقت هو بنارس مان منتقل ٿي آڪسفورڊ ۾ فلاسافيءَ جو پروفيسر ٿيو هو. سندس نون ڪتابن جو تمام گهڻو چڙبول هو. هن هندستاني فلسفي کي نئين رنگ ۾ نون لفظن ۾ موجوده سائنسي علمن جي روشنيءَ ۾ ردعمل ۾ لکيو هو. هو لفظن جو بادشاهه ۽ جادوگر هو. انگريزي زبان ۾ ڪنهن اهڙي قابليت سان مشرقي علم نه اوتيو آهي. هنجي مايا ٿيوري تي تنقيد اهڙي عالمانه هئي جو منهنجي من کي لوڏي جنجهوڙي ڊانواڊول ڪري ڇڏيائين. مون نئون سنسار ڳولي لڌو. جنهن کي آئون بيڪار بيحس ۽ خام خيال سمجهندو هوس سو مونکي سايبا معلوم ٿيڻ لڳو. مون حسن، جواني، رعنائي، نکار، سينگار، سليقي شعار ۽ روايت کي تيج ۽ مٿيا ۽ ناسونت سمجهڻ بدران اُنهن کي بامقصد، زنده ۽ ڪارگر سمجهڻ شروع ڪيو. آئون سنڌي ليکڪ ۽ صحافي هوس. اخبار جو سمپادڪ هوس. مونکي سنڌي وسرڻ لڳي هئي. مونکي هندي سنسڪرت الوداع چوڻ لڳيون. گجراتي جيڪا زبان مونکي منهنجي بابا سيکاري هئي، جنهن سان کين محبت هئي سا پري ٿيڻ لڳي. مون صرف انگريزي سان لڳاءُ رکيو. جڏهين 22 ورهن جو ٿيس ته توکي خبر آهي ته اها عمر ڇا هوندي آهي. ويراڳ جو تيج ۽ پرتاپ ۽ علم جي موجن کي مون صرف تياڳ لاءِ سنسار مان بيزاري ڏانهن مائل ڪندڙ سمجهيو سي مونکي واپس وني آيون. هن سنسار ۾ ۽ 22 سالن جي عمر ۾، جي ڪڏهن ماڻهو سنسار کي سايبا سمجهي حقيقت سمجهي ته خبر اٿئي ته ڪهڙي منزل تي رسائيندا. مونکي اُن وقت لفظن سان ۽ فن سان محبت ٿي. مون هڪ نئين دنيا پراپت ڪئي. مون ڏٺو ته ٻولي ۾ ڪو عجيب جادو آهي. خبر اٿيئي لفظن جو جادو ڇا ٿيندو آهي! ٻوليءَ ۾، ان جي لفظن ۾، ان جي جوڙجڪ ۾، بناوٽ ۾ محاورن ۾، هڪ انوکي پرپور ڪائنات سمايل ٿئي ٿي. مون هڪ شعر جوڙيو. انگريزي زبان ۾ ان وقت هڪ امريڪي شاعر مشهور ٿيو هو. هن جو هڪ پد جواهر لال نهرو پنهنجي ميز تي مونو گرام طور لڳايو. جنهن جا لفظ ڪجهه هن طرح هئا ته مونکي اڃان وڏي منزل طئي ڪرڻي آهي ـ گهڻو ڪم، تمام گهڻو ڪم ڪرڻو آهي. منهنجي شعر جي خبر آهي ڪهڙي گنتي ٿي؟ مونکي ڏليچند چيو اهو ته رابرٽ فراسٽ جي مشهور شعر ۾ پڻ چيل آهي. مون رابرٽ فراسٽ کي پڙهيو. جينوٽيڪ خيال ساڳيا هئا پر لفظ ۽ انداز جدا هئا. مون سمجهيو ته ماڻهو مونکي چور چوندا. مون انگريزيءَ ۾ شاعري تان هٿ ڪڻي ڇڏيو. تون الاجي ٻولي جي ملوڪت ۽

مضبوطي کي ڪيتري اهميت ڏين ٿو پر مون دنيا جا جيڪي ڪلاسڪ ڏٺا آهن، تن سڀني ۾ خيالن کان وڌيڪ زور زبان ۾ آهي. مون فن طرف توجه ڏنو. لفظن جي جادو سان گڏ خيالن ۽ ويچارن جي اجتماع کي چکاسيم. ٽئگور هڪ مختصر ٻارن جو شعر لکيو هو. سندس هڪ مجموعِ ڪلام صرف ٻارن لاءِ هو. ان ۾ چياڻين ته تنهنجي چپن ۾ ڏيمي لالائي ڏسي سمجهيس ته ڇو شفق ۾ لالائي آهي ۽ ڇو اها رمٽيڪ ٿي لڳي. توکي مناٻون وٽن ٿيون تڏهين خبر پيم ته ڇو ماکي ۾ ۽ کنڊ ۾ مناس آهي. وڌيڪ مونکي ياد ناهي. فن جو شهپارو ڏسڻ چاهين ته گيتانجلي جو اهو شعر ڏس جنهن ۾ لکيل آهي ته مون ننهڻ ۽ تامڙي اُس ۾ پٽر ٽاڪيندي مزور جي پگهر ۾ خدا ڏٺو. اهو خدا ته پيا شاعر به ڏيکاريندا آهن پر گروديو اگتي لکي ٿو ته مون محبوبا کي صبح جو اُٿڻ مهل بستري تي مروڙيل گلن جي پنکڙين کي ڦوليندي ڏٺو ۽ ان ۾ خدا ڏٺم.

منهنجا دوست. اهو شب خوابي واري بستري تي صبح جو گلن جي پتين ۾ ڪهڙو پگوان هوندو؟ ڏٺو آهي بئي ڪنهن اهڙو پگوان؟ انهيءَ ڪم ۾ به پگوان موجود ويهي رهندو آهي. ڇا؟ دنيا جي ساري دولت اهڙي شاعر جي ڪلپنا تي گهوري ڦٽي ڪجي. تڏهين ئي شايد نوبل پرائز مليس.

پوربي زبان جو شاعر "بهاري" نالي هو. هن جواني جي بار " "

تي شعر لکيو آهي. جواني جو ڇا بار ٿيندو آهي؟ شاعر ڪنول لهاٿو چوندو جواني اُچل ڪائيندي آهي، جواني تڙپندي آهي. ڦٽڪندي آهي. ڦٽڪائيندي آهي، اصل اڏامندي آهي، بي حال هوندي آهي. بي بس ٿيندي آهي. پر بهاري کي جواني بار ٿي ڏسڻ ۾ اچي. سوڪيئن؟ ڪيئن لکان ته بهاري ڇا ٿو چوي. عورت جو حُسن جسم ۾ پرجي پالو تجي ٿو. هر موڙ ۽ ور وراڪو ڦوهه جواني سان پريل آهي. اهو جسم تي بار آهي ڌرتي تي بار آهي. ڇاتيءَ تي بار آهي، مٿي تي بار آهي. مون وٽ ڪتاب موجود ڪونهي متان آئون پراڻي يادگيري تي بهاري بدران پنهنجا خيال لکي وجان. وري بئي پيري ياد ڪري خيال سهيڙي لکندس.

ڊپ اٿم متان هي خط منهنجي آتم ڪهاڻي نه ٿي وڃي ان ڪي ڇڏي سرگواسي پگت کيم چند وٽ هلون ٿا. آئون ڪراچي مان موڪل تي جڏهن گهر آيس ته پگت جن کي پڇيم. "سائين پرماتما کي نه مڃڻ ڪانسواءِ زندگيءَ بامعنيٰ گذاري سگهجي ٿي." جواب ڏنائون. "چونه". پڇيم. "سائين

پوءِ هي جو هري نيوگي [o] چيو ته دنيا ڀڳوان ڪانسواءِ وڌيڪ سکي رهندي سو سچ آهي.“ چيائون: ”نه. اهو نيڪ ناهي.“

”پر ماڻها ڪي نه مڃيندين ته به ڀيو گذارو ڪندين. نيڪي به ڪري سگهندين. سکي به رهندين. دنيا جو مشاهدو به ڀيو ماڻيندين.“ ڀڳت جن سمجهايو.

”پوءِ ڪهڙو ضرور آهي ڀڳوان کي مڃڻ ۽ اُن جو ڌيان ڌرڻ جو؟“ مون پڇيو.

پوءِ ڀڳت جن پريوڪرپا جو ذڪر ڪيو. بعد ۾ مولانا آزاد جو تفسير پڙهيم. اُن ۾ الرحمان الرحيم سُورت فاتح جي آيت کي سمجهائيندي پڻ ساڳئي قسم جا دليل پڙهيم.

ڪيم چند ڀڳت وڌيڪ چيو. ”دنيا خود به ايئن جڙيل آهي جو پاڻ مرادو پيدا ٿيڻ، زنده رهڻ ۽ ناس ٿيڻ جي طريقي تي ٻڌل آهي بيماريءَ ۾ علاج رکيل ٿئي ٿو. ايئن از خود ڪم هلندو. تون سماج جي مقرر ٿيل ڀڳوان کي مڃين يا نه مڃين. توکي نفعو نقصان مقرر ٿيل قانون موجب پيو ٿيندو. پر هي جو زندگي ۾ جو مزو، هڳاءُ، سونهن ۽ سوڀيا آهي، سليقو آهي. اُهو ماڻڻ، جوڙڻ سان گڏ آنند آهي، خوشبو آهي، خوشي آهي، غم گساري آهي. سا سڀ پريو جي ڪرپا سان آهي.“ پريو ڪرپا تي نانڪرام منشي هڪ دفعي وياکياڻ ڏنو هو. مون تڏهين سمجهيو ته ڌرم ۾ مڃڻ، اعتقاد رکڻ ۽ رسمون بجا آڻڻ خاص ۽ ضروري ناهن. ڌرم جو مزو ناستڪ جي ماڻڻ لاءِ آهي. تون برترئندرسل کي ڏس جا نه غير يقيني ۽ نه مڃڻ واري صورت جو بيابان ناهي پوءِ اُن ۾ برسات وسائي رحمت آڻي سارنگ جا رنگ لڳائي اُج کي اُجهائي ٿو. ڪهڙي نه شديد اج ۽ ڪهڙي نه آگ ۽ وري آگ جو اُجهامڻ ۽ اج جو ترپت ٿيڻ ڏس.

سعادت حسن منٽو ”مرلي ڪي ڌن“ ۾ ذڪر ڪيو آهي ته ڪيئن شيام تاجي جي ڪاوڙجي وڃڻ تي رات جو پنهنجي بستري کي آگ لڳائي هئي پر جڏهين ڊاڪٽر غلام محي الدين ميمڪري کي مون پنائي جي سٽ سٽائي ”کهه جا ڪاٺي راتڙي جا پرينءَ ري پيئي“ ته دانهن نڪري ويس. مون کيس انگريزي ۾ ترجمون ڪري ڏنو هو:

---

[o] هري نيوگي هندي جو نالي وارو شاعر آهي. سندس مذهب ٻڌ آهي. هنکي پائي پرتا براءِ 1946ع ۾ حيدرآباد ۾ ٿيندڙ هندي سميلن جي صدارت لاءِ گهرايو هو.

Accursed is the night which passes without beloved

ڏپ اٿم متان خط لکندي لکندي ختم ٿي نہ ٿئي ۽ پڙهڻ تنهنجي لاءِ وبال ٿي پوي. پيارن ۽ ادبن سان صحيح ڪجي ٿي.

_ تنهنجو روچي رام



ميرپورخاص سنڌ

آڪٽوبر 1ـ 1974

پيارا پرمانند،

خط پهتو

مهرباني. شنو، اُپديش پريو. سکيا دائڪ ۽ گيان سان ڀرپور بهڪندڙ خط پڙهي خوشي ٿي. وڏا ٿورا ۽ احسان.

اوهانجو روچي رام

14/9/08



پيارا پرمانند،

هڪ خط موڪليو اٿم. الاجي اوهان تائين پهتو يا نہ. مهرباني مجيندس جيڪڏهين پهچ لکي موڪليندين.

آئون چنچر ڏينهن 26 تاريخ تنڊي باگي جي پسگردائي ۾ ايندس. انهي پاسي اڄجي ۽ توسان ملڻ ڪانسواءِ موٽجي اهو ٺيڪ ٺيو چڙڪ مترا وڃي ڪرشن ڀڳوان جو درشن ڪرڻ ڪانسواءِ واپس ٿجي. اها رات اوهان وٽ گذاربي.

مون سان گڏ برادرم گنگارام ۽ هڪ ٻيو دوست هوندا.

جيسين اوهان سان ملون تيستائين

سڪ ۾ سڪندڙ نقط

روچي رام

10 آڪٽوبر 1974
قابل احترام دوست،

جيئن ڪنول لهاڻو پنهنجي شعرن ۽ ڪويتا لاءِ ذات جو محتاج ٿو رهي تيئن اوترو ئي توڏانهن خط لکڻ واسطي مونکي ذات جو انتظار ڪرڻو پوي ٿو. تو ملڻ سان ئي خط جو جواب نہ لکڻ جو سبب پڇيو ۽ مون وٽ ڪو جواب ڪونہ هو. عذر بہ ڪونہ هو. تو سمجهيو ڪا ناراضگي هوندي آئون ڪجهہ سمجهائي نہ سگهيس. تون ڪيترين لکيل ڳالهين کي ورجائڻ ۽ انهن بابت راءِ معلوم ڪرڻ لاءِ فڪرمند هئين ۽ آئون لکيل ڳالهيون نہ ياد ڪرڻ جي خيال ۾ هوس. سچ تہ ايئن آهي آئون اجا تائين توسان ملڻ لاءِ تيار ڪونہ هوس. توکي منهن ڏيڻ تہ پري ٿيو.

ائين مونکي ٺٽي جي تاريخي مندر ۾ پرمانند گرفتار ڪري ورتو ۽ آئون انهي تاڪ ۾ هوس تہ ڪيئن ميلو ڇڏي وڃان ۽ آخر پڇي نڪتس ۽ وڃي شهر ۾ پناهہ ورتم. وري ٻئي سال حياتي هوندي تہ ميلو ڏسندس.

منهنجي بي رخي مان تون ناراض نہ ٿيو هجين تنهن لاءِ فڪرمند آهيان. مونکي خبر ناهي ان بعد ٻئي ۽ ٽئي ڏينهن آئون نيڪ هوس يا نہ. توکي الاجي خبر آهي يا نہ تہ مونکي ٺٽي جي شهر کان وحشت ٿيندي آهي. آئون گهوڙن جون ٽاپون ٻڌندو آهيان. ڏسندو آهيان تہ ڪنهن حملو ڪيو آهي. ٺٽي ۾ جنگ جي تياري پيئي ٿئي. مائرون پٽن کي سنبرائين پيون. ارغونن جو ڪٽڪ اچي پيو. دولهہ دريا خان يا ڄام نظام الدين وطن وارن جي رهنمائي پيا ڪن. اج وڏي مام مرندي. وڏو دوکو ٿيندو. ارغون ٺٽي ۾ داخل ٿيندو. مذهبي فتوا ڏيندڙ ساٿ ڏيندا. ماڻهن جو قتلام ٿيندو. ساري سنڌ ڌارين جي ور چڙهندي. ٺٽي وارن جي سورن جي تہ انتهائي نہ رهندي. تو ڪڏهين محسوس ڪيو. ڄام تماچي وڏي جاهہ و جلال وارو بادشاهہ مُهاڻن سان مڇي ماريندي تاريخ ۾ گم ٿي ويو. ان بعد مغلن جي صوبيدارن ٺٽي کي ٻنهي هٿن سان ڦريو. عشق ۽ فن ڌارين جا غلام ٿي ويا.

## سريچند نانڪ جو ذڪر[o]

تو دربار ۾ پورنداس جي مندر ۾ محسوس ڪيو تہ ستگرو نانڪ جي

[o] هي ٺٽي جي بابا سريچند جي قديم مندر بابت آهي. بابا سريچند گرونانڪ جو وڏو پٽ هو. گورنانڪ پنهنجي گادي پٽن بدران پنهنجي مريد لهڻي کي ڏني جوگرو امرداس نالي سان مشهور ٿيو. بابا سري چند پنهنجو جدا پنٿ اداسين نالي سان جاري ڪيو.

پٺ بابا سريچنداتي پڙاؤ ڪيو هو. هن پنجاب مان آندل اُداسي ڪي اتي گادي تي ويهاريو هو ۽ خود واپس وريو. تلونڊي وڃو يا ڪرتارپور. اڪبر جي پيءُ همايون بہ دفعا نئي تي ڪاهہ ڪئي. ڪامياب نہ ٿيو پر پوءِ بہ سنڌ وارن سندس آجيان ڪئي. اڪبر سنڌ ۾ جائو. جڏهين تخت مليس تہ سنڌ ۾ مشهور خان خانان کي موڪليائين هن اهي سڀ ظلم ڪيا جيڪي فاتح ڪندا آهن. سندس يلغار بڌڻ ۾ پئي آئي. صاف بڌڻ ۾ پئي آيو تہ ڪئين فتوا جاري ڪئي ويئي. مخدوم بلاول کي گهاڻي ۾ پيڙيو ويو ۽ صوفي عنايت کي شهيد ڪيو ويو. تو ڏاڙهي وارا پورچوگيز نہ ڏٺا جن سورهين صدي ۾ 16 لکن جي آبادي واري نئي کي ڦريو هو. مون انهن کي راڄ گهاٽ تي بيڙين مان لهندي ڏٺو هو. تاريخ ۾ اهڙي بربريت جو مثال ڪو نہ ملندو. چياٺون ويهہ ڪروڙ پائونڊ ڦرجا لزبن پهچاياڻون. ڪهڙا نہ هنن ڪيس ڪيا هوندا. جنهن صورت ۾ عام تاريخ ۾ اهي ڳالهيون گهٽ لکيل آهن پر سر زمين پڪاري ٿي. ڪهڙن ڪهڙن ڳجهن ۽ رازن سان اها زمين پريل آهي. ڪيترن سور سانيڍي ويٺي آهي. ڇا تو بابا سريچند جي دربار ۾ اهي اُڌما اٿندي نہ ڏٺا؟ تو دونهان دکندي نہ ڀسيا؟ تون مون کان ڪجهہ پڇي رهيو هئين ۽ آئون ماضي ۾ گم هوس. مون نئي کي ڦرجندي تلف ٿيندي تاراج ٿيندي دانهون ڪندي پڪاريندي پڪاريندي رئندي. تباهہ ٿيندي. برباد ٿيندي. علم ناس ٿيندي ڪتاب جلندي تهذيب و تمدن کي نگهوسار ٿيندي ڏٺو پئي. اها زمين دکياري هئي. پر ميلي واري دربار ۾ ڪنا ٿيل ايئن پئي لڳا جڻڪ سونڊا جي مقامن مان يا مڪلي تان يا نئي جي مساڻن مان اُٿي آيل مردا هئا. جن ماضي حال ۽ مستقبل سڀ کي وساري ڇڏيو آهي. جڻ ڪنهن ڪاري ڪلر يا ٽڪر هيٺ دبيل هجن يا مٽي لتاڙجن پيا. ڪين سندن تاريخي مقام جي نڪي خبر آهي نڪي حال کي سمجهڻ جي بوجهہ رکن ٿا. نڪي صلاحيت. نڪي مستقبل ۾ ڪو ڪردار ادا ڪرڻ جي همٿ. لائقي يا چاڻ رکن ٿا. اهو تنهنجو مجموعو جنهن سان تون بہ ڏينهن ميلو مچائڻ لاءِ اچي مليو هئين. اُنهن مان ڪنهن کي ڪل تہ اڄ جي انسان کي درپيش چئليج ڪهڙا هئا؟ سندن وجود جو مقصد ڪهڙو هو؟ ڪنهن کي فڪر هو تہ هن جهان جي عظيم فنڪار ڪين بس ايئن وئرٺ. بنا مقصد پيدا ڪيو آهي؟ هئي ڪا چٽنگ يارڳي ڦليهار هئي؟

آئون سمجهندو آهيان تہ آئون ماضيءَ جي نئي مان پگل روح آهيان.

هليو هو.

وري ٻئي ڏينهن ۽ ٽئين ڏينهن گڏ هئاسون تڏهين شايد اها هبڪ باقي نہ رهي هئي ۽ آئون نيڪ هوس. آهي نہ ائين؟ سچ تہ اهي ڏينهن ٻئي ڪم لاءِ هئا پر پرمانند لاءِ ڪونہ هئا.

هن خط جون ڳالهيون پڙهي تون خيال ڪندو هوندين تہ اجا بہ حواس درست ڪونہ ٿيا آهن. انهي ڪري وڏيڪ خط ڪونہ ٿو لکان مبادا الاجي ڇا لکي وهان ۽ تون ناراض ٿي پوين. ناراض نہ ٿجان.

اڳوٽا خط جيڪڏهين چاهين تہ مهراج مگهن لال کي پڙهائجان. الاجي ڇو منهنجو رايو آهي تہ اهو شرما نہ رڳو اديب عالم يا ڏاهو آهي پر سنو ماڻهو بہ آهي ۽ ڪم جهڙو شخص آهي. آئون سندس تمام گهڻي عزت ڪندو آهيان.

پيارن سان فقط

روچي رام



ڪار پاڙو ميرپور خاص سنڌ

نومبر 7، 1974

پيارا دوست،

تو مونکان سنڌي ڪتابن بابت پڇيو هو. اڄ هڪ سنڌي ڪتاب موڪلي رهيو آهيان. تون شاعر ۽ فن ڪار آهين. هن ڪتاب جي ليکڪا هن دور جي عظيم فنڪار آهي.[1] امرتا پريتم جنهن جا تو ريڊيو تان پنجابي گيت ٻڌا هوندا. تون گونجا ۽ گونگا گيت لکندو آهين. امرتا جي ڪويتا ۾ گونج ۽ آلاپ اهڙو ڪونهي ۽ اهي گونگا پڻ ڪينهن . انهن کي زبان آهي. اها زبان اهڙي بي باڪ تيز ۽ کري ۽ چٽي آهي جهڙا پنجاب جا درياءَ. سندس گيت ۽ شعر اهڙا سرخ آهن جهڙي اُترئين پنجاب جي زمين.

---

[1] امرتا پريتم پنجابي زبان جي مشهور شاعر اديب ۽ ليکڪ آهي هنجو مشهور نظم "اکهان وارث شاهہ نون" پنجاب جي 1947 واري ورهاڱي واري قتلام تي پنجاب جي ڪلاسيڪي شاعر وارث شاہ کي پنجاب جي نياڻين طرفان فرياد آهي.

اهڙا مضبوط بي باڪ ۽ مڪمل آهن جهڙا پنجاب جا ماڻهو.

فن جي پختگي ۽ جذبن ۾ يڪسوئي ۽ هم آهنگي پنهنجي ڪمال کي پهچي ٿي. هاڻوڪو ڪو ٽوڪي سندس شعرن جو مجموعو موڪليندس.

هن ڪتاب ۾ جيڪو هڪ ننڍو ناول آهي. انجي سورمي الڪا ڪهڙي نہ ساڌارڻ ۽ بنا بناوٽ جي نموني جي بنا گوڙ ڪرڻ جي پنهنجي ڳالهہ مان ڳالهوڙو بنائڻ جي ڪيڏو نہ اوچو ۽ عظيم ڪردار ادا ڪري ٿي. انهيءَ بلندي تي شايد ئي ڪو ليکڪ پنهنجي هيروئين کي پهچائي سگهي ٿو. ذات پنهنجي عروج تي آهي. ڪيڏي نہ اخلاقي جرعت اٿس ڪيڏو نہ صبر اٿس. پيار ۽ جسم، روح ۽ جسم، زندگي ۽ موت. وفا ۽ قرباني. ساپيا ۽ فن. مڙني خوبين کي ڪهڙي نہ فني سانچي ۾ وجهي ناول لکيو اٿس. فن جو بنياد سچ تي ساپيا تي ۽ حقيقت تي ٿئي ٿو. پر سچ ۽ حقيقت ڇا آهي تنهن جي ڪنهن ورلي فنڪار کي خبر هوندي. ڪيتريون ڳالهيون هن ناول ۾ آهن جيڪي صرف هڪ عورت اديب لکي سگهي ٿي. مرد لاءِ لکڻ مشڪل آهي.

ظاهري مقصد ناول جو اهو آهي تہ ڪمار فن کي محدود ڪري زنجيرن ۾ جڪڙڻ نٿي چاهيو. ڪيڏي نہ وڏي قرباني الڪا فنڪار لاءِ ڏئي ٿي! محبت ۾ ڪئين منجي فنا ٿئي ٿي!

لاجواب فني خوبيون آهن هن ناول ۾! ڪڏهين تو گلن جي روبرو خوشبوءِ محسوس ٿي نہ ڪئي هجي جيستائين پرين پرسان نہ اچي. ان بعد محبوب کي ڏسي گل خوشبوءِ ڏيڻ شروع ڪن. ڪيتريون عادتون پڻ ٿيون. پر ڪڏهين ڪنهن کي پنهنجو پاڻ جي عادت پوندي آهي. فن ڪار هن دنيا جي حُسن جو ذڪر ڪندي انهي جا چترچٽيندي انهن کان ڪيترو نہ عظيم آهي. حقيقت ۾ فنڪار حُسن ۽ سونهن جو خالق آهي ۽ نہ ڪہ انجو محتاج يا طالبو يا منگتو. عورت جي بک ۽ جسم جي بک ڪيتري نہ اهم ۽ فطري ۽ ضروري شيءِ آهي پر عورت جو پيار انهن ٻنهي کان ڪيترو نہ مختلف ۽ نرالو آهي. بک ۽ پيار ساڳيءَ ڳالهہ هوندي ڪيترو نہ هڪ ٻئي کان مختلف آهن.

اهو امرتا جو فن آهي جيڪو بناچهري ۽ بنا نالي واري عورت ۽ ٻنڌن کي جدا ڪري ڏيکاري سمجهائي سگهي ٿو. اسين پيشيور عورت يا مرد کان نفرت ڪندا آهيون پر هنن جي وجود کي امرتا جيڏو وڏو فن ڪار ۽ اديب ئي سمجهي سگهي ٿو. شرافت ۽ جسم جي بک شرافت جا سماجي ٻنڌن ۽

آئون سنڌ جي اوج کي تلف تاراج ٿيندو ڏسي ٿنو آهيان ۽ اجا تائين پناهہ جي تلاش ۾ آهيان.
مونکي ساري رات ننڊ ۾ ننڊ ڪانہ آئي. ٻي رات بنوري ۾ اوجاڳيس. ان بعد بہ راتيون سمهي ڪونہ سگهيس جڏهن ٿتي جي گهٽين ۾ شهزادي خورم سان گڏ پئي گهميس. گذريل رات سحر تائين احمد حسين ڪمال جو ڪتاب "عهدساز قيادت" پڙهيم ۽ ڪيس خط لکيم. اڄ ڏينهن جو لڪشمي تمام قرب وچان سوادي ماني کارائي. الاجي ڇا ڪارايائين يا کاڌي ۾ ڪو محبت جو نشو وڌائين جو ننڊ وٺي ويم ۽ هاڻي هوش جاءِ تي آهي ۽ پهريون ڪم توکي ڏانهن خط لکڻ جو پيو ڪريان جنهن لاءِ حواس درست رکڻ جي ڪوشش ۾ آهيان. خط پڙهي ضرور ايئن چوندين تہ اجا ٿتي جي هيبت ۽ وحشت سوار اٿس. اجا تائين ان جي بازارن- سونارن ۽ صرافن جي هٽن. مدرسن دربارن خانقاهن مڙهين مان پچي ڪونہ نڪتو آهي اجان تائين اوتار اڏيري کي گهوڙي تي سوار لنگهندو ڏسي پڇي ٻيڙي ۾ چڙهي درياءَ ۾ لهوارو روانو نہ ٿيو آهي اجا تائين هوش ۽ حواس درست نہ اٿس.
توبہ شايد ڏنو هجي تہ پڳل شهزادي خورم جو ٿتي جي فراخ دل ۽ مهمان نواز رهاڪن سان گڏجي عاليشان مسجد ناهڻ جا پهہ ٿو بچائي. خبر اٿيئي تہ انهي مسجد جي نقشي بعد خورم شاهہ جهان ٿيو هو ۽ دهلي ۾ لال قلعو ۽ جامع مسجد ۽ آگري وارن مسجد ناهيا هئا. ٿتي کان موٽي شاهہ جهان شهنشاهہ ٿيو ۽ هن شهر تي مهربان ٿيو. سندس پٽ دارا ٿتي واري اسان جي دوست سرمد جو دوست ٿئي ٿو. ضرور ٻڌندين تہ ٿتي ۾ جلوس نڪتو هو نعرا لڳا هئا. جڏهين دهلي ۾ سرمد کي عالمگير شهيد ڪرايو هو. تڏهن ٿتي جا ماڻهو رت رُنا هئا جڏهين صوفي عنايت شهيد مغلن جي حڪم تي شهيد ڪرايو ويو هو.انهي عالم گير هڪ ڪتاب ڪيترن جلدن ۾ فتاويٰ عالمگيري تيار ڪرايو هو. ان ۾ ٿتي جا عالم سڳورا شريڪ هئا. ايئن پئي لڳو جڻڪ مدرسن جا درس مون ريسٽ هاؤس ۾ پئي ٻڌا. خبر اٿيئي درس نظامي ڇا ٿيندو آهي؟
ٿتو اهو ٻرندڙ زمين آهي جنهن ۾ ڪو لاوو دڪندڙ آهي. آئون انهيءَ تاءَ کان واقف آهيان جنهن جي پيرن هيٺيان ڪورو ٻرندو هجي سو تو سان کهڙي حُسن جي سطحي روپ بابت گفتگو ڪري سگهندو. سڄڻ سائين تون ڪنول جهڙو نازڪ جنهن جي منهن مان ڪک چوتي رت نڪري

اڇي. نرم ڪومل ۽ ڪونئرو. حسن جي البيلائي ۽ عشق جي افسانوي خيالن سان ڀرپور. تنهن سان ڪهڙي طوفانن جي ڳالهه ڪجي! ڪهڙن ڪُنن جي غوغاءَ جو بيان ڪبو! سطحي شاعري جي روپ ۾ گوري ۽ گگري تي گيت چوندڙ ڪارن ڪيسن ۾ ڦاٿل. چنڊ ڏسي چريو ٿيندڙ. ڇير جي ڇمڪي تي دل گهوريندڙ. معشوق جي نرم پاڪرن ۾ ننڍڙن ڪندڙ کي ڇا چوان ته لوهار جي دڪان دمڪي رهي آهي. ٽانڊا پچري رهيا آهن. لوه تپي لال ٿيو آهي. لوه ڪتجي رهيو آهي. آڳرين جو دونهون دکي رهيو آهي. انهي زمين هيٺيان اهي لوهار دفن آهن جن لوهه ڪٽي هٿيار ناهيا پئي. مرزا جاني بيگ وٽ چمڪندڙ تلوار هئي. عيسيٰ خان ترخان وٽ ڀالو هو جيڪو هڪ ماٿهو جي ڪٽڻ کان وزني هو ڪابل کان پڳل ڪٽڻ سنڌ جي سونهن ۽ سندور برباد ڪري رهيا هئا.

ايترا سمورا گوڙ گڏ هڪ وقت هڪ ساهي ۾ ٿين جتي هزارن سالن جي تاريخ جاڳندي هجي. ان وقت جا دريا ۾ ڪنن جا ڪڙڪا سُجن، اُتي ڪير اوهان ڇوڪرن جي منهن تي ڪافور مليل اوهان کي ڇوڪرين جون ساڙهيون پاتل ناٽڪ ڏسندو. سوري سڏ ڪندي هجي ته ڪير ڀنڀور ۾ رهندو؟ هاڻي چئو ته هن ڪيفيت تي ڪيترا شعر رڳو پٺائي جا پيش ڪري سگهجن ٿا.

اهڙي حالت ۾ منهنجا پيارا دوست پرمانند. منهنجي بي رخي ۽ تو ڏانهن بي توجهي کي تون سمجهي سگهندو هوندين ۽ مونکي ضرور معاف ڪندين. جي معاف ڪندين ۽ اهڙا به اکر لکي موڪليندين ته وڏو احسان پائيندس.

هاڻي اها به خبر ٿي پيئي ته توسان سجاول توڙي بنوري ۾ جارحانه انداز ۾ پيش آيو هوس تنهن لاءِ پڻ معافي طلبگار آهيان. مڙيئي ڪچايون ۽ مدايون معاف ڪرڻيون پونديون. ڪندين نه؟

اڳ ۾ سوچيو هوم ته پرمانند ملندو ته ساڻس هي هي ڳالهيون ڪندس پر اُنهن مان هڪ به چئي نه سگهيس. مونکي جيڪڏهن لکي مل وارا زور نه ڪن ها ۽ وري ونڻ نه اچن ها ته آئون رات جو ميلي تي نه اچان ها ۽ ايئن توسان ملڻ کان نٽائي وڃان ها. الاجي ڇو ايئن پئي ڪيم. جيتري توسان ملڻ ۽ گڏجڻ جي تمنا هئم اوتري ئي ڪا به خواهش ڪانه هئم. پر سجاول پهچي الاجي ڇو دل جواب ڏيئي بيهي رهي. ايئن پئي لڳو ته مجبور ڪو وٺي

عورت جي بک انهن ۾ ڪهڙو فرق آهي ۽ ڪيترو فاصلو؟

ڪمال جو فن. سندس جسماني ضرورتون. سندس خواب سندس سپنا. سندس چتر ۽ سندس زندگي. پيار جون ريتون ۽ ٻنڌڻ هر موضوع تي جدا ناول لکي سگهجي ٿو. سموريون ڳالهيون سمايل آهن هن هڪڙي ننڍڙي ناول ۾.

وئشيا. زال. عورت. نڪاح. شادي. منگڻو اشراف مائٽ يار_ سريت انهن مڙني ۾ ڪهڙو ميل آهي. ڪهڙا تضاد آهن ۽ ڪيئن هڪ ئي وقت دنيا ۾ رهن ٿا.

ادبي شهپاري ۾ حقيقت جو صرف سليس بيان ڪونه هوندو آهي. ان ۾ فنڪار جي شخصيت ۽ سندس زور بياني ۽ جادو بياني موجود هوندي آهي. لکندڙ جي شخصيت هر لفظ ۾ ڏام ڏوم سان موجود هوندي آهي.

ڪهڙو نه ڪمال آهي جو معشوق جو سپني ۾ اچڻ ۽ ساپيا ۾ اچڻ _ هڪ جهڙو ڪري ڏيکاريو اٿس. ڪٿي ٻانهن ۾ ڪاچ جون چوڙيون پاتل آهن ۽ 500 ميل پري ٿو انجو ڇڻڪو ٻڌجي. واقعي ايئن ٻڌبو آهي يا آهي صرف اديب جي ڪلپنا؟ تون خوابن جي دنيا ۾ رهڻ وارو آهين پر خواب ڪيترو نه حقيقت کي ويجهو آهن. پيار ۽ قرباني ۾ ڪو فرق ڪونه ٿو لڳي. انسان جي عظمت عورت جي عظمت اڳيان سنسار جا ٻنڌڻ سماجي ريت رواج ڪيترو نه خسيس ۽ تچ لڳن ٿا. زندگي کي خواب سمجهڻ وارا، ماضيءَ کي سونهري سمجهڻ وارا، مستقبل ۾ قلعا ڪوٽ ۽ محل ناهڻ وارا، سڪئي وقت لاءِ واجهائڻ وارا ڪيئن نه حال کان، حاضر ڳالهين کان منهن موڙين ٿا. سامهون دنيا موجود آهي. حسين ۽ جميل سونهن کي نه رڳو ڇُهي ڏسن پر هٿ لائي به ڏسن. اديب، ناول نگار، افسانه نگار، ڪهاڻيڪار جو عاشق، جيڪو عشق ڪري ٿو سو صرف ملڻ جي ۽ وصل جي آسري تي حاضر اُج کي ۽ سر تي سوار ٿيل جنون کان ڊڄي ٿو. جنسي بک جي اظهار ۽ بک لاهڻ کان ڪؤ کائي ٿو. پنهنجي ماضيءَ جي روايتن جو آسرو وٺي ٿو. گذري ويل وقت جي تهذيب ۽ تمدن جي گپ ۾ ڦاسي پوي ٿو. هُو جسم کان نٽائي ٿو خواهش جي زور کان ڊڄي ٿو ۽ ايئن جسماني طلب کي گناهه سمجهي ٿو ۽ ايئن هيلتائين سمورو ادب هڪ نقالي جڙتو آداب تڪلف جي ڪپڙن ۾ لڪي ويهي ٿو. انهيءَ قيد مان هن دور جا عظيم اديب انسان کي ۽ سندس ساهتيه کي ۽ سندس قدرن کي ۽ سندس زاوئي کي ٻاهر ڪڍن

ٿا. اهڙي هڪ ڪوشش امرتا پريتم هن ناولٽ ۾ ڪئي آهي.

آسٽريا جي ويانا شهر ۾ هڪ نفسيات ۽ جنسيات جو ماهر سگمنڊ فرائڊ ٿي گذريو آهي. گذريل 60 سالن کان سمورا نفسيات جا ماهر ايئن دعويٰ ڪندا هئا ته هنن روبرو يا غائبانه فرائڊ کان علم پرايو آهي. هڪڙي ته ايئن چيو ته هو اُن وقت ويانا ۾ جائو هو جڏهين فرائڊ اُتي رهندو هو. فرائڊ انساني خواهشن تمنائن ۽ سپنن جو عجيب ۽ عظيم تجزيو ڪيو آهي. هن سنسار ۾ مقدم صرف انساني خواهشون آهن. سموري ڪائنات اُنهن جي محور تي ڦري ٿي. ۽ خواهشن جو وجود مقصد ۽ عمل صرف هڪ مرڪزي مقصد ۽ عمل لاءِ آهي ۽ اها آهي جنسي خواهش. ۽ انهيءَ خواهش جو مرڪز ڇا آهي؟ آئون تنهنجي ادب وچان وڌيڪ تفصيل سان نٿو لکان ڇاڪاڻ ته تون تنبوري تي پچن ڳائيندو آهين ۽ تنهنجي خيال ۾ عورت جي حُسن تي چنڊ چريو ٿي نچندو آهي. جيڪو انسان ايترو دوکو کائيندڙ هوندو تنهن اڳيان وڌيڪ اکر لکڻ فحاشي ٿيندو. آئون جيڪر ائين لکڻ تي اڪتفا ڪريان ته سيني خواهشن جو مرڪز عورت آهي جا حسن جي چال سان زمين تي هلي ٿي. چپن ۾ رس پري رکي ٿي. توهان شاعر چوندا ته هوءَ اکين ۾ ڪناري ۽ وارن ۾ نانگ رکي ٿي. پر اُن ڪانسواءِ ڪهڙي نه سُريلي چال ڍال ۽ ڍب اٿس. پر اجا به وڌيڪ وٽس آهي. وري به ڍپ اٿم وڌيڪ لکڻ ڪي تون مونکي امرتا جي ناول جي واقعن کان به وڌيڪ فاحش سمجهندين انهيءَ جي باوجود ايترو لکڻ ڪانسواءِ رهي نٿو سگهان ته سونهن رس. ساءُ ۽ ساهه سان پريل گرم سهڪ ٿئي ٿي جنهن کي ماٺهو ايامن جي ۽ جُڳن جي اُڃ ۽ تشنگي وچان پيڻ چاهي ٿو. بکئي وانگر ڇباڙي کائي ڪپائڻ چاهي ٿو. پر خبر اٿيئي ته ڇا ٿو ٿيئي؟ امرتا پريتم جوي ٿي اهو اجايل انسان درياءَ جي ڪناري تي اچي سمورو درياءَ پيڻ چاهي ٿو. پيڻ لڳي ٿو پر يڪدم اڃ لهندي محسوس ٿئي ٿي ۽ نشي لهڻ ڪانپوءِ ڏسي ٿو ته درياءَ مان. لهرن مان. ڪُنن مان ۽ سير مان ڪجهه به کُٽو ناهي. هن ته صرف هڪ به گلاس پاڻي پيتو آهي ۽ درياءَ ساڳي موج سان وهي رهيو آهي. البت هن درياءَ جي ڪناري تي ڪجهه لُڙ لائي پاڻي لڙائيو آهي. جا لڙ درياءَ جي هڪ ئي لپيٽ سان ميٽجي وڃي ٿي. تتال لوهه ڪيهه اڳيان هارائي ٿو.

تو ڪڏهين عورت وري ڪپڙا سنڀالي اُنهن کي پائيندي آهي انهي منظر تي شعر چيو آهي. شايد اجا ايستائين تنهنجو مشاهدو پهتو ناهي تو

اجا ڪيڙا لاهڻ واري منزل تي مس رسيو آهين. پڙهي ڏسجان هن ناولٽ ۾ ته امرتا ڪيترا پيرا الڪا کي ڪپڙا وري پائيندي ڏيکاريو آهي.

ڪجهه انهيءَ قسم جو پر هن وستار کان ڪجهه هلڪو تو مون کان سوال پڇيو هو هڪ خط ۾ ۽ مون انهيءَ تي ناپسندي جو اظهار ڪيو هو. تنهن لاءِ آئون معافي جو طلبگار آهيان. هن خط ۾ ڪر آئون انهي جواب ڏيڻ جي ڪوشش ڪريان پر هاڻي ڳالهه اهڙي ڪروٽ نڪري ويئي آهي جو ذاتي مشاهدو لکڻ مناسب نٿو لڳي. آئون ضرور ڪنهن وقت انهي موضوع تي توکي لکندس. منهنجي طرف پڌڻ جو توکي حق آهي اهو آئون ادا ڪندس.

مون جڏهين هڪ شعر چيو هو تڏهين آئون انهي جواني جي اوائلي دور واري سطحي ڳالهين کي چڏي چڪو هوس. مون جيڪي لکيو هو ان جو مطلب هو ته جڏهين مون شفق ۾ لالائي ڏٺي. گلن جي رنگ ۾ رس ڏٺو سرءَ جي پنن ۾ ساز ۽ سُر سُر ٻڌي بادلن ۾ گوڙ ٻڌو ۽ رات ۾ سياهي پسيم تڏهين مون سمجهيو تنهنجو وجود منهنجي لاءِ آهي. مونکي ڪنهن دعوت جي ضرورت ڪونهي. ڪنهن سڏ لاءِ ترسڻو ناهي. تون منهنجي لاءِ آهين پوءِ معاملو عشق بيان واعدي وعيد کان مٿي چڙهي وڃي ٿو. چهڻ ۽ ڊپ کان ڳالهه مٿي آهي. ان جو ذڪر يا ته امرتا پريتم ڪري سگهي ٿي يا وري خشڪ فلسفي سڪراط. افلاطون. ارسطو يا شنڪر آچاريه ڪري سگهن ٿا.

اوهه! ڳالهه ڪٿان کان شروع ٿي ۽ ڪٿي اچي پهتي آهي. وڏيڪ خط ڊگهو ڪرڻ هاڻي ٺيڪ ڪونهي.

منهنجي عزيز برادرم گنگارام جي توهان جيڪا مهمان نوازي ۽ مسڪين نوازي ڪئي تنهن لاءِ ٿورائتو آهيان. تنهنجو پيءُ مربي سيٺ ڏاندومل ۽ ڀائر مولچند توٽي چانگومل سڀ ڦُربدار ۽ قابلِ احترام هستيون آهن. انهن سڀني جي مهرباني.

تنهنجو مخلص

روچي رام



منهنجا پر مانند.

20 تاريخ شام جو 5 وڳي مربي پوجنيه سيٺ ڏاندومل جن کان ڊگهڙي ۾ موڪلايم. ساري وات دري مان لهندي سج جو منظر ڏسندو ويس. عام شام کان، معمولي سنجها کان مختلف محسوس ڪيم. شفق جي لالائي پڻ وڌيڪ گهري ۽ ديرپا هئي. شام کي گهرو ۽ گهاٽو ٿيندي ڏٺم. رات جو دير سان گهر پهتس. ٻئي ڏينهن 21 تاريخ نبي سر شهر وڃڻ ٿيو. اتان موٽندي جڏهين ساماري موٽيس ته لهندڙ سج ٻنهه سامهون هو. ڏهه ميل مون ڪرندڙ ٽڙندڙ لڙڪڙائيندڙ بي حس بي بس، ٿيندي ٻڏندڙ سج کي ڏٺو. الا ڪا آسمان جي ڪناري تي سرخي ۽ ڪهنبات هئي يا جڻڪ هن ڌرتيءَ جو سمورو غم آسمان ۾ جذب ٿيڻ جي جاکوڙ ۾ لڳل هو. غم جو روح جي هر پڙدي ۾ سميٽيل ٿئي ٿو. خود روح جي وجود جو مدار آهي انکي مون تمام ويجهو محسوس ڪيو. غم، الم ۽ دک هن ڪائنات جو ٻيو نالو آهي خوشي ۽ سک ته صرف ڏک جي هڪ ڪيفيت بيان ڪن ٿا. سندن جدا ڪو وجود ڪونه آهي. سور ته سڄڻن کان به وڌيڪ آتت ڏيندڙ ۽ وڌيڪ قريب ٿين ٿا. سڄڻ ته ڇڏي به وڃن ٿا پر سورن جو ساٿ دائمي قائم رهي ٿو. انهي نيم خوابي جي غمگين ڪيفيت جو سبب منهنجي دوست ۽ سرواڻ جو خاڪي چولو ڇڏڻ هو. آئون باوجود دکي هجڻ جي دک سهي نه سگهندو آهيان. موت جو صدمو سهڻ جي ته مون م ڪا طاقت ڪانهي. منهنجي پتا جي ديهانت وقت منهنجي عمر 28 ورهيه هئي. منهنجو به تو وانگر متو ڪوڙيو هئائون. خبر اٿيئي ڇا ٿيو؟ ان بعد منهنجا وار اڇا ٿي اُيريا. هڪ سبب اهو به هو جو آئون ٻنهه ڪونه رنو هوس. هڪ لڙڪ هڪ ڦڙو به ڪونه نڪرڻ ڏنم اکين مان. تنهن جو شايد اثر ٿيو هو. مون ننڍي هوندي انگريزي ۾ هڪ شعر پڙهيو هو جنهن ۾ ڏاهو ٿو چوي "محبوب جي موت تي جيڪڏهن هو نه رئندي ته مري ويندي". پوءِ سندس پٽ کي گود ۾ ٿا رکن ۽ هو روئي ٿي پوي زارون زار ۽ چوي ٿي "منهنجا پٽ آئون تولاءِ جيئنديس" آئون مٿس ته ڪونه پر غم کي گهٽو ڪائڻ ڪري جتني هڪ به اڇو وار ڪونه هو ڪافي سفيد ايريا ۽ منهنجي حياتي ۾ عجيب تبديل واقع ٿي. منهنجو حال ٻيو هو. منهنجو پاءَ

ڪونہ هو. گهر ۾ ڪو پاتي ڪونہ هو. نيلو[1] اجا ڪونہ ڄائو هو. تو پڇيو هو تہ مون ڪنهن سان پيار ڪيو آهي. ها مون ڪيو آهي. مون پنهنجي پيءُ تنون مل سان محبت ڪئي هئي ۽ ان بعد محبت لاءِ پيار لاءِ سڪندو رهان ٿو. پتڪندو رهان ٿو. مون زال سان. عورت سان. دوستن سان. ساٿين سان محبت ڪري حياتي گهاري آهي. پر هر عنصر کي مون تنون مل جي ڪسوٽي تي پرکيو ۽ ڪنهن کي بہ پورو ڪونہ پاتم ۽ اجا تائين اهڙي پيار لاءِ پيار سان سڪندو رهان ٿو. منهنجي ماءُ مونکي ياد ڪونهي. بابا سان مون گڏ کائيندو هو پئندو هو. آئون چوندو هوس پٽن تي وٺي هلو. جهنگ ۾ هلندس. مونکي وٺي ويندو هو. اسلام ڪوٽ يا نبي سر ويندا هئاسون تہ رستي تي عار ڪندو هوس تہ هاٿي پنڌ هلندس. اُٺ ويهاري لهي پنڌ هلندو هو. مونکي ٻڪرين جو سڌو کير پياريندو هو. آئون عجيب گُهرون ڪندو هوس. سڀ قبول ڪندو هو. مون ڪنهن پراڻيءَ کي ايترو پيار سان پُر نہ ڏٺو. اهڙي محبت جو ڪير جواب پيار سان نہ ڏيندو. مون پنهنجي محبوبہ کي پڻ انهي پيار جي ڪسوٽي تي پرکيو. هاڻي وري اهڙو پيار ڪٿان اچي ۽ منهنجي تسڪين نٿي ٿئي. محبت جو وڏو داستان آهي. تون چوندين پيءُ منهنجو گذاري ويو اهي ۽ هي ذڪر پنهنجي پيءُ جو ڪري ٿو.

منهنجا پيارا تنهنجي ڏک کي آئون سمجهي سگهان ٿو. محسوس پيو ڪريان. مونکي خبر آهي تہ سرڳواسي ڏاندومل اوهان سڀني کي ڪيترو پيائيندو هو. مونکي ڄاڻ هئي تہ هو پنهنجي ڌرم پتنيءَ کي پٽن. ڌين ۽ ننهن کي ڪيئن عزت ۽ پيار ڏيندو هو. ڪيئن کائيندو هو ۽ ڪيئن ڳالهائيندو هو. اوهانجي نقصان ۽ زخمن جي تاب جو سمورو نہ تہ بہ ڪجهہ اندازو ضرور لڳائي سگهان ٿو. تڪ هٽي سگهان ٿو. پر منهنجا دوست دلگير نہ ٿج. تو وٽ تہ ڏک ونڊڻ لاءِ ماءُ آهي. ڀاءُ آهن ڀيڻون آهن ڏاندومل جون يادگيرون سندس دڪان ڪاروبار. دوست ۽ ناهيل دنيا آهن. سڀ ڪجهہ اٿو.

پر سائين اهي ڏڍ سڀ نالي جا آهن. سنسار ساڀيا هوندي بہ الاجي ڇو تمام خسيس شيءِ آهي.

توکي ياد آهي تہ پاڻ باگي واهہ تي هليا هئاسون. تو پل تان مسارڻ ڏيکاريو ۽ ان جو وستار ڪيو هو. ڪي تفصيل پئي ڇيا. مونکي سهائي رات

[1] نيلو ڊاڪٽر نيل ڪنٺ منهنجو وڏو پٽ.

۾ وهندڙ واهہ جي ڪناري تي اهو ذڪر ڪونہ وڻيو. ٻئي ڏينهن صبح جو ٻاهر نڪتاسون تون ساڻ ڪونہ هئين. منهنجو عزيز دوست گنگارام گڏ هو. مون هن کي مساڻ ڏيکاري چيو هو تہ رات پرمانند بنا سبب مساڻ جو ذڪر ڪيو هو. آئون ڪو مساڻ جي ذڪر کي برو نٿو سمجهان نڪي مرڻ کي ميٺو سمجهان ٿو. پر مساڻ جو ذڪر جيئرا ڪن ٿا ۽ موت کي خراب سمجهي ڪنهن قسم جو ان کي زندگي کان مختلف سمجهن ٿا. آئون مساڻ کي، موت کي ۽ انهي قسم جي سمورين ڪيفيتن کي زندگي جو حصو سمجهان ٿو. مساڻ ڪنهن خاص ذڪر جو اهل ڪونهي.

خبر اٿيئي باوجود سرڳ لوڪ پڌارجڻ جي سيٺ ڏاندومل ڪيتري قدر نہ زنده آهي. منهنجو ڏاندو مل پرمانند ۾ موجود زنده جاويد آهي. ڏاندومل جا تہ ٻيا بہ ڪيترا روپ موجود آهن جن سان منهنجو ڪو واسطو ڪونهي پر ڪيترين صورتون زنده آهن. مون برادرم[1] مولچند کي لکيل خط ۾لکيو آهي تہ هاڻي گلن ۾ خوشبوءِ نہ رهي آهي. الميو ڪيڏو نہ عظيم آهي پر منهنجي من جي ڪلپنا آهي. صرف حقيقت ۾ گلن ۾ خوشبوءِ موجود آهي. هاڻي تہ گلن جي خوشبوءِ ۾ ڏاندومل جي خوشبو اضافو ڪيو آهي. مون اڄ رات آسمان ڏٺو. گل ۽ ساوڪ ڏٺم. هر ڪم معمول مطابق هو. هي ڪائنات جنهن جي ناهڻ ۾ ڏاندومل جو حصو هو. هن بہ ڪجهہ ناهڻ ۾ حصو ورتو آهي ۽ هي سنسار رهڻ لائق ۽ خوبصورت رس ڀريو، سرهاڻ ڀريو ۽ جس ڀريو انهي ڪري آهي جو انهي جي ناهڻ ۾ هر فرد جو حصو آهي ڏاندومل رڳو مولچند. ريواچند. چانگومل پرمانند ننڍا وڏا ڪٽنب هوندومل وغيره جڳهہ دوڪان ڪاروبار گراهڪ ۽ نوٽ ۽ سڪا ۽ سامان ڪونہ ناهيا آهن. پر هنن ڪائنات جي تخليق ۽ ارتقا ۾ حصو ورتو آهي. پنهنجو پارٽ ادا ڪيو آهي، هي جا ٽنڊي باگي ۾، ڏيئي ۾، ڪوسن جي ڳوٺ ۾، صبح جي هير لڳي ٿي. رات ڏيمي ڏيمي رفتار سان هلي ٿي. واءُ لڳي ٿو، ساوڪ ايري ٿي هر ڪيفيت م هر ٻراٽي جو حصو ٿئي ٿو. ڏاندومل جي يقينن حصو آهي. توهان سڀني جو آهي.

هن وقت پنج لڳا آهن بي بي سي وارو چوي ٿو تہ هن وقت اڌ رات گرين وچ جو ٽائيم ٿيو آهي ۽ صبح جي هير ڇهي ٻيئي. خبر اٿيئي ڇا ٿي چوي:

---

[1] پرمانند جو وڏي مر وڏي ڀاءُ

"آئون ايامن کان شروع ٿي آهيان. صدين کان پنڌ ڪندي مقامن، ڪنڌرن، شهرن، روشنين مان لنگهندي، سمنڊن تان ترندي، جبلن پهاڙن برفن تان ٿيندي. تنومل جي جسم کي مٽي کي هڏن کي ڇهندي. ڏاندومل جو واس ولندي پرمانند جي شعرن سان معطر ٿي اچان پيئي." هاڻي آئون ڪيئن مڃان ته ڏاندومل وفات ڪئي آهي ۽ گلن ۾ خوشبوءِ نه رهي آهي ۽ اوندهه ٿي وئي آهي. هر شيءِ ناسوُنت هجڻ باوجود زنده آهي.

پيارا ساٿي، مٽان الڪو ڪرين! ڏاندومل حيات آهي. هو مولچند جي وجود ۾ ۽ سيني گهر وارن ۾ ڏسندين. مونکي هر وقت پنهنجو مددگار ۽ ساٿي ۽ هر غم ۾ شريڪ ڏسندين. منهنجا ننڍڙا دوست مونکي تو جهڙي نوجوان ۾ هزارين خدشا هئا پر جڏهين مون ڏاندومل کي ڏٺو ۽ ڇڪاسيو ته سمورا دور ٿي ويا هئا. ڏاندومل جو پٽ لائق ٿيندو. مون وٽ ڏاندومل تنهنجي سچائي جي ضمانت هو. مون ڪو هن کان دستاويز ڪونه لکائي ورتو هو پر تنهنجي سني چڱي هجڻ جو اهو ثبوت ڪافي هو ته تون ڏاندومل جو پٽ آهين. تون لائق ۽ احترام جي قابل آهين. هاڻي ته منهنجي لاءِ پرمانند کي به فرض بجا آڻڻا پوندا هڪ سندس ۽ ٻيو سرڳواسي ڏاندومل جا.

پاڻ ڪيترو نه خطن ۾ ذڪر ڪيو هو ته هن زندگي جو برهم گيان جي خشڪ زبان ۾ هن غم جي موقعي تي ڪيترا نه لفظ ۽ جملا ازخود قلم جي زد ۾ اچن ٿا ته ڪيئن نه جسم سان غم ۽ پيار گڏجي هي سنسار، هي ڪائنات ۽ هي انسان ناهين ٿا. ڪيئن نه واس وڻ وڻ مان اچي ٿو، ڪيئن نه سارو جهنگ معطر ٿئي ٿو. ڪيئن نه پيار ۽ غم گلن ۾ رنگ ۽ رس پرين ٿا. ڪيئن نه سرشٽيءَ جي تخليق غم سان ٿئي ٿي. جيئن هي مادي دنيا هڪ عظيم عالم آهي، جيئن زبان ۽ ٻولي جي هڪ جدا ڪائنات آهي تيئن غم جو هڪ الڳ سنسار آهي. ٻين سمورين شين کان جدا. هن دنيا جو مادو (matter) غم کان نرال آهي. لفظ ۽ ٻولي غم سهيڙي ۽ پوئي خوبصورت نظم ٺاهي يا شعر ناهي ٿي. حسن خوشي ۽ خوشيءَ ۽ غم، راڳ ۽ رنگ جون مختلف منزلون آهن. تون پڇندين پلا ايڏو غم هوندو ته پوءِ زندگي هڪ رودن جوڙڻ جو لڙڪ ڳاڙڻ جو نالو ٿي پوندي. غم ڪيئن ڪائنات جو مدار ۽ محور آهي توکي ٻڌايان پر خط جي ڊگهي ٿيڻ جي ڊپ کان ٻئي خط تائين مهمل ڪريان ٿو. تون غم جي ماحول ۾ غم جي انداز کي سمجهندو هوندين غم ته اڳ ۾ موجود هو صرف ڏاندومل جو پردو لٿو آهي ۽ ظاهر ٿي پيو آهي.

غم زندگي جي معراج آهي.

آئون 29 تاريخ تنڊي ايندس. جيڪڏهين ننيڙن چندو ۽ ڪملا موڪل ڏني ته پوءِ سندن ماءُ پڻ مون سان گڏ ايندي.

تيستائين تنهنجو فقط

روچي رام



3، عيدگاهہ روڊ، ميرپورخاص

8 ڊسمبر، 1974

منهنجا دوست،

خط لکڻ ويهندو هوس توکي وبجهو سمجهندو هوس تنهنجو جواب منهنجا خواب اڌ ۾ توڙي ڇڏيندو هو. حقيقت ڪيترو نه مصنوئي ۽ نقلي ٿئي ٿي. سپنا ڪيترو نه سچا صحيح ۽ حقيقت جي ترجماني ڪندڙ ٿين ٿا. ايئن ناهي ته ڪو تنهنجا خط سنا يا خلوص پريا ڪونہ هئا. پر الاجي ڇو اهي پڙهي مونکي ايئن لڳندو هو ته تنهنجي قريب ناهيان.

وري جڏهين روبرو ٿيو هوس ته محسوس ٿيو ته وبجهڙائي ته نهيو. قربت ته گهوري اٿلو ڏور ڪان به ڏور آهيان. هر پيري مون ايئن پانيو ته ڪيترو نه فرق آهي. ڪيڏو نہ مفاصلو آهي. توسان ملندي توسان ڳالهائيندي تو وٽ ويهندي تنهنجي پر ۾ هوندي به ايئن سمجهندو هوس ته ڪيڏو نہ دور آهيان ڪيترو نہ مختلف.

اهو مفاصلو قريب هجڻ جي باوجود صديون دور آهي.

مون تنڊي مان موٽڻ بعد تو ڏانهن خط لکڻ جي ڪوشش ڪئي پر لکي ڪونہ سگهيس. رات برادرم هريرام ۽ هنسراج ٻڌايو ته هنن توکي غم ۾ گهٽو ٻڌل ۽ وياڪل ڏٺو. مون پڻ توسان ملي ايئن ڪجهہ محسوس ڪيو هو. مون ڪنهن سان ذڪر ڪونہ ڪيو منهنجو جدا ڍنگ آهي غم سهڻ ۽ غم ۾ شريڪ ٿيڻ جو.

متان ائين ته ناهي ته منهنجي خط لکڻ غم جي وستار ۽ ڪُليل ذڪر تنهنجي ڏک ۾ واڌارو آندو هجي. مون ائين ته ناهي ڪيو جو لڙڪ اُگهڻ

بدران لڙڪ جاري ڪرايا هجن. آئون جيڪر ٻيهر ساڳي ڳالهه لکان پر وستار وڌڻ جي ڊپ کان ايئن نٿو ڪريان تہ هن برهمانڊ ۾ جيئن مادي جي انسان جي روح جي هڪ جدا دنيا آهي، جيئن ٻوليءَ جو لفظن جو ڌار عالم آهي تئين غم جي ٻڪ جي سورن جي الڳ ڪائنات آهي. ڪيترا موتي سپجن ٿا غم جي ساگر ۾.

تنهنجو ڏک توکي ڪهڙي خبر مونکي ڪيترو ڏکارو ڪري ٿو. ڪاش آئون برهم گيان، مغربي فلسفي ۽ جديد جدلياتي منطق کي ملائي ايئن لکي وجان جو تنهنجو ڏک شانتي ۾ بدلجي وڃي. ايئن ممڪن ڪونهي. ڏک صرف تڏهين گهٽبو جڏهين تون ٻين ڳالهين بابت سوچيندين. ڪنهن ٻي مشغولي طرف متوجہ ٿيندين تہ ازخود غم گهٽبو ويندو. هونئن تہ غم جو پهاڙ چيپاٽي چور چور ڪري ڇڏيندو.

امريڪي شاعر لانگ فيلو جگ. پرسڌ فرانسوي اديب دانتي بابت لکيو آهي. اهو شعر جيڪر جنسي انگريزي ۾ لکان ها پر آئون چاهيان ٿو تہ تون ايئن پڙهين جيئن مون سمجهيو آهي انهيءَ ڪري ان جو سنڌي ۾ ترجمو عرض ٿو ڪريان.

تسڪان جو غم جي وادي ۾ پنڌڪي ٿو.
پختن قدمن سان.
غم ۽ شوڪت ڀريل اکين سان.
محڪم ارادي سان.
خوف جو تنهنجي روح مان نڪري نروار ٿئي ٿو جڻڪ فرينتا وانگر برندڙ قبي مان نڪرندو هجي.

تو ڪڏهين غور سان پهاڙ ۽ سمنڊ ڏٺا آهن. انگريزيءَ ۾ هڪ شعر آهي شايد ساڳئي شاعر جو تہ هو پهاڙن تان وهندڙ آبشار کي سمنڊ جي لهرن ۾ ڳولي ٿو. پهاڙن کان هزارين ميل دور جڻڪ ڪو ڪورنگي تي، ڪيٽي تي يا سون مياڻي تي، ڪاري سمنڊ جي لهرن ۾ اسڪردو يا گلگت يا مان سروور تان نڪرندڙ جهرڻن جو مڌر آواز ڳوليندو هجي. ۔۔ ۰ جڏهين اهو شعر پڙهيو تہ اها ڳالهه جنهن تي مشڪل سان اعتبار ايندو هوم تہ سڀ کان سهڻا ۽ خوبصورت ٿيندا آهن پهاڙ ۽ سمنڊ سمجهہ ۾ آئي.

پهاڙ برابر پسند اٿم چاڪاڻ تہ انهن ۾ ڪنورتا، عزم، پختگي ۽ بلندي آهي. سمنڊ انهيءَ ڪري وڻندو آهي جو اُن ۾ گهرائي آهي، مانائي آهي

شانتي آهي پوءِ بہ طوفان آهي. گوڙ آهي. گهمسان آهي. مون لڇمي کي سمنڊ جي ڪناري تي آڌي پاڇي ۾ ويهاري ڇڏيو هو: هو جو افق تان ڪنهن اڇڻ واري غوراب مان مون سمنڊ جي پري جو انتظار ڪيو آهي سا تون آهين ۽ هو خفا ٿي ويئي. مون ڪاغان جي پهاڙن جي بلنديءَ تان. سيف الملوڪ تان ڪيس لکيو تون سفيد پري آهين. آئون توکي ڳولڻ نڪتو آهيان. هن خط لکڻ جي عادت کي ئي ناپسند ڪيو.

مون جاهلن سان عقل واريون ڳالهيون ڪيون آهن عقل وارن سان جهالت جون. شاعرن سان نثر ۾ ۽ نثر وارن سان نظم ۾ ڳالهايو آهي. زميندار سان واپار تي بحث ڪيو آهي ۽ واپاري سان پاڻيءَ جي واري جو. مون لاهور ۾ شيخ پوره ۾ سرخ سوشلسٽن سان جيئي سنڌ تي بحث ڪيو آهي ۽ سنڌي قوم پرستن سان سنڌ ون جي مسلم ليگ واري سنڌ دشمني سياست تي. نيلڪنٺ جي ڏاڙهيءَ کي هڪ دفعي ڇڏيو هوم تہ آئون هماليہ پهاڙ تي ويندس. اتي پنڌ واري واٽ تي پانڊون جا لاش ڳوليندس. خبر ناهي هنن ڇا ڪيو؟ ڇپائون. هن کي ميرپور خاص کان اڳتي حيدرآباد ڪاليج ڏانهن وڃڻ نہ ڏجو. آئون ڪراچي هليو ويس. بنهہ ان واقف گهوڙي گاڏي واري کي اسٽيشن تي چيم سول اسپتال وٺي هل. اتي پهچي ميڊيڪل ڪاليج ۾ ڪينپار[1] جي پيچا ڪيم. ويس ليبارٽري ۾ اتي مون زندگي ۾ پهريون ڀيرو مردا. انسانن جا لاش چيرپل ڏٺا. اهو وقت رسيس جو هو. ڪمرا بند هئا. اندر ويو ڪير ڪو بہ موجود نہ هو. منهنجي عمر 17 ورهيہ هئي. آئون ان بعد 17 ڏينهن روپ ولاس ۾ رهيس هينان ماڻيءَ تان اتي ساري رات چار ماڙ جي ڇت تي آسمان ڏانهن تڪيندي گهاريا. مون ميندارام هاسٽل ۾ رهندڙ اچي ڏاڙهي وارن شاگرد ليڊرن جا سمورا سياسي فلسفا ٻڌا. مشڪل سان دل دماغ جذبا ۽ عضوا ڪنهن حوصلي ۾ آيا. شايد مونکي پانڊون جا لاش بندر روڊ تي واقع ميڊيڪل ڪاليج ۾ ڏسڻ ۾ آيا. آئون ڪراچي ۾ گهاري نہ سگهيس واپس حيدرآباد آيس.

مون تاج محل جي اڱڻ ۾ ويهي لڇمي کي ديوان پنجومل ۽ پاپي جي روبرو چيو هو تہ آئون توتي تاج محل تہ ناهي ڪونہ سگهندس. پر قسم آهي جمنا جي درياءَ جو. جهڙو بادشاهہ شاهہ جهان ممتاز محل کي پيار ڪيو هو

---

[1] سنڌي پرائمري اسڪول جو هيڊماستر ۽ سنڌيءَ جو شاعر ڇيمن مل پياسي جو پٽ هو ڊاڪٽر ڪينپار سنڌي ڊؤ ميڊيڪل ڪاليج جي پهرين بئچ جو شاگرد هو. هو 1947 ۾ سنڌ ڇڏي ويو گجرات صوبي ۾ ڊائريڪٽر جنرل هيلٿ تي رٽائر ڪيائين.

تنهن کان توکي وڏيڪ پيار ڪريان ٿو جڏهين رات جو سڀ سمهي رهندا آهن ۽ آسمان تي چنڊ ۽ زمين تي چنڊ جي چانڊني تي نظر پوندي آهي تہ چنڊ کي چريو ٿيندو نہ ڏسندو آهيان پر آنڊمانڊ ۽ ڪشمڪش زور ونندي اهي. هي رس سونهن ۽ سڳنڌ فاني لڳندا آهن.

سچ تہ آئون انهيءَ وقت کي ساريندو آهيان جڏهين آئون ائين سمجهندو هوس تہ هي رس، سونهن ۽ سڳنڌ مون تي ڪو اثر نہ ڪري سگهندا ۽ آئون انهن کان مٿي ڪنهن آڪار بنا روپ رنگ سواد واري دنيا جو رهاڪو آهيان. مون آگري ۾ چانڊني رات جو لڇمي کي تاج محل گهمڻ لاءِ چيو. چيائين چريو ٿيو آهين. هو سمهي رهي. مون زمين تي وسندڙ چنڊ کي ڇڏي تاج محل جو رخ ڪيو. آسمان وارو چنڊ بہ ڏٺم ۽ تاج محل بہ ڏٺم. پٿر گاري ۾ چن مان جڙيل شعر بہ ڏٺم. دولت ۽ سونهن جو ميلاپ ڏٺم. مونکي يقين اچڻ لڳو تہ عشق شايد رڳو بادشاهن لاءِ آهي. غريبن لاءِ ناهي. ان بعد جدلياتي ماديت وارن جون عوامي فن ۽ سامراجي سرمائيداري زوال پذير ڪلچر جي فرق واريون ڳالهيون سمجهہ ۾ اچڻ لڳيون.

مون چرين وٽ ڏاهپ ڳولي ۽ ڏاهن وٽ چريائي مون سياڻپ ۾ جهالت ۽ جاهلن وٽ سياڻپ کوجي آهي. مون بهادرن وٽ ڊپ ۽ ڪمزور وٽ بهادري لڌي آهي. اوندهہ ۾ روشني ۽ روشني ۾ انڌڪار جو پرڇاوَ ڏٺو آهي ائين انساني خيال کي اوٽ موٽ عمل رد عمل سان تراشيو آهي کوٽيو آهي.

تون ۽ تنهنجا پائر سپوٽ ۽ سلوڪ ۾ رهندڙ ڪٽنب ۾ نپنا آهيو اوهان لاءِ غم ڪاٽڻ ۽ ڏک ونڊڻ آسان آهي. ڪا ناهمواري ڪانہ اٿو. اسين سڀ توهان جا مددگار آهيون. منهنجا محبوب ائين ڏکي نہ ٿي.

مونکي خط ذريعي تسلي جا بہ اکر لکي موڪليندس تہ دل جمعي ٿيندي. توهان کان موٽندي رستي تي هڪ ٽائر تلهار کان اڳ ۾ پنچر ٿيو ۽ ٻيو تلهار کان اڳتي. اسين بس ذريعي ماتلي وياسون. ٻئي ٽائر ٺهراياسون رات پئجي ويئي. اها رات ماتلي ۾ نيلڪنٺ جي ماسي جي ڌي ننڍڙي شيلا وارن وٽ رهياسون جنهن جي ماءُ اسان جي گهر ڏهہ سال اڳ ننڍڙي شيلا کي ڇڏي سرڳواس ٿي ويئي هئي جڏهين شيلا جي ماءُ هيم لتا وفات ڪئي.

مون غم ۾ ٻڏل لاوارث بالڪا کي ڏٺو. هو کلي رهي هئي. ٽپي رهي هئي. خوش ٿي رهي هئي. ٽڙي رهي هئي. پوءِ مون سندس منهن ۾ غم جو سمنڊ ڏٺو. اج کان ڏهہ سال اڳ رات جو هيمي ۽ شيوڪ اسان وٽ ميرپور

آيا. رات جو سمهياسون. ڇوڪريءَ جو چيائون هيمي بيمار آهي. آئون ڊاڪٽر کي وٺڻ لاءِ ويس ڊاڪٽر يونس چيو تہ شيلا جي ماءُ سرڳواس ٿي ويئي. مون لاش جي پرسان چند مهينن جي ڇاول شيلا ڏٺي جا دنيا جي هر غم کان دور معصوم ادا سان شانت سروپ سان مني ننڊ ۾ ستل ڏٺي. کيس ڪهڙي خبر تہ سندس هن دنيا مان سڀ آسرا ڪجي ويا.

توکان موٽندي ساڳي شيلا کي ـ ڏهہ يارهن سالن جي ڇوڪري شيلا کي ڏٺم. مون سندس هلندڙ حال جو جائزو ورتو. ايئن ناهي تہ شيوڪ ۽ ماتيجي ما شيلا کي پالئين ڪونہ ٿا. کين اجا بيو اولاد ڪونهي. هو تہ مٿس ساهہ ڏين ٿا. پر شيلا کي احساس محرومي تہ آهي. مونکي ائين ٿو لڳ تہ هي دنيا جنڊ جي ٻن پڙن وانگر آهي جنهن جي وجود جو مقصد صرف نياڻين کي پيڙهڻ آهي. هن دنيا جي خلقڻ جو مقصد صرف ۽ صرف عورت کي گهاڻي ۾ ڪولهو ۾ پيڙهڻ آهي. سچ پڇين منهنجا دوست تہ غم زده بار کي ڏسي مونکي غمگين پر مانند وسري ويو. گهڻو ڪجهہ وسري ويو.

تو پڇيو هو نہ ڇانچن تي رقص ڪرڻ ۽ نائٽ ڪلب بابت؟ تو شايد ائين سوال ناهيو هو تہ مون ڪڏهين اتي رقص ڪيو آهي. ها. مون اتي ساري ڪائنات ۽ ساري خدائي کي نچندي ڏٺو آهي. مون رقاصہ کي چيو هو تہ شراب جي گلاس ۾ مونکي پنهنجي نياڻيءَ جي صورت پيئي ڏسجي. مون وٽ تيستائين شارڊا ڪونہ ڇائي هئي. هو روئي پيئي. ان وقت صرف 75 روپين ۾ شمپيئن جي بوتل ملندي هئي. مون ڏٺو رقاصہ تان نقاب لهي رهيو هو. شمپئين جو ميناج ۽ سرور گهٽجي رهيو هو. هوءَ هڪ خوبصورت ننڍڙي ياءُ جي ڀيڻ هئي. هن جا ماءُ پيءُ سيلان (سريلنڪا) ۾ مري ويا هئا. کيس خفت هو تہ ياءُ کي انگريزن وانگر انگريزي پڙهائي، وڏو ماڻهو بڻائي. پڇيو مانس، هتي نہ اچين ها تہ ڇاڪرين ها؟ چيائين. "انگريزن جي اڏي تي پيشو ڪري پنهنجي ياءُ ۽ ٻين عزيزن جو پيٽ پاليان ها. ٻي صورت ڪونہ هئي."

هن رقاصہ جي حسن سينگار، جو ڀن ۽ جولان ۾ ڪهڙي نہ ويچارگي هئي؟ ڪيئن انهيءَ حالت ۾ تنهنجي ڇا نچڻ تي ڪو رقص ڪري سگهي ٿو؟ آئون نٿو پانيان تہ هو بہ ڪا اها رات نچي سگهي هوندي! ٻئي ڏينهن اسان چار ڪلاڪ چائنيز ريسٽارنٽ ۾ لنچ تي گذاريا. مون ڪولمبو ۽ سيلون ۾ غريبن ۽ انسانن جي لاچاري ۽ مجبوري جا داستان ٻڌا.

الا. ڪو شاعر هجي ها! ڪنول تون هجين ها! لڙڪن کي شعرن ۾

تبديل ڪرين ها. درندگي جي فتويٰ ڏيو ها. هن دنيا ۾ فرشتن جي صورت وارا انسان پڻ شيطان کان بدتر ٿين ٿا. رقاصائون ذليل هجڻ جي باوجود عظيم ٿين ٿيون. ڪو سينٽ پئٽرڪس ڪانونيٽ ۾ ويندڙ ڪنهن ابهم ٻار کي ڏسي سندس موهڻي مورت کي ڏسي. سندس رنگين يونيفارم کي ڏسي، سنين شڪلين وارا ڪتاب ڏسي، رسيس ۾ ڪتمنڙا ۽ ٽافيون ڏسي. مون وٽ پئٽرڪس جي ٻاهران رستي تي بيهي ٻار ڏٺا.

پوءِ انهيءَ سيلان واري رقاصہ کي ياد ڪيم. انهيءَ ساري من موهيندڙ منظر جي خالق جي خيال ۾ گم ٿي ويس تہ ڪيئن هڪ هڪ نفيس منظر لاءِ، ٻار جي نچڻ لاءِ، سندس رنگين يونيفارم لاءِ، سنين شڪلين وارن ڪتابن لاءِ، ڪنوارين کان انگريزي پڙهڻ لاءِ، رسيس جي ٽافين ۽ ڪتمنڙن لاءِ هوءَ رقاصہ پنهنجي جسم ۽ قسمت جو سودو ڪيئن ڪري ٿي. ڪيئن سندس نڙي ۾ شراب اوتيو وڃي ٿو. ڪيس نچايو وڃي ٿو. اسٽرپ ٽيز لاءِ تياري ڪري ٿي . ڪيئن سندس جسم تان ڪپڙا اُتاريا وڃن ٿا، ڪيئن سندس سون ۽ ڪنچن جهڙي جسم تي ناپاڪ پليد هٿ ڦرن ٿا. الاجي ڇا ڇا نہ ٿئي ٿو! توکي ايندي آهي اهڙي غليظ منظر مان، گرم سهڪ مان سُرهاڻ؟ عورت جي عصمت پاڪ نہ بہ هجي پر انسان جي مجبوري تہ ڏس! هن دنيا جي رنگيني لاءِ ڪير ڪير نہ ڪهڙي ڪهڙي قيمت ادا ڪري ٿو!

تنهنجي ڇيچ ۾ بنوري هليا هئاسون. اتي ديوان ليلارام جڏهين ٻڌايو هو تہ سينٽ پئٽرڪس هاءِ اسڪول ۾ ڪيترا سال اڳي سنڌ جي ڪمشنر جي سفارش تي داخل ٿيو هو. مونکي رقاصہ ۽ سندس پاءُ ياد آيا. آئون ان رقاصہ سندس منظر ۽ پس منظر ٻنهي کان ڊڄندو آهيان. تون اعتبار ڪندين، هوءَ صدر ۾ مونکي ڏسندي هئي، پريان رومال ڪڍي مٿي تي رکندي هئي، پوءِ مون ڏانهن وڌندي هئي. مٿو ڍڪڻ هڪ فرسوده روايت آهي. پر ڪيس ايئن ڪرڻ سان سڪون محسوس ٿيندو هو. غير ملڪي عورت کي تو ڪڏهين معصوم انداز ۾ جهڪي ڪنڌ هيٺ ڪري ڳالهائيندي ڏٺو آهي؟ تو رقاصہ ۾ مرم، عصمت، شرم حياءُ ڏٺا آهن؟ سندس ياد ۾ آئون ناچ واري جاءِ تي ويندو آهيان. جتان جتان فريڊرڪ اسلم لنگهندو هو اسڪول ويندو هو اهو لنگهہ طئي ڪندو آهيان. مون لاءِ اهي جايون مقدس، پاڪ ۽ پوتر آهن. مونکي انهن ڇانئچن ۾ تاريخ جي جهلڪ، انسان جي عظمت ۽ گراوٽ ڏسڻ ۾ ايندي آهي. مون حضرت عيسيٰ ۽ سندس پاڪ ماءُ ميري جون تصويرون سينٽ (سنت)

پئٽرڪ جي ڪليسا (چرچ) ۾ ڏٺيون آهن. مون عبادت جو گهنڊ ٻڌو آهي. پر انهي ڪليسا جي ديوار تي آئون فريڊرڪ جي پيڻ جو لٽل اسڪرٽ ۽ انڊرويئر لٽڪندي ڏسندو رهندو آهيان. هن ڪلچر، معاشري ۽ تهذيب جي هر سِر، هر اڌاوت تي، هر واهڻ تي غم جا داغ لڳل آهن. گناهه جا نه، ظلم جا نه، پر غم جا. جيڪي حقيقت جو اصلي روپ آهي.

سو منهنجا ڪنول ڇو تو غمگين ٿين؟ غمگين نه ٿي. هي سنسار غم جو ساگر آهي. ڪيترو پيئنديين؟ ڏکن ۾ نه جُهر. سورن ۾ نه سڙ. ڏس تنهنجي جيجل ماءُ وينئي آهي. تولاءِ پيار، ميناج، هيج محبت جا انبار سندس وجود ۾ موجود آهن. تون انجي اشڪ سوئي ڪر.

وياڪل نه ٿي. ڪهڙو نه ڇت کي شانتي ڏيندڙ ياگوت مان ادي چندرا وچن ورتو هو! ڪهڙو نه انداز هو موهن پياري جي ادا جو ۽ گوپين جي تڙپڻ جو! انهيءَ نثر تان شروتيون ۽ شاعرن جون ڪتائون گهوري ڦٽيون ڪجن.

تنهنجي ماتا ۽ جملي ڪٽنب لاءِ شڀ ڪامنائون. ننڍي مهيشي لاءِ خاص پيار.

اوهان جو پنهنجو

روچي رام



حيدرآباد

16_12_74

پيارا دوست پرمانند

منهنجو 8 ڊسمبر وارو لکيل خط توکي الاجي مليو يا نه! هن کان اڳ تنهنجا جواب بلڪل جلد ايندا هئا. هن پيري مون جواب جو انتظار ڪيو. جيڪڏهن ممڪن ٿي سگهي ٿي ته 22 ڊسمبر تي ميرپورخاص اچجان. توکي ايترو وقت ترسائڻ لاءِ زور پريو جيترو وقت تون خوشي سان رهندين.

ساوتري اڃا اسپتال داخل ڪونه ٿي سگهي. طبيعت نيڪ اٿس. سڀني لاءِ رام رام

اوهان جو.

روچي رام

ڪار پاڙو، ميرپورخاص
ڊسمبر 22، 1974

پيارا پرمانند،

مون اڄ تنهنجو انتظار ڪيو. سڄو ڏينهن ائين گذاريم. سمجهيم اڄوڪو ڏينهن تنهنجي حوالي آهي، ٻئي پاسي ڪونہ ويندس. اڄ آرتوار آهي، جنهن کي روي معنيٰ سج جو ڏينهن چوندا آهن. جيڪي ماڻهو سارو هفتو ڪم ڪندا آهن تن لاءِ اڄ نرالو ڏينهن آهي. اڄ سج بہ موڪل ڪندو آهي. اڄوڪي اُس ۾ خاص گرمائش اڄوڪي سياري ۾ گرمائش جو ميناج آهي. آئون آرتوار جو نيٽي جيٽي (Native Jetly) تي سياري ۾ ترڻ لاءِ ويندو هوس. جتي سمنڊ جي پاڻي ۾ پراڻا لوهہ جا ٿنيا لڳل هوندا هئا نيٽيءَ جيٽي جي معنيٰ مقامي ٻيڙين جي ٻيهڻ جي جڳهہ. مون انهيءَ جڳهہ جي تلاش ڪئي جتي ڪراچي جي بندر تي سيٺ نائونمل جون ٻيڙيون ۽ جهاز ٻيهندا هئا. ڪاري در وٽ هڪ قلعو نهيل هوندو هو جنهن ۾ پنجاهہ ڪن هٿيار بند جوڳيا نائون مل جا سپاهي پهرو ڏيندا هئا. منهوڙي تي جتي تون چمپا جي سخت ڇاتي جي وچ واري گهرائي کي ڳولڻ لاءِ گهري سمنڊ جي ڪناري ويو هئين اُتي سندس پهريدار رهندا هئا. ڪلاچيءَ جي ڪُن واري بندر تي ساموندي قزاق ۽ ڌاڙيل عام جام هئا. صرف سيٺ نائون مل جا جهاز محفوظ رهندا هئا. ڇاڪاڻ تہ اُنهن جي حفاظت جو جوڳو انتظام هو. نائون مل جي حيثيت تي انگريز واپاري پڻ حسد ڪندا هئا. نائون مل جي مدد سان انگريز سنڌ ۾ پير پائي سگهيا. سندس آتم ڪهاڻي ان وقت جي حالات جو مستند ڪتاب سمجهيو وڃي ٿو ۽ سندس ڪردار هو ديس دروهي[1] جو.

سو ڳالهہ هئي نيٽي جيٽي جي ۽ منهنجي اُتي وڃڻ جي. آرتوار جو سج ۽ سندس صبح وارا ڪرڻا ايئن هئا جڻڪ نيٽي جيٽي جي ڪاري ۾ ترندي ايرندڙ سج جي گرمائش ونجي.

توکي اهو ڪنهن ٻڌايو تہ آئون انهي تو واري منهوڙي تي ڪنهن کي وٺي ويندو هوس. مون ڪڏهين ڪنهن عورت کي عيش جو سامان ڪري نڪي سمجهيو آهي ۽ نڪي استعمال ڪيو آهي. منهنجي ڪيفيت جي

[1] ديس دروهي: ملڪ جو غدار

توکي ڪهڙي خبر. پر اوا منهنجا ننڍڙا ڪنول. تون ۽ تو جهڙا شاعر هڪ چمپا کي ايئن ڇڏي سمنڊ جي شانت ۾ پناهه وٺڻ ويندا آهن. جنهن معاشري جي حالات ۽ تضاد کان شاعر منهن موڙيندا آهن. اُهي پوءِ ان جي ڦند ۾ پنجوڙ ۾ ڦاسي ۽ اٽڪي پوندا آهن ۽ ان بعد صرف پنهنجي بي حسي بي بسي ۽ وبچارگي تي لفاظي ڪندا آهن. شاعري لفظن ۾ مبالغو آهي. اصل کان فراريت ۽ حقيقت کان نه رڳو ڪناري ڪشي جو نالو آهي پر صحيح کي غلط چوڻ جو پڻ نالو آهي. تون منهنجي چوڻ تي ڪاوڙجين ٿو ۽ بن ڏينهن اندر تنهنجو ڪاوڙيل جواب ملي ٿو جيڪڏهن مونکي موڪل ڏين ته تنهنجي چمپا بابت هلت تي فردوسي جهڙي هِجو لکي موڪليان. فردوسي محمود غزنوي کي لکيو هو ”تون بانهي جو پٽ آهين انهي ڪري سونين مهرن بدران چاندي جا سڪا موڪليا اٿيئي.“ آئون تنهنجو بي حد ادب ۽ احترام ڪندو آهيان مونکي اجا توتي پنهنجا حق نروار ٿي. به نه مليا آهن نه ته جيڪڏهن وقت اهو ڪجهه لکان جو تون شاعري ڪرڻ ته ڇڏي ڏين پر آرتي ڪرڻ کان به منهن موڙي ڇڏين. تو ناڪر جي پوڄا ڪندڙ چمپا جي جواني ڏني پيٽ جا سر ۽ ور ڏنا. سندس سخت ڇاتي ڏني، ان ۾ گهرائي ڏني. بس تون پوءِ صدر ۾ اگهاڙيون ٽنگون ۽ ڇاتيون ڏسڻ ڪونه وئين.[1] هر ظاهري حسن ۽ جواني ۽ جوش کان ڊنين. ڪئلاش يا ڪاليداس، جيڪو به هو. اُنکي وني سڌو منهوڙي وئين. اُتي تو اها گهرائي محسوس ڪئي. حسن جو هڳاءُ ۽ خوشبو محسوس ڪيا. ڊڄئا. تون ڊنين سماج جي ريت کان. تون ڊنين دوست جي نالي ۽ ان ۾ سمايل امانت جي نالي کان. تون ڊنين تنوائتي خاندان جي ڪوڙي ادمبر ۽ روايت کان. تون ڊنين حسن جي قيمت ادا ڪرڻ کان. تنهنجو ساهه ٿي نڪتو ته انهيءَ عشق جو انجام ڇا ٿيندو. تو آرتيءَ ۾ جذبا ۽ جنس لڪايا. تو ڪبير جي پناهه ورتي. تون غافل رهين ته چمپا جي انهيءَ ظاهري روپ ۾ ته صدين جا ڏک، تڪليف ۽ احساس سمايل آهن.

باهر دورازي تي هڪ دوست تڪڙ لايو بيٺو آهي. نڪ نڪ وينو ڪري مونکي گهران نڪرڻو آهي. تنهنجو ياڳ پلارو آهي جو مونکي تڪڙ

---

[1] چمپا هڪ هريجن اڇوت جواني تي پهتل ڇوڪري هئي جا پرمانند هڪ مندر ۾ پوڄا ۾ ڏني. هن جي جسماني حسن ۽ اپار کي ڏسي عاشق ٿي پيو ۽ انکي اڇوت سمجهي مندر جو لحاظ ڪري دوست ڪاليداس سان سمنڊ ڪناري پناهه لاءِ هليو ويو اهو احوال هن خط ۾ لکيو هو.

آهي نـ تـ جيڪر منهنجا دوست. آئون تنهنجي تهذيب جنهن جي خلاف مون وٽ داستان سمايل آهن سي سڀ هن خط ۾ پلٽي ڇڏيان.

هر انسان چمپا ۽ سندس ذات وارين کي ذليل ڪري پيرن هيٺيان چچريو آهي. ڪنهن ساڻن محبت جو بنا نفس ۽ جنس جي ذڪر نـ ڪيو آهي. تون پنهنجي ڌرم کان ڊنين، پرم پرا کان ڊنين، تهذيب کان ڊنين، تمدن کان ڊنين پر مهمان نوازي، اشرافت، ميزباني، ايمانداري، بي ايماني جي چڪر ۾ پئين. شاعر باغي هوندي بـ عملي طرح حوصلي کان خالي هوندا آهن. هوءَ چمپا نيچ چمپا، غريب چمپا جي پيٽ کي ڏسندي ڇاتي جي ٿهلاءُ ۽ اُڀار ڏسي سندس معصوميت حسن جواني ڏسي ڊڄندا آهن. کين گهر ۾ وينل پيءُ جي عزت ياد پوندي آهي. سماج ۾ ماتا جي مرتبي جو خيال ڪندا آهن. ڪنول سچ ٻڌاءِ، تون چمپا کان ڇو ڀڄين توکي ان وقت ڪٽي ديوان ليلارم جي ڌي جو خيال ڪونـ آيو پر تنهنجي پائرن ۾ پينرن کي جيڪي معاشري ۾ حق ۽ سهوليتون آهن تن کي فنا ۽ چور ٿيندي ڏٺو. توکي سوسائٽيءَ ۾ مرتبو آهي. ڪن انسانن کي تون انهي مرتبن ۾ پائيوار سمجهين ٿو. اهي ڇڏڻ کان ڪيبائين ٿو. مطلبي ۽ سوار ٿي. تون چمپا کي پائي نٿو سگهين. تنهنجي پيرن ۾ مريادا جون ٻيڙيون پيل آهن. تون سندس حسن ۽ جواني جي ذرڙي تاءُ کان بـ ٿهين ٿو.ماڻڻ چاهين ٿو ۽ هزارن سالن جي هندو سنسڪرتي توکي هٽائي ٿي. تو وٽ جيڪا شاعري آهي سا چمپا تي لکڻ بدران سندس آڪار (روپ) جو منهوڙي تي ساءُ وني ٿي. حقيقت ۽ سچ کان منهن موڙين ٿو پر انهيءَ جي ساءُ کي لڪي ماڻين ٿو. ڪيڏو نـ ڏوڪيباز آهي تنهنجي وجود جو انسان.

تون سمنڊ کان ٿهين ٿو. پنهنجن لاءِ لکين ٿو تـ اتي سڪون ڪونهي اتي انسان رڙندو هوندو. ڪنهن لاءِ ڦٿڪندو هوندو. تون ايئن ڇو ٿو چوين؟ ڇاڪاڻ تـ تنهنجي تهذيب حقيقت کي نٿي پائي سگهي سچ کان ڊڄي ٿي پوءِ ڪائنات جي سونهن ۾ سماجي ۽ تهذيبي لذتن جو ساءُ وٺڻ جي ڪوشش ڪري ٿي. تو چمپا جي پيٽ جي سرن ۾ اشتاوڪر رشي جو برهم گيان ڏٺو.[1] جنڪ راجا جو وواد ٻڌو. توکي ڇا لکان. اتي نڪي اشتاوڪر هو.

[1] هندو ديومالائي تاريخ ۾ راجا جنڪ حڪومت ڪندي بـ وڏو ودوان هو ۽ اشتاوڪر جو اپاهج هو سو سندس گرو هو. راجا جنڪ سري رامچندر جو سهرو ۽ سيتا ماتا جو پتا هو.

نڪي جنڪ. نڪي برهم ۽ نڪي ان جو گيان. اتي نڪي چمپا هئي نڪو انجو حسن ۽ نڪي انجي جواني. اتي ننڍڙو شاعر جنهن جي ڪلپنا تي ڪي پاڇولا اچا چٽا بہ ڪونہ ٿيا آهن سي سپ سندس ناڪر جي اڳيان بلڪل موجود ڪونہ هئا. انهن ورن ۽ سرن ۾، چمڙي جي سطح ۾ ۽ انهن تهن ۾ اُپريل چاتي ۾ جنهن جي سختي جو تنهنجي تخيل ۾ تصور هو. چاتين جي وچ واري گهري کاهي ۾ هو ايامن جي غلامي جو داستان. جو چمپا جي هر لفظ ۽ هر ادا ۽ هر هلچل ۾ وڏي واڪي دانهي ٿو. تون پنهنجي ۾ هوندو آهين انهيءَ ڪري تون اڳلي جون دانهون ڪوڪون ۽ آواز نہ ٻڌندو آهين. تو شايد ٻڌو هجي تہ انهن ورن ۾، انهيءَ اُپار ۾، انهي اونهائيءَ ۾ ويدن جا منتر پيا اُچارجن. جڏهين سنڌو، گنگا ۽ جمنا، سرسوتي ۽ ستلج ۽ سرجوءَ جي ڪناري تي رگ ويد جا شلوڪ چيا ويا هئا ۽ هومن جا خوشبودار دونهان نڪتا هئا. تڏهين دراوڙن ۽ اصلوڪن رهاڪن جي غلامي جو دور شروع ٿيو هو. آرين کي رشي دعائون ڪري، مستڪ تي چندن چهٽائي، شسترن سان ليس ڪري موڪليندا هئا تہ وڃي ڌرم جي رکشا ڪريو. اسانجي ويدن ۽ هومن ۽ آشرن جي رکشا ڪريو تہ اهي ڇا ڪندا هئا جو انسانن کي غلام بڻائيندا هئا. انهن جون عورتون وڪڻندا هئا. انهن لاءِ شهرن کان ٻاهر بستيون ناهيندا هئا. نسل جي پاڪائي ۽ صفائي ضروري هئي. جيڪو آريہ لکيل قانون جي پيچڪڙي ڪندو هو انکي انهن بستين ۾ بدر ڪبو هو. انسان جي غلامي جو سامان عروج تي هو. دراوڙن کي اجازت ملي تہ پنهنجي مذهب کي مچو. انهن پٽرن کي پوڄڻ شروع ڪيو. انهن لاءِ ڌرم مورتيون پوڄڻ هو ۽ تو مون جهڙن لاءِ گروڪل ۽ برهم گيان هئا.

انهيءَ منو سمرتي. يا (گيولڪيہ) جي سمرتي ۽ نارد جي ڪوڊ اهڙو نظام ناهيو جنهن جي زور تي انسان غلامي کي غنيمت جاتو. هو غلامي کي نجات سمجهڻ لڳو سندن ڌرم ۾ جيڪومنطق هو سو ايڏو مضبوط هو. سندن جسم ذهن ۽ علم ايترو ٿوي هئا جو جيئن غلام نند مان اٿندا ويا ۽ ڇڏائڻ جي ڪندا ويا. تيئن وڌيڪ قابو ٿيندا ويا. تو پنجوڙ ڏني آهي تتر کي ڦاسائڻ واري، شينهن کي وڪوڙڻ واري. هاٿين کي جهلڻ واري، سندن ويدمنتر جن کي شروتي چئجي ٿو يعني جيڪي خود مهارشين پرماتما کان ٻڌا. تن ۾ ڇا آهي؟ آڪسفورڊ جو جڳ پر سِڌ رگ ويد جو جاڻو پروفيسر مئڪس مُلر جنهن رگ ويد جو ترجمو ڪيو هو چوي ٿو تہ اهي ڳنوارن جا. مستن جا گيت

ناهن پر انسان جي عظمت جا گيت آهن.

تون پڙهي ڏس. اِندر لاءِ چا چيو اٿن! هاٿين لاءِ جهنگلن لاءِ اپچرائن لاءِ هو بهواهي اهڙا رچناتمڪ ۽ ڪلپناميہ آهن جهڙا منهنجي ڪنول جا شعر.

تون چمپا ڪي غلاميءَ ۾ قائم رکڻ لاءِ انڪان پڇي منهوڙي جي ڪناري تي پناهہ ونين ٿو جتي سوين هزارين لهرون تو وانگر پناهہ جي تلاش ۾ سمنڊ جي جاڪوڙ ڪان ڊڄي اچن ٿيون. تو هن جي ذري حوس ڪي آسمان تي رسايو. هنڪي انسان نہ سمجهيو پنگي سمجهي همدردي ڪئي پر حقيقت ۾ سچ ڪان ڊڄي وئين. هنڪي احساس ڪمتري ۾ وڌئي. نڪي خود اڳتي آئين نڪي هنڪي چڪيئہ مونڪي لڳو تون هر دور جي ويد وياس مُني جوشش آهين. مون توڪي نارد مني سان گڏ يڪتارو ڪڻندي ڏٺو. تو وشوا متر خلاف ۽ والميڪي خلاف فتوئا مختلف آشرمن ۾ پهچائي هئي. تو ڪنوَ مُني جي هرڻن ڪي پٺي ڊوڙايو. تون جنڪ راجا سان گڏ سندس ڪئبنيت ۾ هئين. تو ڪشڪنڌا پهاڙ جي شري رام چندر جي اچڻ وقت خوشبو سونگهي هئي. تون مهاتما ٻڌ وٽ وبو هئين. تنهنجي آتما ڪي اتي بہ شانتي ڪونہ آئي. تون شنڪر آچاريہ راما نج ۽ رامانندجا فلسفا ۽ وگيان ٻڌا. گيتائون ۽ اُپ گيتائون ۽ ٽيڪائون اچاريون. تون ڪيلاش پربت ۽ ان ڪان بہ مٿي اُپاسنا ڪرڻ وئين. تو ڪاليداس ۽ وڪرماجيت جي ناٽڪن جو ڊاريڪٽر ٿئين ۽ پرجاپتي جا گيت ٻڌا. تو ذري گهٽ نرواڻ حاصل ڪيو هو پر رڳو مون سان ملڻ لاءِ هن دنيا ۾ جنم وني آئين. پر هاڻي توڪي اُپ گيت وانگر صرف پنهنجو اڪيلو نرواڻ ناهي حاصل ڪرڻو پر انسان ذات جي ڪلياڻ ۽ نرواڻ لاءِ نئين تپسيا ۽ نئين جاڪوڙ ڪرڻ پوندي.

مون[1] پشڪر جي تيرٿ تي چار ڏينهن وچڻ چڏي ڏٺو. آئون انهي جبل تي ويس جتي پرٿويراج جو قلعو هو. مون اتي گنگ ياٽ جو راسو ٻڌو. سندس بهادري جي ڪويتا گونجڻ لڳي جيڪا اسلام ڪوٽ وارو مکي گوپالداس ٻڌائيندو هو. مون جنگ جو ميدان هستنا پور ڏٺو. ان بعد پاڻي پت تي ويس. مون اهو جنگ جو ميدان ڏٺو جتي هر غلاميءَ جي معاشري مان پيدا ٿيل خوشحال بادشاهہ سپهہ سالار ۽ مدامي غلامي ۾ قيد ٿيل سپاهي چند پهاڙي جهنگلي مگر آزاد منشن ڪان مات ڪائيندا هئا. اتي مون ڏيئي جي.

[1] پشڪر اجمير (راجستان) لڳ هڪ ڍنڍ آهي جا پاڪ ۽ مقدس سمجهي وڃي ٿي ۽ هندن جو تيرٿ (زيارت) آستان آهي.

سيٺ جي پٽ کي ليکو ناهيندي. برهم چريہ پاليندي. يوگ آسڻ ڪندي يوگ ساڌيندي. ڪرامتون هٿ ڪيل. برهم گيان سان پروين ٽيل ويد يادڪيل. ڪرشن جي گيتا ۽ راس ليلا سان پُرٽيل. گروڪل مان ڊگري ورتل. شستر وديا جو ماهر. هزارها هاٿين جي مالڪ گهوڙن جي سوارن کي جاهل اڄيان هار کائيندي ڏنو. مون کي لڳو جڻڪ فردوسي کي چوندي ٻڌندو هجان: اي آسمان توکي حيف هجي. تو ايرانين کي ڳوهہ کائيندڙن هٿان شڪست کارائي. مون ڪيترا پيرا ايئن آسمان کي چيو آهي ڪيترن کي سمجهايو آهي. هر پيري هر ڪنول کي مون چمپا کان ڊڄندي ڏٺو. هر ڪنهن کي عشق ۾ بناهمٿ بنا حوصلي ڏٺو. حساب لکندي ڏٺو حساب سارينديِ حساب ڪندي ڏٺو.ناهيندي ڏٺم ڦٽائيندي ڪونہ ڏٺم.

جڏهين مون دنيا جي ارتقا. قومن جي زوال ۽ زنده رهڻ جا اسباب معلوم ڪيا انسان جي جدوجهد آزادي غلامي مان نجات بابت معلومات حاصل ڪئي تڏهين تنهنجي پاٽيپٽ جي سمورين جنگين ۽ چمپا وٽ سمورين لاچارين جي خبر پئجي ويئي. هاٽي مونکي ترقي ۽ تنزل جي اسباب جي خبر آهي. مونکي ڪو ارمان ڪونهي تہ تون باهمٿ ناهين. سمورا صوف داغي آهن. جڏهين مون توکي ڏٺو تہ الاجي ڇو منهنجي آشا جو بوٽو تازگي ڏانهن مائل ٿيڻ لڳو آهي.

ڪاش تون اڄ هتي اڇين ها.مونکي خط لکڻ سخت ناگوار لڳي پيو. اڄ توکي ڇا ڇا نہ چوان ها. اڄ مون ڳالهہ محمد غوري[1] وٽ ڇڏي آهي. ڪيڏو خط لکان ڇا لکان ۽ ڪيئن لکان تہ جڏهين ماٺهو آزادي لاءِ ڪوشان هئا. ڪنول تنهنجي ذات واري لهاٽي پڳونداس جنهن ڪاشي وديا پيٺ ۽ بنارس يونيورسٽي ناهيا ان جاوڏا خلجي مغل ۽ ٻين بادشاهن ۽ شهنشاهن کي ورباج تي لشڪر ڪشي لاءِ پئسا ورباج تي ڏيندا هئا.

مون ڪن کي نہ سيني کي وڏا ٻناڪ هٽنديِن ٻڌو آهي. ڏرم تي ليڪچر ڏيندي ٻڌو آهي. بهادري جا قصا ويچاريندي ڏٺو آهي ۽ پوءِ سندن پيٽون ۽ مائون پيا ڪٽندا هئا. هو جيٿرا رئندا رهندا هئا. سندن پوڄا پڄن تنبورا ساز ڪٽائون ۽ ناڪر کين ذرو بہ همٿ ٻڌائي نہ سگهندا هئا. مون

[1] محمد غوري پهريون مسلمان حملي آورهو جنهن دهلي جي بادشاه پرٿوي راج چوهاڻ کي شڪست ڏني.

سندن معاشري ۾ اجتمائي ڪم ڪرڻ جي ذري بہ قوت نہ ڏني. ايترا ڪريل ۽ پست ٿيل ڏنا جو هڪ ٻئي جي لائي چائي ڪان سواءِ ڄڻڪ ڪجهہ سکيا بہ نہ آهن مٿن تعصب جي قيد جا ڪوٽ چڙهيل هئا.

آئون جڏهين ڦهريون ڀيرو لاهور ويو هوس تہ اُتي مون وڃي دروازن جي پويان اندريون لاهور ڏٺو. آئون اهو ڏسڻ ويوهوس ڪيئن ان جي ارتقا ٿي هئي. آئون تي ڏينهن لڳاتار اهي گهٽيون گهمندو رهيس جنهن ۾ مشهور ڪهاڻي ڪارڪرشن جندر گهميو هو. ٻاهريون لاهور سڀ ڏسن ٿا اندريون لاهور خير ڪي ڏسن ٿا.

مون ٽي ڏينهن ماني چڱي طرح ڪونہ کاڌي. ڇو نہ کائي سگهيس اهو قصو ٻئي ڀيري لکندس. پر مون کي اعتبار ڪونہ آيو جتي شالامار جهڙا باغ لڳي سگهن ٿا. جتي اوبر ۾ سلوڪ پنهنجي عروج تي هجي. جنهن جي سرد رات ڪيتري نہ رميٽڪ ٿئي ٿي. مون اُتي مانگهہ [1] جو مهينو ڏٺو. مون جيڪي ڏٺو ۽ محسوس ڪيو پوءِ مونکي اعتبار ئي نہ اچي تہ جتي راوي جو درياءَ وهي اتي انسان ايترو ڪِري سگهي ٿو جو پاءُ پاءُ کي قتل ڪري وحشي ٿئي. [2]

موٽندي. نوان ٽرائيڊنٽ جيٽ جهاز نڪتا هئا. ان ۾ چڙهيس. ڪيترون حسين عورتون سوار هيون. مونکي ننڊ وٺي ويئي. صرف هڪ اڌ ڪلاڪ جو پنڌ هو.مونکي ننڊ آئي ئي مَس هئي تہ ڪنهن اٿاريو. شام جي چانهہ جو وقت هو. فرينچ مادما ذيل هئي. مون چيو ڪافي. هڪ ڪافي پيتم. چيائين ٻيو ڪجهہ؟ مون چيو ٻيو ڪافي جو ڪوپ. وري فرمائش ڪيائين. چيم: آئيس ڪريم. آڻي ڏنائين. پڇيائين فرينچ ٻولي ۾ "پئرس ۾ ڪٿي رهيو هئين ڇا" چيم مون اجا ٿندو باگو بہ ڪونہ ڏنو آهي پوءِ چيم ها منهنجو دوست روبرا تي رهندو آهي. مون ڪيس چيو مادام اج شام اسان سان ڪاڪ ٽيل وائين پيو. چيائين: قبول موسيو. ايتري ۾ ڪراچي اچي ويئي. آئون نڪري وڃي مٿي رستوران ۾ ويٺس. مونکي اتي ڪرسي تي ويٺي ٽيبل تي ڪنڌ رکي ننڊ وٺي ويئي. اونده ٿي ويئي هئي بتيون ٻريون تہ مونکي اٿاريائين. وٺي هلي هوٽيليئر دي فرانس تي. مونکي ننڊ پئي آئي. جسم ۾ سخت ٿڪاوٽ. ذهن ۾ ٿڪ ايترو هو جو آئون زمين تي ڪري پوڻ

---

[1] انهي مهيني ۾ بسنت جو ميلو ۽ لغڙ اڏائڻ جي موسم ٿيندي آهي.

[2] هي اشارو 1947 جي پنجاب ۾ فسادن طرف آهي.

جي سعيي ۾ هوس. ٽيبل مون بڪ ڪرايو. سندس ڪمري ۾ وياسون. آئون سمهي رهيس هوءَ وهنجڻ ويئي. الا ڦرينچ عورت جو وهنجڻ! هو هونئن ته وهنجن ٿي ڪونه رڳو سينٽ لڳائن. پر جڏهين وهنجن ته پوءِ خوب وهنجن هن سمجهيو ته منهنجو ننڊاکڙ بهانو هو ۽ آئون سندس پويان باٿ ۾ ويندس. پر آئون ته ڪونه ويس پر سمهي رهيس. هن باهر نڪري مونکي اٿاريو. پڪڙي وٺي شاور جي هيٺيان بيهاريائين. مون کيس ڌڪي باهر ڪڍيو ۽ دروازو بند ڪري وهنتس. ٿڌي پاڻيءَ جي ڪري ننڊ لٿي. پر ذهن اڃا ڪنهن سان ڪچهري ڪرڻ جهڙو ڪونه هو. هيٺ آياسون. کيس عصر جو پئرس وڃڻو هو ۽ مونکي روهڙي پسنجر ۾ ميرپورخاص.

مونکان پڇيائين. بلڊي ميري پئندين. مون چيو اهو ايترو ته ڪڙو ٿئي ٿو. ان ۾ اصل ڳاڙها مرچ وجهن ٿا. ٽماٽي جو رس وجهن ٿا. اهڙو مڌ ڪير پئندو. پڇيائين تنهنجي روبرا وارو دوست پئندو هوندو. هن جي محبوبا پئندي هوندي اڄ تون پي ڏس. بلڊي ميري ته منهنجو پيتل هو پر مونکي پيئڻ وٽندو ناهي.

هو واپس ڪمري ۾ ويئي ۽ بلڊي ميري جي بوتل کڻي آئي. اها کيس سندس منگيندي نيوبارڪ مان موڪلي هئي. جنهن سان پرڻجڻ هوءَ ڦرينچ جوانڙي وڃي رهي هئي. مون ڪوشش ڪئي ته تڪ لڳايان ته عمر ڪيتري اٿس پر منهنجي سموري عقل اهو معلوم ڪري ڪونه جاتو. خير عمر سان اسان جو واسطو ڪونه هو.

اتي ويئي ڪائونٽر تي منهنجو آرڊر رد ڪرائي آئي. چيائين: تون مهمان ٿي مان ميزباني ڪنديس. خرچ مان ڪنديس. مون سمجهيو ته مون مردانا ڦرض بجا آڻڻ جو شوق نه ڏيکاريو آهي انهيءَ ڪري هاڻي هوءَ منهنجو ٿورو ڪڍڻ يا خرچ ڪرائڻ نٿي چاهي. ايئر هوسٽس کي سندس ڪمپني جي هوٽل ۾ رهڻ کائڻ مفت هو. هاڻي اسين دوست هئاسون. هوٽل ۾ روشني تمام گهٽ هئي. هوءَ وري ڪمري تان موم بتيون کڻي آئي. مون مڌم روشنيءَ ۾ پئرس جي خوبصورتي ڏٺي. مون مان ايترو سو خوش هئي ته آئون سندس نسوانيت کان غافل ۽ بي توجه ڪونه هئس.

مون چيو ته مون جڏهين دي طارقيوال جو ڪتاب پڙهيو هو ۽ انتي لاسڪي ۽ ڊائسي جي تنقيد پڙهي هئي ته مونکي خيال آيو هوته ڊرائٽ ائڊمنسٽريٽف تي Ph.D لاءِ مقالو لکان. هوءَ عجب کائي رهي هئي ته آئون

سندس فرينچ کي سمجهي پئي سگهيس. مونکي سائس فرينچ ڳالهائڻ کان هٻڪ ٿي رهي هئي، ڇاڪاڻ ته هوءَ سندس ٻولي ۾ آڙبڪاپ هئي ۽ آئون سيکڙات.

مون فرينچ ٻولي ۾ سندس داستان ٻڌو.

مون ڪانئس پئرس ڪميون - بئسٽائيل ۽ مکيه شاهراه شيزان ليزي بابت پڇيو. مونکي چيائين: "موسيو سوشلائيٽ؟" چيم: "ني لبرال" سندس پاءُ فرينچ زبان جي مرڪزي ادادي جو انعام يافته هو ۽ ڪتاب به ڏنائين. ڏنم پاءُ جو ذڪر گهڻو تي ڪيائين، منگيندي جو گهٽ. مون چيو: هن ملڪ ۾ ترسي پئو. چيائين: ايندڙ هفتي سندس شادي ٿيندي. جلدي هئس.

سو ذڪر هو بلڊي ميري جو. هن شراب ۾ ٽماٽي جو رس ۽ مرچ وجهندا آهن. پڇيم: هي ته مشرقي ٽيسٽ آهي. چيائين: ڪيس ان جي ٽيسٽ ڪونهي، اها سندس منگيندي جي آهي. مون چيو: برابر. اهو نمونو امريڪا ۾ رائج آهي. پر اتي به تمام ٿورو. چيم: شايد سندس پال اجائي مبالغ آميز شيءِ موڪلي آهي. چيائين: شايد ائين هجي.

ائين ڳالهيون ڪندي آڌي رات گذري ويئي. مون چيو: مونکي ماني نٿي وڻي. چيائين: ڪيس به بک ناهي. اسين ايئرپورٽ تي آياسون. سندس جهاز شام جو وڃڻو هو. هوءَ مونکي اسٽيشن تي ڇڏڻ لاءِ تيار ٿي. چيائين: ڪراچي مان واقفڪارن سان ملڻ جو موقعو ملي ويو. هن مونکي رات جي آخري پهر ۾ صدر تي ڇڏيو.

نور چشم نيلڪنٺ وڏيڪ خط نٿو لکڻ ڏي. چوي ٿو ايڏو حملو ڪرڻ مناسب ناهي. خط بند ڪريان ٿو.

توکي ساريندي، تنهنجو تنهنجو

روچي رام

٣

5_1_1975

پيارا دوست،

مون ٻڌو آهي تنهنجي طبيعت ناچاڪ رهي ٿي. منهنجي اها دعا ۽ آس آهي تون سدائين خوش صحتمند نوبنو ۽ سلامت هجين.

مونکي پنهنجي حال کان واقف رکندين تہ احسان مند رهندس.

تنهنجي گرويا ستگرو لاءِ شپ اچائون ۽ چرن وندنا. سندس نالو ۽ ڏس مونکي نہ سٽائين ها تہ بهتر.

مهيشي ۽ ٻين ٻارن ۽ پائرن لاءِ پيار.

اوهان جو،
روچي رام



حيدرآباد
11 جنوري، 1975

پيارا پرمانند

تنهنجو خط پهتو. ٻيو خط ۽ ٽيون خط سڀ مليا. ايتري قرب ڏيکارڻ لاءِ وڏي مهرباني. اڄ ڪان ونی تي ڏينهن محرم جي موڪل آهي. توکي ڄاڻ ڪيل ڪونهي. تون الاجي ڪيئن ۽ ڪٿي هجين انهيءَ ڪري ٽنڊي باگي جي زيارت ڪرڻ جو شرف حاصل ڪونہ ٿو ٿي سگهي. هتي محترم مهراج ڪيمر پال گڏجي ويو آهي انهيءَ ڪري واپس ميرپورخاص ويندا سون. شريمتي چندرا ديوي سان پڻ گڏيس. مون کيس صلاح ڏني تہ ايئن ملول بي معنيٰ ۽ دکي ذهن هجڻ ڪري چڱو ڀلو دير سان ٿيندا تنهن ڪري سئنيما تي وجو. سندن ميزبان کي چيم بہ اڄ وني وجوس. ڏنم: غريب ۽ وڏوا هجڻ ڪري ڪنهن بہ منهنجي ڳالهہ کي ٽيڪو ڪونہ ڏنو ۽ کيس زندگي جي معمولي سکن جو حقدار ڪونہ سمجهيو.

توکي البت ائين لکڻ جو حق آهي پر سچ پڇين تہ مونکي اهو ٻنهہ

ڪونہ وٺيو تہ ڪو مونکي هڪ دفعو ڪنهن پير يا مير سان گڏ ڏسي ۽ يڪدم تهمت هڻين تہ ”تون ميرن پيرن جو دوست آهين ۽ انهيءَ ڪري عام ڳالهيون تنهنجي فهم ۾ ڪونہ اينديون“. ڪنهن اتفاقيءَ يا ٿوري ملاقات کي ايترو اهم سمجهين تہ پوءِ تو پارن سان يا ٻين سان گهٽين گڏجاڻين جا طعنا پڻ ملڻ گهرجن. آئون پانيان ٿو تہ اڳ ۾ پڻ اهڙي ردعمل جو اظهار ڪيو آهي. اهو توکي ڪنهن ٻڌايو آهي منهنجو واڻ 69 يا اهڙي قسم جي ڪچهري ۾ حز ونڻ يا وقت ڪاٽڻ جي ڳالهين جو. مون ڏنو آهي تہ ڪي ڳالهيون مون بابت عجيب قصن ۽ فرضي داستانن جي شڪل اختيار ڪري ويون آهن.

تون واهہ جو منهنجو ساٿي آهين جو مونکي ڏسين هڪڙي قسم جو ماڻهوءَ وري ڪن افواهن تي پروسو ڪري مون بابت راءِ وري بي قائم ڪرين.

شايد اهو الميہ هر انسان سان پيش اچي ٿو تہ جن کي هو پنهنجي قريب سمجهي ٿو سيئي ڪيس بنهہ ڪونہ ٿا سڃاڻن. اهو هن ڪشمڪش واري زندگيءَ جو عجيب ۽ عبرت ڏيارينڌڙ واقعو آهي. هر ماڻهو جي چوگرد ڌنڌ ٿئي ٿي ۽ انجي صحيح شڪل ڏسڻ مشڪل ٿئي ٿي.

آئون توتي ڪابہ معيار ڪونہ ٿو رکان انهيءَ ڳالهہ بابت تہ تون هر گهڙي سيڪڙات شرابين وانگر پراڻا فرسوده ۽ استعمال نہ ٿيندڙ لفظ شراب، خون، ملاوت ۽ پنهنجي پيئڻ بابت استعمال ڪرين ٿو. توکي شايد اهو وهم وينل آهي تہ تون ڪو اڪيلو ۽ پهريون شرابي آهين يا شرابي هجڻ جي ائڪٽنگ ڪندڙ پيدا ٿيو آهين. ڪاش آئون توسان گڏ پيئان ۽ ننڍڙي پاٽي ۾ چپ چپڪندڙ کي اونهي تار ۾ گهيلي وجي ٻوڙي ڇڏيان ۽ عزيز برادرم چاڳارام وتي توکي ڳوليندو.

ڪرڻ چاهين ٿو پر ڪرڻ جي نڪا همت اٿئي. نڪو حوصلو ۽ نڪي لياقت. ننڍڙي خول جون ڪيتريون نہ خسيس ڳالهيون ۽ خسيس طبيعتون انهي تنهنجي ماحول ۾ موجود آهن. ڪاش انهي تنگي ۽ تنگ ۽ گهٽيل هوا ۾ تنهجا ڦڦڙ تازي ۽ توانہ هوا سان پرجي سگهن.

19 تاريخ ڪراچي ڪم اٿم. ساڳئي ڏينهن معزز سيٺ ساهو مل جي نياڻي جي شادي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ مني وڃڻو اٿم. ساڳئي ڏينهن موتي سڏو مني هليو ويندس، نہ پهتس تہ ٻئي ڏينهن ويندس. ڪوشش ڪندس تہ خود

وجان، ٻي صورت ۾ نور چشم [o] ڪيشو کي موڪليندس.

سڀني لاءِ پيار ۽ ادب تنهنجو

روچي رام



پهريون خط

ڪنول: هي خط 14 جنوري 73 تي لکيم. 15 تاريخ تي نورچشم نيل ڪنٺ آيو تہ کيس چيم تہ نقل پرمانند واري نوٽبڪ تي اُتاري وٺ ۽ صاف فيئر ڪاپي موڪلڻ لاءِ لک ۽ ٽپال ۾ موڪلي ڇڏ.

هو نڪي نقل ناهي سگهيو نڪي صاف ڪاپي. 16 تاريخ حيدرآباد هليو ويو. مون خط موڪلڻ جو ارادو لاهي ڇڏيو. اڄ 19 جنوري تي آرتوار هجڻ ڪري، هي خط نقل ڪري عرض رکجي ٿو اسانجي ڪاپي نوٽبڪ تي ڪونہ لکاٽي آهي. ڪيل واعدي موجب سمورا خط هڪ نوٽبڪ ۾ اُتاري موڪليندين تہ احسان مڃيندس.

روچي رام

19 جنوري، 1975



ميرپور خاص

جنوري 14، 1975

منهنجا ننڍڙا دوست،

اڳئين رات مون تولاءِ خط لکيو هو اهو پسند ڪونہ آيم. وري رات ٻيو خط لکيم، تنهن وقت تنهنجو 9 تاريخ پيل ڪراچي وارو خط مليو. هاڻي تہ ٻئي خط موڪلڻ جهڙا ڪونهن. وري ٽئين خط لکڻ جي مون ۾ نڪي همٿ

---

[o] ڪيشو منهنجي ٻئي نمبر پٽ جو نالو آهي.

آهي ۽ نڪي توفيق.

جيڪي ذاتي القاب ۽ جذبات مون لفظن ۾ پوتا هئا سي وري نئين سر هن نئين خط ۾ لکڻ جي طاقت ڪونہ ٿو پيانيان.

منهنجي دوست پرمانند ڏانهن تہ خط لکي چڏيم پر هاڻي ڪراچي مان گهمي موٽيل دوست ڏانهن سندس خط جو جواب لکڻو آهي. مون لاءِ خط لکڻ يا مضمون لکڻ تمام ڏکيو ڪم ٿئي ٿو. اهو طبيعت ۾ ڦيرو صرف پرمانند لاءِ آيو ۽ مون دفتر لکي ڪارا ڪيا. انهيءَ پرمانند کي خط لکڻ ڪانپوءِ آئون وڏيڪ دل جي ڳالهہ لکي نٿو سگهان. ڏک اٿم جو متي ذڪر ڪيل ٻئي خط توکي ڪونہ ملندا. انهن جي بدران هي نقل ڪيل خط خدمت ۾ عرض رکان ٿو جو نڪي منهنجي دل جي ترجماني ڪري ٿو ۽ نڪي قلم جي.

هميشه وانگر تون مهربان رهندين ۽ اسان جي خط ۾ روڙيل رنڊن کي پڙهڻ جي تڪليف وٺندين تہ نصيب ڀلارو سمجهندس. هونئن بہ مون لاءِ اها گهڻ خوش قسمتي آهي جو خط تنهنجي هٿن تائين پهچي. منهنجو واسطو خط لکڻ سان آهي.

تو ڪيتريون نہ ها ۽ نہ. نہ ۽ ها لکيون آهن. ڪراچي جي سمنڊ روبي شهر ۾ تنهنجي بڌتر آئون سمجهي سگهان ٿو.

اهو تہ ٻڌاءِ تہ مون جنهن ماڻهوءَ لاءِ لکيو هو تہ ملجو ان سان گڏيا يا نہ؟ مون چيو هو تہ منهنجي پراڻي دوست ڊاڪٽر غلام محي الدين ميهڪري (Dr.G.M.Mehkri) سان گڏججو ۽ ڪيس مهراج صوپراج جي پٽ کي ڏيکاريو ۽ اُنجي صلاح وٺو. خط ۾ ان بابت تہ ذڪر ڪونہ ڪيو اٿو. هو نفسيات جو ماهر آهي. دوا درمل ڪندڙ ڊاڪٽر ڪونهي. پر مونکي خيال آيو تہ جاڻو ماڻهو سان صلاح ڪرڻ نيڪ هو.

مون تنڊي باگي جي ائڊريس تي هڪ ننڍڙو خط لکيو هو. اهو توکي پهتو يا نہ؟ اهو بہ لکين ها خط ۾. يا اُنجو ذڪر ڪرين ها تہ دل جمعي ٿئي ها.

ڳالهہ پئي ڪيم ڊاڪٽر ميهڪري جي.

هو 1950ع ڌاري اج کان 25_26 سال اڳي ڪراچي ۾ Public speaking ۽ Journalism يعني فن تقرير تحرير ۽ صحافت پڙهائيندو هو ۽ ڪلاس وٺندو هو. آئون سندس پسنديده شاگرد هوس. هو بمبئي مان آيل هو ۽ Sociology ۾ Ph.D هو. لا ڪالج ۾ ايل ايل بي ۾ مون سان گڏ شاگرد بہ هو. سال 1951 ۾ پٽ شاهہ جي ميلي تي وياسون. انهي زماني ۾ ميلي جو نئون

شوق عام ٿيو هو. اُن ڪان اڳ پٽائي جو ميلو سرڪاري يا پڙهيل ماڻهو جي توجهہ جو مرڪز ڪونہ هو.رڳو عام ماڻهو يا خاص معتقد ويندا هئا. پٽائي سنڌ جي سياست وارن جو هتيو ڪونہ ٻڌيو هو اجا. اخبار ۾ ليک لکايو هئائون تہ اديب وغيره اچن سي اطلاع ڏين. مون خط لکيو تہ آئون ۽ ڊاڪٽر ميهڪري ايندا سون. آئون تيستائين پاڪستان کان پوءِ جي حيدرآباد سنڌ جو واقف ڪونہ ٿيو هوس. نئين يونيورسٽي اڃي ودياليہ هاءِ اسڪول جي بلڊنگ ۾ کولي هئائون . اتي پهتاسون تہ چيائون تہ اوهان جو خط پهتو هو. وڃو اڪيڊمي جي ٻاهران بس ملندي. پٽ تي ڪئمپ لڳل آهي. موجوده حيدرآباد لا ڪاليج ۽ گورنمنٽ هاءِ اسڪول کي اڪيڊمي[1] چوندا هئا.

خير، پٽ شاهہ تي پهتاسون. ان وقت واري پٽ شاهہ ۽ هن وقت واريءَ پٽ شاهہ جي وچ ۾ جاگرافي ۾ وڏو فرق آهي. ڪئمپ موجود هئي. ڪٿون پيل هيون. بندوبست هو. گاهہ لڪڙن ۽ ککن جون ننڍيون ڪئبنون ۽ چنا نهيل هئا. بيو بندوبست هو مختيارڪار ۽ تپيدار جو ۽ ڪوٽار جو. ڪو وزير اچڻو هو. ڪو سياسي بم ڦاٽو هو. اوچتو اطلاع ٿيو تہ [2]وزير ڪونہ ٿو اچي. سمورا بندوبست وارا هڪدم هليا ويا. مختيار ڪار تپيدار ۽ اٺالو هليا ويا. باقي بچياسون اسين بہ بيا ڳائڻ وارا ۽ ڪي سنڌي اديب.

ميهڪري چيو تہ ڪئمپ وارا هليا ويا تہ فڪر ڪونهي. ڪئمپ ۽ کٽولا تہ موجود آهن. جلسو تہ ٿئي ٿو. مون ڊاڪٽر کي درخواست ڪئي تہ هلو هلون. تون شهري ماڻهو آهين سيارو سخت آهي تڪليف ٿيندي. ڊاڪٽر عمر گذاري هئي دهلي ۽ بمبئي ۾. هن کي ڪهڙي خبر ٻهراڙي ۾ ڪيئن ڪٽجي. وري چيم: هلو واپس هلون. چيائين: فڪر نہ ڪر مون وٽ ڪئميرا آهي. فوٽو ڪڍنداسون واپس ڪونہ هلنداسون.

ڊاڪٽر پنهنجي گهر ۾ صرف هڪ انگريزي فيشن واري نِڪر پائيندو

---

[1] حيدرآباد کي گول بلڊنگ سامهون جيڪا هن وقت گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۽ حيدرآباد لاڪاليج جي بلڊنگ آهي سا ورهاڱي کان اڳ نولراءِ هيرانند (H.N) اڪيڊمي سڏبي هئي جا ديوان نولراءِ سندس ننڍي ڀاءُ ساڌو هيرانند کولي هئي. جتي اوائلي وقت ۾ سنڌ جو وڏو عالم ۽ خدمتگار ساڌو هرانند خود پڙهائيندو هو. ان دور جا ڪيترا اهم شخص ساڌو هيرانند جا شاگرد هئا.

[2] پير الاهي بخش ڏو وزير هو ۽ قاضي محمد اڪبر وزير. مٿن جي ايم سيد جي 47 _ 1946 واري اليڪشن جي اليڪشن پٽيشن داخل ٿيل هئي انجو فيصلو جي ايم سيد جي حق ۾ ٿيو. ٻئي پير الاهي بخش ۽ قاضي اڪبر نا اهل قرار ڏنا ويا ۽ وزارت ختم ٿي هو ميلي تي ڪونہ آيا.

هو. ڪراچي ۾، خود بمبئي ۾، هوندن بہ سيءَ تمام گهٽ پوندو هو. ڪراچي ۾ هاڻي تہ سيءَ ڪجهہ وڌيڪ پوي ٿو اڳ ۾ بنهہ گهٽ هوندو هو. سياري جا ڪپڙا بہ ڪونہ آندا هئاسون. سئيٽر اسان ٻئي رکندا بہ ڪونہ هئاسون. مون وٽ هڪ عدد ڪوٽ هو. ڊاڪٽر وٽ اهو بہ ڪونہ هو. ٿيلهي ۾ شيو جو سامان ۽ ڪي ڪتاب هئا. هاڻي خالي وارڻ جي ڪٽ تي رات ڪيئن ڪٽجي؟ ڪيئن ڪجي جو ڊاڪٽر کي تڪليف نہ ٿئي؟

اُنهن ڏينهن ۾ دڪان بہ ايترا ڪونہ لڳندا هئا. هڪ بک بيو سيءُ. ڊاڪٽر بک جو ڏاڍو هو ۽ آئون سيءُ جو. هنکي سيءُ تنگ ڪيو ۽ مونکي بک. اسان ايئن بہ چار راتيون گذاريون.

جڏهن پوءِ پٽ شاهہ وسيو ۽ نئين نموني جي ترقي تي چڙهيو تہ هڪ دوست سان گڏجي اتي ويس. ميلي جا ڏينهن ڪونہ هئا ۽ نڪي سخت سردي جا. مون راڻيءَ[1] کي اهي هنڌ ۽ وٿاڻ ڏيکاريا جتي ڪبڙ ۽ جاريون هيون جنهن کي تون بہ پسند ڪندو آهين. ڪنهن عورت جي وارن ۾ پئرس جي خوشبو هجي ۽ پگهر ۾ سينٽ مليل هجي تو اُن سان ڪبڙ ۽ لين ۽ جارين وٽ ويهي ڳالهايو آهي؟ مون هن کي چيو هن ساري ڪراڙ ڍنڍ جي ڪنارن تي رڳو جاريون، ڪبڙ ۽ لئيون هيون. اهي ياڻ ڏيکاريم جتي اوڏن جون اڏيل پراڻيون پٽيون هيون.

واريءَ واريون گهٽيون. سوڙهيون بازارون ۽ ناهموار دڙن وارو شهر هو. پراڻا اوتارا هئا، جتي آئون ۽ ميهڪري ترسيا هئاسون جتي نہ وسرڻ جهڙيون راتيون ۽ ڏينهن گذاريا هئا. وري بڌايم تہ Staford_on_Aron کي ڪيئن جوڙي ناهيو هئائون. اهو نالو شيڪسپيئر جي آبائي ڳوٺ جو آهي. چيم: هي پٽ ۽ ان جي پسگردائي ايئن نهندا جيئن انگريزن سندن عظيم شاعر جو ڳوٺ ناهيو آهي. وري شروع ڪيم. هن هنڌ پٽائي ويهندو هو مونن ۾ منهن وجهي غربت سان گذاريندو هو ۽ چوٽن ۾ ڪيور وڏل سيٽن جي خوشبو وٺندو هو. مون ايترو ڳالهايو ۽ هميشه ڳالهائيندو هوس جو هو بور ٿي پوندي هئي. منهنجي محبت جي انهي سلوڪ کان بيزار ٿي سلهہ جي بيماري جي پناهہ ۾ هلي وئي. ان ڪانپوءِ مون ڳالهائڻ، گهٽو ڳالهائڻ بنهہ

---

[1] راڻي: ديوان چيتن آنند جي نياڻي هئي هو پنجاب ۾ 1947ع جي فسادن ۾ بچي ويا هئا. ديوان پاڪستان ۾ وفات ڪري ويو. راڻي اڪيلي بچي سا پوءِ سندس چاچا اچي ڪوني ويو.

ڇڏي ڏنو. مون سان ڪو گهڻو ڳالهائيندو آهي ته مونکي راڻي ياد پوندي آهي. جيڪا منهنجي زوردار بڪ بڌي بور ٿي، ڪڪ ٿي. بيمار ٿي، بخار ٿيس ۽ موذي مرض لڳس.

وري ڪيئن بخار لٿس، بيماري دور ٿي سو جدا ۽ وڏو داستان آهي.

توسان ڳالهايو ته ڪونه اٿم پر توکي ڏسي مون ۾ گهڻو لکڻ جي عادت پئجي ويئي آهي. تو ڏانهن ايترو لکيو اٿم اهو پڙهي توکي الاجي ڪهڙي بيماري اچي ورتو آهي. جيئن هن جو علاج ڪيوسون تيئن تنهنجو به علاج ڪرڻو پوندو.

راڻيءَ جو علاج اهو ٿيو جو مون ڳالهائڻ ڇڏي ڏنو. ساڻس محبت ڪرڻ ڇڏي ته ڪونه ڏنم پر ايئن ڄاڻايم ڄڻڪ پري ٿي ويو آهيان. سندس ڦٽي جي پٽ سان منهنجي نقلي بي مروت هلت ڪان مجبور ٿي هي ديس ڇڏي هلي ويئي. تنهنجو علاج اهو آهي جو آئون توکي خط لکڻ ڇڏي ڏيان ۽ ايئن ڄاڻايان ڄڻڪ تنهنجو دوست ناهيان. تون هڪدم نيڪ چڱو ڀلو ٿي ويندين.

ڊاڪٽر[1] ميهڪري ويو امريڪا - نيويارڪ. اتي هرشيءِ تيز. ماڻهو تڪڙا هلن. اتي دنيا ڊوڙندي ڏنائين. هر ڪنهن کي پڇندو ڏنائين جو هو خود تڪجي پيو. هن تڪاوٽ لاهڻ لاءِ ڳالهائڻ شروع ڪيو. اهو ڳالهائڻ پاڪستان جي سرڪاري پاليسي جي مطابق نه هو. سندس وفد جي ليڊرياڻي پاڪستان جي پرائيم منسٽر فيروز خان نون جي زال انگريز نسل واري هئي. بيگم وقار النسا نون ناراض ٿي پيئي. چيائون واپس موڪليو مسز گل مينوالا مشهور سوشل ورڪر ۽ ٿياسافيڪل سوسائيٽي جي صدر هئي وچ ۾ پيئي. معاملو رفع دفع ٿيو پر ميهڪري ڳالهائڻ ڪونه ڇڏيو.

اهو آهي منهنجا ننڍڙا دوست مون ۾ ۽ ميهڪري ۾ فرق. مون ڳالهائڻ ۽ لکڻ ٻئي ڇڏي ڏنا. هن وٽ ٻئي جاري ۽ ساري آهين.

تو پنهنجي خط ۾ پرمانند جي ڪراچي جو وستار ڪيو آهي. تنهنجي ڪراچي ضرور دلچسپ هوندي. ڪاش آئون توکي منهنجي ڪراچي ڏيکاريان.

تون ڪراچي ۾ عورت ڏسي انجا ڪيئي روپ ڏسي وري انهن کي عجيب تشبيهون ڏيئي اُپمائون ڏين ٿو. توکي ڪيئن چوان ته عورت نڪي

---

[1] ڊاڪٽر مهڪري وڏو دانشور ۽ سنڌ دوست هو. اصل بنگلور جو هو. دهلي جي جامع مليه يونيورسٽي ۾ پروفيسر هو 1945ع ۾ سنڌ ۾ آيو هو. سنڌ جو عاشق ٿي پيو ۽ 1947ع ۾ اچي ڪراچي وسايائين شيخ اياز کيس سنڌ يونيورسٽي ۾ وزٽنگ پروفيسر ڪري مقرر ڪيو هو.

وئشيا آهي ۽ نڪي ستي. هوءَ تہ صرف عورت آهي. توکي چيل آهي تہ عورت ڌرم پتني ٿئي ٿي، ماءُ هجي ٿي، ڀيڻ ٿئي ٿي ۽ ڌي ٿئي ٿي. نہ هوءَ ڪجهہ ڪونہ ٿي ٿئي. ڌرم جو وڏو ڀوت سوار آهي. عورت سيتا، ساوتري ۽ ستيءَ جي روپ ۾ ڏيکاري ويئي آهي. پاپ ۽ پيچ جو پنجوڙ ناهيل آهي. اهو گناهہ ۽ ثواب جو فرق پتڪائي ٿو. ڪوني تي ويڻلن لاءِ اثر ويهاريل آهي تہ هي گنهگار آهن. نيچ آهن. ڪميڻيون آهن ۽ پاپ آهن. تون انهن سان همدردي رکين ٿو.

تون سماجي بنڌن لاهي سندن اصلي روپ پسين ٿو. توکي سماجي فرق کوکلو لڳي ٿو. تنهنجا جذبا صادق آهن تون حق تي آهين. پر تنهنجي تربيت جو ردعمل توکي پُڄ وارن ۽ ڌرم جي نيڪيدارن کي ڪاوڙائي ٿو. منهنجا منا، ناراض نہ ٿجان. نڪي ستي جي روپ ۾ ست ۽ وري نڪي گنهگار جي روپ ۾ گناهہ آهي. عورت عورت آهي ۽ صرف عورت. گناهہ ۽ ثواب، پاپ ۽ پيچ تنهنجي من جون ڪيفيتون آهن.

تون چو ٿو پايل جي جهنڪار ۾ سيتا يا ساوتري يا ٻي ڪا روايتي ستي ڏسين. ان ۾ عورت ڏس. ستين ۾ ست يا ست جا ٻناڪ نہ ٻڌ پر انهن ۾ هڪ عورت پس. عورت جا گهڻا روپ ناهن صرف هڪ روپ آهي. ڪٿي گهڻا روپ ڏسندو هجين پر آهي هڪ مرڪز.

تنهنجي ذهني ڪيفيت هن وقت ڪجهہ رُت ڪجهہ نرالي آهي. تون بيمار تہ ڪونہ ٿو ڏسجين، پر بدليل ضرور پيو ڏسجين. تنهنجو خط جيڪو تو ڪراچي ۾ لکيو هو ۽ ننڊي ۾ تپال حوالي ڪيو سو اڳوڻن خطن کان مختلف هو. آئون تنهنجي ڪٿي حالت بدلائي نٿو سگهان پر سمجهي سگهان ٿو. اڳ ۾ ناپسند ڳالهہ ٿي تون چڙندو هئين. ڪاوڙمان لکندو هئين. منهنجو ارادو ڪنهن بہ صورت ۾ توکي چڙ ڏيارڻ يا ڪاوڙائڻ ڪونہ هوندو هو. پر تنهنجي تکائي ۽ تيزي ظاهر هوندي هئي. هن ڀيري رڳو محبت ۽ ڪنڊ سان خط پري لکيو اٿيئي. اجا گهڻو وقت ڪراچي رهين ها تہ اسانجي مناڻ جي قلت لهي پوي ها.

پر اسين تہ صرف هميشه ڪڙي ۽ قاتل جا هيراڪ آهيون. مونکي مناڻ بنهہ ڪونہ وڻي. مون سال ٿيا، جنهن سال فائينل ايل ايل بي پاس ڪيم ڪنڊ واپرائڻ ئي ڇڏي ڏني. مون ننڊي هوندي کان هر معاملي کي بنا ڪنڊ بنا مناڻ جي هٿ ۾ ڪنيو. ڪنهن بہ موڙ تي انکي ويڃهو ڪونہ ٿيس. ان وقت

شام جو هر روز "ش" وٽ ويندو هوس. چانهه ملندي هئي. آئون چوندو هوس تنهنجي هٿ جي چانهه کي کنڊ جي ضرورت ڪانهي. مون اتي بنا کنڊ چانهه پيئڻ شروع ڪئي. شروع ۾ ڏکي لڳندي هئي. ڪڙاڻ ڪاڙهي ڇڏيندي هئي. بنا کنڊ چانهه تہ خير آئون کنڊ واري چانهه جو بہ هيراڪ ڪونہ ٿيو هوس. ڳالهه جو ڇئي وينس. ڪڙي پيٽي پوندي هئي. لاچار پي ويندو هوس. ايئن اهڙو نهي ويس جو مني چانهه بنهه ڪانہ وٽي. ڦڪي شوق سان پيئندو آهيان. مني لاچار. پوءِ اتفاق سان ڪڙاڻ محسوس ڪندو هوس. چانهه لاءِ وتس ويندو هوس. جڏهين کان هن سمنڊ پار ڪيا، اسان جو ڪڙي چانهه مان بہ مزو نڪري ويو. چانهه لاءِ سڪندا وتون.

منهنجا مِنا، تو ڇو ايتريون منيون ڳالهيون لکيون آهن. آئون ڪڙائي جو قائل آهيان.

آئون توکي مونکي ايترو قريب ٿي ننڍ ۾ ڇڪاسڻ کي ڪڏهين بہ معاف ڪونہ ڪندس.

هن کان اڳ هر خط ۾ تو ڪڙيون ڳالهيون لکيون آهن ۽ آئون هر خط مان خوش هوس. هن خط مونکي صدمو رسايو آهي. مون پل ڪئي جو توکان منهنجي خط جي جواب کانسواءِ خلاصي خط جي طلب ڪئي. مونکي ڊپ ٿيندو آهي گهٽي قرب ۾ گهڻو مناڻ وجهبو تہ يا تہ مناڻ کٽي پوندو يا ڪڙاڻ ٿي پوندي. انهيءَ ڪري آئون مٿي جاٽايل ذاتي خط جن ۾ قرب ۽ قربت وڌيڪ آهي هلڪي ميناج ۽ سيتلتا آهي تن جو جواب ڪونہ ٿو موڪليان.

مونکي ياد آهي تہ تون جڏهين ماتلي ۾ ننيڙي ميشي پرسان ستل هئين مون خط جي شروعات جي توکان گهر ڪئي هئي. خبر اٿيئي ڇا ٿيو؟ خط واري ڳالهه کانسواءِ مون ڪيتريون ئي ڳالهيون ڪيون هيون. مون ڪلاڪ کان وڌيڪ ڳالهايو. جان کٽي ڏسان تہ تون ننڊ ۾ هئين ۽ مون جٽڪ پنهنجي منهن پئي ڳالهايو. توکي الاجي ڪيڏي محل ننڊ کٽي ويئي.

توکي ايئن پيو لڳي جٽڪ جيڪي ڪجهه هيلتائين توسان ڳالهايو اٿم يا توکي لکيو اٿم سو آئون لکندو ۽ چوندو رهيو آهيان ۽ تون ننڊ ۾ آهين. آئون ڪنهن اڻ ڏٺي ۽ غير موجود يا نراڪار پرمانند سان مخاطب آهيان تون پنهنجي شڪل ۾ هڪ پرمانند آهين پر منهنجو پرمانند ڪو بيو آهي. مون سدائين توسان ملاقات ڪرڻ کان نٽايو آهي. سچ تہ هر ملاقات بعد مون دوري محسوس ڪئي آهي. ڇاڪاڻ تہ شڪل روپ ۽

ساڪار پرمانند ڪان بناشڪل بنا روپ اڻ ڄاڻ ۽ غير واقف پرمانند جي مونکي وڏيڪ ضرورت آهي. منهنجو پرمانند ڪهڙو آهي سو مونکي تو ۾ ڳولڻو آهي آئون قريب ڪونہ ايندس. منهنجي پرک ڪرڻ جي قوت ويجهو ٿيڻ سان جهڪي ٿي پوندي.

مونکي ڇا گهرجي؟ اها طلب. اهو بل ۽ اهي گهرون رويرو پيش ڪندس جواب لکيت ۾ نہ پر حاضر ۾ ونندس.

تو مون جهڙي بنا رنگ ۽ چمڪ دمڪ واري شخص کي ڪراچي شهر ۾ ياد ڪيو. ڪراچي شهر جو گناهن سان, دولت سان, سينگار سان, حرص ۽ حوس سان پريل ٿئي ٿو. جنهن جي روشني ۽ تيز بجلي اونداهين سان پريل آهي. جنهن ۾ جبل جيڏا ماڻهو ريزا ريزا ٿيل آهن ۽ واري جي ذري برابر بہ ناهن. جنهن ۾ حُسن, عقل, عشق, جنون ۽ شرافت نوٽن ۾ ڳٽجي ٿي. جتي دنيا جو هنر, حرفت, سائنس, ادب ۽ ڪلچر اوچين عمارتن جي ورانڊن ۾ اوسيڙي ۾ وهن ٿا. جنهن ۾ گڏهہ پوڪ ۽ بيوقوف ڊگهين موٽرن ۽ ايئرڪنڊيشنن ۾ ويهن ٿا ۽ گوهر اڱارن جي اگهہ تي تين وال ٿين ٿا. جتي پاڻي مهانگو باقي سڀ سستو آهي. اُتي منهنجا عزيز دوست تو مونکي ياد ڪيو تنهن لاءِ احسانمند رهندس.

ڪهڙونہ عجيب سنگر! ڪٿي ڪراچي جي هيبت, شعاع ۽ روشنيون ڪٿي باگي خان جي تنڊي جي مانائي, ماندگي ۽ افسردگي. ڪنول تنهنجي ڪلپنا تنهنجي هن خط موجب باگي واهہ جي سوڙهي ۽ تنگ وهڪري کان نڪري سمنڊ جي اونهائي تائين پهچڻ لاءِ ماندي ٿي ٿئي. تنهنجو حال ڏسي مونکي لڳو ڄڻو ٿيو جو شاعري ڪرڻ ڇڏي ڏنم آئون شاعر کي, قيدي کي ۽ عورت کي ڏسندو آهيان. زنجيرن جي ڪڙين جو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو آهي. پر مون قيدي کي ڇٽندي آزاد ٿيندي ڏٺو آهي. عورت تان مڙد جي گهاتي ڳوري ۽ مضبوط گرفت ڍري ٿيندي ۽ حملو پسپا ٿيندي محسوس ٿيندو آهي, پر الا ! شاعر!! هنکي مون ڪڏهين بہ سندس جذبن, احساسن جولانن, طوفانن مان آجو ٿيندي نہ ڏٺو آهي هو سچ ڪوڙ پاپ پيچ ۽ ڏوهہ ثواب جي پنجوڙ ۾ روز بروز وڏيڪ قابو ٿيندا وڃن. شاعر جنهن دور ۾ رهي ٿو انجي باهہ ۾ پڄري ٿو. هو نٿو نڪري سگهي اُن گرفت مان جنهن ۾ پنهنجي مرضي سان پاڻ ڦاٿو آهي. شاعر جي غلامي جو داستان ڪنهن تاريخ دان ڪونہ لکيو آهي منهنجو ارادو ڪو شاعر جو مرتبو گهٽ ڪرڻ ڪونهي . آئون سندس

خوبين افاديت ۽ مرتبي کي سمجهان ٿو. سندس مٿيري حيثيت کان انڪاري ناهيان. مونکي ارمان ٿيو جڏهين ڏٺم تہ شاعر اڃان تائين انسان جي ارتقا ۾ نجات آزادي ۽ ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ ڪري سگهيو آهي.

منهنجو مطلب آهي تہ،

جيئن هن دنيا مان چرندڙ جانور ختم (reptiles) ٿيندا ۽ گهٽ ٿيندا وڃن ٿا. جيئن مانگر مڇ نانگ وهيل ۽ شارڪ مڇ گهٽبا وڃن تئين شاعر بہ ٿورا ٿيندا پيا وڃن پر سواءِ ٿنڌي باڳي جي جنهن ۾ هر ڇوڪر شاعري ڪري ٿو حسن ۽ عشق جا گيت لکڻ وارا. بهادري جا قصا گهڙڻ وارا. آزادي جا نغما ڳائڻ وارا. صنعتي دور صنعتي معاشري جي جهٽ بنهہ جهلي ڪونہ سگهندا. جنهن ڪراچي مان تون موٽيو آهين ان ۾ گجراتي ۽ پنجابي جا. شاعر سيني تو وانگر محبوب تي لکيو آهي، عشق تي حسن تي انقلاب تي آزادي تي انسانن تي حسين ۽ دلفريب نظارن تي هر موضوع تي پر تو ڪڏهين پڙهيو آهي لکيو آهي ڪنهن وڏن شهرن جي جهڳين جهوپڙين ۽ پونگين ۽ انهن ۾ رهندڙ انسانن تي؟ ڪنهن نظم جو پلاٽ آهي انهن جي پس منظر تي تيار ڪيل؟ خبر اٿيئي انهي تهذيب ۾ ڪيترا ماڻهو جهوپڙين ۾ تنهنجي ياترا واري شهر ۾ رهن ٿا؟ 25 لک.

چو نٿا انهن تي لکن؟ چاڪاڻ تہ هي جهوپڙيون هي غليظ ۽ گندا ماڻهو گندا گهر صنعتي دور جي پيداوار آهن جنهن جي زبان جي ارتقائي منزل جي ۽ حال جي خبر اڃا تائين شاعرن کي ڪونہ پيئي آهي.

جيڪي وقت جي وهندڙ دريا ۽ ان جي ڪُنن جي وهڪري جي رمز کان واقف نہ هوندا ضرور لڙهي ويندا. ختم نيست ۽ نابود ٿي ويندا. اهڙي قسم جا ڪي خيال اسان جي قوم بابت ٿنڌي باڳي کان واپس ٿيڻ بعد هڪ پيري مون سرڳواسي سيٺ ڏاندومل لاءِ هڪ خط ۾ لکيا هئا. اهو خط مون وٽ تنهنجي فائيل ۾ پيو آهي. اهو ٽپال ۾ ڪونہ وڌو هوم. ان بدران بيو خط توڏانهن لکيو هوم. پوءِ ڏاندومل ڏانهن لکيل خط توکي ضرور پڙهائيندس.

هڪ پيري محترم دوست مولانا غلام محمد گرامي مونکان پڇيو تہ هن دور ۾ اهڙا ڪتاب لکجن پيا جيڪي عام سطح کان مِٿيرا ۽ اُچا هجن جهڙوڪ الهامي ڪتاب. مون کيس چيو تہ مون اهڙي هڪ مصنف جي تخليق جيڪا ڪيترن جلدن تي مشتمل آهي ڏٺي آهي. چيائين ڪهڙو مون چيو Arnold Toynbee جو تاريخ تي لکيل ڪتاب. جهڙي انگريزي ٻولي

لکي اٿس اهڙوئي مواد اٿس. واهہ جو ڪتاب آهي.

منجهس قومن جي ارتقا ۽ زوال جا سبب ٻڌايل آهن. مون جڏهين ڪيس پڙهيو ۽ سمجهيم تہ تعليم تہ هاڻي حاصل ڪئي اٿم هيلتائين رڳو خالي ورق پئي ورايا اٿم. ڪنول دل ٿي چويم تہ توکي سموري ڪتاب جو نہ پر سمورن ڪتابن جو تت ۽ سار لکي موڪليان. لکيو اٿس تہ ڪيئن قومون وجود ۾ اچن ٿيون. ڪيئن منجهن بقا جي صلاحيت پيدا ٿئي ٿي. ڪيئن زوال جا اسباب اُسرن ٿا. قومن ۾ موجود خوبيون فرد جون صلاحيتون، غيرتون، علم جا ذخيرا ڪنا ٿين ٿا. جيئري رهڻ جون خوبيون ۽ ناس ٿيڻ جون علامتون ڪيئن ظاهر ٿين ٿيون سندس جملي ڇپيل ڪتابن جو انبار ڪنو ڪجي تہ ايڏو وڏو ڍڳ ٿهندو جو نيويارڪ جي ايمپائر اسٽيٽ بلڊنگ کان بہ اوچو ٿي ويندو.

مون زندگي جو مقصد پاتو انهيءَ پستڪ مان. ڪاش! تون انگريزي پڙهين! توکي هتي پرسان وبهاري دروازو بند ڪري سالن جا سال رڳو اهو ڪتاب پڙهي ٻڌايان.

توئن بي تاريخ کي تهذيبن ۾ ورهايو آهي ايئن پيو لڳي موهن جو دڙو. نتي واري مڪلي جنهن ۾ تون مونکي دفن ڪري آيو هئين سي کنڊهر ناهن مقام ناهن. مُڙدن جون آرام گاهون ناهن پر جيئريون هستيون آهن. هن جي انسان جي عمر هزارين سال آهي تنهنجي گرو ياڳوت ۾ سوين هزارين سالن جي انسان جو وستار پڙهندي آهي پر توئن بي خيالي انسانن جو ذڪر نٿو ڪري پر هو ڪيترن انسانن جي توتل جي گڏيل هزارن سالن جي زندگي جو ذڪر ٿو ڪري. ڀڳوان ٻڌ جي چيلي گوتم نيلمبر سان ڪنول جي شاعراڻي يڪ جهتي آهي پر حقيقي ڪونهي. توئن بي جي پرمانند جي نيلمبر سان اهڙي مناسبت آهي جهڙڪ توسان گڏ ٿو رهي.

تهذيب جڙي ٿي. وڌي ٿي. ويجهي ٿئي ٿي ۽ هڪ شخصيت اختيار ڪري ٿي. جڏهين مردِ مومن Superman ناهي ٿي تڏهن زوال ڏانهن وڌي ٿي. ماضي جو اجايو خيال ناهي ٿي. حال کان بي خبر مستقبل کان غافل ٿئي ٿي. زوال شروع ٿئي ٿو. خيال اهڙن لفظن ۾ پوتا اٿس جهڙڪ انگريزي بولي نهي ئي توئن بي جي تاريخ لکڻ لاءِ هئي. ڪنهن وقت ٻڌائيندس اهو تاريخ دان جيڪو اجا جيئرو آهي سو ڪيئن ۽ ڪهڙي نموني ۾ تاريخ لکندو آهي.

تو لکيو هو تہ تون يونيورسٽي ۾ پڙهڻ لاءِ تيار آهين بشرطيڪ

تنهنجي گهر وارا وڏا موڪل ڏين. مون ايڏو علم جو ايمان ڪندي ڪنهن ڪي ڪونہ ڏنو آهي مون برادرم مولچند لاءِ خط لکيو هو انهي باري ۾ پر اهو ٽپال ۾ ڪونہ وڌم. مون سمجهيو تہ جنهن ڪي خود ئي علم حاصل ڪرڻ جو خيال ڪونهي هُن کي ٻيا ڪهڙو پڙهائيندا علم تہ سڀ شيءِ کان سستو آهي.قيمتي سرمايو ڪوڏين جي اگهہ ٿو ملي. تنهنجي تہ عمر ئي علم حاصل ڪرڻ جي آهي. تون وڃائي رهيو آهين. توکي خبر هوندي ماڻهن ڪهڙا ڪهڙا ڏک ڏٺا آهن علم حاصل ڪرڻ لاءِ.

مدار تنهنجي عشق جي ليول تي آهي، روچي رام جي زور ڀرڻ يا مولچند جي ها چوڻ تي ڪونهي. سسئي وانگر ڪا پنهون ڏسي ها تہ گهٽو اڳي پنيور ڇڏي بيابانن ۾ جبلن ۾ هاڙهي ۾ رلندي وتي ها.

نہ ڪٽي پڙهہ. منهنجو پوءِ بہ پيارو دوست هوندين. اجازت ڏين تہ پيار ادب ۽ نياز آڇي صحيح ڪريان.

تنهنجو پنهنجو

روچي رام

پياري ننڍڙي ميشي لاءِ.

اهڙن ٻين سيني ٻارن لاءِ شڀ اڇائون ماتا، پائرن ۽ تنهنجي شريمتي لاءِ. هتي سيئي توکي ياد ڪن ٿا. ٻائي چندرا ديوي کان سندس ۽ سندس پٽ جي طبيعت پڇجو. پرماتما ڪندو سندس لال نيڪ ٿي ويندو. منهنجو شڀ اِڇائون چئجو.

برادرم مهراج ڪينپار اچي تہ چئجوس تہ مون سان ميرپورخاص ۾ ضرور ملي.



میرپور خاص
جنوري 20، 1975

منهنجا پيارا پرمانند.

هن خط سان گڏ نئون ڇپيل ڪتاب، هڪ عظيم مفڪر سياسي دانشور فلسفي جو پنهنجي رفيق سان گڏجي لکيل پڌرنامي Manifesto by Karl Marx & Engels جو سنڌي ترجمو آهي. سو موڪليان ٿو. ڪتاب اهڙو دلچسپ رنگين ڪونهي جهڙو شعرن جو غنچو. غزلن جو ديوان. افسانن جو مجموئو يا ناول هوندو آهي. هي علمي، سائنسي ۽ سياسي ۽ فلاسافي جو ڪتاب آهي. تون جيڪر هربرٽ اسپينسر جا ڪيئي جلد سنٿيٽڪ Synthetic فلاسافي تي پڙهين تاريخ ۽ انساني ارتقا تي لئبريريون چاٽين ته به ايترو مواد هٿ ڪري نه سگهين جيترو هن ننڍڙي ڪتاب ۾ سمايل آهي.

هن ڪتاب جا ٻڌايل اکر، اجا تائين علم ۽ سياست جا خاص نڪتا سمجهيا وڃن ٿا.

تون خود ڪتاب پڙهندين ته هن ۾ هڪ ڳالهه خاص طرح نوٽ ڪندين جيڪا اسان جي ملڪ جي پڙهندڙن کي ڪجهه گهٽ دلچسپ لڳندي آهي. سا آهي ته هن ڪتابچي ۾ اڳوڻي روايتي جاگيرداري زمينداري وڏيرڪي ۽ مذهبي اجاره داري طور طريقي خلاف لکيل آهي. انهن کان جند ڇڏائي جيڪو نئون واپاري سرمائيداري ۽ خود سرمايو (Capital) ٿيا آهن تنهن تي خاص توجه سان لکيو ويو آهي. اهو سرمائيداري معاشي سسٽم اجا تائين اسان وٽ اهڙي طرح رائج ڪونه ٿيو آهي جهڙو فاضل مصنفن جي دور ۾ يورپ ۽ خاص ڪري جرمني ۾ رائج هو جتان جا هو رهاڪو هئا.

هي معمولي ڪتاب ناهي هڪ دفعي غير دلچسپ رکو لڳي ته ٻيو دفعو پڙهجو. هن قسم جا ڪتاب ضرور اهڙائي هوندا.

هن ڪتاب جي هڪ خامي آهي ساهيءَ آهي ته هي تمام تمام مختصر آهي. شايد انهي ڪري جو هي اوهان جهڙن مشغول ماڻهن لاءِ لکيو ويو آهي جن کي جلدي ۾ ترت سڀ ڳالهيون معلوم ڪرڻ جي طلب هوندي آهي. اسان پارا ته اهڙا خيال ته ڪيترن جلدن ۽ ڪتابن ۾ ڳوليندا آهن.

هن ڪتاب پڙهڻ کانپوءِ ڪيترا وسوسا، شڪ شبها، غلط اعتقاد، غلط هلت چلت سڀ رفع ٿي وڃن ٿا. اهو سمجهه ۾ اچي ٿو ته سماج ڇا آهي؟

مذهب ڇا آهي؟ قبيلو ڇا آهي؟ قبائلي معاشرو ڪهڙي شيءِ آهي؟ جاگيرداري نظام ڇا ٿيندو آهي؟ مذهبي تشدد ۽ ڊونگ ڇا ٿيندو آهي؟ ايئن ضروري ناهي تہ توهان هن ۾ لکيل سڀ ڪجهہ کي سچ سمجهيو. اهي لکيل ڳالهيون تو جهڙي ذي فهم ۽ ڪليل دماغ ۽ دل واري لاءِ ڪافي رهنمائي ڪن ٿيون تہ توهان ڪيئن پنهنجو پاڻ سوچي ڪي ڳالهيون سمجهي سگهيو جن جو انسان جي وجود، سندس معاشري، سوچ ۽ سماج سان واسطو ٿئي ٿو. ائين لڳي ٿو تہ هن ڪتابڙي ۾ جيڪي لکيو ويو هو سو ساري دنيا جي انسانن لاءِ لکيل هو. انسان خاص ڪري محنت ڪندڙ کي سندس صحيح مقام جي خبر هن ڪتاب مان پهچي سگهي ٿي. هن وقت تہ اسين علم ۽ سائنس جي ذريعي ڪيتريون ڳالهيون سمجهي چڪا آهيون. اسان تان اوندهہ جا پردا لٿا آهن پر اهو سوچ تہ 1850 ۾ جڏهين جرمن ٻولي ۾ اهو ڪتابچو شايع ٿيو هو. ڪهڙيون نہ ڳالهيون لکيون اٿس.

جنرل ايڊيٽر محترم رسول بخش نيڪ لکيو آهي تہ ”جي ماسو مليئي مال تہ پوڇارا پُر ٿين.

هي ڪتاب يورپ جي سرمائيداري نظام خلاف پورهيتن جي پهرئين حملي يعني 1848 واري پئرس ڪميون جي ناڪامي بعد ٻئي حملي جي تياري لاءِ لکيو ويو هو. هي سنڌي ترجمو 1888 واري انگريزي ترجمي تان ٿيل آهي. هي ترجمو سنو ڪيل آهي پر هن مان اهو مزو ڪونہ ٿو اچي جيڪو ليڪڪ جي نظر هيٺ ٿيل انگريزي ترجمي ۾ اچي ٿو. سنڌي ٻولي ۾ سياسي علم جي لغت اڃا تائين طئہ ڪونہ ٿي آهي، انهي ڪري اوائل ۾ ڪيترا لفظ ۽ ڳالهيون غير واقع لڳنديون.

ضروري آهي تہ آئون هن خط ۾ اهو بہ لکان جيئن پڏرنامي ۾ لکيل آهي. هر تاريخي دور جي سياسي ۽ ذهني تاريخ جو دارومدار ان دور جي هلندڙ اقتصادي پيداوار مٿا سٽا جي دستور، طريقي ۽ ان مان لازمي طرح پيدا ٿيل سياسي تنظيم هوندو آهي انهن مان ئي ان دور جي سياسي ۽ ذهني تاريخ جي سمجهاڻي ملي ٿي.

هي ڪتاب غور سان پڙهندين ۽ ان تي ويچار ڪندين تہ خبر پوندي تہ ڀڳوان ڇو خلقيو ويو. سماجي ڀڳوان، مندر وارو ڀڳوان، ساڪار ڀڳوان، اوتار، نراڪار ڀڳوان، اپنشدن وارو پرماتما سرڪاري ڀڳوان سڀ ڇو خلقيا ويا. ڀڳوان الاجي ڪيئن ۽ ڪٿي آهي؟ پر انجو سماجي ڍانچي ۾ ڪيئن

ٻئي ڏريون ڦرندڙ ۽ ڦرجندڙ استعمال ڪن ٿا سو سمجهي سگهجي ٿو. آزادي ڇا آهي؟ غلامي ڇا آهي؟ ٻانها ڇا آهن؟ مالڪ ڇا آهن؟ سردار ڪير آهن؟ جاگيردار ڪير آهن؟ قومي معتبر ڪير آهن؟ واپاري ڇا آهن؟ گهورڙيا ڇا آهن؟ سرمائيدار ڇا آهن؟ سيٺ ڇا آهن؟ شهر ڇا آهن ٻهراڙيون ڇا آهن؟ غربت ڇا آهن؟ پورهيو ڇا آهي؟ سموريون ڳالهيون صاف ظاهر پردي تي ڏسڻ ۾ اچن ٿيون.

چيل آهي تہ ڪيئن پورهيت طبقو پيڙيندڙ ۽ حاڪم طبقي يعني سرمائيدار طبقي کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهندو.

سماج منجهيل لڳي ٿو. تاريخ جي اوائلي دور ۾ پوءِ امير ويڙهو سردار، مسڪين پورهيت ۽ ٻانها نظر اچن ٿا. جاگيردار وڏيرا ڏسجن ٿا.

ڪاريگر گهورڙيا غلام ۽ هاري ملن ٿا

مصنف وارو سرمائيداري نظام فيوڊل سماج جي ڪنڊهرن مان ڦٽي نڪتو آهي. اسين اڃا فيوڊل دور ۾ آهيون.

جيئن جيئن سرمائيداري دور ايندو ويندو سرمائيدار طاقت ۾ ايندو ويندو. جاگيرداري قبائيل ۽ راجوٽي لاڳاپا ختم ٿي ويندا. سرمايہ دار طبقا سخت بي رحمي سان رنگين جاگيرداري ۽ وڏيرڪي سماجي ٻنڌن، جن بابت تون شاعري ڪندو آهين. تن کي پرزا پرزا ڪري ڇڏيندا. سڀ ٻنڌن ٽٽي پوندا. اُگهاڙي لالچ. روڪڙ ۽ پئسو سڀ ڪجهہ ٿئي ٿو. مذهبي جوش جذبو. سورهيائي جا شوقين. عقيدت، غيرت ۽ خانداني روايتن جي ڪوڪلين همدردين پنيان ڇريا هوندا آهن تن کي پئسي جي لالچ برف جهڙي ٿڌي پاڻي ۾ غرق ڪري ڇڏيندي آهي.

ذاتي قابليت بازار جو وڪائو مال هجي ٿي.

انسان کان عظيم انسان کان بہ پئسو مٿي هجي ٿو.

مذهبي ڦرلٽ. سياسي حرفتن. وهم ۽ خوش فهمين جي بدران حيواني ۽ کُلي کُلائي ڦرلٽ جاري ٿيندي آهي. ڊاڪٽر، وڪيل، پادري، شاعر، سائنسدان، فنڪار، عالم، فلسفي پگهاردار پورهيت ٿيو پون. سموريون پگهون لهن ٿيون ۽ پئسو بادشاهہ بڻجي ٿو. ڇا ٿو چئي تہ سرمائيداري گهرجي عيال ۽ ڪٽنب تان جذبات جو پڙدو لاهي ڇڏيو آهي. رت ۽ مائٽي ڦري پئسي جي مائٽي بڻجي پيئي آهي. واهہ جو تجزيو ڪيو ويو آهي. سرمائيداري دور کان اڳ جو تہ تاريخ جي وچئين دور ۾ مڙسي جو ڏيک صرف فرضي آهي يا

چئجي تہ صرف تصوير جو هڪ رخ آهي. بادشاهہ، ديوي، ديوتائون، پيم پهلوان، راجا سامت ـ سڀ جيڪي تاريخ جا ڏاڍا مڙس آهن، صرف نڪما ۽ سست ٿي پوندا آهن. سرمائيداري دور اڳوڻن سڀني ڦوڪٽن مان هوا ڪڍي ڇڏي آهي. انساني محنت الاجي ڇا ڇا نہ ڦيرائي ڇڏيو آهي! ڇا ڇا نہ ڪري ڏيکاريو آهي! سرمائيداري پيداواري جي اوزارن ۾ عجيب انقلاب آڻي ڏيکاريو.

سرمائيداري اڳوڻن سڀني قدرن کي ڏانوانڏول ڪري ڏيکاريو. وٿاڻ بدلجي ويا، مُلهہ بدلجي ويا ۽ ڪردار بدلجي ويا. دولت جا ٿهري ڪارناما هن ڪتاب ۾ ڄاڻايل آهن.

هن ڪتاب جا لکندڙ جرمن فلاسفر هيگل جا شاگرد هئا. هيگل جي فلسفي جون ٻہ شاخون ٿيون — هڪ آدرش پسندي ۽ ٻي ماديت. يورپ جي ۽ جرمني جي فلاسافرن آدرش پسندي کي ورتو ۽ مارڪس حقيقت پسندي اختيار ڪئي. خير اهو هڪ جدا موضوع آهي. ڳالهہ هئي "پڌرنامي" ڪتاب جي. سرمائيداري نظام پنهنجي پيداوار ۽ مال جي وڪڻ لاءِ مارڪيٽون ڳوليون ۽ بينڪي دور شروع ٿيو. ڪالونيون ٺهيون ۽ ڪيترا ملڪ ۽ قومون غلام ٿيون.

تون ۽ آئون سڀ غلام بڻياسون ۽ ائين سؤ سال بہ سؤ سال غلام ٿياسون. اسان جو سمورو ڌرم گيان ۽ پستڪ اسان کي بچائي ڪونہ سگهيا.

ساري دنيا جا پيداوار جا ذريعا چند ملڪن جي چند سرمائيدارن جي قبضي ۾ هليا ويا. پوءِ قانون نهيا. ڪورٽون نهيون. پارليامينٽون نهيون انهيءَ نظام جي بقاء لاءِ. مشينري حرڪت ۾ آئي. مشين باقي رهيل انسان کي پنجوڙ ۾ وڌو.

تون پڙهندين تہ ڪيئن سرمائيداري نظام پنهنجو پاڻ ۾ ڪيترا تضاد رکي ٿو. ڪيئن ان جو زوال ايندو ۽ اهو قدرتي عمل جاري رهندو. پورهئي جي ورچ ۽ ان جو اجورو ۽ ان لاءِ حڪومت جا ذريعا ڪيئن هٿ ڪبا.

مزور هجوم وانگر ڇڙوڇڙ هوندا. ڪيئن منجهن يڪجهتي پيدا ٿيندي؟ ڪيئن سڃاڻپ ڪبي تہ ڪير انقلاب دشمن آهي ڪير انقلاب دوست؟ ڪير ٿورو نقصان ڪار ڪير گهڻو نقصان ڪار؟ ڪير. سرمائيدار جي ترقي ۾ پورهيت ٿي پيدا ٿيندا. هو ٻڌي ڪندا هنن جو انگ وڌندو هو. سرمائيدار سان وڙهندا. جو پنهنجي قبر پاڻ انهي نموني سان کوٽي ٿو. هو اصل ۾ قبر کوٽيندڙ

پيدا ڪري ٿو.

مسئلي جي ٿوهه ونڻ ڪانپوءِ فاضل مصنف انجي علاج جي طرف متوجه ٿئي ٿو.

ملڪيت وڏي ٿي مزدور کي پورهيت کي گهٽ اجورو ڏيڻ سان، انهن جي ڦرلٽ ڪرڻ سان پورهيت جي سرمائيداري سان دشمني پيدا ٿئي ٿي.

سرمائيداري نظام فردن جي ئي گڏيل ڪوشش سان قائم ۽ دائم رهي ٿو. فرد سجاڳ ٿي انهي ظالم نظام کي بدلائي ڦر ڪان آجا ٿي سگهن ٿا.

اسان کي اقتصاديات ۾ پڙهائيندا هئا ته اجوري جا فولادي اصول Iron theory of wages يعني مزور کي ايترو ضرور ڏيو جو هو مري نه وجي زنده رهي پر ايترو به نه ڏيو جو سکيو رهي سگهي صرف مشين جي پرزي وانگر پيداوار پيدا ڪري سگهي.

سرمائيداري نظام جو بنياد ذاتي ملڪيت تي آهي. انهي ڪري حل جيڪو ڏسيل آهي، علاج جيڪو بڌايل آهي سو آهي ذاتي ملڪيت کي ختم ڪرڻ. تمام زبردست حملا ۽ وار ڪيا ويا .آهن سرمائيداري بچڙاين تي. ايڏو عالمانه بحث آهي جو ڳالهه تمام چڱي طرح سمجهه ۾ اچي ٿي. سرمائيداري نظام انهي پورهيت دوست مفڪر جي ڪابه جهت جهلي ڪونه سگهيو. سؤ سال ريهون دانهون ڪوڪون ڪندو رهيو پر مڙس جي هڪ ئي فڪر جي تڪر سان لرزي ويو. آخر ۾ عوام دشمن مردار سوشلزم جو ذڪر ڪيو اٿس ڪيئن جاگيردار سوشلسٽ ٿيندا.

ڪيئن چوني وچولي طبقي جا ماٺهو ڪوڙا سوشلسٽ ٿيندا.

ڪيئن ڪرستان ڪئٿولڪ. جرمن فرينچ ۽ انگريزي سوشلزم ٿيندي آخر سرمائيداري سوشلزم ٿيندي

پوءِ مختلف پارٽين جا سوشلسٽ نظريا ٿيندا.

تنقيدي ۽ خيالي سوشلزم ٿيندي

فاضل مصنف لکن ٿا ته هاٺوڪي سماجي ۽ سياسي صورت حال خلاف جيڪا به انقلابي تحريڪ جتي به هلي ٿي ڪميونسٽ ان جو ساٿ ڏين ٿا ۽ سندن مطلب فقط هاٺوڪين سماجي حالتن جو تختو زبردستي اونڌو ڪرڻ سان ئي پورا ٿيندا.

آئون جيڪر هتي ڪي پنهنجا خيال لکان پر خط تمام ڊگهو ٿي ويو

آهي. منهنجا خيال تہ پوءِ بہ پيو لکندس هن پيري رڳو پڏرنامي بابت لکي رهيو آهيان.

اهو پڏرنامو تمام اميد افزا ڳالهہ تي پورو ٿئي ٿو تہ حاڪم، ظالم حاڪم پلي ڪميونسٽ انقلاب کان ڊڄن. پورهيتن وٽ هن وقت غلامي جو زنجيرون آهن. هو زنجيرن ۾ جڪڙيل مجبور ۽ بي وس آهن. جنگ پلي لڳي. جي هارايائون تہ ڇا ويندن ڪجهہ بہ نہ. زنجيرن ۾ تہ ايئن ئي آهن جيڪڏهين کٽيائون تہ ڇا ٿيندو. کٽڻ لاءِ سڄي دنيا اٿن. نقصان ڪجهہ بہ نہ فائدو جهجهو. سڄي دنيا اڳيان آهي.

تون پڙهي تہ ٺڪو هوندين. آئون لکي ٿڪجي پيو آهيان. بہ خط پورا ڪيا اٿم. جيڪڏهين اجازت ڏين تہ پوڳ پايان.

تنهنجوبنهنجو
روچي رام



هلنڊرريل مان
30 جنوري 975

پيارا پرمانند،

مون بہ خط نيل ڪنٺ کي ڏنا هئا تہ نقل رکي خط ٽپال ۾ موڪلي ڏي اهي توهان کي پهتا هوندا. ياد هوندو تہ مون ذڪر ڪيو هو هڪ انگريزي فلم "Lady Caroline Lamb" جو جيستائين اوهان کي جاڻ ڪريان ۽ ڪراچي جو پروگرام ناهيان تيستائين فلم يڪدم لهي ويئي. منهنجي پسنديده شاعر لارڊ بائرن بابت هئي. مون جڏهين اها ڏٺي تڏهين ئي خبر پيم تہ ڪيتري نہ سني آهي. آئون ڪر توکي ٻڌايان ها تہ انهي فلم بابت پر خط جي ڊيگهہ کان ڊڄان ٿو.انهي ڪري هن پيري ڪاغذ بہ تمام ننڍو استعمال ڪريان ٿو.

پرنس نئين سئينما نهي هئي. ان ۾ ڪو چند ڏينهن هلائي فلم لاهي ڇڏيائون. منهنجي بيو پيرو ڏسڻ جي سڌ پوري نہ ٿي سگهي. ايندڙ جمعي 31 جنوري کان وري اسڪالا (Scala) سئنيما ۾ لڳائين ٿا.

مونکي ميرپور خاص جاڻ ڪر تہ ڪهڙي تاريخ تي اچي سگهندين يا ڪراچي هلندين؟ چنچر ڏينهن هلون فلم ڏسي ساڳي شام واپس حيدرآباد اچون يا ٻئي ڏينهن صبح جو موٽون.

آئون اڄ ڏرمداس جي نياڻي جي شادي ۾ شريڪ ٿيڻ وڃان ٿو. سياڻي يا پرين موٽندس. هن خط جو واپس ٽپال ذريعي جواب ڏيندين تہ مونکي ميرپور پهچڻ تي ملندو.

پيارن سان

روچي رام



ڪار پاڙو ميرپورخاص

فبروري 10، 1975

پيارا دوست،

ڪومايل ڪنول کي هن پيري سرهو ڏنم.

نورچشم سيتل جي شادي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ آئون هتان 14 تاريخ صبح جو سوير 5 بجي واري ٽرين ۾ روانو ٿيڻ جو ارادو ڪري وينو آهيان. توهان 13 تاريخ هتي ميرپورخاص پهچندا. اسين رات جي ماني تائين انتظار ڪنداسون. صبح جو گڏجي هلنداسون.

لڇمي سان صلاح ڪيم تہ مني وڃجي يا ڏيپلي؟ برادرم ۽ مهربان دوست گنگارام جو ايترو ضد، آگره ۽ زور آهي جو سندس چوڻ نہ مڃڻ جي طاقت ۽ همٿ نٿو ساري سگهان. پنهنجي ياڻرن جي گهر جڄ وڃي گهوٽيتو ٿي وڃجي. سا ڳالهہ منهنجي دل توٽي دل جي مالڪ ٻئي نٿا مڃين.

تون ايندين تہ تولاءِ ڪري ڏيپلي هلندس نہ تہ مني ملنداسون. تون منهنجي معافي سيٺ گنگارام کان وٺي ڇڏجان.

تنهنجو ڀاءُ مولچند بہ هلڻو آهي. گڏجي ايندا تہ اسين سڀ خوش ٿي اوهانجو سواگت ڪنداسون.

اوهان جو

روچي رام

منني
فبروري 16، 1975

پيارا پرمانند،

ڪيئن لکان ڪيتري ڪاوڙ اٿم.

برادر محترم چانگي مل سان شڪايت ڪيم. چيائين آئون جو موجود آهيان. پرمانند وانگر هر ڳالهه لاءِ تيار آهيان. ڪيس ڪيئن چوان تہ مونکي چا ڪپي. ساڻس تي ڏينهن گڏ رهيو آهيان. وٽس محبت جي ۽ ادب جي کوٽ ڪونهي. سنو ۽ لائق ماڻهو آهي.

تو منهنجا چار ڏينهن ضايع ڪيا آهن. آئون هتي اصل ڪونہ اچان ها. تنهنجو بڌم تہ ايندين تڏهين تہ عزيري گنگارام ۽ ٻين کي رخ ڏيکاريم ۽ ڳالهہ پڪي ٿي ويئي. سمورو ٽڪسات تولاءِ نهيو.

مون پل ڪئي جو توکي خط لکيم تہ 13 تاريخ اچ تہ ٻئي ڏينهن گڏجي هلون. چا ڏسان تہ ياءُ چانگومل ۽ مهراج محترم کيم پال اچي ويا. تنهنجو خط ڏنائون. انهن سان ملي خوش ٿيس. کين ڪيئن چوان تہ هاڻي ڏيپلي ڪونہ هلندس. هن پيري هي ننڍو خط آهي، وڏو خط متان توکي تڪليف ڏي الاجي چا لکي وجان.

فقط

روچي رام



ميرپورخاص سنڌ
فبروري 23، 1975

منهنجا پنهنجا پرمانند،

تون ڪونہ آئين.

تنهنجي ياءُ محترم چانگي مل ۽ مانواري مهراج کيم پال مونکي ٽي ڏينهن برداشت ڪيو. سندن وڏي مهرباني.

هڪ ڏينهن کين شام جو اهڙي هنڌ وني ويس جتان هڪ وڏي پٽ تان

بي يٽ ۾ لهندڙ سج چڱي طرح ڏسي تي سگهياسون. الاجي ڇا سمجهيو هوندن. مون کي لڳو تہ هو يا تہ جهالت سبب يا وري ادب وچان چپ رهيا. ٻي صورت ۾ هو منهنجي چريائي تي ضرور کلن ها. کين چيم سياٽي فلاٽي هنڌان ايرندڙ سج کي ڏسنداسون.

منهنجي طرفان سندن مهرباني مڃجان جو صرف تنهنجي نالي جي صدقي مونکي سنائون ۽ سارو وقت مون سان گڏ رهندا هئا. پنهنجي دوستن ۽ احبابن سان چڱي طرح ملي ۽ گڏجي بہ ڪونہ سگهيا.

مون تنهنجي نہ اچڻ تي ناراضگي جو اظهار ڪيو ۽ عزيز چانگي مل کي چيم منهنجا چار ڏينهن اجايا وڃايا اٿس. مونکي ڊپ آهي ڪٿي هن ايئن نہ سمجهيو هجي تہ مون سندس موجودگي کي ناپسند ڪيو آهي. حقيقت ۾ ائين ڪونہ هو. سچ تہ آئون سندن اچڻ تي پاڻ وڌيڪ خوش ٿيو هوس. سندن مهرباني سان ٿر جو سفر سولو ڪٽجي ويو. برادرم گنگارام ۽ ٻيا سيئي شادي جي ڪم ۾ مشغول هئا. محترم گنگارام تہ تمام گهڻي قرب حب ۽ قدر سان پيش آيو. گهر ڇڏي مون وٽ مهمانن لاءِ مقرر ڪيل جاءِ ۾ پرسان واري کٽ تي اچي سنتو هو. صبح جو خبر پيئي تہ انهي کٽ تي سندس سالو ستل هو ۽ سيٺ گنگارام ان سان گڏ سمهيل هو. ڪن چيو وڏي ڀاڳ وارو هو جو محبوبن جو ساءُ آيو هوندس.

حقيقت ۾ مون ٿر نہ وڃڻ جو خيال ڪيو هو. توکي خط لکي وينس پوءِ خيال بدلائڻ نيڪ ڪونہ ڄاتم. آخر اهو خيال بيهاريو هوم. اوهان جو هڪ ماٺهو مني وڃڻو هو ۽ ٻيو ڏيپلي. تون ڏيپلي لاءِ چونڊيل هئين. پاڻ ڏيپلي ڪونہ هلون ها. هتي رهي پئون ها. ايتري ۾ برادرم چانگومل ۽ مهراج اچي ويا. انهن کي ڪيئن چوان ۽ ڪهڙو سبب ڏيان. تنهنجي نہ اچڻ ڪري مونکي ڏاڍي تڪليف رسي. آئون وڏي ڪشمڪش ۾ هوس. سمورو سفر دل تي وڏي بار وانگر گذريو. هڪ نوٽبڪ گهرايم. ان ۾ تون سمجهي سگهندو هوندين تہ ڇا لکيو هوندم. توڏانهن سخت ڪاوڙ خط جي صورت ۾ لکي ويس. هاڻي ڏسان ٿو تہ ان ۾ لکيل اکرن مان هڪ اکر بہ توکي لکي موڪلڻ جهڙو ڪونهي. نئين ڪاوڙ ۾ لکڻ لاءِ مونکي لفظ ڪمزور ٿيل. ڏبيل لفظ لين نٺا. کرا ۽ تيز ۽ تکا لفظ تہ هاڻي بہ ذهن ۾ اُڀرن ٿا. سي تو جهڙي عزيز محترم دوست ڏانهن ڪيئن موڪليان. جن کي تون منهنجا خط ڏيکاريندو ۽ پڙهائيندو آهين يا پڙهائيندين سي ڇا چوندا. تي سگهي ٿو توکي انهن جي

پرواهہ ڪانهي پر مونکي تہ آهي.

ڏيپلي ۾ مني وچي مون هميشه وانگر هڪ ڳالهہ محسوس ڪئي. اها هئي شادين ۾ اجايو اڏنگو ۽ بي موقعي ۽ بنان سليقي جي خرچ. سخا انسان جي خوبي ڳڻجي ٿي. مهمان نوازي چڱن مڙسن جو شيوه آهي. ماني کارائڻ متبر مڙسن جي نشاني آهي . اسان وٽ تہ شادين تي اجايو اڏمبر، ڏيک ۽ فضول خرچ ڪن ٿا. سندن اهو ڪوڙو ڏيک، سخا، مهمان نوازي يا ماني ڪاني ڪنهن بہ متين صفت ۾ شمار نٿو ٿي سگهي. اجايو ڏاون تي ڏؤ ٿا اچلائين. ڏينهن ۾ ڪيترائي پيرا ڪيترن هنڌن تي ماني کائڻ لاءِ زور ٿا پرين ۽ زور ڪري کارائين ٿا. ايئن جٽڪ بنا ضرورت جي هارين ۽ وهائين پيا ۽ ٻُکين کي پڇن بہ ڪونہ ٿا. ڪيڏو نہ ڏؤ ۽ بک ٻنهي جو اپمان ٿئي ٿو. ڪيڏو نہ ٻهروپ ۽ ڍونگ ۽ ناٽڪ ڪن ٿا. ڪيڏو نہ ٺڪسات ۽ اجائي ڳالهہ بنا ضرورت جي بنان بک جي ڪيا وڃن ٿا.

موجوده علم ۽ سائنس هر ڳالهہ جو سبب ۽ ان جو حل پيش ڪن ٿا. مون ڪيترن مسئلن جا حل ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي، سوالن جا جواب جاڻڻ لاءِ جاکوڙ ڪئي آهي پر هن قسم جي سماجي سوچ ۽ اجائي ديکا سيکي جو مطلب سمجهي ڪونہ سگهيو آهيان. انهي سماجي رسمن جو جواب جيڪو سياسي فلسفو ۽ علم پيش ڪن ٿا سو دل سان نٿو لڳي. شايد سوشيالاجي وارا ۽ سوشل ورڪ وارا وڌيڪ سمجهندا هجن.

مونکي لڳندو آهي ڪيتريون ڳالهيون انسان جي عقل کان مٿي جون آهن، جن بابت دليل ڪٿيو پون.

سماجي ٻنڌن بہ هڪ عجيب گورک ڌنڌو آهن. جهونا خيال، جهونيون عادتون، عجيب خيال انسان جي ذهن تي مسلط ٿي وڃن ٿا. انهن کي محض عقل سان نڪي سمجهي سگهجي ٿو ۽ نڪي بدلائي ئي سگهجي ٿو. اڄن الاجي ڪيئن ٿا ۽ وڃن بہ الاجي ڪيئن ٿا. سماج سڏارڪ بہ الاجي ڪهڙي مخلوق ٿين ٿا؟

مون سوشل ورڪ ڪندڙن کي ڏٺو آهي. انهن تي الاجي ڇو ڏاڍي ڪاوڙ اٿم. پر انهي مسئلي جو ٻيو ڪو حل بہ ڪونهي. مونکي پڙهيل ڳالهہ تي ڪل ايندي آهي تہ سماجي رسمون بہ طبقاتي ڪشمڪش جو نتيجو هونديون آهن. مون مهرا جن، ڪراڙن، سيدن پيرن، پروچن، سنياسين، ڪولهين، ڀيلن ۽ ميگهواڙن جون رسمون ۽ ريتيون ڏٺيون آهن. ڪنهن ۾ بہ

ڪتاب ۾ پڙهيل حل واري ڳالهه اثر ڪندي ڪونه ڏني. توکي ياد هوندو ته ڪراچي هلندي مون رستي ۾ توهان کي ۽ جناب قاضي صاحب کي ڪيترين ڳالهيون چيون هيون ته اسانکي ڪتابي علم سان گڏ انسانن ۽ انهن جي طبيعتن ۽ سندن تاريخي خصلتن جوگهرو مطالعو ڪرڻ گهرجي. شايد انهيءَ قسم جا خيال سماجي ڳالهين. سوچن ۽ سڌارن سان لڳي سگهن.

ڪڏهين ڪڏهين مسئلي جو حل اهو به ٿيندو آهي جو بنهه مسئلي کان ئي انڪار ڪري ڇڏجي. انجي وجود کان ئي انڪار ڪجي ۽ ائين حقيقت کان اکيون پوري ڇڏجن. فراريت واري راهه اختيار ڪجي. پاسي بيهي يا ڀڄي جند ڇڏائجي.

ائين ڪجهه سائنسي سوچ رکندڙ ماڻهو ڪندا آهن. انسان جي ارتقا بابت سوچيندي جڏهين خدا جي وجود بابت منجهي پوندا آهن. حل نه ليندو اٿن. رستي کان ڀٽڪي ويندا آهن پوءِ مسئلي کان ڀڄڻ. جند ڇڏائڻ لاءِ خدا جي وجود کان انڪار ڪندا آهن. محبوب جي حسن ۽ جمال کان ڊڄي خود محبوب کان ڪنارو ڪندا آهن. مون ڪيترا ڀيرا توکي لکيو آهي ته انهي موضوع تي توکي ياد هوندو ته مون توکي چمپا کان ڀڄندي ڊڄندي پڪڙيو هو. تو مونکان پڇيو هو ته آئون اُنهن کي ڏسڻ لاءِ ڪوشان هوندس. ڪاش آئون ائين ڪريان ها. ها چوان ها. پر مونکي الاجي ڇو انهيءَ طرف خيال نه ٿيو.

خود انسان جا ڪيترا پهلو. زاويا ۽ طرف آهن جو اجا تائين سمورا نمونا ظاهر ئي ڪونه ٿيا آهن. ماءُ جي مامتا. پاءُ جي محبت. ڀيڻ لاءِ احترام انهن جي سببن ۽ بنياد تي ته اجا تائين سائنس ته خير ڪلپنا تمڪ ادب ۽ فن ئي ڪونه پهتو آهي.

موهن جي دڙي جا متي جا رانديڪا ۽ جاپاني مشيني رانديڪا. انهن جي رمز به اجا تائين ڪو تاريخي لساني يا سماجي دانشور سمجهي ڪونه سگهيو آهي. اُما جي وري وري جنم وٺڻ کي نڪي شو مهاديو سمجهي سگهيو نڪي شري ڀاڳونت لکندڙ. نڪي پڙهندڙ.

مئڪسم گورڪي جي ”ماءُ“ کي سوشلسٽ عظيم شاهڪار مڃين ٿا پر ان جو مرڪزي خيال جدلياتي ماديت جي ڪابه مدد ڪونه ٿو ڪري. دوستو سڪي جوگنهگار ڪنهن به طرح پڌرنامي ۾ جاٽايل ڳالهه موجب ڪونهي. شيڪسپيئر جو ڪوبه ڪردار انگلنڊ جي چرچ جي حڪمن

پٽاندڙ ڪونہ ٿو هلي. پٽائي جو ڪوبہ خيال صوفيزم مطابق ڪونهي. زندگي جا تضاد خود زندگي کان بہ وڌيڪ گهرا آهن.

مون آڳاٽو هڪ ڪتاب ڏٺو هو "فطرت ۾ تضاد". بجلي ۽ ٻين سائنس جي جديد ايجادن ۾ تضاد اهڙي طرح سمجهايل هئا جو ماڻهو جدلياتي ماديت کي سائنسي نموني سان سمجهي سگهي. مونکي اُن ڪتاب جو هڪ اکر بہ سمجهہ ۾ ڪونہ آيو. ڪيترا ڏينهن پوءِ مونکي عزيز[1] مليو. مون کيس انهي ڪتاب جي مشڪل هجڻ ۽ مونکي سمجهہ ۾ نہ اچڻ واري ڳالهہ ڪئي. چيائين، مون اهو ڪتاب نہ رڳو پڙهيو آهي پر سمجهيو بہ آهي. ڪائنس ڪجهہ سوال پڇيم! جواب تہ ڪونہ ڏيئي سگهيو. تو نہ جيئن پنهنجي گروءَ کان منهنجي خط تي ۽ خود مون تي راءِ لکائي موڪلڻ جي غلطي ڪئي هئي اهڙي هن بہ ڪئي. پنهنجي[2] استاد کي ڪوني آيو. جنهن واقعي تمام ڏکيون ڳالهيون سکيون ڪري سمجهايون. شايد تون اهو استاد بہ ڏسي سگهين.

انهيءَ ڪسوٽي تي مون هن فضول معاملن کي سمجهڻ، انهن جي حل ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي پر جيئن تہ ڳالهہ سمجهہ ۾ نٿي اچي تنهن ڪري ايئن ٿو ڪرڻو پويم جو چوان تہ مسئلو آهي ئي ڪونہ. ايئن انڪار بہ هڪ جدا فلسفو آهي. مونکي توکي هڪ دفعي شروتي وارن رُشين بابت چيو هو هنن بہ "نيتي نيتي"[3] چئي جند ڇڏائي.

پر ڪرتي جي جدا هستي قائم ٿيڻ ڪري انسان جي طبقن جي جدا هجڻ واري خيال کي تقويت پهتي. انهيءَ ڪري رشين شو منين، برهمڻن ۽ راجائن ڪانسواءِ ٻيا انسان نرواڻ حاصل نٿي ڪري سگهيا. باقي ٻيا سڀ ۽ غير آريہ مليڇ شودر مزور ۽ واپاري ايئن سمجهيا ٿي ويا تہ هو ٻهريون پيرو انسان جي چولي ۾ آيا آهن. اُهي اڳئين جنم ۾ انسان نہ پر ٻي ڪا مخلوق هئا. انهي ڪري اهي هن حياتي ۾ نرواڻ حاصل ڪري ڪونہ سگهندا. ڪين هي جنم ٻين جي شيوا چا ڪري ۽ خدمت ڪري گذارڻي آهي ۽ پاڻ کي

---

[1] عزيز اجڻ منهنجو پراڻو دوست آهي. خيرپور ڪاليج جو پرنسيپال ٿيو هن وقت رٽائر ڪري ويٺو آهي. وڏو ۽ سنو سياسي ورڪر هو.

[2] اهو استاد محترم عزيز سلام بخاري هو جو وڏو انقلابي ليڊر ٿي گذريو آهي. هن هارين جي جدوجهد ۾ نمايان قيادت ڪئي. ڪيترن ورڪرن جي تربيت ڪئي.

[3] "نيتي نيتي" پرماتما جي وجود بابت ويدڪ ڌرم جو فلسفو آهي تہ پرماتما بابت سوال جي جواب ۾ چيائون ائين ناهي ائين ناهي. معنيٰ خبر ناهي.

سڌاري وري انسان تي جمعُ جي تياري ڪرڻي آهي.

انهي طرح سان هڪ استحصال ڪندڙ طبقو پنهنجي حيثيت ۽ ڏولت هميشه لاءِ مدامي بڻائي مزا ماڻيندو رهندو ۽ باقي ايئن غلامي جي زندگي گذاريندا رهندا.

اهڙي ظالم نظام ۽ معاشري کي گوتم ٻڌ ڪاري ضرب هنئي. ٻڌ ذات پات پوجا پاٺ. برهمڻ ۽ کترين جي برتري ختم ڪري انهي جڳهه تي سڀني انسانن کي برابري جو درجو ڏنو. پهرئين جنم ۽ ٻئي جنم جو فرق ختم ڪري هر انسان لاءِ نرواڻ جو دروازو کولي ڏنو ۽ ائين استحصالي نظام کي لوڏي ڇڏيو. ٻڌ ايتري قدر ته عوام دوست خيال هو جو مليڇ ۽ وئشيائون خوش تي اچي ڏڙا ڏڙ شريڪ ٿيا هئا. آرين مليڇ تمام گهڻا ناهيا هئا. ڪيترا چڱا ماڻهو. عالم ۽ پنڊت به نيڪالي ڏنل هئا ۽ شهرن جي ٻاهران مليڇن جي ڪالونين ۾ رهندا هئا.

مون توکي هڪ خط ۾ لکيو هو ته مون چين کان پئرس بابت پڇيو هو ۽ اتي ٻين ڳالهين سان گڏ بئسٽائيل جو حال پڇيو هو. بئسٽائيل اها جاءِ آهي جيڪا پئرس جو قيدخانو هو جنهن ۾ فرانس جي جڳ مشهور انقلاب وقت ڪيترائي اديب شعر فنڪار ۽ دانشور قيد هئا. انقلابين پهريون حملو انهي جيل تي ڪري انهن کي آزاد ڪرايو هو.

ٻڌ فلسفي انهي نظام کي ڊاهڻ جا اسباب پيدا ڪيا ۽ ڊانو به. تنهن بعد ٻوڌين مٿي جاتايل به طبقا ناهي ورتا جيڪي مهاتما ٻڌ ڪونه ناهيا هئا پر ٻوڄ وارن پکشوئن ناهيا هئا. راجائن ۽ سندن پروهتن ناهيا هئا. جنهن موجب پکشو وغيره ائين سمجهيا ويندا هئا جڻڪ اڳ ۾ نرواڻ حاصل ڪيل آهن وري گنهگار انسانن جو ڪلياڻ ڪرڻ لاءِ جنم وٺي آيا آهن. انهن لاءِ وڻ وهار نهيا ۽ خاص ڪاڏي ۽ رهائش جا بندوبست ٿيا. ايئن وري نئين سر نئين غلامي جو نئين دور شروع ٿيو.

ان وقت جگت گرو شنڪر آچار اُٿيو. هن ادويت فلسفو اڳيان ڪيو. زبردست مناظرا ٿيا. ٻڌن جي طرف سڀ راجائون ۽ اُنهن جا پگهاردار پروهت هئا ۽ ٻئي طرف اڪيلو لنگوٽ ٻڌل فقير هو ڪهڙو نه منظر هوندو! هڪ طرف فقير اڪيلو تنها بنا يار مددگار جي ۽ ٻئي طرف راجا. انهن جون ودوان زالون. جي پڻ عالم ۽ ودوان هيون پروهت ۽ پنڊت ڪتاب. لئبريريون هيون. فوج. حڪومت. ڪامورن ۽ سيٺن ڪيترا نه ڪوڙا الزم لڳايا جوڳي تي.

لالچون رشوتون هليون. بحث ٿيا.

جوڳي جو عوامي فلسفو ڪامياب ٿي وڀو. ڇو؟

چاڪاڻ ته هن چيو ته درجو تپايل نرواڻ يا ٻڌ ٿيڻ بلڪل غير ضروري هو. هر انسان معمولي مليڇ به نرواڻ حاصل ڪري سگهي ٿو. هو اڃا اڳتي وڌيو ۽ چيائين هر پراڻي آريه. اڻ آريه. ڀڪشو. برهمڻ. مليڇ يا داس سڀيئي پرماتما جو حصو آهن. نه رڳو ايترو پر خود پرماتما آهن. هي سنسار صرف سپنو آهي. راجائي مٿيا آهي. دولت مٿيا آهي. هي نعمتون خواب آهن. آتما يعني انسان جو وجود سڀ کان مقدم آهي. نتيجو اهو نڪتو ته بنا دولت وارا به ايترا اهم ٿيا جيترا دولت وارا هئا.

مون مٿي ”ون وهار“ جو ذڪر ڪيو آهي جتي ٻڌ ڀڪشو رهندا هئا. انهيءَ جي اکري معنيٰ آهي جهنگ ۾ رهڻ جي جڳهه. اهڙو هڪ مشهور ون وهار دابيچي اسٽيشن جي ڀرسان هو. سنڌي زبان ۾ هندي وارو ”و“ بدلجي ”ب“ ٿيندو يعني ”ون“ کي پڙهبو ”بن“ ائين ون وهار بدلجي ٿيو بن بهار. هندي جي ساخت وارو ”ا“ سنڌي ۾ ”او“ ٿي پوندو آهي جيئن بلا مان ٻلو. ڪتا کي ڪتو ڪري پڙهبو سو بن ٻهار بدلجي ٿيو.بن ٻهور. جنهن کي اسين ٻنڀور چئون ٿا جتي سسئي رهندي هئي ۽ پنهون آيو هو. ٻڌ جو آبائي علائقو بهار آهي. جنهن جو نالو پڻ وِهار تان پيو آهي.

سو ڳالهه هئي جڳد گروءَ جي. شنڪر ڪانپوءِ سندس پوڀان سندس نظام ۽ فلسفي ۾ گڙٻڙ نه ڪن ها ته معاشرو نه بگڙي ها. نه پست ۽ زوال پذير ٿئي ها ۽ نه ڌاريان ڪاهي اچي ڪامياب ٿي سگهن ها ۽ نه وري هتي جي دنيا رشوت خور. بدچال ۽ بي ايمان ٿئي ها. ڳالهه سمجهه ۾ پيئي اچي ته ڇو غزني جا حملي آور ڪامياب ٿيا. هتي جو استحصالي معاشرو غلامي جو هيراڪ ٿيو. ايئن به سمجهه ۾ اچي ٿو ته ڇو اسان ترقي ڪونه ڪئي ۽ يورپ ڇو ترقي ڪئي. ڪيئن هنن نوان خيال جذب ڪيا؟ ڪيئن اسان نئين ۽ تازي هوا کان ڪنارو ڪري پوري معاشري کي سلهه جي مرض ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو.

غلامي به هڪ عجيب وڪر آهي. ڪيئن انسان ان جو هيراڪ ٿئي ٿو. پست ٿيل ۽ ڪريل انسان سڌاري ۽ ترقي جو دشمن ٿئي ٿو ۽ روايت جي ليڪي جو غلام ٿئي ٿو. اسلام جي فلسفي ۾ جيڪو انقلابي عنصر آهي سو آهي روايت خلاف سندن نظريو. هنن پوءِ روايتون ناهيون. استحصالي معاشري کي هتي ڌني ائين ٻين کي به تباهه ڪيائون خود به برباد ٿيا.

ڪاش. تون مون سان گڏ هلين تہ توکي والميڪي جي آشرم ۾ وٺي هلان جتي مليڇ نہ رڳو سنسڪرت پڙهندا هئا پر ان پوتر زبان ۾ شعر بہ چوندا هئا. هنن رامائڻ شعرن ۾ تخليق ڪئي توکي وهاري شعر چوايان. توکي اُپ گپت پکشو جي سنگ مليڇن وٽ وٺي هلان ۽ اتي اڱيان پيش ٿئي مردار ڍڳي جوگوشت. ٻڌاءِ ڪنول! اُپ گپت اتي ڇا ڪاڏو هوندو؟ انهي اُپگُپت جيڪو اهڙي ڍڳيءَ جو کير استعمال ڪندو هو جيڪا صرف ڏهن ڍڳين جو کير پيئندي هئي. جيڪي ڏهہ ڍڳيون اهڙين سؤ ڍڳين جو کير استعمال ڪنديون هيون جيڪي خاص ڪاڏو ڪائينديون هيون ۽ اپ گپت جي ڍڳيءَ جو کير پاڪباز ۽ نوخيز ڇوڪريون ڏهنديون هيون. توکي شنڪر سان گڏ موڪليان. گنگا مان هن سان گڏ تري ٻئي ڪناري تي اُپاسنا ۾ شريڪ ٿي راجا جي دربار ۾ بحث لاءِ گڏ هجين.

توکي اجمير ۾ جبل تي پرٿوي راج جي قلعي تي وٺي هلي گنگ ڀاٽ جا شعر ٻڌايان. سندس پهلوان ۽ مالهي ڏيکاريان. توکي غزني وٺي وڃان اُتي محمود جي لشڪر سان گڏ موڪليان. تون رڻ بيابان پار ڪري سومناٿ پهچين. ڪيئن استحصال ڪندڙن جي دولت فاتح جي پيرن ۾ چور چور ٿئي ٿي. توکي شير شاه سوري سان گڏ بهار وٺي هلان. جمنا, گنگا ۽ ندين ۾ پاٽي چڙهي ۽ آفيم ڪائيندڙ همايون کي شڪست ڏيئي ڪيس اسانجي هن سنڌ ۾ موڪلين. توکي خان خانان ۽ امير خسرو سامهون بهاريان تہ هاٿي چئو گوري ۽ اُنجي گگري تي شعر. سندس هڪ بہ پهيلي پڇي سگهين تہ جيڪر عورت جي حسن ماڻڻ جو سمورو مزو اچي وڃيئي توکي احمد شاهہ جي آڪاڙي ۾ پهلواني سيکارڻ لاءِ ڇڏيان. هن سان گڏ سنڌ ۽ پوءِ ياغستان موڪليان. توکي هگلي ۾ ڊونڊي ۾ ويهاري بين وڄائي ٻڌايان ها.

توکي وري مغرب طرف وٺي اچان جامع مسجد ٻاهريان اگهاڙو سرمد شهيد بازار ۾ پيل ڏيکاريان. جنهن جي هڪ شعر تي شعرن جا ديوان قربان ڪري ڇڏجن. توکي انگلئنڊ ڪئي وڃان. اُتي فرئنسز ڊريڪ وٽ نوڪري وٺي ڏيان. اُتي ڏسين تہ ڪيئن هن قيمتي ڪوٽ جنهن تي هن اسپين جي ڪالونين مان جنگ ڪري ماڻڪ موتي هٿ ڪيا هئا سي راڻي اليزبيٿ جي پيرن ۾ اُڇلائي ٿو تہ سندس سينڊل ۽ اسڪرٽ گپ ۾ نہ ڦسن. رات جو ڊريڪ راڻي سان بڪنگهام جي محلات ۾ رهي ٿو. صبح جو راڻي جيڏن ٻين عاشقن کي قتل ڪرايو تيئن ڊريڪ کي قتل ڪرائي ڇڏيو.

توکي نيلسن جي جهازن ۾ خلاصي بڻايان ته پتاتا ڪائي فرانس تي حملي ۾ شريڪ ٿين. توکي بحري فوج مان ڪڍي پئرس وٺي هلان جتي روسو جا ڪتاب پڙهي ٻڌايان. جي توکي ڪتاب رڪا لڳن ته سندس عشق جا داستان پڙهڻ لاءِ ڏيان. وڪٽر هيوگو جا ناول پڙهايان. توکي نيپولين جي لشڪر ۾ ڀرتي ڪري آسٽريا مان ٿيندو ماسڪو وٺي هلان ته ڏسين ته ڪيئن روسي ماسڪو کي باهه ڏيئي ڀڄي ٿا وڃن ۽ پوءِ ڪيئن نيپولين جو لشڪر تباهه ٿئي ٿو.

توکي ڪمپني سرڪار ۾ ڪلارڪ طور ڀرتي ڪرائي ڪلڪتي ڪوٺي اچان ۽ هن ملڪ تي حڪومت ڪرايان. اهو قانون تنهنجي صحيح سان جاري ٿئي جنهن جهڙو قانون ۽ نظام ۽ انتظام اڃا تائين انسان ناهي ڪونه سگهيو آهي. ڪيئن ڪروڙها انسانن کي چند منتظمين قابو ڪري ويٺن ٿا. جتي وليم جونس جهڙا سنسڪرت ۽ عربي جا عالم پيدا ڪن ٿا. رچرڊ برٽن جهڙا فارسي جا عالم. مئڪالي جهڙا تاريخ ۽ ادب جا ڄاڻو انگريز ۽ ٻيا ڪيترا مختلف شعبن ۾ انگريز ماهر پيدا ٿين ٿا. جيڪي هزارين ميل سفر جهاڳي گرم هوائن ۾ بيمار ٿي مچرن جو شڪار ٿيندي به هندوستان ۾ رهي علم ۽ عمل کي جاري رکن ٿا.

تو واري انهي باگي واهه جي ڪناري تي ڇا رکيو آهي؟ ڏيئي جي هٽ ۾ وري ڪهڙو وکر پيل آهي؟ واهڻ جو وکر ته ٻيو آهي. هي سنسار. هي ڪائنات جيڪي سمجهن. انهن جي قدمن ۾ ڪري ٿي. زنجيرون ٽٽل هونديون ۽ ٻيڙيون ڪليل هونديون پوءِ به غلام غلاميءَ جو هيراڪ ائين سمجهندو آهي جڻڪ غلامي جا طوق اصل ڪونه کُلندا. اصل ڪونه ٽٽندا. ڪنهن کي ڪيئن چئون ته توهين آزاد انسان آهيو. اوهان جي ٻي ست ٽنگن ۾ عجيب شڪتي آهي.

اصل خط ۾ ته توکي الاجي ڪيترين جاين تي وٺي هليو هوس پر خط ڊگهي ٿيڻ ۾ نقل ڪرڻ جي همت نه هجڻ ڪري انهن جو ذڪر ڪونه ٿو لکان. هن باب ۾ ڪن جڳهين جو ذڪر ڪري پوءِ آخر ۾ مون لکيو آهي.

ڳالهه ڪٿان ڪان ڪٿي نڪري ويئي. تاريخ جو مطالعو انسان کي خود سمجهڻ ۾ ڪافي مدد ڪري ٿو. نڪي جڳ مٿيا آهي نڪي انسان جو وجود. هي زندگي سچ هوندي به ڪيترو نه سچ کان دور آهي.

مون هتي هڪ نوٽبڪ ڏٺو هو. شايد تنهنجو هو. تون مبادا وساري ويو

هئين. مون ڪونہ ڪوليو. رات ننڊ پوچشم نيل ڪنٺ ڳالهہ ڪئي تہ تون هڪ نوٽبڪ ڇڏي ويو آهين جنهن ۾ تنهنجا ڪي ڏار مڪ مضمون لکيل آهن. اُهي مونکي ڏنائين. مون رکي ڇڏيو. اڪين جي نار وڏيڪ ڇپيو تہ هڪ وڏي مهاتما وانگر هڪ پنڊت جي اسٽائيل ۾ ليک لکيا اٿس. اندر کولي ڏٺم. پڙهڻ جو موڊ ڪونہ هو پر جنهن صورت ۾ تنهنجا اکر هئا. تنهنجا خيال لفظن ۾ پوتل هئا تنهنڪري ڏٺم. تنهنجي ايئن اهڙي نموني زيارت ٿي. تنهنجا اکر تو وانگر سُنا. خوبصورت ۽ سهڻا آهن. آئون تنهنجا خط رکو اکرن جي ڪري ڪيترا ڀيرا وري وري پڙهندو آهيان. تنهنجا خط ڪيسي ۾ ڪڻي هلندو آهيان. مون اکرن جي سائنس تي پڻ سوچيو آهي. نفسيات ۾ وري اکرن مان شخصيت جو جائزو وٺڻ سيکاريندا آهن. اکرن سڃاڻڻ جي سائنس ۾ وري اکرن جا خدو خال جو فرق سمجهائيندا آهن.

سنا سهڻا اکر اِڪثر بدصورت ماڻهن جا ٿيندا آهن جيئن منهنجا آهن. پر تو وٽ اکر ۽ صورت ٻئي خوبصورت آهن. ائين تنهنجا اکر پڙهندي ڪيترا خيال ايندا آهن. شخصيت ۽ نفسيات بابت ڪيترا اندازا ۽ نتيجا اخذ ڪندو رهندو آهيان. جيڪڏهين اکرن جو اوائلي حصو وڏو ۽ ڏنگ سان لکي ۽ آخر ۾ يڪدم ننڍو ڪري پورو ٿيل هجي تہ ائين اهڙي لکندڙ جي شخصيت بلند هوندي. جيڪڏهين اکرن کي نقلي طرح مشيني اسٽائيل ۾ لکيو وڃي تہ اهو لکندڙ حسين هوندو نہ تہ بہ سينگار ضرور ڪندڙ هوندو. ڪ جو ۽ ک جو ڏِگهي يا ڇوٽي ليڪ لکڻ مان پڻ طبعيت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. م هہ ج ن جي گول جو دائرو ڏسي اُن مان خاص قسم جي معني ملي ٿي. ڪيئن سٽ شروع ڪري ٿو ڪيئن پوري ڪري ٿو. تنهنجي مضمونن ۾ بحر هو مختلف خيالن جو جيڪي منهنجي ذهن ۾ اُڀريا. ڪيئن نفس ۽ جنسيات جا تجزيا اخذ ڪري ويس. توتي ڪيتريون تهمتون ذهن ۾ ويچاريم . ڪيئي خوبيون خيال ۾ آيون. تصور جي ڪلپنا جي عجيب دنيا ٺٺي ٿي. خيال جو اتپن ٿيڻ سائنسي عمل جي پيداوار آهي پر خيال جو اُڏامڻ ۽ تخيل جي ڊوڙ شخصيت تي مدار رکي ٿي.

سو ڳالهہ هئي تنهنجي مضمون جي. مون ڏنو ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهہ ۽ اهنڪار تي تنهنجي ڏاڍي ڪا ڪاوڙ آهي. ڪام تي تہ اصل ڪٽين ۽ ڪائين پيو. ڏيان جا گيان جا اُپاسنا جا يڳوان جا سنتن جا سادن جا دنيا جا رهنوار جا جيڪي صدين کان پراڻا نتيجا ۽ ٻولي نهيل نڪيل آهي ۽ وري

وري بار بار ورجايل زبان آهي جيڪا ايامن کان ٽڪاڻن ۾ مڙهين ۾ ست سنگن ۾ عام جام چئي وڃي ٿي سا استعمال ڪئي اٿيئي. خيالن ۾ نواڻ ۽ جدت بنهه ڪونهي. مونکي اهو ننڍو وٽي تہ ڪو تنهنجي لکيل مضمون مان ڪا ويڪ يا غلطي ڪيان يا ان تي تنقيد ڪريان. پريان سندي پار جي مڙيئي منائي سمجهڻ کپي.

اجازت ڏين ۽ ڪاوڙ نہ ڪرين تہ روايتي ڏرم بابت جو تنهنجي اکر اکر نقطي نقطي ۾ سمايل آهي ان جي فضول بيسود ۽ بي معنيٰ هجڻ بابت لکان. پر تو خاطر تنهنجي خيالن ۽ ويچارن جي عزت ڪرڻي پوي ٿي. آئون جيڪر باادب چوان تہ تنهنجي مضمونن واري ڏرم ۾ انسان جي جذبن. خيالن ۽ وجود جي اُپار کي تو ڪام ڪروڌ لوڀ موهہ ۽ اهنڪار جو نالو ڏيئي بي حس ۽ بي معنيٰ بڻائي ڇڏيو. تنهنجي ڏرم ۾ عورت ان جي حسن. جلال. جمال ۽ ان جي نکار. ان جي سينگار ۽ جواني جي وزن لاءِ ڪا جڳهہ ڪانهي. اخلاقيات جو هڪ خول نهيل آهي جو بي قدر بنا جذبي بنا صداقت وارن ماڻهن جو ناهيل آهي. ڪٿي تہ رڳو لفظن جي پرمار آهي. انسان جي وجود جي ڪيترين شين کان انڪار. حقيقت کان انڪار. روشني کان انڪار. اوندهہ کان انڪار وارو فلسفو پيش ڪيل آهي.

انسان جي آزادي. اُنجي عظمت وارن خيالن کان بلڪل ڪورو ٿو ڏسجين مضمونن جو موضوع !تنهنجو ڏوهہ ناهي. جنهن ڪمري ۾ رهين ٿو ان تي اهو رنگ ٿيل آهي توکي هرشيءِ انهي رنگ ۾ رنگيل ڏسڻ ۾ ايندي. وڏيڪ لکڻ جي حوص کي روڪي صرف ايترو لکڻ مناسب ٿو سمجهان تہ تنهنجو ڏرم حقيقت ۾ بيڪار. خصي ٿيل. سست ۽ ڪاهل انسانن بدران باعمل ۽ بهادرن لاءِ بہ هجڻ کپي.

تو ڪام سوتر يا شاستر بابت پڙهو هوندو. ڪام هڪ سائنس آهي جيڪا انسان جي اهم ۽ صادق جذبي جي سني ۽ سليقي واري باذوق نموني ۾ استعمال جو فن آهي. اهي شاعرن جا خيال تہ عورت جي اکين ۾ ڪتاريون آهن چال. ۾ بجليون ۽ طوفان آهن. وارن ۾ واسينگ آهي سي غلط ناهن. اُتلندو ناڪافي آهن. اک جي ابرو جي هڪ اشاري ۾ چال جي هڪ مستاني اشاري ۾ جسم جي گرمائش ۽ نرمائي جي ذري ڇهاءُ ۾ سندس وجود ۾ ڪيترا خزانا پوشيده آهن ڪنول تنهنجي ڪلام ۾ تہ سرهاڻ ۽ سڳنڌ محسوس ٿئي ٿي. پڳت ۽ آرتي ڪندڙ پڄن ڳائيندڙ ساڌن جون سماڌيون

پيتيندڙ پرمانند ٻڌاءِ عورت جي وجود ۾ وشوامتر جي ساري تپسيا آهي. هنومان جي اُپاسنا آهي ۽ ٻيو ڇاڇا آهي سو تنهنجي ادب وچان ڪونه ٿو لکان. ته ڪيئن سندس رس جي ساءُ اڳيان سمنڊن ۽ ساگرن جو جل ۽ انهن جي اٿل پٿل ذري برابر به ناهي.

ڪام هن ڪائنات ۽ مخلوق جو اهم نيڪ ۽ پوتر حصو آهي. هڪ حسين زاويه آهي. توکي پڙهايو اٿن ڪام بڇڙي. ڪني گندي ۽ پاپ جهڙي شيءِ آهي توکي الاجي ڪيئن يقين ڪرايو اٿن ۽ تون لکين ٿو تنهن جو مطلب ته اهو آهي ته ميناج ۾ مناڙ ڪونهي خوبصورتي ۾ رنگ ڪونهي گلن ۾ خوشبو ڪونهي.

مونکي ائين به لڳي ٿو ته تون ته صرف انهن پنجن شين جي خراب استعمال طرف اشارو ڪرين ٿو. پر مونکي الاجي ڇو ائين لڳندو آهي ته سچائي کان منهن موڙڻ لاءِ چئلينج کان ڊڄي اهڙيون اصليت کان فراريت جون ڳالهيون ڪيون وڃن ٿيون. آئون خود غلط ٿي سگهان ٿو. پوءِ به مونکي ائين لکڻ لاءِ معقول دليل ۽ تجربا آهن.

پر ائين به شايد ٿئي ته تنهنجي صحبت جي اثر ۾ سڌري وڃان ۽ انهيءَ سڌرڻ جي جذبي هيٺ ته تنهنجي ويجهو اچڻ جي پيو ڪريان. گياني جوگرو به اگياني جو داس ٿي ويندو آهي. انهي ڪري آئون آهيان.

تنهنجو داس

روچي رام



ڪار پاڙو ميرپورخاص

مارچ 2. 1976

پيارا پرمانند.

مون سمجهيو ته تون موٽڻ بعد خط لکندين يا هتي هليو ايندين. آئون 15 فيبروري تي ٽنڊي باگي کان هتي واپس آيو آهيان. تنهنجو ڪريه خط يا احوال ڪونهي.

ٽنڊي تون ڪونه هئين. آئون بهار جي موسم جي سهائي رات ۾ سمهي

ڪونہ سگھيس. جنھن تنھنجي گرو بابت تولکيو ھو ۽ جنھن جو لکيل منھنجي خط جي جواب ۾ تاثر تو پنھنجي خط سان گڏ نقل ڪري موڪليو ھو ان جي پيڙا مون ڏٺي ذھني توڙي جسماني . تو ڪيترا انسان جسماني طرح قيد ۾ ڏٺا ھوندا پر مون ھتي من ذھن ۽ روح قفس ۾ ڦٿڪندي ڏٺا.

انھي تنھنجي ڪوٺي ۾ جنھن کي اوطاق ٿا چئو ان ۾ ڪن خيالن ۾ غلطان ھوس. ڪن ۾ رات وھامي ويئي ۽ مون سادي چئين بجي صبح جو بانگ ٻڌي جا عام بانگ کان مختلف ھئي. مونکي ڄاڻ آھي تہ سُنين ۽ شيعن جي بانگ ۾ فرق آھي. پر مون تنھنجي ڳوٺ ۾ شيعن جي بانگ منبر تان لائوڊ اسپيڪر تان عمر ۾ پھريون ڀيرو ٻڌي. انھيءَ صبح جي خاموشي کي چيريندڙ آواز ۾ مون محسوس ڪيو تہ ھن ساموي ميرباگي خان جي ٽنڊي ۾ ڪو ڪونھي جو منھنجي ڪنول جي پيڙا کي سمجھندو ھجي. ھنن کي ڪٽي اعتراض ھجي ڪئرم بورڊ تي، ڪلومل سان ھلڻ تي يا ڪن ڪاغذ جي لکيل پرزن تي. ڪنھن اک جي انداز تي ڪنھن گاگھر جي چلڪندڙ پاٽي تي ڪنھن تلخ ڪلام تي پر مون ڏٺو تہ تون خود انھي گند ۾ ڦاٿو آھين. مون آڳاٽو عرض ڪيو ھو انھي کان عليحدو ٿيڻ لاءِ. تون گم ھئين انھي روايتي گھرجي آرائش ۾ جيڪا ايتري بہ ديرپا ڪونھي جو پرمانند جي ھڪ لاڏ کي بہ برداشت ڪري سگھي. ھنن ۾ دل جي وسعت ڪانھي، دماغ جي وسعت آھي. تو وٽ ٻئي ڪينھن.

ٻي رات مون ڏيئي ۾ ڪاٽي.

آڌي رات جو ڇت تي ويھي مون چوڏاري چنڊ جي چانڊني ۾ ڪاري ڪلر ۾ رھندڙ لاڙ جي مانجھي مُڙسن جو ملڪ ڏٺو. پريان انھن وٽاڻن طرف نظر ڪيم جتي کوسن جي ڳوٺ ۾ تنھنجا وڏا رھندا ھئا. زمين ڪاري ھئي ماڻھن جي پُٺن جو رنگ ڪارو ھو. ڪيترن جون تہ دليون ڪاريون بہ ھيون. شام جو مون انھي ڳوٺ جا دڪان ۽ دڪاندار ڏٺا ھئا. مون سرڳواسي پوڄنيہ ڏاندومل جي پائيوارن جيرامداس. ھوندي مل ۽ سيٺ ڏاندومل جي پٽن جو دوڪان ڏٺو. پوڙھيون ۽ بار ۽ جمالي ڏٺا. ڪولھي ڏٺا.

ڪائنات تہ حسين آھي پر زندگي بہ ڪيترين نہ گوناگون رنگن سان پريل آھي. مون انھيءَ ڏيئيءَ جي بازار ۾ لاڙ جا غريب ماڻھو ۽ ڪي وڏيرا ھلندي ڏٺا.

ڪيترن کي زندگي کان غافل ڏٺم. لڳم ھي سڀ ڪيئن نہ اھڙي

واچوڙي ۾ اهڙي طوفان ۾ وهندا وڃن ٿا ۽ وهندائي رهن ٿا. هنن کي طوفان جي سمت جي خبر ڪانهي. واچوڙي جي وٽ ۽ وڪڙ جي سڌ ڪانهي. تنهنجو دڪان ڏنم. اُن تي ڪم ڪندڙ ڏنم. خيال ڪيم زندگي ڪيتري نه وسيع ۽ اونهي آهي پر لڳندو اٿم اها ڪيتري نه مختصر آهي ڪيتري نه معنيٰ خيز آهي. رات هتي ميرپورخاص ۾ شيخ اياز آيل هو. هڪ تقريب ۾ منهنجي پراڻي دوست مولانا غلام محمد گرامي جيڪي چيو تنهن دل دخوش ڪري ڇڏي. زندگي ان جي اهڃاڻ ان جي فڪر ۽ ڏرتي ان جي خزانن ۽ انسان جي جستجو تي اهو ڪجهه چيائين جو جيڪر توکي ساري رات سمجهايان. تقرير کان اڳ ۾ هو منهنجي پرسان ويٺو هو ۽ اسان مرڪزي خيال بابت ڳالهايو هو هن ساڳيو خيال ورجايو.

تنهنجو پنهنجو فقط

روچي رام



ميرپور خاص

مارچ 11، 1975

نندڙا ۽ پيارا ڪنول.

تنهنجي سهري ديوان ليلارام سان ملڻ جو خيال هوم پر گڏجي ڪونه سگهيس. مونکي پسند ايندو آهي چاڪاڻ ته هو غور سان اسان جون ڳالهيون ٻڌندو آهي. هو پڙهيل آهي NJV هاءِ اسڪول جو پراڻو شاگرد آهي انهيءَ ڪري سمجهڻ جي صلاحيت رکي ٿو.

ٻنوري ۾ تو شايد اهو تاثر ورتو هجي تنهنجي ڪن ڳالهين ۽ ڳالهائڻ کي مون ناپسند ٿي ڪيو. منهنجا دوست ائين ڪونهي. تنهنجي انهيءَ Shrill وانگر مِني آواز ٻڌڻ جي مونکي هميشه تانگهه رهندي آهي. تنهنجو آواز مني ماکي جي لار وانگر آهي ۽ جڏهين تون ڳالهائيندو آهين ته مونکي مانڊ ڪرڻي پوندي آهي.

تنهنجي ڳالهائڻ مان مون اهو تاثر ورتو ته تنهنجي سمجهه ۽ ذهن جو معيار بلند آهي صرف اينتري ڳالهه جي ضرورت آهي ته توکي محسوس ٿيڻ

ڪپي تہ ڇا اهم آهي ڇا گهٽ اهم ۽ ڇا غير اهم آهي.
آئون ڪيترن ڏينهن کان تنهنجي خط جو انتظار ڪري رهيو آهيان. الاجي ڇو خط نٿو لکين. نيڪ آهين يا نہ. ڪٿي آهين يا ڪنهن ڪم ۾ تمام گهڻو مشغول آهين. متان ناراض تہ ڪونہ ٿي پيو آهين. ائين بہ هجي تہ جنهن خط جو مون ۾ نورچشم نيل ڪنٺ ذڪر ڪيو هو انجي انتظار ۾ هجين. ڪُجهہ بہ هُجي هن پيري تنهنجي خط جو گهڻو انتظار ڪيم.
اسان سيني طرفان تنهنجي ڪٽنب وارن لاءِ شُڀ ڪامنائون.
تنهنجو پنهنجو پيارن سان
روچي رام

قلم تازو
راولپنڊي 9.4.75
هي پراڻو خط نمبر 2 مون وٽ بئگ ۾ پيو هو اج هتان ٽپال ۾ وجهان ٿو خط نمرا نيلو وٽ آهي. روچي.



ميرپورخاص سنڌ
مارچ 13، 1978

قابل احترام ساٿي،
تنهنجو خط ڪونہ ٿو اچي. يا تہ ڪا ڪاوڙ اٿيئي يا تہ منهنجي صبر کي آزمائڻ چاهين ٿو. الاجي تون اجا ساهورن جي ڳوٺان موٽيو آهين يا نہ؟ اسين اتان صبح جو توکان موڪلائڻ کانسواءِ روانائي وياسون. اجا سوير هئي، تنهنجي اٿڻ جو وقت ڪونہ ٿيو هو. ائين بہ ٿي سگهي ٿو تہ تنهنجي صحت اوجاڳا برداشت نہ ڪري سگهندي هجي. ننڊ نہ اچڻ جا گهڻيئي سبب ٿين ٿا. ننڊ گهٽ اچڻ جا بہ ڪيئي ڪارڻ آهن.
اسين بيمار آهيون. اسان جي عمر بيماري ٿيڻ جي آهي. توکي تہ هن ننڍي عمر ۾ بيمار نہ ٿيڻ گهرجي. بيمار ٿين ٿو تہ وري اُن بيماري سان گهارڻ سک. بيماري پڻ هڪ ساٿي ٿئي ٿي. اُن سان سُلوڪ سان گهارڻ، ڪاٽڻ ۽ نباهڻ بہ هڪ ڏات ۽ فن ٿئي ٿو.
تو مونکي ڪراچي مان خط لکيو هو. ساڳي جڳهہ تان گذريل آرتوار

جي رات جو مون توڏانهن خط لکڻ جي ڪوشش ڪئي. مشڪل سان ٻه صفحا لکي سگهيس. خط توڏانهن موڪلڻ جهڙوڪ ڪونه هو انهي ڪري ان جي بدران ٻيو خط لکي موڪليو هوم اهو پهتو هوندو.

مون اُتي پنهنجي ميزبانن کي چيو ته اچو ته توهان وٽ انگريزي ۾ جيڪو "گيتا رهسيه"[1] آهي سو گڏجي پڙهون. پڙهيوسون ته ڪونه پر رڳو آئينده پڙهڻ جو پروگرام رٿيوسون. مون جڏهين پهريائين اهو ڪتاب پڙهيو هو تڏهين منهنجي من جي ڪيفيت عجيب بڻي هئي. دل پيئي چويم ته توکي ان بابت ڪجهه لکي موڪليان ته ڪيئن ٻين ڌرم شاسترن کان اهو وڌيڪ ڪارائتو ڪتاب آهي. توکي ياد هوندو نه هڪ پيري تو لکيو هو. "نرورتي ۽ پرورتي" جو تاريخي پس منظر. آئون اهو پڙهي خوش ٿيو هوس ۽ تنهنجي ذهانت ۽ جاڻ جو قائل ٿيو هوس. مون ان وقت جواب ۾ اُن بابت ڪونه لکيو هو. پر هاڻ جيئن ته اهڙي ڳالهه جو ذڪر نڪتو آهي ته تنهنجو داد رهيل آهي سو ڏيان ٿو. انهن ٻنهي ڳالهين جو پڻ نبيرو ڪيل آهي هن ڪتاب ۾.

تنهنجي خط جو مفهوم مونکي ياد آهي: تو لکيو ته[2] نرورتي ۽ پرور تي ٻه لازم ملزوم ڪيفيتون آهن. جيڪي ڌرم جي ارتقا ۾ ماضي، حال ۽ مستقبل جي وهڪري ۾ عمل ۽ رد عمل طور هلنديون رهنديون. تنهنجو مطلب اهو هو ته ڪنهن دور جي تقاضا نرور تي هوندي ته ان وقت سڀ ڪجهه تياڳ ڪرڻ ضروري ٿيندو ۽ ٻيءِ وري ضرورت پرورتي جي ٿيندي. گيتا کي تو انهي ڪشمڪش ۾ پرورتي واري دور جي هڪ جهلڪ ڏٺي. توکي تنهنجو خيال ۽ تنهنجي راءِ مبارڪ هُجن. آئون انهن جو قدر ڪريان ٿو. آئون تو جيترو ڌرم ۽ برهم گيان جو ڄاڻو ڪونه آهيان جو تنهنجي ڳالهه ڪاٽي جواب ڏيئي سگهان. تون ايتري ته مونکي آزادي ڏيندين جو پنهنجو جاهلانه ۽ آزادانه ويچار رکان. توسان شامل راءِ نه ٿيان. ائين ٿي سگهي ٿو جو اها منهنجي بدقسمتي سمجهي وڃي جو توسان ۽ تنهنجي راءِ سان سهمت ڪونه ٿو ٿي سگهان.

نرور تي ۽ پرور تي تاريخي ارتقا جون ڪيفيتون ناهن. ماڻهن

---

[1] گيتا رهسيه: لوڪمانيه تلڪ جو پيگود گيتا تي لکيل ڪتاب.

[2] نرورتي معنيٰ دنيا ۽ دنياداري کان ڪنارو ۽ نرورتي معنيٰ دنيا ۽ دنياداري ۾ الجهجڻ

معاشري ۾ انهن جي پرمپرا جون اجتماعي ضرورتون ناهن پر صرف اڪيلي فرد جون ۽ سندس عمل جون ڪيفيتون آهن. بئي ڳالهيون هڪ ئي دور ۾ ۽ ساڳئي وقت ڪارفرما ۽ عمل پيرا هونديون آهن. فرد پرورتي ۾ رهي پوءِ تياڳ ڪري نرور تي ۾ داخل ٿئي ٿو. وري هن کي پرورتي ۾ پوڻ جو ڪهڙو ضرور. آئون نٿو سمجهان ته ڪو ڪنهن تاريخي دور لاءِ اهي ڳالهيون انهي پيرائي ۾ موجود ٿي سگهن ٿيون.

انهيءَ فرق سمجهڻ سان ڌرم يا مذهب يا عقائد واري ذاتي صورت هڪ پاسي ۽ بئي پاسي کان سماجي ڌرم اجتماعي اخلاقيات ۽ پڻ ڌرم جو اصلي مطلب سمجهڻ ۾ سهوليت ٿيندي.

حقيقت ۾ ڌرم ڪا ذاتي چيز ڪونهي. اهو سماجي ۽ اجتماعي سرمايو آهي. ڌرم کي خود غرض ماڻهو پنهنجي ذات لاءِ استعمال ڪري ذاتي غرض ۽ مقصد لاءِ استعمال ڪن ٿا. پوڄا پاٺ، آرتي ۽ نام سمرڻ مان نڪي فرد کي ۽ نڪي قوم ۽ سماج کي ڪو خاص فائدو آهي ۽ ڪو نقصان به ناهي پر اهو صرف سماجي ديکا سيکي لاءِ ۽ نمائش لاءِ ڪيو وڃي ٿو. پوءِ ائين ڪندڙ پنهنجو پاڻ کي افضل ڄاڻائي ٻين جو استحصال ڪرڻ لاءِ ليسن هولڊر ٿئي ٿو. سندس ڪلياڻ ٿيندو يا نه باقي ٻين لاءِ مصيبت بڻجي پوي ٿو. ڌرم کي ائين ورتو وڃي ٿو ته ٻين جي عقيدن ۽ عملن ۾ دست اندازي ڪئي وڃي. ائين نٿا چون ته ڪين خود ڇا ڪرڻ کپي. تنهن ڪانسواءِ هو نئين سوچ، نئين تحقيق کي بريڪ ڏيئي اڳتي وڌڻ خلاف بند ٻڌي بيهن ٿا. موجوده ڍانچي جو تحفظ ڪن ٿا ۽ اهڙي قسم جي بند ٿيل جمود کي ڌرم سمجهن ٿا. مونکي خيال ايندو آهي ته اهڙيون ڳالهيون انهيءَ نموني ڪرڻ سان تون متان ڪنهن غلط فهمي ۾ نه مبتلا ٿي پوين ۽ مون تي ڪي فتوائون نه جاري ڪرين. ٻين جي فيصلن جي ته مونکي پرواهه ڪانهي پر تنهنجي راءِ جو تمام گهڻو فڪر رهندو اٿم ۽ اها منهنجي لاءِ وڏي وٿ ۽ سرمايو آهي انهي ڏپ کان وڏيڪ نٿو لکان.

رات منهنجي هڪ قريبي دوست وٽ ذڪر هليو دعا جي مسئلي تي. هو بحث ۽ ڳالهه سخت ۽ کُهري انداز ۾ ڪندو آهي. چيائين هي ڪائنات يا ان جو خالق ۽ سرشتي جو ڪم ڪو ڪنهن فرد جي مرضي پسندي خواهش يا دعا يا طلب يا ضرورت جو محتاج ڪونهي. اهو پنهنجي بنيادي قانون موجب هلي پيو. انهي ۾ ڪا ڦيرڦار توهان جي دعا لاءِ سيڙجي ڪونه

وهندي هي مانداڻ ڪنهن فرد جي پسندي يا ناپسندي جو محتاج ڪونهي. ڪنهن جي خواهش هن برهمانڊ جي اٽل قانون کي ڦيرائي نٿي سگهي.

هي تہ ٿيون فطرت جون ۽ قدرت جون هن برهمانڊ جي جوڙجڪ ۽ ان جي محرڪ هجڻ جون ڳالهيون. پوءِ انهيءَ ۾ پرمانند يا سندس سماج ڪٿي ٿي اچي بيهي ۽ انجون پسنديون، ناپسنديون، خواهشون، حرص، حَوس ڪئين ٿا نهن ۽ اثرانداز ٿين سي جدا ڳالهيون آهن. منهنجا ڪنول، ڪهڙي نہ خشڪ ڳوڙهي ۽ دير هضم موضوع ۾ اچي پيو آهيان. جو نوجوان ڪنول جهڙو شاعر هجي اُن سان ڪومل ۽ سڳنڌت ڳالهيون ڪرڻ کپن نہ ڪي هئڙيون بي رس ڳالهيون.

جيڪا ڳالهہ گيتا رهسيہ جي پڙهي ڪيم سا ڪجهہ ذهن مان وسري نہ وڃي، انهي ڪري اُن جو ذڪر ڪري ٿو ڇڏيان.

اڳ ۾ هڪ خط لکي نورچشم نيل ڪنٺ جي حوالي ڪيو هوم جو هن اجا تائين توکي الاجي موڪليو آهي يا حيدرآباد ۾ رکيو ويٺو آهي. تنهن ۾ مون هندو ڌرم جي دوِي ويد- ٻُڌ ۽ ادويد ۽ شنڪر آچاريہ جي فلسفي جو ذڪر ڪيو آهي تہ ڪيئن ڌرمي فلسفا انسان جي آزادي جي جدوجهد ۾ ارتقائي منزلون طئہ ڪندا آيا آهن. ڪاش تون پهريائين اهو خط پڙهين ها ۽ پوءِ آئون هي خط لکان ها.

گيتا کان اڳ ۾ عمل واري زندگي، جدوجهد واري، ڪرم واري ۽ سنساري فرض واري زندگي ڪا خاص معنيٰ ڪونہ رکندي هئي. تپ هئا، هوم هئا، گيان هئا، وگيان هئا ۽ اُپا سنا هئي ۽ ٻيو هي هو تہ هي زندگي مٿيا[❶] هئي. ان ۾ هڪ فرد جو وجود تہ ٻنهہ بي معنيٰ هو. سندس ڪرم ۽ وري سندس روزمره جي خانگي سماجي فرض تہ ڪنهن بہ مطلب ۽ مقصد وارا ڪونہ هئا. هي دنيوي زندگي ۽ ان جو مقصد ۽ ڪم ڌرم جي نقط نظر سان ڪنهن ڪم جا ڪونہ هئا. اُهي ڦڪا هئا بي سود هئا بي معنيٰ هئا. هڪ طبقي خاص گروه وارن لاءِ ڌرم هو گيان هو. آتما جي اُنتي جو سامان هو ۽ ٻي عام مخلوق لاءِ ڪجهہ ڪونہ هو. عام خلق لاءِ صرف غلامي، شيوا ۽ ٻين لاءِ محنت ڪرڻ نصيب ۾ لکيل هو. جيئن مون اڳوڻي خط ۾ لکيو هو تہ شنڪر آچاريہ نرواڻ کي عوامي بڻايو ۽ اهو هر ڪنهن لاءِ، هر پراڻي لاءِ ۽ هر آتما

---

❶ مٿيا: ڪوڙي ڇڙتي.

حاصل ڪرڻ ممڪن ڄاڻايو ۽ پوءِ ان جي اڳيان اڳوڻيون ٻڌ ڌرم جون ڳالهيون يا ٻڌين کان اڳوڻو هندو فلسفو ٻئي ٻيهي ڪونہ سگهيا.

گيتا جي مشهوري شنڪر آچاريہ کان پوءِ ٿي. ڪي تہ وري اُن کي منسوب ٿي جڳت گرو شنڪر آچاريہ سان ڪن ٿا. ڪيئن بہ هجي گيتا تي پهرين ٽيڪا (تفسير) هن ئي لِکي هئي. ان بعد جيئن انسان جي ڄاڻ وڌي ويدن ۾ ڄاڻايل دنيا جي وجود ۽ قربانين جي فائدن وارا شلوڪ سائنسي ڪسوٽي تي ٻيهي ڪونہ سگهيا. ودوانن رڳو برهم گيان وارا شلوڪ ڳولي ڪڍي انهن کي ڌرم جو مرڪزي انگ ڪري ڄاڻايو ۽ باقي شلوڪن کي درگذر ڪري ڇڏيائون.

"گيتا رهسيہ" واري فاضل ٽيڪا ڪار هي ڳالهہ ڪئي آهي تہ سڀ کان مقدم ۽ اهم هي زندگي ۽ ان جو ڪم فرض ۽ لاڳاپا آهن . راجا, برهمڻ ۽ پنڊت کانوئي مليڇ تائين هر ڪنهن جو ڪم هڪجهڙو عزت وارو ۽ اهم سمجهيو ويو. هر ڪرم هر ڪم هر فرض جي ذريعي نرواڻ حاصل ڪري سگهڻ ممڪن ٿي ويو. ۽ ان جو ذريعو مڃيو ويو. اهو بهترين ذريعو آهي پنهنجي فرض ۽ ڊيوٽي سان سچو ٿيڻ جو. تون جڏهين انگريزي سڪندين تڏهن توکي لوڪمانيہ پڙهي ٻڌائيندس. تيستائين جيڪڏهين هنديءَ ۾ اهو ڪتاب هٿ آيو تہ ڏيندس. آئون قبول ڪندس تہ لوڪمانيہ واري ڳالهہ هوبهو تہ آئون چئي نہ بہ سگهان پر آئون اها پنهنجي لفظن ۾ بيان ڪندس.

ڌرم موجب هينيون ڳالهيون ساتوڪ جيون لاءِ ضروري آهن.

(1) گيان: اهاڄاڻ تہ برهم ڇا آهي, سرشٽي ڇا آهي ۽ آتما ڇا آهي؟

(2) اُپاسنا: ڏسيل طريقي سان نام ڇئجي ۽ پر ماتما جي ساراهہ وغيره ڪجي.

(3) هوم: مذهبي رسمون باهہ جلائڻ گيهہ ٻارڻ ماحول کي ۽ جهنگل کي خوشبو سان ڀرجي. قرباني وغيره يا اهڙي نموني سان پيئائون پيش ڪجن.

(4) يڳتي: لگن سان ارپن ڪجي. باقي غير وساري ڇڏجي. يڪسوئي سان مقصد کي مقدم سمجهجي.

مونکي ائين لڳندو آهي تہ اهي سڀ سطحي ڳالهيون آهن. انهن سڀني ۾ هن زندگي. اُنجي ماڻهن. انهن جي ڪمن ڪارين. ڏکن سکن لاءِ ڪا جڳهہ ڪانهي. ڪهڙو اهو راز آهي جيڪو پروڙڻ سان سڀ ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي.

متي جاڻايل ڏرمي ارڪانن ڪانسواءِ جيڪو ڪرم جو فلسفو پيش ڪيو ويو آهي سو گيتارهسيه جي انوکي کوج آهي ھُن اھا ڳالھه اھڙي سرل، سولي ۽ آسان لهجي ۾ ڪئي آهي جو ڏرم جي نيڪيدارن جو ٺڪسات ڍهي ٿو پوي. انهي ڪري هنن سندس لکندڙ کي. سندس سياسي عظمت ۽ قومي سياست ۾ لڪائي ڇڏيو ۽ ائين سندس ڌرم جو فلسفو گول ٿي ويو.

انسان جي روزمره جي ڪم. سندس دنيوي ڊيوٽي کي اهميت ڏيڻ سان خود انسان کي. سندس وجود کي. سندس جذبن کي. سندس احساسن کي اهميت ملي ٿي. پوءِ انسان جو جمڻ ۽ پيدا ٿيڻ ڪو گناهه جو يا بيڪار يا وئرٿ ڪم ڪونهي. انسان جا رايا. سندس پسنديون ناپسنديون بہ وقعت ۽ اهميت رکندڙ لڳن ٿيون. سندس نفيس احساس جيڪي فن سڏجن ٿا. سي بہ ڪنهن حد تائين ضروري ٿي پون ٿا. انسان جو نفس حوس. حرس. ترشنا. بک ۽ اڃ جسم جون ضرورتون اهي سڀ زندگي ۾ ڪا معنيٰ رکن ٿيون. بنا نتيجي جي پرواهه ڪرڻ جي ڪرم ۽ سمورا ڪم پنهنجي جڳهه تي قائم دائم مدام ۽ اهم آهن.

چيائون تہ بوٽا سڀ اپرن ٿا. وري ناس ٿين ٿا. ڦل ڏين ٿا ۽ ڦول ٽڙن ٿا. پر انهن ۾ جيڪو رنگ پريل آهي. خوشبو آهي ۽ ميناج آهي سو سڀ انهي ڪري محسوس ٿو ٿئي جو هو ڦل جي اڃا ڪونہ ٿا ڪن. هر ڳالهه جي معراج ۽ excellence انهي ڪري آهي. ڪنول جيڪي لفظ جوڙي ٿو ان ۾ ساز ۽ ميناج ڇو آهي؟ خير ڇڏيو انهي ڳالهه کي.

ڪھڙو نہ حيات جو منو تعبير آهي. سڀ ڪجهه ماڻجي ڇُوڙ جي ۽ وري ان ۾ ملوث نہ ٿجي کنڌ ڪائجي ۽ مناڻ جو سواد ونجي پر ان سواد جو ڦل ڪرشنا ارپڻ ڪجي. جنگ جوٽجي. پر هار جيت جي ڦل جي اڃا ڪانسواءِ۔ سواد سڀ ونيا. ڪهڙا؟ تموگڻ جا نہ. رجو گڻ جانہ. پر صرف ستوگڻ جا. حڪومت ڪبي تموگڻ نموني سان نہ. رجوگڻ نموني سان نہ. پر صرف ستوگڻ نموني سان. جوڳي ٿبو سو بہ ستوگڻي يعني صاف پاڪ ۽ بهترين نموني سان. سڀ ڪجهه ڪبو. واس ونبو. سڳنڌ نکرائبي. سرهاڻ ٿيندي انهن جو هڳاءُ ٿيندو. پوءِ بہ ڦل جي اڃا نہ ڪبي. ڦل ايشور کي ارپڻ ڪبو. هن دنيا جو هر پدارٿ ڪٽبو. هر فرض بجا آڻبو پر ان جو غلام نہ ٿبو. اُن ۾ اُلجهبو نہ ۽ نڪي نتيجي جي پرواهه ڪبي.

سُهڻا ڪنول! پوءِ ڪهڙي نہ آنند مئہ هي حياتي ۽ اُنجا پل ۽ هي جنم لڳندا.

آهي اهڙو سهڻو، خوبصورت ۽ سوادي ٻيو هن پاپي، نرڳي ۽ گناهن سان ڀريل دنيا جو تعبير! ورات سوروپ ڏسڻ کان پوءِ بہ. سموريون اُپاسنائون ڪرڻ کان پوءِ بہ ان کان مٿي آهن هن دنيا جا. سنسار جا. فرض. ڪي ڪلپنا تمڪ. خيالي ۽ ٻين جا مسلط ٿيل فرض نہ پر جيڪي تنهنجي حالات موجب توتي نازل ٿيا آهن يا تنهنجي حصي ۾ آيا آهن سي فرض تموگڻين جا فرض. رجوگڻين جا فرض ۽ ستوگڻين جا فرض. آهي ڪو هٽ جي ساهمي ڪٽندڙ ڪتاب نوچيندڙ ۽ ٻهارو ڪٽندڙ ۾ فرق؟ سڀ پنهنجي جڳهہ تي اوچ ۽ نرواڻ جو رستو ڏيکاريندڙ آهن. هر راهہ. هر دڳ. هر رستو هر منش. هر پراڻي. هر ڪم. هر ڌنڌو. هر هنر. پريو ڏانهن مائل ڪندڙ آهي ۽ اهي سڀ ان ڪي ارپڻ ڪرڻا آهن. اهو ڪهڙو پريو آهي جو سيني جا، سيني ڪرمن جا ڦل ونئي رکندو ويندو؟ ڪهڙو نہ وشال ۽ ڪرپاندان پريو هوندو؟ پريو ڪرپا تي ڪنهن بئي وقت لکندس.

دل ٿي ٿئيم تہ اجا ”گيتا رهسيہ“ مان حاصل ڪيل قول توتي نڇاور ڪريان. پرڌپ اٿم تہ متان گهڻو اڳي پڙهيل ڳالهيون هاڻي وري انهن ۾ پنهنجا خيال ٺنبي گيتا رهسيہ جي فاضل ٽيڪا ڪار ڏانهن منسوب ڪري غلطي ڪري وجان! متان منهنجا ذاتي خيال هن جا ڪري نہ پيش ڪري وجان!

تون خود شاعر آهين. هاڻي ٻڌاءِ. انهيءَ نموني ٻيا ڪيترا فن ۽ زندگي جا شعبا پاپ ٿيڻ کان بچي ويا ۽ ڪيترا اِنسان غلامي مان نڪري آزاد ٿي ويا؟ بدقسمتي جو ڪنهن بہ انهي تعبير کي ڪونہ اپنايو. ”گيتارهسيہ“ جي فاضل ليکڪ جيڪي ماندلي (برما) جيل ۾ ديس نيڪالي واري وقت ۾ قيد ۾ لکيو سو ڪتابن جي الماڙين ۾ رهي اُڌوهي جو کاڄ ٿيڻ لڳو آهي ۽ ڪنول اسان جو آرٽيون ڳائڻ ۽ جهوڪ تي جهوڪ نوائڻ ۾ مشغول آهي. يا وري پارو فقير جي ڪپڙن ۽ ڪنڌين ۾ تن کي پيو تسيا ڏي.

هڪ پيري مير علي بخش وٽ رات رهيو هوس. اتي ڪراچي ۾ سندس گهر ۾ گيتا رهسيہ جي ليکڪ لوڪمانيہ تلڪ جي حياتي تي لکيل ڪتاب ڏنائين. آئون وٽس هڪ رات هوس. مون ڪافي رات جاڳي سندس حياتي جو احوال پڙهيو. سڄو ڪتاب تہ پڙهي ڪونہ سگهي پر اهو ضرور پڙهيم تہ

هن ڪيئن جيل ۾ ۽ ان کان ٻاهر ڪتاب لکيا هئا. عجيب حال هوا ماندلي برما ۾ آهي. تلڪ پوني جو رهاڪو هو. هن گهران ڪتاب گهرايا. جتي بدر ٿيل هوا تي مڇر ۽ پوسل گهڻي هئي. هن لاءِ ڪانين جو زمين کان مٿي گهر ناهيو هئائون. کيس ڏيابيطس جي بيماري هئي. اجا ايتريون دوائون ايجاد ڪونه ٿيون هيون. هو صبح جو فارغ ٿي مٿي چڙهي وڃي لکندو هو.

اهو جدا موضوع آهي جدا تفصيل آهي ته ڇو اهڙو اهلهه ڪتاب ۽ ڪارگر فلسفو پروان نه چڙهي سگهيو. منهنجي ذاتي رايو آهي ته قوم ۽ معاشري ۾ سڌرڻ جي ۽ اڳتي اُسرڻ جي صلاحيت گهٽجي ويئي هئي.

معاف ڪجان ننڍڙا دوست. هي الاجي ڪٿي جون. پرديس جون ڳالهيون پيو لکان. تون ته تمام ويجهين ڳالهين جو قائل آهين. ڪاش آئون ڪجهه ويجهائي بابت لکي سگهان. پانيان ٿو اڳ ۾ قريب تي لکيو اٿم. ويجهين ڳالهين بابت بہ لکيو اٿم. ڪونہ لکيو اٿم؟

ايندڙ موڪلن ۾ هتي ايندين تہ بہ ڏينهن گڏ گذاريندا سون 23 تاريخ آرتوار آهي. 24 موڪل آهي 25 مون ڪم ڪونہ رکيو آهي. 26 وري موڪل آهي. چار ڏينهن خالي آهن. سڀ تولاءِ رکندس.

پيار سان فقط.

روچي رام



ميرپورخاص

مارچ 19، 1975

قابل احترام پيارا ساٿي ڪنول.

هينئر خط مليو اٿم. پڙهي ڳڻتي وڌيم تہ ٿنهنجي صحت اجا اَپري ۽ ضعيف آهي. چڱيلائي جو احوال لکندو رهندين تہ احسانمند رهندس. اسان کي ٿنهنجي صحت جو تمام گهڻو فڪر رهندو آهي. جيڪڏهن ان جو سماچار ڏيڻ ۽ خط لکڻ جي لائق سمجهين ٿو تہ اُن ۾ آئون پنهنجو ڀاڳ ڀلارو پائيندو آهيان.

الاجي مُنهنجيون ڳالهيون سمجهين ٿو يا نہ! مون بابت الاجي ڪهڙا ۽

ڪيترا خيال ڪنا ڪري رکيا اٿيئي؟ منهنجا سڄڻ سائين. ڪراچي ۾ تو
چا ڪيو ۽چا ڇيو. بنوري ۾ ڪيئن گفتگو ٿي. سا مونکي بنهه خيال ۾
ڪونهي. ڇاڪاڻ ته مونکي ياد رهندو آهي ۽ نه وساريندو آهيان ته تنهنجي
۽ مُنهنجي عمر جي وچ ۾ طبعي مفاصلو ڪيترو آهي ۽ ٻنهي جي ماضيءَ
جو پس منظر ڪهڙو رهيو آهي.

ننڍين ڳالهين يا انساني فطرت جي غلطين ۽ ناهموارين بابت ايترو
حساس ٿيان ها يا انهن مان ايترو ڪڏهين ڪو خاص اثر وٺان ها يا
منهنجي ڪاوڙ جي رفتار ائين غير مستحڪم هجي ها ته حوصلو اسٽر نه
هجي ها. هن ڪان اڳ ۾ تو ايتريون ڪاوڙائن جون ڳالهيون ڪيون آهن.
طريقا ورتا آهن. سو جي انهن جو وستار ڪريان يا ڪاوڙ ڪريان ته جيڪر
انهي باڳي واهه جي ڪپ تي نهيل گند جي ڍيرن سان ڀريل بيمار ذهن ۽
جسم وارن جي ٽنڊي طرف نظر به نه وجهان ها.

ننڍڙي ڳالهه ۽ خسيس واقعن کي انگريزي ۾ trivialities چئبو آهي، اُن
تي جيڪر رابرٽ فراسٽ جي شعر جا پد لکي موڪليان پر بيمار ماڻهو سان
ايترو گهٽو نه ڳالهائبو آهي . ٻئي ڪنهن وقت تائين مهمل ڪريان ٿو.

ڇڳو ٿيو جو لکيو اٿيئي ته تون لفظن ۽ انهن جي تڪلف جو بنهه قائل
ناهين ۽ پنهنجي دل هين هجڻ ۽ هونئن هجڻ جون ڳالهيون ٿو لکين.

اها دل بيمار نه هجي ها، ستايل نه هجي. ها ناتوان نه هجي ها ته هن ئي
خط ۾ لکان ها ته اها دل به مون ڏني آهي انهي جي وسعت ۽ گهرائي به مون ڏٺي ،
محسوس ڪئي ۽ معلوم ڪئي آهي. تنهنجي مون ڏانهن لکيل سيني خطن
جو اکر اکر مون کي ياد آهي. انهن جو اسٽائيل ۽ طرز به معلوم اٿم سيني
ملاقاتن جو هر پل ياد آهي. تنهنجا اطوار ۽ ڍنگ ياد اٿم. ياد نه اٿم ته صرف
اهي خط جي ڪي مون تو ڏانهن لکيا آهن يا ٻين کان تو بابت ٻڌو اٿم.

شايد پنهنجي دل جو ڪنهن کان ايترو ملهه ڪٿايو آهي يا خود ڪٿيو
اٿيئي جو هر گهڙي پيو اُنجي قيمتي هجڻ ۽ املهه هجڻ بابت ايترو لکين.
توکي خبر ڪانهي، تو محسوس به نه ڪيو هوندو ته اها تو واري ڪٿيل ملهه
کان ته مٿي قيمت اسان گهٽو اڳي ادا ڪري ڇڏي آهي. الا! توکي اُن جي
قيمت جي خبر ڪانهي. اسين ته باقي عمر صرف ان جي قيمت ادا ڪندا
رهنداسون. پر ماتما تنهنجي دل کي سلامت ۽ سُکيو رکي. پوءِ پلي ان ۾ اسان
جو حصو توکي ڏسڻ ۾ ئي نه اچي.

هي ٻالهيون صحت مند پرمانند لاءِ ناهن پر ناتوان ڪنول لاءِ آهن.
فقط
روچي رام

قلم تازو
20_3_1975

توکي جيڪر ننڍ نہ اچڻ بابت ڪي علاج ڏسيان:

- ٿوري ڪثرت ڪريو.
- روزانو پنڌ ڪريو.
- چانهہ پيئڻ ڇڏي ڏيو. ايئن ممڪن نہ ٿي سگهي تہ گهٽائي ڇڏيو ۽ شام کانپوءِ بلڪل نہ پيئو.
- رات جو ماني تمام ٿوري کائو.
- پنهنجي زال سان بي پناهہ محبت ڪريو. ان جو اظهار ڪريو ۽ سندس عزت ڪريو ۽ چوڻ مڃو.

ٻين بيمارين بابت عرض تہ اڳوڻن ڊاڪٽرن جا نسخا ۽ فوٽو وغيره ڪٺي هتي اچو. هن اسانجي شهر ۾ هڪ وڏين نعمتن وارو سنو ۽ هوشيار ڊاڪٽر رهي ٿو. اُنجو نالو آهي H.M.A. Drago هن جو علاج ڪريون. پاڪستان ۾ جيڪي سنا ڊاڪٽر آهن اُنهن مان هڪ آهي. وڏو نيڪ ۽ پاڪباز انسان آهي.

ٽيليفون بابت: وڏي مهرباني جو تڪليف وٺي ڪال بُڪ ڪرائي ٻالهائڻ جي ڪوشش ڪيوَ پر مون اجا تائين اهو ٽيليفون استعمال ئي نہ ڪيو آهي جيستائين توسان نہ ٻالهائيندس ۽ تنهنجو آواز نہ ايندو تيستائين آئون هٿ ڪونہ لائيندس. 22 مارچ ڇنڇر ڏينهن هتي نہ اچين تہ مون سان ٽيليفون تي ٻالهائج. اسان جو نمبر 2284 آهي. مونکي توسان ڪوبہ ڪم ڪونہ هو. رڳو ائين ئي تنهنجو آواز ٻُڌڻو هو ۽ ٽيليفون جو افتتاح ڪرڻو هو ۽ بس.

توبابت: نڪي گهڻي ٻُڌتي ڪر ۽ نڪي گهڻيون دوائون کاءُ. جيڪي تمام تمام ضروري دوائون هجن صرف اهي کائيندو ڪر. تنهنجو خط اڳ ۾ اچي ها تہ آئون ايندڙ موڪلن ۾. جيڪي 23 کان 26 تائين آهن تن ۾ هڪ ڏينهن توکي ڏسڻ لاءِ اچان ها. هاڻي تہ مون اڳ ۾ ئي اهي ڏينهن

پري چڙهيا آهن. تنهنجو نمبر منهنجي دل گهرين ۾ سرفهرست تي آهي. پر ڀين کي ٿائيم ڏنل آهي انهن وٽ نہ ويندس تہ انهن کي تڪليف ٿيندي تنهنجي ناچاق هجڻ ۾ مُنجهہ محسوس ٿيڻ جو ٻڌي مونکي تمام وڏو صدمو رسيو آهي.

پرماتما تنهنجي صحت بحال ڪندو. چڱيڀلائي جو سماچار لکي موڪليندين تہ دل جمعي ٿيندي سيني ڀائرن ۾ تنهنجي ماتا لاءِ شڀ ڪامنائون. شريمتي چندرا کي پرنام چئجو. ننڍڙي ميشي ۾ سيني ٻارن لاءِ پيار. مون برادرم محترم چانگارام کي خط لکيو هو. اهو ڪيس پهتو يا نہ. مون وري ٻيو وڏو خط تولاءِ تيار ڪيو هو. تون ٺيڪ ٿي تہ پوءِ اهو ٽيلڪنٽ واري خط سميت موڪليندس. تيستائين پيارن سان تنهنجو

روچي رام



ميرپورخاص سنڌ
اپريل 2، 1975

مُنهنجا پيارا دوست،

الاجي ٽيليفون وارا بہ تنهنجا سيڪاريل آهن جو تُنهنجي ڳوٺ جو ٽرنڪ بلڪل نٿو ملي. "اڳي اُٺ رڙن مون پيرين ماٺ ٿي." ٿيون ڏينهن عزيز برادرم وشنو تنهنجي پيڻ سميت اسان وٽ آيو هو. ڪالهہ نبي سر روڊ هليو ويو. هنن اوهانجو حال احوال ٻڌايو. گذريل ڇنڇر ڏينهن شام جو ديوان ليلارام جي ڳوٺ وڃڻ ٿيو. خيال هوم تہ توکي ٽيليفون ڪري گڏ وٺي وڃان پر انهيءَ فون تي ڪو اعتبار ڪونهي. ساري دنيا سان ڳالهائي سگهجي ٿو پر تو تائين نٿو پهچي سگهجي. آئون ساڳي رات واپس ٿيس. اُتي هڪ جلسي جو اهتمام هو جنهن ۾ ريلوي جو وزير آيو هو. جلسو تہ شاهہ فيصل جي ماتم هجڻ ڪري مختصر ٿيو پر اتي مونکي مُربي ليلارام جا ٻئي ننڍڙا پٽ گڏيا. چيائون: بابا هولي جي پرب تي ٿندي باڳي ويل آهي. تو بابت پڇيم. تنهنجي صحت ۽ چڱيڀلائي جو پڇيم. چيائون: تنهنجو خط ڪين آيو هو ۽ تنهنجي صحت درست هُئي. مونکي نہ رڳو ديوان ليلارام پسند آهي پر سندس ننڍڙا معصوم

اُنهن جي مُرڪ ۾ معصوميت ايترو اثر رکندڙ آهن جو مون جهڙي Self centered جذباتي لاءِ هڪ معمولي منظر ۾ ٿوري جهلڪ پڻ ڏيکاريا ٿين ٿا. ننڍڙا ٻار ڪيترا نه مون موهيندا. دلڪش ۽ وڻندڙ ٿيندا آهن! ڪيڏا نه نازڪ ۽ معصوم ٿين ٿا! ايئن لڳندو آهي ڪائنات جو هر حُسن هڳاءُ ۽ سُڳنڌ منجهن موجود هجي ٿو. هر ماڻهو ڪي سندس پنهنجا ٻار وڻدا آهن. ٻار ماڻهو کي پنهنجا وڻندا آهن ۽ ڌار پرائي وڻندي آهي. اها ته ٿي ذاتي نفس جي ڳالهه پر پنهنجا پرايا سڀ ٻار وڻندڙ ٿيندا آهن. تون گهڻن ٻارن واري گهر ۾ رهندو آهين. تون اهي ڳالهيون سمجهي سگهندو هوندين. منهنجي گهر ۾ هڪ به ٻارڪو نه هوندو هو. آئون سڄي جهان جي ٻارن کي ڏسندو رهندو هوس.

اسان جي گهر ۾ لوهه جي پٽڻن جي ڇت وارو هڪ ورانڊو هوندو هو جڏهين مينهن پوندو هو ته بوندن جو آواز زوردار ٿيندو هو ۽ اسين سمهي ڪونه سگهندا هئاسون. آئون هميشه بتي پرسان ٻاري سمهندو هوس. تو ڏٺو هوندو ته منهنجي عادت آهي رات جو ڪتاب ۽ ٻرندڙ بتي ضرور موجود هجن. انهن ڏينهن ۾ رتن ساهتيه وارن ۽ سندر ساهتيه وارن ٽئگور جي گيتن جا مجموعا ترجمو ڪري ڇپايا هئا اُنهن ۾ هڪ هو گيتانجلي ۽ ٻيو رڳو ننڍڙن ٻارن لاءِ چيل شعرن جو ڪتاب. مون پوءِ انگريزي ۾ سڀ پڙهيا جيڪي شاعرن جي سرتاج خود بنگالي مان ترجمو ڪيا هئا. مون تي ٻارن لاءِ لکيل شعرن ايترو ته اثر ڇڏيو جو مون باقي عمر ٻارن سان محبت ڪندي گذاري. اهو به هڪ سبب آهي ته ٻارن کان سواءِ ۽ بابا کانسواءِ ٻئي ڪنهن کي پاڻئن مون لاءِ تمام ڏکيو ڪم ٿي پوندو آهي. عورت مون لاءِ غير واقف ۽ اجنبي شيءِ هئي. مون فن ۽ سونهن سمجهڻ کانپوءِ عورت طرف لاڙو ڪيو. ان بابت مون توکي ڪافي لکيو آهي هاڻي متان بور نه ٿي پوين.

مون هڪ پيري توسان سفر ڪندي هڪ ننڍڙي ٻار کي چولا وڪڻندي ڏٺو هو. مون ڪيئن نه توکي ننڍڙي ٻار جي گهر جو پس منظر بيان ڪيو هو.

ننڍڙي هوندي جي ڳالهه آهي ته منهنجو ڪلاسي ڇت تان ۽ وڻن مان چڙين ۽ پکين جا ٻچا ڪٺي ايندو هو. مون هڪ پيري ڪيس ڇيو ته هنن جا به ماءُ ۽ پيءُ هوندا. واپس اچڻ تي گهر ۾ ٻچا نه ڏسي ڇا محسوس ڪندا هوندا. ان کانپوءِ هر روز اسڪول ويندي آئون پنهنجي گهر جي اڪيلي ساٿي بابا

ڪي ياد ڪري روئي پوندو هوس. سرڳواسي منگهارام[1] جي ماءُ منهنجي ماسي لڳندي هئي. هو پنهنجي اڪيلي پٽ لاءِ اسڪول ايندي هئي. مونکي رئندو ڏسي اسان جي گهر وچي ڳالهہ ڪندي هئي. بابا پڇندو هو تہ ڪنهن ماريو اٿيئي ڇا؟ آئون ڳالهہ جو جواب ڏيئي نہ سگهندو هوس. مون انهي ٻچا ڪٽي ايندڙ سان باقي عمر ڪونہ ڳالهايو. اليڪشن ۾ بيئنس هن مُنهنجي مدد ڪئي. مونکي ايتري ڪونت ٿي جو اها ڪتيل ميمبري مون لاءِ عذاب ٿي پيئي. ۽ منيءَ مان ذهني طرح لڏي آيس. منهنجو پيارو دوست حاجي محمد ابراهيم مومن ڪنري وارو جيئرا تتر ڪٽي آيو. گهر ڏيئي ويو. نيلو ننڍڙو هو. حاجي صاحب نيلو لاءِ هڪ ننڍڙي ڇيرن واري بندوق سوکڙي طور ڏني هئي. رات جو حاجي ۽ آئون گهر وياسون تتر ڪاڻڻ. لڇمي مون کي چيو تہ مون تہ اهي تتر پري وڃي ڪنهن باغ ۾ اڏائي اچي. جن معصوم پکين نيلو سان راند ڪئي انهن کي ڪيئن ڳُهون يا ڪُهايون. مون انهيءَ واقعي کانپوءِ لڇميءَ سان پيار ڪرڻ شروع ڪيو ۽ اڃا ڦاٿو وينو آهيان ۽ باقي حياتي سندس لاءِ اجائي تباهہ ڪري ڇڏي اٿم.

ڳالهہ هئي تہ بنوري ۾ ملندڙ ٻارن جيڪي ڏاڍي فضيلت سان ٿا ملن. سليقي سان ڪپڙا پاتل هوندا اٿن. ڪمزور ڪچڙا جسم. ڪچڙي سمجهہ. سواليہ تي ڪهڙو شعر چئي وڃي يا جوڙي وڃي اهڙي منظر تي؟ منهنجو هڪ پراڻو دوست هو. هو وڏو ماڻهو ۽ وڏي عمر وارو هو. آئون ننڍو هوس. نالو هوس جمشيد نسروانجي مهتا. هو ڪراچي جو وڏي ۾ وڏو ماڻهو هو.[2] پير بخش کيس چوندو هو تہ حاتم طائي آهين تون. محترم جمشيد ڳالهہ ڪندو هو. هن اها ڳالهہ 1948_1949 ڌاري ڪئي تہ آزادي بعد تقسيم بعد آيل بدنصيب انسانن جا ٻار گهٽين ۾ گند ۾ ڪني ماحول ۾ پلجي رهيا آهن. هو معصوم ٻارن جي سٺي تربيت جو بندوبست نہ هجڻ بابت فڪرمند رهندو هو.

ڪنهن وقت توکي هڪ جڳ پرسڌ ليکڪ جي "واد پل کے ﭻ" لکٽي پڙهي ٻڌائيندس تہ ٻارن تي ڪهڙا ڪلور ٿين ٿا. مون اڳوڻن خطن ۾ هڪ ٻن ٻارن جو ذڪر لکيو هو.

---

[1] منگهارام: منهنجو سوٽ ۽ هو ۽ ماسات ۽. ترقي ڪندي وڏو سيٺ ٿيو شهر جي ٽائون ڪاميٽي جو چيئرمين بہ ٿيو.

[2] پير بخش جنداڻي ڪرسو هو. اسان سان گڏ منيءَ ۾ پڙهندو هو پوءِ ڪراچي ۾ رهندو هو گانڌي وادي هو. گانڌي ٽوپي پائيندو هو. ذهن ڪانگريسي هوس پاڻ کي ورلڊ سٽيزن سڏائيندو هو.

مون جهڙي حساس ۽ خاموش ماڻهو کي خيال ڪيترا نہ گهرا زخم رسائيندا هوندا.

نورچشم وشني ٻڌايو تہ توهان سائين شام جو باگي واھہ طرف گهمڻ ويندي منهنجو ۽ منهنجي خطن جو ذڪر ڪيو هو. مون کيس ڪونہ ورجايو. هو ڪجهہ مختصر انداز ۾ چئي رهيو هو. خوشي ٿيم تہ ڪڏهين ڪڏهين اسان جو ذڪر اوهانجي مجلس ۾ نڪري ٿو. چاچا چئجي ٿو تنهنجي مونکي ڳڻتي يا فڪر نہ رهندو آهي.

اکين جي نار نيلڪنٺ کي وٺي ويس سمنڊ تي. هو اجا ننڍڙو هو. هن ڪيترا سوال پڇيا. پڇيائين دادا هي سمنڊ ۾ هيترو پاڻي ڪٿان آيو. مون ڪيترا جواب ڏنا پر هو مطمئن ڪونہ ٿيو. تون بہ ڪيترا ڏکيا سوال پڇندو آهين آئون خاموشي سان جواب نتائي ويندو آهيان. مون کي ڪاغان جي وادي ۾ هڪ ڪوهستاني ڪٽنب مليو. هڪ بار کان پڇيم تہ هي پهاڙ ايترو بلند ڇو آهن چيائين اسين جو رهندا آهيون. مون اڪال پونگي پرسان حيدرآباد ۾ هڪ ننڍڙي ديوان کان پڇيو تنهنجو نالو ڇوهڙ سنگهہ. پڻهين جو نالو ٿهل سنگهہ ڏاڏهين جو هزاري سنگهہ. توهان جا نالا خالص جهڙا پر نڪي وار ٿا رکايو ۽ نڪي پٽڪو ٿا ٻڌو. جواب ڏنائين اسين خدا آبادي عامل آهيون اسان لاءِ اهو ضروري ڪونهي.

منهنجي لاهور واري دوست جي پٽن جا نالا آهن ڪيس ۽ ابوصفيان. پڇيم: اهي نالا تہ عربي آهن. توهان پنجابي آهيو. جواب ڏنائون: اسين پنجابي ناهيون. پڇيم تہ پوءِ ڇا آهيو؟ چيائين: سوشلسٽ آهيون.

هڪ پيري چندو[0] کان پڇيم: وڏو ٿي ڇا ٿيندين؟ جواب ڏنائين: آئون ننڍڙو آهيان. وڏو ڪيئن ٿيندس. هڪ پيري جڏهين ڪيشو اڃا ننڍو هو پڇيم. وڏو ٿي ڇا ڪندين؟ چيائين: ڪجهہ ڪونہ. پڇيم ڇا ٿيندين؟ چيائين: "جيڪي توهان چوندا."

ميشي کان پڇيم ڪهڙو ياءُ وڌيڪ پسند اٿيئي. مولچند ييو ريواچند چانگو، پرمانند يا پيا ننڍڙا ڪرشن ڪمار وغيره. سنو جواب ڏنائين ادب وچان ڪونہ ٿو لکان متان دل ۾ ڪرين. سرگڏامي بزرگ سيٺ ڏاندومل کان پڇيو هوم ڪهڙو پٽ وڌيڪ سنو ۽ سپوت آهي. ٻڌاءِ اندازو لڳاءِ تہ ڇا چيو

[0] چندو: منهنجو ننڍي ۾ ننڍو پٽ آهي نالو اُن هري ڪنٺ سين پيار وچان چندو چوندا آهيون.

هوندائون آئون ڪونہ ٿو لکان مونکي ڪهڙو جواب ڏنائون متان ڪو ياءَ ڪاوڙجي پوي.

مون مائڪل کان پڇيو هو: اشراف عورت ۽ سني ۾ سني عورت ڪير آهي هن دنيا ۾؟ توکي ياد هوندو هو. سينٽ پئٽرڪ ۾ پڙهندو هو. چيائين منهنجي ادي جيڪا توکي خبر آهي ڪئبري گرل هئي.

مون گنگا کان جڏهين هو ننڍي هئي پڇيو هو تہ تنهنجي ماءُ خراب عورت آهي. سندس ماءُ حيدرآباد جي مشهور ڊانسر هئي چيائين ها. پڇيم تون چا ٿينديءَ؟ جواب ڏنائين ڪنهن بہ پوڙهي عورت کي يا مرد کي گهر ۾ اچڻ ڪونہ ڏينديس. باقي ڳالهيون پوءِ ڏسنديس. مون اسماعيل کان پڇيو هو: جيڪو پڻ ننڍو بار هو پر لڳندو گنگا جو مامو هو. تہ توکي چاپسند آهي؟ چيائين مونکي ڳاڙهين اکين وارا ماڻهو پسند ناهن. مون ننڍپڻ جي دوست پومي کان پڇيو هو. تون وڏو ٿي چا ٿيندين تہ جواب ڏنو هئائين: ٻي شادي ڪونہ ڪندس. سندس پيءُ. سندس ماءُ جي مرڻ وڃڻ بعد ٻي شادي ڪئي هئي. مون سروج جي پٽ کان پڇيو تہ چا ڪندين؟ چيائين: وڏو ٿي ديوان يا مکي نہ سڏائيندس. هنجو پيءُ مکي هو ۽ ماءُ ديوان. ٻئي حيدرآبادي هئا.

مونکي ننڍڙن ٻڌايو هو تہ ديوان ليلارام رات جو موٽي ايندو. اها چنچر جي شام هئي. ديوان ڪونہ موٽيو هو. هو شايد ٻئي ڏينهن واپس آيو. ايئن اسين تنهنجي ساهورن جي ڳوٺ مان موٽي آياسون ۽ رات جي ماني اچي هتي ميرپورخاص کاڌيسون. ٻنوري وارن جي اسرار جي باوجود ڪونہ ترسياسون.

تنهنجو خط شايد انهي ڪري ڪونہ ٿو اچي جو اوهان وٽ سارو هفتو مهمان رهيا ۽ توهان مشغول هوندا. برادرم گنگارام ۽ مانوارو مهراج ڪيم پال جن جيڪب آباد مان چنچر شام جو ٽيليفون ڪيو هو. آئون ٻنوري ويل هوس. پويان لڇمي ڳالهايو هو. هنن اڳ ۾ حيدرآباد مان فون ڪيو هو. پوءِ وري محرابپور مان بہ فون ڪيو هو پر ان ڏينهن اسان جو ٽيليفون خراب هو.

خط لکندين ۽ لکندو رهندين تہ احسانمند رهندس سمورن طرفان رام رام قبول ڪجو. تنهنجي پائرن ٻارن ماتا جن ۽ ماتا چندرا سيني لاءِ شُڀ ڪامنائون. نيلو حيدرآباد آهي ۽ ڪيشو ٺنڊي.

اوهانجو،

روچي رام



اسلام آباد
اپريل 7_ 1975

پيارا ڪنول،
رات بتين ٻرن مهل پونوهار جي وادي ۾ لٿاسون.
ڪلهه صبح جو سوير ڪراچيءَ ۾ ڪلفٽن طرف ويس خيابانِ اقبال جي چوڪ تان سج ايرندي ڏٺم. شام جو هوائي جهاز مان ساڳيو سج لهندي ڏٺم جو سنڌو درياءَ جي واريءَ جي سنهري رنگ ۾ گم ٿيندي ڏٺم. سنهري ۽ لال رنگ جو گڏيل فرش نهايت ئي سهڻو هو.
مون کي محسوس ٿيو ته اهو سج ۽ سنڌس سنهري روپ تو جهڙن شاعرن لاءِ آهي. مون جهڙن بي حس ۽ خشڪ ماڻهن لاءِ ڪونهي. هزارن فوٽن جي بلنديءَ تان لهندو سج ڏسين ها! مون وٽ لفظ ڪونهن. جنهن ۾ ورتل تاثر بيان ڪري سگهان. تو وٽ ڏات آهي. فن آهي ۽ لفظن جو پيندار. مون جيڪي ڪلهه ڏٺو سو حيرت ۽ محو ٿيڻ جو منظر هو. ڳالهه بيان ڪرڻ کان ٻاهر هئي.
هنن ماڻهن ۽ جبلن ۾ عشق جا ڪيئي داستان سمايل آهن پونوهار عجيب ماڻهو آهي.
هي غريب ۽ مسڪين پهاڙي ماڻهن جو پڻ ملڪ آهي. جتي هينئر روشنين جو نئون شهر اڏيو اٿن. رات پنڊيءَ جي انٽر ڪان ۾ ڪئبري ۾ لنگهي ويا سون. مونکي مزو بنهه ڪونه آيو. دل بلڪل ڪونه لڳي. توکي سو ڏاڍو ساريم. تو لاءِ جا جسم ڏنا آهن بالڪيءَ جا نچڻ ڏنا آهن. لاڙ توکي ڪراچي ۾ ڪمزور هڏن وارا ڍانچا ٿين ٿا. شايد واقف نه به هجين ته هن ڳاڙهي ڌرتي واري زمين تي قد سروَ وانگر. ڳچيون ڊگهيون. جسم مضبوط ۽ جوانيون ڦوهه وچان ڦاٽنديون ٿيون ٿيون ۽ حسن جا شعاع شعلا ٿي پڙڪي نڪرن ٿا. هي هوش کي گم ڪرڻ ۽ حواس وڃائڻ جو ملڪ آهي. چا رنگ اٿن چا جسم اٿن ۽ چا جواني جو جادو اٿن. ڪاش! تو وانگر شراب پيئڻ سکان ها. انجي سرور ۾ ڏيمي خنڪي ۾ ۽ هلڪي نشي ۾ حسن جي رعنائي ڏسڻ جو سليقو ۽ طريقو معلوم ڪري سگهان ها. آئون هن دنيا جي دکن کي گندگي ۽ ڏاڍ کي وساري سگهان. پنهنجي ماضيءَ کان منهن موڙي سگهان ۽ گم ٿي سگهان. دنيا جي سکن جي آغوشِ ۾ حسن پريل جوان

پاڪرن ۾.

چا اُيار ٿئي ٿو! چا چال هجي ٿي! چا اُڇل اٿن! واسينگن جا ور. رخسار لالائي سان ٽمندڙ. چاشني وارا دعوت اڇليندڙ چوسڻ لاءِ ڦٿڪندڙ چپ. ڦاڙي توڙي نڪرندڙ ڇاتي، ڇيلهه جي لچڪ، جسم جا ور وراڪا، نرم گداز ۽ سخت پيندبيون ۽ ستر ڪهڙو بيان ڪجي. هٿ اڳتي وڌائڻ جو خيال جسم کي ڌامٽي وانگر ٻارڻ شروع ڪري ٿو. اسين ٻرندڙ جسم کي ٻاري جاڙون ناري بنهه ڪونه سگهون.

اسان بيئر ۽ وهسڪي بدران. ٿڌن مشروبات بدران صرف گرم ڪافي پيي گذارو ڪيو. جيڪا ڳوڙهيءَ گهاٽي رنگ واري ۽ بنا مناڻ جي هُئي.

ان بعد رات جي ننڊ. ڪنول منا! ننڊ جي ڪنهن کي فرصت آهي. گهاٽي جهنگل ۾ ڊڳ ڳوليندڙ مسافر کي ننڊ جي هوندي آهي ڪا ڳڻتي!

ڪنهن جي عطر سان سڳنڌت تيل سهڪ. سينٽ سان معطر تيل پگهر جي بوءِ ڪنهن جي هلڻ ۽ چال سان تيل ، خلا جي خوشبو نس نس ۾ جڇندي ۽ رچندي محسوس ٿيندي آهي. ائين لڳندو آهي ڄڻڪ جنم جنم انهي انتظار ۾ هئاسون. بوءِ ورڻ ورڻ مان محبوب جو واس ايندو محسوس ٿيندو آهي. سينٽ عورت جي شخصيت سان مناسبت ڪائيندڙ هوندي ته بوءِ جنان هوءَ لنگهندي، گذرندي ۽ ويهندي اها جاءِ سندس پانڌي لاءِ سرهاڻ ڏيندڙ هوندي. ائين غير حاضري موجودگي جو احساس ڏياريندي. معشوق جو نراڪار روپ ساڪار روپ کان وڌيڪ ويجهو ۽ حز آٽيندڙ ٿئي ٿو. گلن جي سرهاڻ، تازگي ۽ رنگيني تي ڪڏهين تو محبوب جي موجودگي محسوس ڪئي آهي؟ ساز جي آواز تي هوا جي پنن جي سرسر تي تو ڪڏهين محسوس ڪيو آهي ته سجڻ اچي ويا آهن؟

هتي موسم اجا بهار جهڙي آهي. ٿڌي هوا ۾ پائيندو آهيان ته تون جيڪر گڏ هجين ها. هتي واندڪائي وڌيڪ آهي. ڪيترو ڪر ڳالهائي سگهجي.

توکي سارينڌڙ تنهنجو

روچي رام



ڪار پاڙو مير پورخاص سنڌ
اپريل 30_ 1975

منهنجا پيارا پرمانند.

مون توکي خط لکي رکيو هو تہ آئون پهرين مئي تي حيدرآباد ويندس ۽ جيڪڏهين تون اُتي موجود هوندين تہ ملاقات زيارت ۽ تيرٿ ڪرڻ جو ثواب حاصل ڪندس. اهو خط تپال جي حوالي ڪري ڪونہ سگهيس. جنهن دوست سان گڏ هوندس سو بہ تو وانگر شاعر آهي ۽ بنان ڪم رڳو مون سان گڏ ڏينهن گهارڻ لاءِ حيدرآباد هلي ٿو. تون هجين ها تہ بہ هجن ها.

اگ ۾ جڏهين موڊ ٿيندو هو تہ توکي خط لکندو رهندو هوس. سمورا خط تہ موڪلي ڪونہ سگهندو هوس. نڪي موڪلڻ جهڙا هوندا هئا. جن خطن جو مون وٽ نقل رکيل آهي. سي ڪڏهين ڪنهن کي پڙهائي ٻڌائيندو آهيان تہ اوچتو ڪنهن حصي تي، ڪنهن جاءِ تي، ڪنهن موڙ تي بيهي رهندو آهيان. ڪيترا فقرا ڇڏي ويندو آهيان. برادرم گنگارام يا سيٺ وشن داس وغيره جيڪي ٻڌڻ جا خواهان هوندا آهن سي اسرار ڪندا آهن تہ اهو ڇا هو، ضرور پڙهي ٻڌاءِ. انهن کي ڪيئن سمجهايان تہ جيتوڻيڪ اهي خط مون لکيا آهن پر مانواري متر پرمانند ۽ منهنجي دل گهرئي ننڍڙي شاعر ڪنول وٽ پهچڻ بعد سندس ملڪيت آهن. هونئن بہ خانگي جذبا جيڪي ڪنهن هڪ دوست سان صرف ڪاغذ ۽ قلم جي تنهائي ۾ ظاهر ڪجن ٿا سي ضروري ڪونهي تہ ٻئي دوست کي ٻڌائجن.

آئون تہ ڪيترا خط توڏانهن لکي وري اهي نہ توکي موڪليندو آهيان ۽ نڪي ٻيءَ بہ پڙهائيندو آهيان. زندگي جا ڪيئي زاويہ آهن. نمونا آهن ۽ ڊپارٽمنٽ آهن. جتي هڪ ساٿي دخل ڏئي ٿو اتي جي ٻئي کي خبر بہ ڪونہ ٿي پوي سمجهہ بہ نٿي پوي واسطو بہ ڪو نہ ٿو هجيس. توکي لکيل خط خود توکي بہ پڙهائڻ جهڙا ڪونہ هوندا آهن.

مُربي سيٺ سنيومل[1] جن جي بيمار هجڻ ڪري مني وڃي ڪونہ سگهيس. اُتي بابت ٻڌم تہ برادرم ريواچند ويل هو. تنهنجي سلڇڻي ۽

[1] سنيومل: منهنجو وڏو سوٽ هو 1953ع ۾ اليڪشن ۾ سنڌ اسيمبلي جو ميمبر چونڊيو هو.

سباجهي پيڻ، گل[1] جي محترمہ ۽ ٻيا ڪيترائي لاڙ جا مهمان آيل هئا. مونکي اُتي حاضر رهڻ جو موقعو ملي ڪونہ سگهيو.

لاڙ تہ هونئن بہ وڻن جهڙو ملڪ آهي. ماڻهو پڻ ملوڪ آهن. پر اسان لاءِ پلاري ڏس انهي ڪري آهي جو تنهنجي طرف جي هر شيءِ قدر جي لائق هجي ٿي. لاڙ جي تہ ٻولي ۽ ڪلچر سنڌ جو مرڪزي ڪلچر ۽ ٻولي آهن.

هن خط جو جواب في الحال نہ ڏجان.

صرف تنهنجو

روچي رام



پيارا پرمانند.

جنهن موجب ۽ جيئن مون توکي ڪم ڪرڻ لاءِ چيو هو ان موجب ۽ ائين تو ڪونہ ڪيو. مون ڪلهہ ٽيليفون تي ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪئي. پر ٻنهہ ڪونہ ٿو لڳي.

مون هڪ خط هڪ دوست هٿ موڪليو آهي. هُن الاجي اهو پهچايو يا نہ.

مونکي تنهنجي مشغولين جي خبر ڪانهي پر جيڪڏهن سهوليت هجي تہ 20 مئي تي مون وٽ اچجان مونکي خبر آهي تہ موسم آرهڙ جي آهي. گرمي سخت آهي ۽ سفر ڏکيو ڪم آهي. پر اسان جي فرمائش اميد تہ قبول پوندي.

تنهنجي دوائن جا ڪاغذ ۽ ECG وغيره کڻي اچجان تہ هتي ڊاڪٽر ڊرنگو سان صلاح ڪريون. وڌيڪ احوال روبرو ڪنداسون.

اوهانجو

روچي رام



---

[1] گل: سندس نالو چانڊومل آهي. پرمانند جو پيڻويو ٿئي. ٽنڊو محمد خان جو رهاڪو آهي.

کارپاڙو ميرپورخاص سنڌ
مئي 18، 1975

منهنجا پيارا پرمانند،

هتي محترم پير بخش خان آيل آهي. گهڻن ڏينهن کانپوءِ گڏيو آهي. ٻه ٽي ڏينهن ويهي ڪچهري ڪري پراڻيون يادون تازيون ڪيوسون. سرويچ سجاولي جا ڪي شعر جهونگاريا سون پوءِ مون کيس سرويچ ڏانهن لکيل خط پڙهي ٻڌايو. انهيءَ سانگئي نوٽبڪ ۾ ڪي توڏانهن لکيل خط پڻ نقل ڪيل آهن. اُنهن مان ڪي ٽُڪرا ڪامريڊ کي پڙهي ٻڌايم. الاجي ڪامريڊ منهنجي همت افزائي ڪرڻ جي ارادي سان يا دل وڻڻ جي لاءِ انهن خطن کي پسند ڪيو آهي.

اجوڪي آرتوار تي سارو ڏينهن توکي ساريوسون. ڪالهه ڊگهڙي ويو هوس. توکي ٽيليفون ڪرڻ جي ڪوشش ڪيم. چيائون: ٽنڊي غلام علي طرف توٽي پنگرئي طرف – ٻنهي پاسن لائين خراب آهي.

ڀاوڻ جو مڱڻو ٿيو آهي. کيس مبارڪ جو خط لکي جڏهن لفافي تي ائڊريس لکڻ وينس تڏهين شڪيس مبادا سندس پتا جو نالو جيرامداس آهي يا آئون غلط هجان. انهي ڪري رڳو ڀاوڻ سنڌي ٽنڊو باگو لکيم. اهو خط الاجي مليس يا نه.

21 مئي تي حيدرآباد هلڻو آهي. 20 تاريخ هتي پهچ 21 تي گڏجي هلنداسون. مرحوم حيدربخش جتوئي جي ورسي 21 تاريخ سندس قبر تي جيڪا غلام شاه ڪلهوڙي جي مقبري ۾ آهي ملهائيندا اُتي هلين يا نه پر هتي ميرپور مون وٽ 20 مئي تي ضرور پهچج.

تنهنجي ذمي ڪيل ڪم تو ڪونه ڪيو.

توهان سيني کي زميندار ٿيڻ جون مبارڪون هجن. امتحان ضرور ڏج متان انهيءَ ڏس ۾ غفلت ڪرين.

مولچند، ريواچند، چانگارام ۽ مڙني کي رام رام چئجان. تنهنجي ماتا لاءِ ۽ چندرا ديوي لاءِ پرنام. ننڍڙي ميشي ۽ ننڍڙن ٻارن لاءِ پيار.

فقط تنهنجو ڊ

روچي رام



Mirpurkhas Sindh
4th June, 1975

My own dear Parmanand,

I do not have a pen here around with me and you would therefore excuse me for this letter in English which I am typing with the same love and warmth as I do with a pen. Although you are entitled to hear from me in Sindhi, the language which you like the most but you would tolerate this dessertation.

I can well imagine your dilemma. You have been made busy and I feel you are getting little time for caring for me. May be you are still feeling under the same embargo which I placed upon you for not writing to me.

I wish I could come to Tando Bago to see you all. This month of June is vacation for me so far as Civil and Sessions Courts are concerned.

I might be coming to Sorhadi or to Deyee on the 12 and 13th of this month. To Tando Bago I will not come. Please be available at Deyee on these dates. If I will not come to Deyee then I will send a jeep to bring you to Sorhadi.

I hope you will make it convenient to be free and available on these dates.

Since there is no pen to write my signature I type my name as your most sincere friend,

Rochi Ram.



میرپورخاص سنڌ
آرتوار 8 جون 1975

منهنجا پيارا پرمانند،
اڪين جو نار ڪيشو توهان سان گڏ مهايوگي پاربرهم جي آستان تي هلندو ۽ ترشول ڪٽي وبندڙ ساٿ ۾ هوندو.
ڪيشو ٻاهر جو سفر ڪونہ ڪيو آهي. سندس خيال خاص رکندا تہ احسانمند رهندس. انهي سفر ۾ پار برهم جي ميلي واري عرصي ۾ ڪيشو توهان جي زير نظر رهندو. ڪيشو ڪي هيٺ ڏيکاريل ڳالهين جي پابندي ڪرائڻ توهانجي ذمي رهندو.

1. هو روزانہ گهٽ ۾ گهٽ ٽي صفحا ڊائري لکندو. اها ڊائري هو ضرور لکي ۽ پابندي سان لکي. توهان صرف انهي ڳالهہ جو خيال رکندا تہ هو لکي پر توهان ڪي اها ڊائري پڙهڻي ناهي.
2. ڪيشو توهان سان گڏ هوندو. هن کي اجازت نہ ڏجو تہ جدا پنهنجي مُنهن ڪيڏانهن گهمڻ وڃي. پابندي سان توهان سان گڏ رهي.

هي ٽيئي ڪيشو بابت هدايتون. هاڻ هيٺ تو لاءِ ڪم آهن. تن جو ذڪر ڪريان ٿو.
ميلي ۾ جيڪي ميران بائي جا ڀڄن ڳائڻ ۾ اچڻ سي جيڪر تون لکين سگهين سي لکي ڪيشو هٿ موڪلج. محترمہ ماتا راما بائي جن کي بہ ياد آهن. وقت ملي تہ ڪانئن پڇي لکج.
تنهنجو خط مهراج ريواچند هٿ موڪليل پهتو. آئون 24 ۽ 25 جون تي اچي ڪونہ سگهندس. تنهنجي حڪم ڪي تہ 25 اچان ۽ تنهنجو مهمان ٿيان نہ مڃڻ مون لاءِ تمام ڏکيو ڪم آهي پر اُهي ڏينهن بين لاءِ اڳ ۾ ئي Reserve ٿيل آهن. انهن کي تڪليف ٿيندي جيڪڏهين طئہ ٿيل تاريخن تي انهن لاءِ هتي موجود نہ هوندس. آئون توتي حڪم تہ ڪونہ ٿو هلائي سگهان پر جيڪر عرض ڪريان تہ ميلي تان موٽندي هتان ٿيندو وڃين پر جي تنهنجي ڇڙي واري مشغولي هجي تہ خير هي عرض آئون واپس ٿو وٺان. تنهنجي لاءِ شايد ضروري هجي واپس ٽنڊي باگي وڃڻ. انهيءَ صورت ۾ هن مهيني جي آخري تاريخ تي ممڪن ٿي سگهي تہ هتي ميرپورخاص اچجان

جا ٿيندي 30 جون پر ان لاءِ اڳواٽ اطلاع ضرور ڏجان.

پڪ ڪونهي پر ممڪن آهي تہ هن گهر جي حاڪم ۽ منهنجي سرپرست لڇمي انهيءَ ميلي تي اچي. گنگارام تمام گهڻو مجبور ڪيو تہ آئون ايندس. بي صورت ۾ مونکي خود کي اچڻ جو هن سال خيال ڪونهي.

پيارن ۽ نيازن سان اوهانجو

روچي رام



10 جون 1975

منهنجا پيارا پرمانند،

مهراج ريواچند خط پهچايو. خط لکڻ لاءِ مهرباني.

انهيءَ ڪوڙي واري ٻنيءَ تي جو اسان کي ياد ڪرين ٿو ۽ خط لکڻ بدران خط لکڻ جي سار ۾ رهين ٿو ۽ ايڏو وڏو احسان اسان مسڪينن تي ڪرين ٿو تنهن لاءِ ٿورائتو آهيان. ٻنيءَ تي گهمڻ جي نيند ۽ اُن باري ۾ قرب ڀريا لفظ لکڻ لاءِ توهانجي مهرباني ۽ وڏي مهرباني.

تون سمجهين ٿو يا نہ، خبر اٿيئي يا نہ تہ الاهيءَ ٻنيءَ جي سودي چانگي مل ۽ برادر محترم مولچند جو انهي چڙڻ جي مشين واري سان گڏ جيمس آباد وڃي دستاويز لکائڻ مونکي ڪيترو مهانگو پيو آهي. انهيءَ ٻنئي، انهيءَ قبضي، انهيءَ ورهاست انهيءَ سنڀال، اهي مرچن جا ٻارا سنوارڻ، ڦٽين جي وٿ کي هر ڏنل، ٻج وڏل زمين مونکي ڪيترو نقصان پهچايو آهي. جنهن تلافي لاءِ ڏيئي واري لاريءَ ۾ ٻني طرف روزانہ ويندڙ وڏيرو ۽ جيپ خريد ڪرڻ لاءِ ڪوشان سيٺ، سي تہ سڀ ناڪافي آهن.

ڪيترين مشغولين جو ذڪر ڪندين؟ مهمان سنڀالڻا آهن. تڪاٽن ۾ وڃڻو آهي. آرتي ٿي رهي آهي. ميلي لاءِ سنبرڻو آهي. ترشول ڪٽي پيدل ياترا ڪرڻي آهي. بيمار ٿي پئبو. ڊاڪٽر علي محمد وٽان ECG ڪيائبو. ڊاڪٽر حيدر علي قاضي وٽ گڏو وڃبو. حڪيم جي دوا پڻ ضروري آهي. وري بنوري وڃڻ ٿيندو. تنڊي محمد خان سجاول ۽ چوهڙ حاضري ضروري ٿيندي. ايئن عمر جي ٻئي دوَر ۾ داخل ٿبو.

تيستائين منهنجي مربي دوست ديوان ليلارام جا ڏوهٽا ۽ ڏوهٽيون ايندا. تن جي نظر. سنڀال. پرداخت. نيپاج. تعليم. تڪاءُ اتڪاءُ الاجي ڇا ڇا نہ ڪرڻو پوندو. پوءِ ٻڌايان تہ تنهن بعد ڇا ٿيندو؟ ڪاوڙ بين تہ ڪونہ! پوءِ لاڙجي تنواٽي خاندان جي سرسي ۾ آيل ننهن. سپوٽ ۽ گهڻو ڪمائيندڙ گهڻي هلندي واري جي زال جون پسنديون ناپسنديون. طبيعت جون البيلايون ٿينديون شروع. تنهن بعد زال جو اثر ۽ هلندي وڌندا.

پيو ڇا ٿو ٿئي؟ اُنجي گرم ۽ ڪومل جسم مان گرمائش جو ڇڏائجي وڃڻ ۽ اُن جڳهہ جو ماءُ جي مامتا سان پُر ٿيڻ. جسم جي ساخت بدلجي ويندي. خيال بدلجڻ شروع ٿيندا. پوءِ نيون طلبون نوان حوس ۽ حرص.

شايد شروع ٿين پوءِ پائرن جا ليکا. ڦٽين جا اگهہ پاڙ. تپيدار. مختيارڪار جا عار ۽ گهرجون وڌنديون. پاٽي جا وارا ۽ شيئر لسٽون بدلبيون. هارين جا ليکا ڪرڻا پوندا. انهن جون تقاويون. انهن جون شاديون. اُنهن جو پيڄڻ. انهن جون درخواستون. انهن جون چوريون. دڪان جي گراهڪن جهونن ۽ دوست گراهڪن جون بي وفايون. ڪيترا نہ پنجوڙ توکي جڪڙيندا.

تون متان اهو خيال ڪندو هجين تہ تنهنجي نفعن ۽ فائدن ۽ ڪمائي جي چڱاين جو آئون ذڪر ڪونہ ٿو ڪريان. رڳو نقصان ٿو بيان ڪريان. منهنجا دوست خط جي ڊيگهہ کان ڊجان ٿو ۽ تنهنجي ڏنل پيار ڪري لحاظ وچان انهن ملڪيت ۽ جهنجهٽ وڌائڻ جي نقصانن جو ذڪر ڪونہ ٿو ڪريان چاڪاڻ تہ اهو ذڪر ڪڙو کهرو ۽ تيز ٿي پوندا منهنجا ڪومل ڪنول اينترو جيڪي لکيو اٿم سو ڪافي ناهي ڇا؟

دنيا جا جهنجهٽ بي حساب ٿين ٿا. اُنهن ۾ ڪٿي ڳوليندس پنهنجي پرمانند کي. ننيڙي ذهين ۽ گيان وان دوست کي؟ قرب. پيار ۽ نينهن جا تہ تو وٽ پنڊار پريل آهن انهن جي کوٽ ڪونہ ٿيندي پر منهنجو پرمانند تہ گم ٿي ويندو.

نہ منهنجا مانوارا دوست! قابل احترام ساٿي!! ائين نہ ڪر. موکي پرمانند واپس ڪري ڏي. هاٽي ڪير هلندو يونيورسٽي؟ ڪير وهندو امتحان ۾. جنهن جي فارم پرڻ جي شوق ۾ تون مون وٽ هڪ ڪلاڪ وڌيڪ نٿي ترسي سگهين؟ تون ئي ٻڌاءِ ڪنهن کي پڙهي ٻڌائيندس فاضل ارنالڊ ٽوئن بي جا ڪتاب. ڪير منهنجي دل جي مدعا سمجهندو ۽ ڪنهن

کي حال سٽائيندس؟ تنهنجي ذهن تي حملو ڪيو آهي جاهل ماحول جي جاهل خيالن. هاٿي چوندين "مون وٽ دل تہ آهي اها تو نہ ڏني آهي" ڪٿي تنهنجي انهيءَ ٻٽاڪ تي اعتبار ڪريان تہ انهيءَ ۾ علم نہ هوندو وسعت تہ هوندي سچائي نہ هوندي گهرائي نہ هوندي.

قابل قدر دوست! اسان جنهن پرمانند پنيان لڳاسون سو خيرڪو تنهنجي روپ ۾ رهي سگهندو. منهنجو هاٿي ڇا انهي لاڙ ۾؟ ڇا انهي لاٽن ۾ ۽ ڇا انهي ڪلر ۾؟ آئون نڪي سورهڏي وبندس ۽ نڪي ڏيئي. اهي سڀ هٺا بهانا توکي ملڻ جا. 24 ۽ 25 جون ۾ وري ڇا هوندو؟ ڪيئن تنهنجي ڪوٺ جو ايمان ڪريان ۽ نہ اچان؟ ڪاش آئون تنهنجي حڪم جي تہ "25 تاريخ اڄ ۽ اچي منهنجو مهمان ٿي" عدولي نہ ڪريان! مونکي تنهنجي ڪوٺ اڪين تي آهي. هن ناچيز تي اها مهرباني ٿو ڪرين تنهن لاءِ تنهنجي مهرباني. مون لاءِ تمام مشڪل ٿئي ٿو تنهنجي ڳالهہ ڪي ٻوٽڻ. جنهن جي توکي خبر آهي. پر اهي تاريخون مون لاءِ انهيءَ ڪري مشڪل ۽ ڏکيون آهن جو اڳ ۾ ڪن کي ڏنل آهن. انهن ويچارن کي تڪليف ٿيندي جي منهنجي موڪل منظور ڪرين تہ نيڪ بي صورت ۾ جواب لکج تہ آئون هليو ايندس 25 يا 26 يا 27 تاريخ تي ڪهڙي نہ ڪاوڙ مان خط لکڻ شروع ڪيوهوم ۽ ڪيئن نہ ڪاوڙ ميٺ تي ڳري ويئي آهي ۽ قلم جو رخ محبت طرف وڌي رهيو آهي. سوچيم صبح جو ڪيشو سان گڏ ٿيندي هليو هلان.

جيستائين توسان مِلان تيستائين جيڪر هڪ وڏيڪ ڳالهہ لکي ڇڏيان.

هڪ ڏرمي ڪتاب ۽ ان تي سمجهاڻي جو ڪتاب ٻنهي جو نالو ڪونہ ٿو لکان جو مفهوم هيئن سمجهيو هوم. جو جاڻڻ کپي تنهن بابت توکي ٻڌايان ٿو. سرير ۽ آتما جو هڪ ٻئي سان ڪهڙو سبنڌ ٿئي ٿو. هو هن لوڪ ۾ وسي ٿو سيني اندرين جي پرڪاش جي گڻن جو چمتڪار سندس ڪري ٿئي ٿو. پر خود بنا سروپ آهي. پوءِ بہ برهما ننڊ جو ڏارڻ ڪندڙ آهي. گڻ رهت آهي تہ بہ گڻن جو ڀوڳي آهي.

حقيقت ۾ هو اڻ ورهايل آهي پر ڏسڻ ۾ جڻ ورهايل اچي ٿو.

۽ هوگيان آهي ۽ گيان سان معلوم ۽ محسوس ڪري سگهجي ٿو ۽ جاڻي سگهجي ٿو.

هي شرير کيتر آهي.

ڪيئن هلت هلجي جو هن سرير کي، پُرش کي، پرڪر تيءَ جو حصو

سمجهجي ۽ آتما کي پرماتما جو؟

سرير اُن جي پاون، ان جي گڻن، ان جي ڀوڳن، ان جي ڪرم، ان جي اڃائن ۽ ان جي ٿل کي آتما کان ڪيئن جدا ڪندو هلجي جو سرير جا ڏک ۽ سک جدا سمجهجن جيئن آتما جو صحيح نڪار ڪري سگهجي.

ٻار ائين سمجهندو جيئن کيس سمجهائبو. اسان جي دوستن جو ناستڪپڻي جو فلسفو آهي تہ ماڻهو پنهنجي ماحول جي پيداوار آهي، جهڙا مفاد هوندس جهڙي لالچ هوندس جهڙا سندس وڪار هوندا. اهڙا ويچار ٿيندس، اهڙي هلت هلندو جهڙي ماحول موجب هلت هوندس اُن موجب پسنديون ناپسنديون هوندس. انهيءَ موجب صحيح ۽ غلط سمجهندو.

جيئن جيئن وڏي عمر ٿيندي ويندس تيئن تيئن ماحول جي ڀوڳيل ڀوڳ جو وڏيڪ غلام ٿيندو ويندو. سندس گڻ ۽ وڪار بہ ان موجب هوندا.

اُنهن جسم جي وڪارن، پسندين، نا پسندين، گڻن ۽ ڪرم وغيره کي انسان پنهنجو سمجهي ٿو. انهن ۾ لين ٿئي ٿو جيڪي آتما ۽ برهم کان جدا آهن. ڪيئن ڪجي جو هن سرير جون ضرورتون، سرير جا سک ڏک، ذهن جون ڳڻتيون، من جو مامتائون ڪيئن ڪجي جو انسان خود انهن ۾ ليپ نہ ٿئي نرليپ ٿئي.

هي جيڪي تون سچ سمجهين ٿو سي سچ آهن. مثيا ناهن جڳت مثيا ناهي. پر ڪرتي انادي آهي. پُرش بہ انادي آهي. اهي ٽيئي گڻ ـ ستوگڻ، رجو گڻ ۽ تموگڻ ـ بلڪل موجود آهن. فرق صرف ايترو ڪرڻو آهي جو انهن کي ماڻهو پنهنجو پاڻ کان جدا سمجهي. ايئن انسان جو خود مرتبو ڪيترو نہ ۽ ڪيڏو نہ وڏي ٿو. ڪيئن نہ هو هنن گڻن، پاون، ڀوڳن، ڪرمن، اڃائن ۽ ٿل کان جدا ـ ايئن آتما الڳ ٿيڻ سان وري انجو هر آتما کان مختلف نہ هجڻ، آتما جو ۽ برهم جو هڪ هجڻ ڪيڏو نہ عظيم مرتبو آهي هڪ معمولي نيچ انسان جو. انسان جي اها هڪ عجيب جدوجهد هجي ٿي. جنهن موجب هو انهي راڳ ۽ دويش جي چڪر کان ٻاهر نڪرندو.

هن دنيا جو ڪرم ڪندي ۽ ديوتي بجا آڻيندي بہ انهيءَ ۾ ملوث نہ ٿيندي انسان ڪيئن نہ سک ڏک کان رهت ٿيندو ويندو.

آتما ۽ سرير جو جدا ٿيڻ سان انسان جي ماضي جي سموري تاريخ هڪ نئون تعبير پيش ڪري ٿي. هي جيڪي آهي، جنهن کي خانگي ملڪيت ذاتي ڌن هجي ٿو، اُن جي بہ ماضي جو هڪ عجيب داستان آهي. ڪيئن ملڪيت وڌندي رهي آهي؟ اوائل جي انسان وٽ ڇا هو؟ هڪ پٿر

جو هٿيار ۽ هڏن جو پيالو ۽ هن وقت جي انسان وٽ بہ سؤ ايڪڙ ٻني، هڪ دڪان، پيڊي، بنگلو ۽ وڏيڪ عوامي سهوليتون، موٽرون، ٽيڪسيون، بسون، ريل گاڏيون، هوائي جهاز، سپر مارڪيٽ ۽ انٽر ڪان هوٽل جتان ڪهڙيون ڪهڙيون نہ نعمتون حاصل ڪري سگهجن ٿيون.

انهي ملڪيت جي، خانگي دولت جي وجود ڪيترو نہ هڪ انسان کي ٻئي جو غلام بڻائي ڇڏيو آهي.

منا ڳالهہ ڪٿان شروع ڪيم ۽ ڪهڙي سمت هلي ويئي.

ڪوشش ٻئي ڪيم تہ آتما کي سرير کان جدا سمجهڻ جي. سرير جي گڻن ۽ گناهن. طلبن مانڻ ۽ چوڙڻ کي حقيقت سمجهجي، انهن کي سچ سمجهجي. پر انهن جي اثر کان جدا ۽ نرليپ ٿجي. پنهنجو پاڻ کي آتما سمجهجي. آتما جيڪا هڪ خيالي ۽ اڻ ڏٺل اڻ محسوس ٿيل. عقلي ۽ منطقي شيءِ آهي. جيڪا انسان جي عظيم ۽ مهان هجڻ جي علامت آهي. آتما انهي ڪيفيت جو نالو آهي جيڪا هن پرڪرتيءَ جي سمورن ڀاڱن، گڻن هوائن، طوفانن، جولانن، بجلين ۽ برهماندن کان جدا آهن.

شريمد ڀڳوت گيتا جي 13 اڌياءَ جي 21 ۽ 22 شلوڪن جو سنڌي ترجمو لکان جيڪڏهن اجازت ڏين:

21/13: پرڪرتيءَ ۾ وسندڙ پُرش، پرڪرتي مان اتپن ٿيل گڻ ڀوڳي ٿو ۽ گڻن سان سنگ چڱن ۽ بڇڙن گڻن سان سنگ سندس جنم، پنر جنم وغيره تي اثر اندا ز ٿين ٿا.

22/13 هن ديهہ ۾ واسو ڪندڙ پرش، جيڪو اُتم پرش پڻ آهي، جو سرو ساکي، اُپديش ڪندڙ پالنا ڪندڙ ڀوڳ ڪندڙ خود پرماتما ۽ طاقت ور حاڪم پڻ آهي.

توکي ڪيئن ٻڌايان، شايد آئون ڳالهہ سمجهائي ئي ڪونہ سگهندس. مٿي جيڪي لکيو اٿم الاجي تون ڇا سمجهندين؟ هن وقت تون تمام مشغول هوندين. پر جڏهين ميلي تي وڃي واندو ٿين تڏهن هن خط کي وري پڙهج.

نورچشم ڪيشو کي تڪڙ آهي انهيءَ ڪري هاڻي وڏيڪ لکڻ ممڪن ڪونهي. وڏيڪ انهي موضوع تي لکڻ مهمل ڪريان ٿون

پيارن ادبن نيازن قربن سان. فقط.

روچي رام



ڪار پاڙو ميرپورخاص سنڌ
جون 27، 1975

منهنجا پيارا دوست پرمانند.

توهان هائي واپس گهر پهتا هوندا.

اهو خاص خيال رکندا جيئن نو چشم ڪيشو سندس ڊائري ضرور لکي. ڪيس ترت واپس گهر موڪليندا. ترسائجو نه.

ميلي ۾ جيڪا توهان منهنجي مهمان نوازي ڪئي، خيال رکيو، عزت ڪئي تنهن لاءِ آئون توهان جو تهه دل سان شڪر گذار رهندس. ڏکيو وقت صرف تنهنجي حاضر هجڻ ڪري سکيو ۽ سولو ڪٽجي سگهيو.

ميلي جو ڌرمي ۽ اعتقادي پهلو ته الاجي ڪهڙو آهي پر هن جو سماجي ۽ تهذيبي پهلو بيشڪ تحسين جوڳو آهي. منهنجي موجودگي ايئن پئي لڳي جڻڪ ڪو اجنبي اهڙي هنڌ آيو هجي جتي سندس اچڻ جي ڪنهن کي توقع ڪانه هئي. توهين ته سڀ انهي اجتماع جي جان هئا. حصو هئا. آئون جڻڪ اهڙي هستي هوس جنهن تي ڪيترا عجب کائيندا هجن!

لڳي پيو رڳو تنهنجي ڪري ويو هوس.

اوهان جو فقط،

روچي رام



ڊبل ايڪس، بولان هوٽل
ڪراچي.
جولاءِ 7، 1975

منهنجا پيارا پرمانند.

توڪان ميلو ڏنم. انهيءَ گرمي، لوءَ، پگهر، انهيءَ ڪوڪا ڪولا، انهيءَ پگهريل ۽ گرم جسم سان ٿلهي ۾ تڙڳڻ جسم کي ته بيمار ڪيو پر مون طبيعت ۽ دماغ سڀ ناتوانيءَ جي حالت ۾ آهن. رڳو تنهنجي، عزيز برادر سيٺ گنگارام ۽ مهراج محترم کيم پال جي موجودگي مون لاءِ راحت جو باعث هئي.

انهيءَ موڊ مٿائڻ لاءِ هتي آيو آهيان. اجوڪي رات آرام ڪرڻو اٿم. ڪراچيءَ جي سمورين روشنين ۾ روح جي پرورش ڪندڙ ساڌن کي وساري، سيني کان پري رهي، هن جسم ۾ ان ۾ روح کي دڳ لڳائڻو اٿم. ننڊ ڪرڻ کان بهتر ٿو سمجهان ته تو ڏانهن توکي بڌائڻ ۽ سلڻ نيڪ ڪونه ٿو سمجهان. ڪهڙي ڪم آيو آهيان سو معلوم نه ڪرڻ جي ڪوشش ڪرين ته بهتر.

تنهنجو شعر ياد ايندو اٿم:

سَنڌ سَنڌ ساٿو پوءِ به ماٿو
جوين تان ٿي هڪلي جهار
هڻ هڻ هيءَ هنيلي نار.

دل ٿي ٿئيم ته هن خط جو موضوع عورت بڻايان. هڪ ڀيري ٻارن تي لکيو هوم. هڪ ڀيري ميلي ۾ مِڙيل مَڙدن تي لکيو هوم. هڪ دفعي مذهب وارن خلاف لکيو هوم. ڌرم جي ارتقا تي لکيو اٿم. اجازت ڏين ته هن خط ۾ عورت ۽ ان جي وجود، ان جي جذبن، ان جي احساسن، اُن جي آزادي، ان جي غلامي، ان جي خوشبوءِ، ان جي سرهاڻ، ان جي سڳنڌ، ان جي چِهاءُ، ان جي فن، انجي تخليق بابت لکان.

اُتاولا، تو پڇيو هو: ”مون عشق ڪيو آهي؟“ توکي الاجي ڪيئن اهڙو سوال خيال ۾ آيو! يا ته تو پنهنجي عشق جي بناڪ هڻڻ جي خيال کان لکيو هو يا شايد ٻيو ڪجهه سمجهيو هيئي يا ڪو ڊپ هيئه ته اهي وکر مون وٽ ڪونهن.

دوست، اعتبار ڪرين ته مون وٽ اهي وکر بلڪل ڪونهن. آئون ڪابه دعويٰ ڪونه ٿو ڪريان. مون کي لڳو تنهنجو سوال بنهه تنهنجي سطحي سوچ تي مبني هو. ان جو ڪهڙو جواب ڏجي. تون عورت کان پري رهي ان جي عشق جون ٿو ڳالهيون پڇين! اچ ته توکي اُن جو سمورو سروپ ڏيکاريان.

تو چمپا جي سخت، اسريل ۽ اپريل ڇاتيءَ ۽ ان جي وچ واري گهرائي ۾ پاڻ کي گم ڪرڻ چاهيو. تو اها گهرائي سمنڊ جي اونهائي ۾ ڳولي. تو ان جي پيٽ جا ورڪڙ ورءِ سر اشتاوڪر ۽ راجا جنڪ جي گيان ۾ ڳوليا.

مونکي انهي چمپا ۾ ۽ هر چمپا ۾ خواهه اچوت اُها اچوت چمپا هجي يا اوچ، چمپا ۾ صدين جي ياس، غم ۽ غلامي جي تاريخ ڏسڻ ۾ ايندي آهي.

ڪنهن بہ چمپا کي بستري ۾ آزاد منش وانگر آنند کي ماڻيدي ڪونہ محسوس ڪيو هوندو. چمپا اها ڏنل هرڻي آهي جيڪا گهاگهہ شڪارين جي حملي کان ڊوڙي ڀڄڪي ۽ ڦٿڪي رهي آهي. آرتي اُن لاءِ روح جي راحت آهي. شيوا چاڪري ۽ غلامي هن لاءِ روز مره جو معمول آهي. مرد هن لاءِ پرميشور آهي. سڀ ڪجهہ مرد کي ڪرڻو آهي. چمپا مرده جسم آهي. چمپا اها ٻڪري آهي جنهن کي ڪاتي هر روز ڪهندي آهي. چمپا هندين (هندوستاني عورت) جو هزارين سالن جو ڪِنو ٿيل سڙيل ۽ ڇچريل لاش آهي. هوءَ ڳچهن جو ڪاچ آهي ڪٿي. اهو ڪيلاش هن جو پيڻويو هجي. ڪٿي ڏيئيءَ جي سيٺ جو پٽ هجي. ڪٿي شڪاربوري مارڪيٽ جي آفيس وارو يا ٻيو ڪو ڀڳت جي روپ ۾ هجي. هن جو پاڳ رهيو آهي. مرد جي هوس ۽ بک جو ڪاچ ٿيڻ.

چمپا تاريخ جو اهو ڪردار آهي جنهن لاءِ شيوا ڪرڻ غلامي ڪاٽڻ زندگي آهي. جنسيات بابت خيال نفس بابت گفتگو. شهوت بابت چال چلت ۽ تسڪين گناهہ واريون شيون آهن. عورتن لاءِ ناهن اهو ڪم مردن جو آهي.

ڪيترا نہ ٻيا بہ جانداهہ ڪيس پيڙين ٿا تيئن هو هن چڪي ۾ پڻ پيسبي رهي آهي. جنسيات جي موج جو نالو ونڻ. آزادي سان ان ۾ شريڪ ٿيڻ جي ڪيس منع ٿيل آهي. اهي خبرون رکڻ هن لاءِ گناهہ آهي.

چمپا جو سومان مجروح ڪيل آهي هن جي لغت مان سومان ۽ عزت جا لفظ خارج ڪيل آهن. هو صرف مرد جي عزت آهي. سندس نفس عزت کان خالي سمجهيو وڃي ٿو. سندس شخصيت جو ڪو وجود ڪونهي. هنجو وجود هڪ بار آهي. هو پنهنجو پاڻ تي بار آهي گهر وارن تي بار آهي. مائٽن تي بار آهي ساهرن تي بار آهي. مڙس تي بوجو آهي.

انسان ڪيڏو نہ چمپا جهڙو هيچ هجي ٿو؛ چا اهڙي انسان ۾ پرم آتما جي حصي واري آتما رهي ٿي؟ ڪير ايڏي ڪوڙ تي اعتبار ڪندو؟

تہ ڪڏهين سوچيو آهي تہ منهنجي مانواري ديوان ليلارام جي ڌي ايشان بابت. سرڳواسي پوڄنيہ سيٺ ڏاندومل جي ڌي ساوتري بابت ۽ تنهنجي دوست روچي رام جي ڌي شاردا بابت.

اهي سڀ بار آهن سندن ڪٽنب تي. گهر تي ۽ مائٽن تي. سندن سرپرست هن دنيا جي جانداهہ ۾ روزگار جي چڪر ۾ پيسبا رهن ٿا. سندن

هرادا هر چرپر گهر وارن جي عزت جو سوال بڻجي ٿي. جمڻ کان مرڻ تائين هو معاشري تي ٻوروبار آهن. سندن زندگي جو مقصد محض اهو آهي تہ اهي ٺل خير سان وقت گذاري وڃن. گهڙيون ائين ئي ڪٽجي وڃن. سندن احساسن جذبن پسندين ناپسندين ۽ آزاديءَ جو تہ ڪو سوال ئي ڪونہ ٿو اٿي.

زوري مٿن خيال مڙهيا تہ ڪٿا ۾ ساءُ آهي. ٻچنن ۾ مڪتي آهي ۽ ست سنگ ۾ آنند آهي. گهر ۾ قيدي ٿي رهڻ ۾ ڀلو آهي ۽ بس. باقي دنيا سندن لاءِ بند آهي. دنيا جي هيٺ مٿاهين لاءِ سوچڻ جي کين منع ٿيل آهي. آهي ڪو سندن زندگي جو مقصد؟ سڄڻ سائين! بار ٿي ڄايون آهن. سندن سماجي يا معاشي يا آزاد ڪهڙي حيثيت آهي؟ جڏهن ڀيڻ ساوتريءَ کي ڏيءَ ڄائي هئي ۽ مون سندس سس مولان جون اکيون ۽ ان ۾ نفرت ڀريل ڏٺي تہ مونکي پنهنجي شاردا جو مستقبل انهيءَ بي مروت اکين جي آئيني ۾ ڏسڻ ۾ آيو. خيال آيم تہ اهي اکيون ئي ڪيڏي ونان. مون انهيءَ موقعي تي جيڪي چيو. انهي جاهل عورت بنهہ ڪونہ سمجهيو. آئون هن ڪراچي جي گهميل هوا ۾ ان جو مطلب ٻولي رهيو آهيان.

مونکي هڪ سال ڪوهہ مري تي پنڊي پائنٽ تي ڊينس مليو. اسين هڪ وڏي پٿر تي ويهي رهياسون ۽ مختلف ملڪن جي عورتن بابت گفتگو نڪري پيئي.

هن ٻڌايو تہ امريڪي عورت ۽ انگريزي عورت ۾ ڪهڙو فرق ٿئي ٿو. امريڪي عورت گهڻو ڳالهائي ٿي ۽ گهڻو ٻڌڻ بہ چاهي ٿي. هن کي پنهنجين اگهاڙين ٽنگن تي ناز هوندو آهي.

پڇيو مانس، ”ڪڏهين انهن کي ڇهي ڏٺو اٿيئي؟“

چيائين، ”ائين بہ ڪو ڪبو آهي ڇا؟ عورت جي پيرن ۽ ٽنگن کي ڇا هٿ لائبو؟“

پرسان ويٺل جينيٽ چيو. ”امريڪي مرد عورت جي جسم کي سٿرن کان هيٺ هٿ ڪونہ لائين. ان کان مٿي حصي تائين رهندا آهن.“

پڇيم، ”توهان امريڪي عورتون امريڪي مردن مان جنسي طرح خوش آهيو؟“

جواب ڏنائين، ”نہ بلڪل نہ.“

خير. اهي هيون گپ شپ جون ڳالهيون امريڪا جي عورتن ۽ امريڪي ماستڪ مارلني بابت ۽ جنس بابت مون پوءِ ڊينس کان انگريزي

عورتن بابت پڇيو.

چيائين، ”خاموش پر خطرناڪ حد تائين جنس جون بکايل ٿين ٿيون.“

جينيٽ تنهن تي چيو، ”ايئن ناهي. هو انگريز مردن جي خاموش طبيعت ۽ غير توجهي واري هلت ڪري بغاوت جي موڊ ۾ آهن.“

مون پڇيو، ”ڇا پاڪستاني عورتون بغاوت جي موڊ ۾ آهن يا نه؟“

چيائون، ”نه. پاڪستاني مرد ظاهري طرح ۽ ٻاهرئين نموني ۾ بي حد دلچسپي رکن ٿا، ڳالهائين گهٽ ٿا. باقي سندن اکيون اهڙيون قاتل آهن جو جهٽ ڪچو ڪائي ويندا.“ مون کين چيو، ”نه، اٽلي جا مرد زياده عورت ڏانهن توجه ڏين ٿا.“

وڏيڪ چيم ته ڪيئن هر مرد ڪي جملا ضرور عورت جي عزت رکڻ، دل وٺڻ ۽ سندن حسن ۽ نسوانيت بابت ڳالهائيندو آهي.

مون کين فرينچ عورت جي نفسيات بابت سمجهايو ته ڪيئن نه هو بي پناهه محبت ڪن ٿيون ۽ سندن جذبا سطحي نه پر گهرا ٿين ٿا. هو پنهنجي محبت ۾ مست هجن ٿيون. هو ورلي ڪو مرد جي ٻين عورتن سان لاڳاپي تي جهيڙو وغيره ڪن ٿيون.“

الاجي ڇا ڇا عورت جي جذبن بابت، انهن جي ماڻڻ بابت جسم جي هر ور وراڪي جي علامت، اُن ۾ پيدا ٿيندڙ سُر سُر، ڇُر ڇُر، هورا ڪورا، حظ، جنسي تسڪين ۽ من جي تسلي ڪندڙ حربن بابت چٽي ويس.

جينيٽ چيو، ”اهي ته علمي ۽ سائنسي ڳالهيون آهن. جنسيات ته عام فهم جي ڳالهه آهي ۽ اڻ پڙهيل جٽ ۽ جانور جهڙي ماڻهو جي به سمجهه ۾ اچي سگهي ٿي.“ مون احتجاج ڪيو ته اهو غلط آهي. اها تهمت بي بنياد آهي . مون ڊينس جو امريڪا جي اولهه اتر جي آخري رياست واشنگٽن جي سيئاٽل شهر جو رهاڪو، هو تنهن کي چيو ته ”ٻڌاءِ ڪو جرمن عورت بابت تجربو.“ هو جينسيٽ کان ڊنو پٽي پر ٻئي دوست جي نالي ۾ لڪ ڪري ڳالهه ڪري ويو ته هوءَ خدمت ڪندڙ عورت آهي جنڪ مرد جي نوڪرياڻي آهي . هوءَ بي حد وفادار ۽ محنتي عورت ٿئي ٿي. پڇيم، ”ڇا هو بستري ۾ ڪيئن محسوس ٿئي ٿي.“ خير اهو ڪونه ٿو لکان ته ڇا جواب ڏنائين.

مون ڪراچي جي ڊانسنگ اسڪول جي تربيت يافته حسينه کي چيو سياڻي محرم آهي هوٽلون بند آهن هل ته فارم هائوس هلون. اتي نئين وهنجڻ جو تلاءُ ناهيو اٿن. تيستائين اچا ڪراچي ۾ سئمنگ پول عام ڪونه

ٿيا هئا. سياري جي شروع واريون راتيون هيون. چيائين، مونکي سوئمنگ سان دلچسپي ڪونہ آهي.“ هوءَ ڪناري تي ويهي رهي ۽ آئون پاڻي اندر هوس. پڇيم، ”کھڙو گيت پسند اٿيئي.“ چيائين ”نئين فلم نهي آهي. نالو مونکي هن وقت ياد ڪونهي ان ۾ سندس پارٽ ڏيڪاريو اٿن.“ پڇيائين، ”انهي فلم جو ”بڑی مشکل ہے کی ہدائی“ گانو پسند اٿم اهو ڳائيان؟ چيم: ”اهو هلي ويندو.“ هو جهونگارڻ لڳي. گيت کي آهستي ڳائيائين. ميجر صاحب ۽ ميم صاحب شهربل هئا. فارم هائوس خالي هو صرف سندن رڌڻير دستگير ڪالوني واري دستگيرڻ هئي. هوءَ ايراني شڪل واري انگريزي لباس ۽ اسڪرٽ ۾ مبلوس رهندي هئي. نالو ڪو بيو هوس. آئون ڪيس دستگيرڻ سڏيندو هوس. هوءَ بہ باهر نڪري آئي.

بئي جٽيون ڪناري تي پاڻي ۾ پير وجهي ويٺيون هيون. آئون پول اندر هوس. چيم. ”مردن بابت اوهانجي ڪهڙي راءِ آهي؟ بنا هٻڪ جي چئو“

ڊانسر چيو، ”سوال غير واضح آهي، سولو ڪريو“ چيم، ”اوهان ائين محسوس ڪريو ٿيون تہ مرد صرف پنهنجي ۾ پورا هوندا آهن. هو عورت جي طلب ضرورت ۽ لطف جو ڪو خيال رکن ٿا يا نہ؟ ڪين عورت جي سؤمان جو اونو هوندو آهي يا نہ؟“

بنهي چيو ”بلڪل نہ. سواءِ چند ماڻهن جي سي بہ بلڪل حد کان وڌيڪ حرفتي ٿين ٿا. سندن چلت ۽ هلت مان چالاڪي بکي ٿي“ چيم. ”Women's Lib جي ڳالهہ نہ ڪريو. Women's Lib يورپ جي انهي سياسي جدوجهد کي چون ٿا جيڪا عورتن جي آزادي ۽ ان جي حقن لاءِ ٿئي ٿي. پر توهان فطري، سماجي، جذباتي ۽ نفسياتي نقط نظر کان ڳالهہ ڪريو. جينوٽيڪ انهن کي سياسي ۽ معاشي پس منظر کان جدا نٿو ڪري سگهجي.“ پر پوءِ اول الذڪر جي فني پهلو تي ڳالهايو.

دستگيرڻ جيڪا حقيقت ۾ نہ رڳو لباس ۽ شڪل ۾ پر هوندئن بہ يوروپين خدوخال، سوچ ۽ ڍب واري عورت هئي ۽ ڊانسر؟ سا تہ هر لحاظ طبيعت ۽ انداز ۾ نيٺ هندستاني لڳندي هئي. تن نہ چيو سو نہ. جيڪر توکي ٻڌايان تہ سمورا شعر نہ رڳو وسري وڃن ٿي پر شاعري ۽ مامرو- بئي ڪرڻ ڇڏي ڏين. زندگي جون سموريون مصنوعي فروعي طبيعتون ۽ عادتون ڇڏي ڏين. اسان ڳالهين ۾ رات ڪاٽي. صبح ٿيو، هنن بنهي کي محرم جو جلوس ڏسڻ جو شوق هو ۽ اسان کي ننڊ ڪرڻ جو.

تون شايد تهمت هڻين ته اهي عيش جا ڪرائي جا ڪم هئا. پئسا ضايع ڪرڻ جا طريقا. خبر اٿيئي اسان جو منفرد انداز آهي- هڪ علحدو ۽ نرالو رد عمل آهي زندگي جي هر زاويه بابت. خرچ جو حساب شايد پڇين. ڇڏ انهن ڳالهين کي مون وٽ نڪي نوٽ بچائي رکيل هئا. نڪي ڪاٻالو ڪري آيو هوس. نڪي مرچن جا ايڪڙ ٻيجي آيو هوس. موٽر هوٽل واري جي هئي. وهنجڻ جي پول جي في ڪانه هئي. هنن پنهنجا پيگ مئنيجر جي مهمان خاني مان ڀُر ڪري آندا هئا. اسان کي اڻ پيتي جا نشا هئا. مون ڳالهايو گهٽ. هنن جو ڳالهيون ٻڌم ۽ اڌوري سياري جي ڪراچي جي گهميل رات ڪي ڪلاڪ پول ۾ ۽ ڪي ڪلاڪ ڪرسي تي ويهي رات ڪاٽي ڇڏيم.

ساڳي نرتڪي هڪ ڀيري بيزار ٿي پڇيو. ”تون عورتن کي انهي عجيب نموني قريب ڇو ويندو آهين ۽ ڇا حاصل ڪندو آهين؟ چيم ”ڪجهه به نه.“ چيائين. ”ڪاش! اڄ رات هن هوٽل ۾ ڪمرو وٺين. شو هڪ بجي ختم ٿيندو.“ چيم. ”هڪ سموري بوتل شمپئين جي پي ڏيکارين ته پوءِ ڪچهري ڪندس. باقي ڪمري ۾ اچڻ ڪونه ڏيندس. هوءَ بوتل پي ويئي. مون اجا ڪافيءَ جو ننڍڙو جڳ به ختم ڪونه ڪيو هو. -/125 روپيه ڏيڻا پيم.“ چيم. ”هاڻي نشي ۾ آهين. هاڻي ڏي موڪل ته ڪلب کان نڪري وڃان.“ چيائين. ”تو ڪچهري جو واعدو ڪيو هو. هاڻي ويهه. ٻڌاءِ تون عورتن سان ڪيئن پيش ايندو آهين؟ اڄ ضرور مونکي وٺي هل.“ چيم. ”چڱو ويهه. ٻڌاءِ تون نه جڏهن اسٽرپ ٽيز نچندي آهين. تڏهين ڇا محسوس ڪندين آهين؟“ جواب ڏنائين. ”سمجهندي آهيان. هن هال ۾ ويٺل سڀ نامرد آهن. ڪو مرد اچي هنتر ڪڍي اچي منهنجي جسم جي ذري ذري کي، ٻوٽي ٻوٽي کي سٽي ڪٽي رتورت ڪري ڇڏي“ چيم. ”آئون ته ڪمزور انسان آهيان. مون ۾ ايڏي همٿ ۽ ٻئي کي ايذاءُ رسائڻ جي سگهه ڪونهي.“

چيائين. ”تون من کي موهين ٿو ۽ روح کي عذاب ڏين ٿو. مونکي عذاب کپن. مونکي عجيب الجهن ۽ بي چيني آهي.“ چيم. ”آئون ته خود ڪنهن وڏي روحاني بي چيني ۾ مبتلا آهيان. مون کي ڇڏي ڏي. مون کي توسان همدردي آهي پر آئون جنهن سڪون جي تلاش ۾ آهيان سو عورت جي روح ۾ ڪونهي پر جسم ۾ آهي ۽ تون جسم جي لذت کان ناآشنا آهين. توکي

روحاني سڪون ۾ من جو آنند ڪپي. مونکي جسم جي تسڪين. مونکي ننڊ ڪپي توکي ننڊ ڪونه ٿي اچي. تون جاڳ. آئون وڃي ٿو سمهان."

لاهور ۾ اسٽئنڊرڊ هوٽل ۾ جتي هينئر شايد لارڊز آهي، اتي پاڪستان ۾ سڀ کان اول ڪئبري شروع ڪيو هٿائون. هڪ وڏي ناٽ واري خود دار عورت نچندي هئي. ڪنهن به مرد سان ڪونه ڳالهائيندي هئي. مون ڪيس هڪ پرزو لکي موڪليو:

"ڦليلي جي ساجي ڪناري تي ڏکهي باغ مان لنگهندڙ مسافر آهيان"

ڪاغذ تي گرمکي ۾ جواب مڪائين.

"نيڊوز جي ڪائونٽر تي صبح جو 4 بجي فون ڪجان"

مون فون ڪيو. ريسيپشن واريءَ چيو فوراً ڏي ڪلس ڪمري ۾ وڃو"

چيم " آئون برگنزا ۾ آهيان هينئر ڪٽان ٽيڪسي ملندم"

بہ منٽ هولڊ آن ڪرڻ لاءِ چيائون پوءِ ٽيليفون تي جواب آيو "پيدل هليا اچو"

مون بہ مٿل پنڌ ڪيو. انهي صبح جو سويري هن مونکي حيدرآباد جون پراڻيون ڳالهيون ٻڌايون مون سندس نئين زندگي بابت نڪي پڇيو ۽ نڪي خود ئي ڪجهہ ٻڌايائين. پڇيائين، "هاڻي ڦليلي جي ڪناري تي ويندو آهين؟ چيم، "نہ" چيائين، "اهو ڏکهو باغ ڪيئن آهي؟" جواب، "ڏنم اُجڙي ويو."

پڇيائين، "شانتي ڪٿي آهي؟"

"خبر ڪانهي هو تہ 47 ۾ لڏي ويا"

"انهيءَ ڪاليج واري ڪاٽ جي ڏاڪڙ اجا سلامت آهي؟ وري انهي جي پرسان ويو آهين؟"

"هڪ بہ پيرا ويو آهيان. اها جڳهہ اجا بہ ايئن ۽ ساڳي حالت ۾ آهي جتي شانتي هٿ رکي ويهندي هئي."

"شادي ڪئي اٿيئي"

"ها."

"جوٺهين شانتيءَ کان سني آهي"

"چڏ انهن ڳالهين کي. جيئن تون بدلجي ويئي آهين آئون پڻ گهڻو مفاصلو طئہ ڪري ويو آهيان. انهي حيدرآباد کان دور، انهي 45، 46، 47، کان گهڻو دور"

”اڄ ماني هتي کاءُ.“
”نہ. اڄ راويءَ تي ٻيڙيءَ ۾ کائيندس“
”اتي پروگرام اٿم.“
”لاهور جي رنگيني ۾ تہ غم غلط ڪرڻ ڪونہ آيو آهين؟“
”نہ. هتي ڪم سان آيو آهيان . شيخپوره جي پراڻي سياسي ورڪر دوست سان گڏجي ٻيڙي جو سفر ڪنداسون.“
”وري اڄ رات اسٽئنبرڊ ۾ ايندين؟“
”ها.“
پر انهي رات هو ڊانس تي ڪونہ آئي. چيائون بيمار آهي. آئون فوراً نيڊوز ويس. ڏٺم واقعي بيماري هئي. محسوس ڪيم ايترو رُني آهي جو اکيون سڄي پيون هئس.
پڇيم. ”زندگي ۾ باقي ڪهڙو لطف بچيو اٿيئي“
”ياس غم ۽ پهاڙجي هيٺ دٻيل آهيان“
”هن ڪائنات ۾ عجيب تازگي پنهان آهي. روزانو تازي هوا لڳي ٿي. سڪل زندگي تازي ٿي سگهي ٿي. تون سماج جي ۽ حالات جي خيالي ڪوٽ ۾ قيد آهين. ٻاهر نڪري ڏس. پلجي وڃ ماضي کي. ڏس رات ڪيتري نہ حسين آهي. هي تنهنجي نيڊوز جا جهونا ڊگها ۽ گهاٽا وڻ ڏس. نوان گل ڏس. هتي ٻاهر ڪيترا نہ نازبو جا ٻوٽا خوشبو ڏيئي رهيا آهن. تنهنجي معطر تيل ڪمري ۾ ڪيڏو نہ هڳاءُ آهي. تنهنجو چهرو غمگين سهي پر ڏس تہ ڪيڏو نہ حسين آهي. اهڙي حسين زندگي ۽ اهڙي خوشبو پري زندگي کي برباد پلي ڪر پر بي معنيٰ نہ سمجهہ“
”ڪيترا ڏينهن هتي آهين؟“
”تولاءِ اڄ رات ترسيو آهيان. پانيان صبح سوير ٽئڪسيلا هليو وڃان.“
”تہ پوءِ اتي ملنداسون. آئون پرين ريسٽ هائوس ۾ پهچي ويندس.“
آئون پنڊي پهتس. مونکي پراڻيون يادگيريون تنگ ڪرڻ لڳيون. سردي جي دردناڪ رات ۾ دل ۾ بيحد آنڌ مانڌ هئي. آئون اسٽيشن تي رٽائرنگ روم ۾ رهي پيس. ٽئڪسيلا ڪونہ ويس. مونکي ٽئين ڏينهن هڪ ماڻهو هڪ خط ڏنو. اهو انگريزي ۾ هو: ”مونکي خبر هئي تہ تون نہ ايندين هاڻي هڪدم اٽبت آباد پئلس ۾ اچي ڪائونٽر تي نيا پو ڪر.“

اُتي ويس. خط مليو تہ ناٿيا گلي تي پائينس ۾ هليو اچ. تو ناٿيا گلي ڪونہ ڏٺي هوندي. ڏڪيا پائين جا وڻ. سرو وڻ ديودار جا وڻ. وڏا گهاٽا ٻيلا ۽ عجيب ۽ حسين ۽ دل بهار جڳهہ. اهي پهاڙ آهن جن بابت مون لکيو هو تہ مونکي پهاڙ وڻندا آهين. مشهور انگريزي شعر آهي.

Beautiful must be mountains, whence these rivers come

بلڪل سامهون برف پوش چوٽيون آهن. مون پائينس ۾ ڪمرو ورتو. سدي جو پڇيم ٿي ڪونہ. مونکي منجهس دلچسپي وٺڻ جو ارادو گهٽ ٿيڻ لڳو هو.

صبح جو گهمڻ لاءِ نڪتس. اُتي ڪير بہ سوير ڪونہ اٿي. چانهہ بستر واري بہ دير سان ملي. سيءَ ڏاڍو پوندو آهي. ڪمري مان هر ڪو ڏينهن چاڙهي نڪري نوين بجي تہ مشڪل سان نيرڻ شروع ٿئي. آئون ٿورو اڳتي ويس. سفيد قميض ۽ شلوار ۾ سدي هئي. اسان اڳتي نڪري وياسون. ڪيتريون ڳالهيون ڪيوسون. پڇيم، "ساڌو واسواڻي جو انگريزي شعر ياد اٿيئي؟" چيائين، "انهن پراڻين ڳالهين کي وساري ڇڏ. تون پنهنجو ڪو شعر ٻڌاءِ."

چيم، "مون شعر چوڻ، لکڻ ۽ پڙهڻ اڳاتو ڇڏي ڏنا آهن."

چيم، "ڪو پڇن ٻڌاءِ"

"اهو بہ ڇڏ. وسار انهن فرسوده خيالن کي.

تو پوءِ باقي ڇا ۾ مزو رهيو آهي؟ ڪهڙي آسري تي هي حياتي پهاڙي جيڏي زندگي ڪاٽين ٿي.؟"

پڇيائين، "تون پلا ڪهڙي آسري تي جئين ٿو؟"

چيم، "ٽائيپ رائيٽر آندو اٿم. ان تي ناول لکان پيو."

"هاڻي ڇا لکندين!"

"توسان ملڻ بعد دل ۽ دماغ ٻئي توازن ۾ ناهن. ڪجهہ لکي رٽيل پلاٽ ٽائيپ ڪونہ ڪري سگهندس." وڌيڪ چيم، "اڳوڻو مضمون تہ ٿي ويو ٽڙ پکڙ هاڻي توتي ناول لکندس."

"ڇا لکندين منهنجي ڪوڪلي زندگي تي؟"

ٻڌايم، "ڊي۔ ايچ لارينس لکيو آهي تہ جڏهن هر شيءِ مان دلچسپي گهٽجي وڃي ٿي تہ باقي وڃي جنسيات بچي ٿي جنهن جي لازوال ميناج، سگنڌ ۽ سرهاڻ وني سگهجي ٿي. زندگي لطف ۽ حياتي رهڻ لائق ٿي پوي ٿي. عشق جي ناڪامي جي ڪوت کي پڻ انهي علاج سان پورو ڪري

سگهجي ٿو.“ چيائين، ”مون انهيءَ نموني سوچيو ڪونهي.“ ٻڌايم، ”مون مارلن منرو مشهور فلمي اداڪار کي خط لکيو هو ته توکي زندگي ۾ پيار مليو آهي؟“ جواب لکيائين ته، ”صرف ڏوڪو مليو آهي.“ وڌيڪ لکيائين پر مونکي اگهاڙپ ۾ جنس جي استعمال ۾ محبت کان به وڌيڪ زندگي ملي آهي. هن دنيا جي ڪوڙي ڏيک ۽ عشق جي فرضي داستان کان تنگ اچي هن خودڪشي ڪئي.“ مون وٽ اهو خط اڃا تائين محفوظ آهي. تو منهنجا ڪنول! ڏني هئي ڪنهن فلم ۾ مارلن منرو. هنجي جسم جي ور وراڪن؟ اگهاڙپ، جنس ۽ نفس کي پڻ ڪنهن ڪونه سمجهيو.

تو الاجي مون سان گڏ ويٺڙي جهپ تي محترم پوجنيه راما ٻائي کي ڀڄن ڳائيندي ٻڌو هو. ”ميواڙا راڻا زهر پيو مين جاڻي جاڻي“ جيڪو هن منهنجي عرض ڪرڻ تي ڳاتو هو. جنهن ۾ پڻ غم سمايل هو. مون بروقت مهراج محترم کيم پال کي چيو ته توهان به اهو ڳايو. مهتي صاحب چيلارام راڄي خاناڻي وارن جي ٽولي کي پڻ چيم، توهين به ڳايو. مون تنهي جي غم کي پيتيو. غم جا هر هڪ جي هرديه جا پٽ. ان ۾ سمايل غم زندگي جي لاهين چاڙهين. هموارين ناهموارين جا سمورا راز ڄڻڪ پڌرا پئي ٿيا ۽ پئي کليا. فن ۾ غم ظاهر هو پر غم هر هڪ جو جدا هو پر ڪنهن ڌيان ڪونه تي ڏنو.

سدو جو باقي ذڪر بئي ڪنهن دفعي ڪندس. ڪنهن خط ۾ ڦڪي چانهه جو ذڪر ڪندي مون ”ش“ جو ذڪر ڪيو هو. مونکي صدر بازار ڪراچي ۾ ملي. چيائين، ”اڄ ته نقلي گل هلي ڏسون ۽ وٺون“. مون چيو. ”اڃا ته جوان آهين، حسين آهين، اصلي گل وٺ.“ •

”توکي ڪهڙي خبر ته اصلي گل کان نقلي گل گهڻو ديرپا ٿين ٿا. انهن ۾ انسان جي فن جي جدوجهد موجود هجي ٿي. گل ناهڻ وارن وٽ غريبن جا غم ڏک ۽ سک سمايل هجن ٿا“

”پر خوشبو ته ڪونه هوندي نقلي گلن ۾!“

”منهنجي پرسان هل. تنهنجي ڪلهي تائين منهنجا وار مس پهچن ٿا انهن جي خوشبوءِ وٺندو هل.“

---

• سدي سنڌي سک گهراڻي جي هئي. 1947 ۾ لاهور جي فسادن ۾ اغوا ٿي ويئي. اغوا ڪندڙ ڦٽي ڪيو ۽ وڃي لاهور ۾ ٻانسر ٿي. حيدرآباد ۾ 1946 ۾ ڦليلي ڪاليج ۾ اسان جي ڪلاس ميٽ هئي. اصل نالو سدا ڪور هوس سڀني سدي نالي سان هئي.

”تنهنجي پسند جي سينٽ جي برانڊ مونکي پسند ڪانهي.“
”مڙيئي خوشبوءِ تہ آهي“
گل ورتائين. مونکان پسند ڪرائي اهي گل پڻ ورتائين. لٽل هٽي تاج تي. وياسون سندس ڪمري تي. ماني ڪائڻ لاءِ چيائين. چيم بک ڪونهي. سامهون ويهي ڪپڙا بدلائڻ لڳي. خيال آيم متان مونڏي اهو ڪو اشارو آهي. ڪنگهيم بہ ڪونہ. آخر بيا ڪپڙا پاتائين. مون ذرو بہ ويجهو ٿيڻ يا حملو ڪرڻ جي ڪوشش ڪانہ ڪئي. ڊبل پلنگ هو. چيائين، ”ننڊ ٿي اچيم.“ اجا تيز گام چالو ڪونہ ٿي هئي ڪنهن ايڪسپريس ٽرين ۾ شام جو روانو ٿيڻو هوس. چيائين، ”اُٿارجان ۽ مونکي بہ آچيائين تہ سمهي پؤ.“
هنکي ننڊ اچي ويئي. آئون ائين ٻوٽ ٻڌي جاڳندو رهيس. تڪيندو رهيس، سوچيندو رهيس.
جڏهن اُٿي سامهون باٿ ۾ دروازو بنا بند ڪرڻ جي وهنجي اچي پنکي هيٺ ويهي سمورو بُت ٽوال سان اگهڻ لڳي ۽ جسم کي نارڻ لڳي. آئون تڪيندو رهيس.
سامان ناهيائين، هيٺ لٿا سون، چيائين، ”حيدرآباد هل.“ اسٽيشن تي آياسون. مون چيو ”منهنجو سامان ٻئي هنڌ آهي مونکي سياڻي ڪراچي ۾ ڪم بہ آهي.“ آچ ڪيائين، گاڏيءَ ۾ ٻيو ڪير ڪونهي، هلو گڏجي ڪچهري ڪندا هلون. ٻي ٽرين ۾ ڪٽي حيدرآباد واپس اچج. چيم، ”تون ننڊ ڪري ويئين. منهنجي تہ هاڻي ننڊ حرام ٿي وئي. آئون ڪونہ هلندس.“
ٻئي آرتوار تي حيدرآباد اچڻ لاءِ زور پريائين ميرپورخاص کان سيڙجي حيدرآباد ويس. هيٺ عبدالله اچي چيو ”چوي ٿي تہ نيڪ ناهيان، ترس. اچان ٿي. ”آئي، ائين ملي جڻڪ صرف رسمي ملاقات هئي. مون سوچيو هو: مٿي گهرائيندي، چانهہ جي پراڻي رسم ادا ٿيندي خير. هيٺ بہ چانهہ آئي. ناهي رکيائين. سچ پڇين مون هڪ بہ ڍڪ ڪونہ پريو. سمجهيم تڪڻ لاءِ چوندي، ماني لاءِ صلاح ڪندي. سرد مهري اهڙي ڏکي لڳي جو سمورا ارمان ڪٽي موٽي ويس. مون بہ تہ ساڻس ڏاڍي جٺ ڪئي هئي. ائين بہ ٿي سگهي ٿو تہ هو واقعي بيمار هجي، موڊ نہ هجي. ناچاڪي سندس مرڪ ۽ موهيندڙ انداز کي مندو ڪيو هجي ۽ آئون هرويرو تڪڙ ڪري اُٿي موڪلائي آيس. اها ميار بہ پوءِ ڏني هئائين.
ڪيس هڪ پيري پڇيم، ”مرد بابت ڪهڙو رايو اٿيئي؟“ جواب ڏنائين.

”ڪوڙا. نڳ ۽ دوکيباز ٿين ٿا.“

چيم. ”مون تہ دوکو ڪونہ ڪيو آهي! مون تہ توکي ڪڏهن منهن بہ ڪونہ لڳايو آهي.“ جواب ڏنائين. ”تون منهنجي روح کي ٺٺڪائين ٿو!“

هوءَ مونکي گهوڙي گاڏيءَ تي هاسٽل ۾ ڇڏڻ ايندي هئي ۽ سموري هاسٽل جا رهاڪو درين مان اهو لڪاءُ ڏسندا هئا. چيائين. توکي رستي تي هلندو ڏسندي آهيان تہ منهنجو روح ڪنبي اٿندو آهي. سمجهندي آهيان ڪو ديوقامت انسان آهي. جو حسن جي حملي جو تدبر سان. تحمل سان مقابلو ڪري سگهي ٿو ۽ ڪيس خبر رهي ٿي تہ پورو وار ڪهڙي وقت ۽ ڪيئن ڪجي.“

چيم. ”ايڏي قوت تہ ڪونہ اٿم. تنهنجا سمورا نتيجا مبالغي آميز آهن.“

”شايد سڪرات ۽ ڪام ديوتا تو وٽ شاگرد ٿي رهيا آهن.“ خيال ڪيم تہ هوءَ بہ ائين ٿي پوڪ ٻڌائي جيئن هن وقت تون ڪڏهن منهنجي نيڪي ڪندي ذڪر ڪندي انتها پسندي وارا مبالغي آميز اکر ڪم آڻيندو آهين.

وڏيڪ چيائين. ”مون جنهن مرد سان پهريون پيار ڪيو. ڪيس آگر مان رت ڪڍي ان سان خط لکندي هئس. ٻئي کي هر هفتي بيئر جو کوکو موڪليندي هئس. تيون منهنجي پنيان اهڙو پاڳل هو جو جڳ ۾ خوب رسوا ۽ بدنام ٿيندو رهندو هو پر پٺ نہ ڇڏيندو هو.“

”پر.“ زور ڏيئي ڳالهہ چوڻ لڳي. ”ڪڏهن همٿ نہ ٿيم جو ڪٽي توکي ڪجهہ آڇيان.“

چيم. ”تون جڏهن وڏي تپ (ٽائيفائڊ) ۾ بستر داخل هئين تڏهين تو نہ ڏٺو تہ مون ڪيترا ڏينهن ۽ راتيون تو وٽ ڪاٽيون هيون. خبر اٿيئي ڇا ڪندو هوس. تون ننڊ ۾ يا صرف اکيون بوتي سنل هوندي هئين ۽ آئون رڳو ڏسندو رهندو هوس. مون اهي ڏينهن ڪجهہ ڪونہ کاڌو ڇاڪاڻ تہ توکي کائڻ ڪونہ ڏيندا هئا رڳو تنهنجي گهر ۾ تنهنجي حصي جي آئيس ڪريم کائيندو هوس.“

چيائين. ”تون جڏهين منهنجي ڪٽ پرسان ويهندو هئين تہ آئون تنهنجي هٿ مٿان هٿ رکندي هئس ۽ ان ۾ منهنجي روح جي نفس جي جسم جي مطلب تہ وجود جي تسڪين ٿي ويندي هئي. آئون وفائي بي وفائي. مطلب ۽ دوکي جي چڪر ۾ هئس. مونکي معمولي سپرش روح جي

اونهائي تائين ترپنا ڏئي ٿو. باقي عمر انهي معمولي ڇهاءَ جي يادگيري ۾ گهاري سگهجي ٿي.

** اخبار ۾ هڪ ڪالم ڇپبو هو اسين شوق سان اهو پڙهندا هئاسون جنڪ انگريزي نثر ۾ ڪو نظم لکي رهيو آهي خبر پئيسون تہ هو لکندڙ عورت آهي. 1949 يا 1950 جي ڳالهہ آهي. تہ کيس خط لکيم. اهڙو خوبصورت لکين ٿي! تنهنجي شڪل ڏسڻ جو شوق آهيم .ڪهڙي شڪل ۽ ڪهڙيون اکيون اٿيئي؟ هڪدم لکيت ۾ جواب آيو: فلاڻي وقت ميٽرو پول ۾ جيڪا اچا اڌ مس نهي هئي. ان ۾ سندس آفيس ۾ ملڻ ويس. ڳالهيون ڪندي مون چيو تہ تون مرشد آباد جي بنگالڻ آهين. تون ڌرتي سان محبت رکين ٿي. هن اسان جي ڌرتي بابت ڇو نٿي لکين.

چيائين، ”تون بڌاءِ هن ڌرتي جون ڳالهيون.“ جيڪي اسين ڳالهائيندا هئاسون سو هوءَ ڪالم ۾ لکندي هئي رڳو منهنجو نالو ڪونہ لکندي هئي. نٿي گهمڻ وياسون. هوءَ لڳي مقام ڏسڻ. مونکي مقامن سان دلچسپي ڪونہ هئي. هڪ پيري دعوت نامو مليو سندس شادي جو. ڪارڊ ۾ سندس گهوٽ جو نالو پڙهيم . هو تہ پوڙهو هو. ڪراڙو هو مونکان دانهن نڪري ويئي. شادي ۾ شريڪ ٿي ڪونہ سگهيس. معذرت جو خط لکيم. سالن ڪانپوءِ ملي، پڇيم پوڙهي سان ڪيئن ٿي ڪاٿين جواب ڏنائين توکي ياد ڪندي آهيان ۽ اهو محسوس ٿي ڪونہ ٿيندو آهي تہ ڪير مڙس اٿم.

چيم ”مونسان شادي ڪرين ها؟“

”تنهنجو ردعمل عورت بابت باراڻو هو. تون جذباتي طرح نابالغ هئين. آئون توکان 25 سال وڏي آهيان. اهو عمر جو مفاصلو نڪي عشق پار ڪري سگهي ٿو ۽ نڪي عقل.“

”تو پنهنجو پاڻ سان دوکو ڪيو آهي ۽ مون سان نہ رڳو دوکو پر بي انصافي پڻ. ڏوهہ منهنجو بہ هو. آئون بلڪل سرد مهري سان ساڻس پيش ايندو هوس.

اسان جي پاڙي ۾ آرٽيلري ميدان تي هڪ جڳهہ اسانجي هئي ۽ بي هڪ ڪرستان جي، جو رنگ جو ڪارو متارو ۽ شرابي هو. ڪنهن سئينما تي ملازم هو. هن جي گهر مان عورت جون دانهون بڌڻ ۾ اينديون هيون. اسين چڙهي مٿان شمع دان مان ڏسندا هئاسون. هن وٽ هڪ سيٺ جي زال ايندي هئي. حسين ۽ قيمتي زيورن ۽ لباس سان آراستہ. هو ڪارو ڪلوٽو

هن کي گهٽ وڏ ڳالهائيندو هو. گاريون بڪندو هو ۽ پوءِ ماريندو هوس. پوءِ انجا ڪپڙا ڦاڙيندو هو. هو چتي ٿي چڪ پائيندي هئي. سامهون ڏڪ هڻندي هئي. هنجا ڪپڙا ڦاڙيندي هئي. ايئن رتورت ٿي هم بستر ٿيندا هئا.

پوءِ اٿي ويهندا هئا. هوءَ سينگار ٽيبل تي ويهي هر انگ ۽ هرلٽو ناهيندي ۽ سنواريندي هئي. جان رنڌٽي مان ڪافي جو ڪوپ ناهي آڻيندو هو. جڏڪ تمام تمام گهٽو تريت ٿي ڍاپيل محسوس لڳندا هئا. هو اٿي بيهندي هئي. پرس مان ڪجهه پئسا ڪڍندي هئي ۽ سينگار ٽيبل تي رکي هلي ويندي هئي. اسان هن جو پيڇو ڪيو هو. خبر اٿيئي ڪير هئي؟

خير ڇڏيون ٿا انهيءَ ڳالهه کي. مون اصلي خط ۾ سندس تفصيل سان بيان ڪيو آهي. خيال آيم ان جو ذڪر نه ڪريان پر جيئن ته انهي ڳالهه کي 28 سالن کان به وڌيڪ عرصو گذري چڪو آهي. ڳالهه لکڻ ۾ اهم ڪونهي.

هوءَ وڏي ماڻهو جي زال هئي. مڙس ڪراچي جي اهم شخصيت هو. وڏو شاهوڪار هو. ڌرماتما هو. داني پرش هوءَ سندس ڌرم پتني هئي. آرڏنا ڪندي هئي. نيم ورت ۾ پوري هئي. ست سنگ لڳندا هئا. ٻهراڻا پڻ ٿيندا هئا. پوجا پاٺ ۽ اکنڊ جوتي پاٺ لڳندا هئا. سوير اٿندي هئي. وچن ونندي هئي. گروباڻي ڳائي سگهندي هئي. "واهگرو صاحب جي" جڏهين مدح چوندي هئي ته سندس راڳ جي ڪلا اوج تي لڳندي هئي. آرتي جئه جڳديش هري" اجا تائين سنڌ ۾ ڳائي ڪونه ويندي هئا. "صرف برهم منڊپ واري آرتي ڪئي ويندي هئي. عجيب جوڙي هئي ڪامياب شادي ۽ محبت واري زندگي هئي هن ڪامٽي جي.

سندن ڪامياب ۽ ڌرم ۾ وشواس واري زندگي جو راز سندس جنسي بک جي تسڪين هئي جيڪا هو لڪي لڪي هن ڪاري مان حاصل ڪندي هئي.

مثالي گرهست هوا!! سچ پڇين ته گهر واقعي سرڳ جهڙو هئن.

حيدرآباد جي تڪاڻي ۾ هڪ وڏي مهاتما عورت رهندي هئي. هر سال تيرٿ ڪرڻ ويندي هئي هن جو ڪٿا ڪيرتن ۽ ست سنگ هر هنڌ مشهور هوندو هو. هن وٽ هڪ سفيد ساڙهي ۾ آراسته ٿيل نينگر ايندي هئي. هوءَ بنارس يونيورسٽي مان زولاجي ۾ .M.Sc هئي. شادي ته عاملن ۾ ڏکيو معاملو هو. جڏڪ حق بخشيل هوس. هوءَ به ست سنگ ۾ ايندي هئي. هو سرڪاري نوڪري مان ڊسمس ٿيل پڪي عمر جو وڏي هلندي وارو ڪامورو پڻ وڏو

ست سنگي هو. هو پڻ انهيءَ ماتا سان گڏ تيرٿن تي ويندو هو. وڏو شاهوڪار ۽ آڙيڪاپ مڙس هو. هو انهي سفيد پريءَ سان عشق ڪندو هو. انهي درشيہ مان ٿڪاٽي واري وڏي پگھرڻ کي هڪ عجيب سرور محسوس ٿيندو هو. جڏهن انهي نڪتل ڪاموري کي انهي سفيد پري ۾ اکيون اڙائي ڏسندي هئي تہ سندس روح پڻ نري پوندو هو مونکي ديوان چتو مل رٽائرڊ ڊپٽي ڪليڪٽر وني هليو هو انهي ست سنگ ۾. تنهي جي عجيب نموني سان جنسي بک مِٽندي هئي. وڏي ساڌڻ کي عشق ۾ ڦٿڪندڙ بن روحن کي ڏسڻ ۾ مزو ايندو هو. مِس جگتياٽي جنهن ڪڏهن بہ سفيد کان سواءِ ٻئي رنگ جو ڪپڙو يا وستر استعمال نہ ڪيو هو ۽ اسانجي زولاجي ۾ ڊمانسٽريٽر هئي وڏي حياءَ واري نيڪ عورت هئي. صرف نڪاٽي ۾ انهيءَ آڙيڪاپ مان پياس اُجهائيندي هئي ۽ انهي ڪاموري کي ست سنگ جو رس ۽ عورت جو رس ٻئي ملندا هئا. تنهي جي آرام گاهہ ۽ تشنگي وسائڻ جي جگھہ. اڄ بجهائڻ جي جگھہ. جسماني ۽ روحاني ترپتا حاصل ڪرڻ جي جگھہ اهو مشهور نڪاٽو هو. جنهن جو رستو اڄا بہ مونکي ياد آهي سري گهاٽ وٽان شاهي بازار کي پٽرلل گهٽي ۾ اها دربار هئي.

ڪراچي جي ايلفي ۾ شايد اڄا تائين بہ هوءَ ٿلهي ۽ بي حد موٽي عورت هڪ موٽر ۾ ويهي ٿي. سڀ انکي گرئني چوندا آهن. هن کي نوجوان ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون هڪ ٻئي سان عشق ڪن ملن ۽ خوش ٿين۔ اهو دريشيہ ڏسي (تسڪين) ٿيندي آهي. مون هن کان پڇيو هو. خير ڇڏ. انهي ڳالهہ کي متان توکي ناگوار نہ لڳي. منهنجو سوال ۽ گرئني جو جواب. مون سندس زندگي جو سارو احوال پڇي لکي رکيو آهي. عجيب ناول يا دلچسپ قصو ٺهجي سگهي ٿو. هن ڪيترين ئي دلين کي ملايو آهي. ڪيترا نہ جوڙا اتڪايا آهن پر توکي هڪ ڳالهہ ٻڌايان. تون اعتبار ڪونہ ڪندين. هوءَ ساري عمر ڪنهن مرد سان خود همبستر نہ ٿي آهي. سندس روح کي سڪون ۽ جسم کي راحت ٻين کي خوش ڏسي ملي ٿي. ٻين جي جنسي ميلاپ مان هنجي اڄ. بک ٻئي بجهي وڃن ٿيون.

جيرالڊ منهنجو انگريز دوست آهي. هُو هن وقت ڪئناڊا ۾ آباد ٿيل آهي. مونکي ميرپور خاص جي انبن جي اسٽال وٽ مليو. ڏنم دڪاندار تي اکيون ڪڍيو بيٺو هو. ڪاوڙ ۾ باهہ ٿيل هو. مون ڏٺو اڄهو ٿو نونشو هٽي. پڇيم. "ڇا آهي؟ ڇيائين. "دڪاندار چوي ٿو تہ ٻن سنڌڙي انبن جا بہ روپيہ

وننڊس مون اجا ڪلهه بمبئي ۾ سنا آپسو الفنسو انب 2 آنا في داڻو ورتا هئا.
هي ننگ ۽ بي ايمان آهي؟“ مون مداخلت ڪئي. هو منهنجو دوست ٿي ويو.

روزانو منهنجي آفيس ۾ ايندو هو. پنهنجي ماضي جون يادگيريون ٻڌائيندي چيائين ته هو ننڍو هوندو هو تڏهين اسڪول مان موٽندي پڪا ڊلي اسڪوائر لنڊن ۾ بيهي عورتن جي ڏگهين ۽ اگهاڙين ٽنگن کي ڏسندو هو ۽ غور سان ڏسندو رهندو هو. هنکي اهو نظارو ڏسڻ ۾ عجيب مزو محسوس ٿيندو هو. هن جنسيات جي تسڪين بابت عجيب ڳالهيون ٻڌايون ليڪڪ به وڏو هو. ٿورا ڏينهن ٿيندا ته سنڊس لکيل آتم ڪهاڻي تي BBC واري تبصري ۾ ذڪر ڪيو ۽ انجو خلاصو ٻڌايو. هيرالڊ لکيو آهي ته هو ڏگهيون اگهاڙيون ٽنگون ڇڪاسيندي 14 سالن جو اچي ٿيو. هنکي هڪ ڏگهي حسين عورت جون ٽنگون بي حد پسند آيون، هن جي ماءُ گهر ۾ دير سان موٽڻ بابت شڪايت ڪندي هئي ۽ هو پنهنجي دل جي ماجرا ٻڌائي ڪونه سگهندو هو ته ڪيئن ڏگهين حسين ٽنگن هنجي من کي زلزلي ۾ وجهي ڇڏيو هو.

آخر انهيءَ جو هن پيڇو ڪرڻ شروع ڪيو. هڪ پيري اُها عورت هڪ ريسٽوران ۾ وڃي ويٺي. هي به ڪٺ ويو. حسينا پڇيس ”تون روز ڇو منهنجي ڪٺ ايندو آهين؟ توکي ڇا کپي.“ آتم ڪهاڻي ۾ وڌيڪ لکيو اٿس ته مون کيس منهنجي دل جي ماجرا ۽ ٽنگن جي ڇڪ واري ڳالهه ٻڌائي. عورت چيس. ”ڇوڪر. تون اجا ٻار آهين. پيار محبت مان ڇا ڄاڻين! هو هن جي ٽنگن جي ڪٺ لڳندو رهيو. پيڇو ڪندو رهيو. آخر انهيءَ عورت سان شادي ڪيائين.

مون وٽ سنڊس ڪئناڊا جي ائڊريس ڪونهي نه ته جيڪر لکان ۽ لکي پڇان ته اجا اگهاڙين ٽنگن کان متي وڌيو آهين يا رڳو اهي پيو ڇڪاسين؟

مونکي جڳو ٽار ڪئي. آئون ٽن ڏينهن حيدرآباد رهندو هوس ته آئون ۽ سپي ڪراچي مان لنگهنداسون. بمبئي ويندا سون ٿولاءِ چند ڪلاڪ ڪراچي هوائي ٽرمينل تي ترسنداسين. جهاز رات جو 10 بجي پهچندو. ڪراچي ويس. هوائي جهاز ڏيڍ بجي آيو. سپي ۽ جڳو لڌا. سپي ۽ مولي جو عشق مشهور هوندو هو. جڳو به اسان وانگر سپي جو طالبو هو. 47 ۾ لڏپلاڻ وقت سپي وارا ۽ ٻيا سپ لڏيا پئي. سپي مولي کي چيو. شادي ڪري گڏجي هلون. مولي آنا ڪاني ڪئي. سپي جڳو سان شادي ڪئي ٻئي هانگ ڪانگ ويا. ٻيا مٽ بمبئي ويا. هانگ ڪانگ کان هو امريڪا وڃي وسيا آباد ٿيا. جڳو چيو. آئون شهر ۾ دوستن سان ملي ٿو اچان تون ۽ سپي حال

احوال ڏيو ونو. اسين اچي بار ۾ ويناسون. سامهون سئمنگ پول ۾ ڪي تڙڳي رهيا هئا. چيم، ”سپي، امريڪا ۾ مارٽني جو پيگ ناهيندا آهن. اهڙو هڪ اسٽرانگ نهرائي اچ. تون پلي پيو ڪجهه جيڪي ڪپي سو پيءُ.“ مون پڇيو شروع ڪر ڳالهه. ڪيئن جڳو سان شادي ڪيئي چيائين تمام پراڻي ۽ فرسوده ڳالهه ٿو پڇين. مون پڇيو آئون ۽ هرو حيدرآباد کان باهر ويل هئاسون پلاجي مولي بدران آئون موجود هجان ها ته مونسان شادي ڪرين ها؟ چيائين. اهو به ڏئم سوال آهي. چڏ پراڻيون ڳالهيون. نيون ڳالهيون ٻڌاءِ. ڪراچي جو ڪهڙو حال آهي؟ حيدرآباد جو ڪهڙو. ڪهڙا واقف ڪار ۽ دوست ڪٿي آهن؟ چيم، ”پلا هڪڙي ڳالهه ٻڌاءِ؟ بس صرف هڪڙي توکي ياد آهي؟ آئون لئبرري جي هڪڙي ڪبٽ ۾ ڪتاب ڏسندو هوس تون سامهين ڪبٽ ۾. ٻنهي جي وچ ۾ باهر وراندي ۾ دري کلندي هئي. مولو باهر ويهندو هو ڪنهن دوست سان ڳالهائيندو هو. توسان اکيون چار ڪرڻ جي بهاني. هو دري جي سيخ هٿ سان پڪڙي بيهندو هو. تون سندس آڱرين کي زور سان تمام زور سان چپيندي هئين. هو سمورو پگهر ۾ شل ٿي ويندو هو. تنهنجي ٿولهه ۽ مولي جو پگهر جڻ ڪاليج ۾ مشهور هو.“ چيائين. اجا تائين ڪنهن تڙپ ۾ آهيان. اجا تائين سڪون نه مليو اٿم. پانيان ڪو سامهون سيخن ۾ هٿ وجهي ۽ سندس آڱريون چيپاتي ڇڏيان.

چيم، ”ڇا اجا تائين بار جڻڻ بعد امريڪا جي آزاد معاشري ۾ رهڻ بعد جتي جنسيات کُلي آهي تنهنجي تسڪين تنهنجي طلب صرف آڱريون پيچڻ لاءِ ماندي آهي؟ چيائين: ”ها“.

رات ڍڳهي ٿيندي ويئي. اسان ڦليلي جو هر وڪڙ هر شاگرد هر پروفيسر هر ياد جي ذڪر ڪي نئون ڪيو. پنهنجي گهر بابت ٻڌايائين. اهو ته امريڪا جو رواج آهي پنهنجي شاهوڪاري ۽ دولت جي گهڻي هجڻ ۽ خرچڻ لئه ڪرڻ بابت پچار ڪرڻ.

پڇيائين، ”شادي ڪئي اٿيئي؟“ چيم، ”نه“ پڇيائين. ”ڪنهن جي ڪيڊ آهين؟“ چيم، ”هڪ اپسرا خوابن م اٿم پر اها حاصل ڪرڻ مون لاءِ ناممڪن آهي.“ چيائين، ”ڪير آهي؟“ چيم، ”تون خود. آئون به تنهنجو هڪ طلبگار آهيان.“ چيائين، ”چڏ چرچا. تون شايد شادي بابت سيريس ئي ناهين.“ جڳو دير سان موٽيو ۽ اسان کي شهر وني هليو. وڃي سندس دوست وٽ ٽڪياسون. شادي کي ڇهه سال ٿيا پر اجا تائين سپي ڪنهن آڱر

چيپاٽڻ جي گھوري هئي. ايئر پورٽ کان شهر ايندي آئون سندس پر ۾ وينو هوس. منهنجو هٿ سندس سٿر تي اتفاق سان لڳوئي مس ته پنهنجو هٿ ان مٿان رکيا ۽ اهڙو ته زور منهنجي هٿ کي ڏنائين جو جڳو ۽ ڊرائيور جي ڊپ کان ڪڇيس ڪونه. باقي مونکي ايذو ايذاءُ رسايائين جو لڳم ته جسم جو وار وار اُپو تي ويو. مون جواب ۾ سندس هٿ کي زور ڏيڻ يا پيو ڪجھه ڪرڻ جي ڪوشس ئي ڪونه ڪئي پر جيڪا جُنٺ موٽر ۾ ويٺي هن منهنجي هٿ آڱرين سان ڪئي سو سور اجا تائين 22 سال ٿيا محسوس پيو ڪريان. اهو واقعو 6 نومبر 1953 جو آهي. خير هو ته هليا ويا. پئي ڏينهن جيستائين هئا مون پنهنجو هٿ سڀي جي ويجهو ڪونه آندو ۽ نڪي ڪو غافل رهيس جو اتفاقا هٿ کيس ملي وڃي. منهنجي جسم ۾ پگهر وهي نڪتو هو.

3 ڊسمبر 1953 تي مون شادي ڪئي هئي. اڌ رات بعد جڏهن لڇمي جي هٿ سان منهنجو هٿ ٻڌائون ۽ پوتر هون جي اڳني اڳيان ويهاريائون ته مون محسوس ڪيو سندس نرم ۽ ننڍڙو هٿ. سندس عمر 16 سال هئي ۽ منهنجي 25 سال. مون کي عجيب الجهن هئي. سمجهيم ته ڪو سڀي وانگر منهنجي هٿ ۽ آڱرين کي اهڙو زور ڏي جو جسم جي وار وار مان پگهر ٽمي نڪري. نئين الهڙ ڪنوار کي ڪهڙي خبر ته اهو هٿ ڪنهن وڏي عورت عشق ۾ ناڪام ٿيل عورت. اهڙو ته چور ڪيو آهي. انهي معرفت روح کي اهڙو ته لوڏيو آهي جو سندس هٿ جر نرمائي ۽ گرمائش ته ايئن پئي لڳا جڻڪ برف مٿان هٿ رکيل هئم. ڪير ڏسي ها ان مهل منهنجي آنڌ مانڌ! آئون مشڪل سان ويڏيءَ تي ويهي سگهيس. مونکي دوستن پوءِ شڪايت ڪئي ته تون ويڏي مهل تمام گهڻو نروس ٿي وقت گذاريو هو.

رتيءَ جي رهاڻ. جيءَ ڙابيم جت سان.



نئون ڪوٽ
جولاءِ 20، 1975
پيارا پرمانند،

اسانجي ميرپورخاص جي بار ائسوسيئيشن طرفان 19 جولاءِ تي ڪينجهر ڍنڍ تي ايڪسڪرشن جو پروگرام رٿيل هو. هنن اهو منهنجي انتباهه تي رکيو

هو. رات اُتي رهڻ جو پروگرام هو ۽ پيڙي ۾ مُني بيگم جو چاندوڪي رات ۾ راڳ جو ۽ سير جو بندوبست رٿيل هو. جيئن تہ توهان کي. عزيز مانوارن دوستن سيٺ گنگارام ۽ محترم مهراج ڪيم پال کي ڪلهہ 19 تاريخ ميرپورخاص اچڻ لاءِ چيو هوم. انهي ڪري ويهن کان بہ وڌيڪ دوست ناراض ڪيم. هو هليا ويا. آئون ڪونہ ويس. ڪيترا دوست ۽ ياءُ تہ رڳو منهنجي ڪري تيار ٿيا هئا. ڪيڏي نہ مشڪل سان ڪينجهر. تماچي جي ٽڙ. پيڙي چاندوڪي وغيره کان منهن موڙي دوستن کان جند آجي ڪرائي هئم.

ڪلهہ عزيز گنگارام ۽ مانوارو مهراج بئي آيا. اسين ٽيئي هئاسون. صبح جو 5 بجي سيٺ گنگارام کي روانو ڪرڻ لاءِ اسٽيشن تي آياسون. ڳالهيون ڪري دل ڪونہ پري انهي ڪري اسانکي سيٺ صاحب بنا ٽڪيٽ جي (پليٽ فارم ٽڪيٽ اسان وٽ هئا) گاڏي ۾ ويهاريو تہ پٺوري کان موٽجو. پٺوري ۾ ٽڪيٽ وٺي آيو تہ هلو نئين ڪوٽ. ماني ڪائي شام جو ميرپورخاص وڃجو.

ڪلهہ تنهنجو ٽيليفون تي نياپو مليو. وڏي مهرباني ڪيئہ اهو وقت ضايع ڪري ٽيليفون تي ڳالهائڻ جي تڪليف ورتي.

هي خط تنهنجي سُڌ لاءِ عرض رکجي ٿو. مونکي ايئن وسهڻ لاءِ ڪو سبب يا ثبوت ڪونهي جو الزام لڳائي سگهان تہ توکي واجبي سبب يا ڪم يا لاچاري ڪونہ هئي. ٿي سگهي ٿو ۽ ضرور ائين هوندو جو توکي ڪا وڏي تمام وڏي مجبوري هوندي.

هن خط جو جواب ضرور ڏجان.

سيني گهر وارن لاءِ شيپ ڪامنائون.

اوهان جو

روچي رام



ڪار پاڙو. ميرپورخاص سنڌ

آگسٽ 4. 1975

وڏي مانوارا پيارا دوست پرمانند.

ڪالهہ PPP جي جلسي ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ دوست وٺي هليا ڪلوئي. اُتي تہ جيڪي ڦاڙها مارٽاهئا سي ماري واپس ڪوسڪي وٺان. بدين

منجهان، تلهار مان ۽ ماتلي کان ٿيندا، ٽنڊو محمد خان ٿيندا، حيدرآباد کان ٿيندي ميرپورخاص آياسون. مون عزيزي خادم علي کي چيو ته ٽنڊي باگي کان ٿيندا هلون. رات هجڻ ڪري ۽ هتي رات وچ ۾ واپس پهچڻ جي تڪڙ هجڻ ڪري تنهنجي ڳوٺ ڪونه اچي سگهياسون.

تلهار مان لنگهندي توکي ساريم. ڏاڍو ياد ڪيم.

تنهنجي دل جي ڪيفيت، تڪليف ۽ مصروفيتن بابت تنهنجا حال ۽ خيال آئون سمجهي سگهان ٿو.

توکي خبر آهي ته اڪيلائي ڪيترو نه قريبن کي ويجهو آڻيندي آهي. اڙدو واري تصور تي شعر چيو آهي. اهو شعر ڪجهه غير مناسب آهي. آئون توکي سنڌي جو بيت ٿو ٻڌايان جيڪو بيت هڪ سماع ۾ ٻڌندي مخدوم احمد يتي ساه ڏنو هو.

هيڪلائي هيل. پوربندس پرين ڏي،
آڏا ڏونگر لڪيون. سوريون سجڻ سيل،
ته ٻيلي آهن ٻيل، سور پريان جا ساڻ مون

اهي خيال دل ۾ ڪٺي تنهنجي پرمان لنگهي توکي جاڳائڻ کانسواءِ توڏانهن اچڻ کانسواءِ هليو آيس.

جڏهن تلهار مان متياسون ته رات جا ڏهه لڳا هئا. ٿي سگهي باگي واهه جي پر واري شهر ۾ تون ننڍاکڙو هجين الاجي جاڳ ۾ هجين ها يا ننڊ ۾. هتي پهتس رات جو 12 بجي. برادرم محترم سيٺ گنگارام مهمان هو. سنٿل هو. جاڳايم. ڪجهه وقت ويٺو. هو سُتو ته مون توڏانهن خط لکيو آهي.

تنهنجي حاضري نه پرڻ لاءِ معافي.

پيارن سان تنهنجو پنهنجو

روچي رام



ڪارياڙو. ميرپورخاص سنڌ.

آگسٽ 8، 1975

قابل احترام دوست پرمانند.

6 تاريخ وارو خط اڄ پهتو. مهرباني.

مهينو ٿيو، ڪراچي وڃي ٿي راتيون رهيو هوس. جئين نه مبلي تان موٽيو هوس. جسم، ذهن، دل ۽ دماغ ۾ ٿڪاوٽ محسوس پئي ڪيم. طبيعت

۾ بي آرامي پئي پانيم. ۽ جولاءِ واري رات تو ڏانهن خط لکڻ ويٺس. الاجي ڇو موضوع بڻايم عورت کي حسب عادت ڏکهو خط لکي ويٺس. هر واقعي ۽ هر عورت جي بيان کي ننڍو ۽ بنهه مختصر ڪرڻ جي ڪوشش جي باوجود خط لمبو ٿي ويو. ان ۾ باقي به واقعا لکڻا هئم پر قلم اهي لکڻ کان نابري واري بيٺو. ائين خط اڻ پورو رهجي ويو. اهو عورتون ذهن ۾ چٽيون آهن. واقعات پڻ حافظي ۾ محفوظ آهن پر لفظ نٿا لين جو قلم بند ڪري سگهان.

اڻ پورو خط هتي ٽيبل تي پيو هو مهراج ڪيم پال ويٺو شايد سرسري طرح ڏسي ويو. پر هن لاءِ خط جبل جيڏو ڳورو هو. ٻن ڏينهن بعد عزيز برادرم سيٺ گنگارام آيل هو. هن کي پڙهي ٻڌايم. متان ڀڄين ته خط ۾ ڪا تنهنجي ڳالهه هئي. رڳو منهنجا ڪي ذاتي تجربا ۽ تجزيا هئا.

هنن ٻنهي جي ذهن ۽ سماجي خيالن جي سطح کان خيال مختلف هئا. هنن جو ذاتي اخلاقي معيار ڪٿي ايڏو بلند نه به هجي پر هو Public Morality ۽ ظاهري اخلاق اوچو رکندا آهن. هنن خط پڙهيو. سندن راءِ ائين هئي جڻڪ ڪنهن کي پنائي جو شعر ٻڌائجي ۽ هو ڇون زال جي ڇڪ ستايو اٿس.

انهي لکڻ بعد ڪراچي ۾ هڪ رات وڏيڪ رهيس. جڏهن رات موٽندي هئي ته سمجهندو هوس هي هيڏو سمنڊ کان به اونهو ۽ گهرو شهر هاٿي اونده ۾ هوندو. اتي فرينچ ونڊو مان ڏسندو هوس ته اجا جاڳي رهيو آهي. مونکي جڏهن ڪو غم کائيندو آهي يا ياد ستائيندي آهي ته ان ڏينهن نڪي ماني وڻندي آهي. نڪي بيئر. نڪي پاڻي. نڪي ڪا عورت يا ان جو چهاءُ ـ نڪي پوءِ عورت جو سنگ ۽ نڪي دوست جي ڪچهري وڻندا آهن. عورت رس ۽ ساءُ پڻ بنا سواد محسوس ٿيندا آهن. صرف اڪيلائي ايترو پرپور لڳندي آهي جو ان ۾ ماضي جون سموريون حقيقتون ۽ حال جا سپنا مڙيئي اڃي ڪنا ٿيندا آهن. تنهائي پرپور ۽ پُر معنيٰ محسوس ٿيندي آهي.

ائين هڪ رات جسم جي ٿڪاوٽ لاهڻ لاءِ صرف ڪيم: ٻي رات توڏانهن خط لکيم ۽ ساري رات لائونج جي دري مان ڪراچي جو شهر تڪيندو رهس. خلا ۽ خال محسوس ڪندو رهيس.

ٽين رات روح جي سڪون لاءِ جسم جي هر حرڪت تان ڪنٽرول جهڪو ڪري ڇڏيم. ائين پئي پانيم جڻڪ هن جسم جو لغام منهنجي وس ۾ ڪونهي. جڻڪ روح جسم ۾ هوئي ڪونه. جڻڪ ڪو ماضي جي ڪنهن چانولي ۾ حال جي اس ۽ تپش کان هتي وسرام ڪري رهيو هجي.

ڪراچي جي راتين ۾ محسوس ڪيم ته ڪيترو نه انهي ميلي جي گرمي. لڳُ ۽ ڪجهه نه ڪرڻ واري جسماني توڙي ذهني ڪيفيت مون تي بار ٿي پيا هئا.

رات مهراڻ ۾ هتي پهتاسون. صبح جو عزيز گنگارام واپس هليو ويو.

هن پيري تنهنجي پراڻي گروهَ سان ملاقات ۽ گفتگو جيڪا ٿي ان ۾ تون شريڪ ڪونه هئين.

مون سمجهيو سنسار ۽ پرم پرا جي بار کڻڻ جي باوجود. سماج جي ناانصافين جي چڪي ۾ پيڙهجڻ جي باوجود سندس حوصلو سلامت آهي ۽ هوش به ٺڪاڻي اٿس. سندس ننڍڙي ڪمري جي سوڙ ۽ گرمي ذهن تي وڏو بار هئا. پر اهو ضرور محسوس ڪيم ته ڪمزور قوم جو فرد هوندي به غلامي جي زنجيرن ۾ جڪڙيل هوندي به سندس ذهن ايترو ڪمزور ۽ غلام ڪونه هئا.

تنصيل سان خط پوءِ لکندس پر هن وقت ايترو ضرور چوندس ته هوءَ ذهين، جاڳو، ڌرم ۽ علم کان واقف، شريف النفس ۽ سيبه ۽ ساتوڪ جيون، اُوچن نيڪ خيالن واري سجاڻ عورت آهي. سندس حاضري پرڻ وڏي تيرٿ ڪرڻ جي برابر لڳي.

سندس لڇڻ جرمن فلسفي نتشي[o] جي ”اوصافِ حميده“ وانگر هئا.

ائين تنهنجي ڳوٺ مان موٽي آيس. تنهنجي پائرن جي وڏي مهرباني جن کي اسان تڪليف ڏني ۽ هنن اسان جي خاطر تواضح قرب ۽ پريم سان ڪئي.

تنهنجي گُرو جي به مهرباني جن پنهنجو قيمتي وقت اسان کي ڏنو. مون اڳ ۾ ئي توهان کي وڏن خطن ذريعي ڪڪ ڪيو آهي نه ته جيڪر هن ملاقات تي هڪ ڊگهو خط ۽ سمورا خيال لکي موڪليان ها.

پيار ۽ شپ اڇائون سيني لاءِ.

پيار ننڍڙي ميشي لاءِ.

اوهانجو

روچي رام



---

[o] نتشي: جرمن فلاسافر هو. 1844_1900 جنهن جيو ته تاريخ انسان تي بار آهي. نيون قدرون نوان اخلاق قائم ڪيون.

"اوصافِ حميده"

مون اهي اکر مٿي لکيا آهن جن جو مطلب عرض لکان ٿو. جرمن فلاسافر نتشي "سُپرمئن" جو ذڪر ڪيو آهي، علامہ اقبال "مردِ مومن" جو ۽ شاهہ ڀٽائي صرف عام انسانن جو، سماجهن ۽ مارو ماڻهن جو. هر ڪنهن پنهنجي پسند جا ماڻهو چونڊيا آهن.

اهڙين صفتن کي "اوصافِ حميده" چوندا آهن يعني واکاڻ ڪرڻ جوڳا لڇڻ.

شرافت ۽ سچائي تہ ڪمزور گيدي ۽ هيسيل انسانن ۾ بہ ٿين ٿا پر اهي لڇڻ ۽ خوبيون تڏهن ڪارگر ٿيئيون جڏهن اهڙو سمرٿ انسان هجي، جيڪو انهي درياءَ وانگر هجي جو آبڪلاني ۾ ڦوهہ ۾ هجي، ڪپر کي ڳُن ڪندو هجي. اهڙي حالت ۾ هجي جٽڪ ملڪ کي پائي ويندو، پالوت ڪري ويندو، مالا مال ڪري ڇڏيندو، هر ملڪ کي ٻوڙي ڇڏيندو. هر شيءِ کي وهائي ويندو. سندس دهشت ۽ دم بلند هجن. اهڙو زور ڀريل انسان هجي. صحيح سلامت ماڻهو هجي. پوءِ اهو تدبر، شرافت ۽ صبر سان هلندو هجي. هن ۾ جوش هجي، جُنون هجي، جذبات هجن، قوت هجي، عشق ۾ تار هجي، اکين ۾ ٻرندڙ جوالا هجي، دل فولاد هجي، جسم ۾ جولان هجي. پوءِ هُو اهي سڀ مهذب نموني سان سليقي سان، سمجهہ سان، وزن ۾ توازن سان هلائي ۽ پوءِ سندس هلت کي سٺا لڇڻ ڪري شمار ڪبو.

اهڙي قسم جي چال چلت ۽ هلت کي "اوصافِ حميده" ڪري شمار ڪبو.

ڪدڙا ڇا برهم چريہ ۽ سنجم جو پالن ڪندا؟ ڪتل ڇا دان ڪندا؟ گيدي ڇا معاف ڪندا ۽ صلح پسند ٿيندا؟

خوبصورتي خيالي نقلي ۽ مصنوعي شيءِ جو نالو آهي. پرواکاڻ جوڳا لڇڻ حقيقت کي بہ خوبصورت بڻائي ٿا ڇڏين. حقيقت عام طرح ورلي خوبصورت ٿيندي آهي.

روچي رام



میرپورخاص
1975_8_21

منهنجا پيارا ننڍڙا دوست

هن کان اڳ ۾ هڪ خط خدمت ۾ عرض رکيل آهي. اهو پهتو هوندو. انهي خط لکڻ کان پوءِ ذهن تي الاجي ڇو اهڙي ڪيفيت طاري ٿي جو ٻه راتيون لڳاتار ننڊ ڪونه آئي ۽ طبيعت ۾ ذهني توڙي جسماني سخت بي آرامي محسوس ڪيم.

جيتوڻيڪ موسم بيحد خوشگوار آهي آسمان آڳميل آهي. ڪڪر ۽ وڄون وسڻ جا ويس ڪري وينيون آهن ۽ اهڙي رمٽينڪ ۽ خوبصورت سماءُ جيتوڻيڪ دل کي ڪجهه سرهو ڪن ٿا پر پوءِ به مينهنءَ جو نينهن سان گهاٽو تعلق ٿئي ٿو ۽ الاجي ڇو هي وسڪارو اندر جي آنڌ مانڌ ۾ اضافو آڻي رهيو آهي ۽ شاهه عنايت وانگر ڪر بادلن کي چوان پيو ته :

”نيڻ تمندا پس، وس ته ورن سپرين“

الاجي ڇو جنهن ميگهه ملهار لاءِ ائين چيو ويو آهي ”اڪيون ميگهه ملهار صورت تنهنجي سڀ جڳ موهيو“ يا ”موڪل ٿي مينهن کي دوست هتان دلدار“ سو اُڪنڊ ۽ آس، غم ۾ اضافو آڻي رهي آهي.

هاڻي طبيعت ۾ ڪجهه نهراءُ آيو آهي ۽ پانيان به ڏينهن ڳوٺ طرف هليو وڃان. مون خيال ڪيو آهي ته ايندڙ مهيني جي 3 تاريخ هتان روانو ٿيندس ۽ ٻه چار ڏينهن اسلام ڪوٽ رهندس. مون کي معلوم آهي ته تون تمام مصروف ماڻهو آهين ۽ هي ڏينهن تنهنجي ڪم جا آهن. پوءِ به منهنجي سفر جي آنند ۾ اضافو ٿيندو جيڪڏهن تون گڏ هلندين تنهنجي شريمتي کي به گڏ وٺي هلندا ته هوءَ به ويچاري گهمي ايندي. تنهنجي پوڄ ماتا صاحب جيڪڏهن ڪيس موڪل نه ڏي ته پوءِ منهنجي طرفان عرض ڪجو. آئون 7 تاريخ واپس موٽندس. جيڪڏهن توهان اڪيلا يا سگهرا هلو يا جيئن به فيصلو ڪريو ته مونکي اطلاع ڪجو. ٿي سگهي ته خط پهچڻ شرط جواب ڏجو. سيني پاڻرن پينرن ۽ ٻارن لاءِ پيار.

اوهان جو
روچي رام



میرپورخاص
سيپٽمبر 29، 1975

ننڍڙا وڏيرا پرمانند.
منهنجي اسرار جي باوجود تو انٽر جو امتحان ڪونہ ڏنو. تي سگهي ٿو اُن لاءِ تون ذميوار نہ هجين تنهنجي حالات ۽ ماحول توکي امتحان نہ ڏيڻ ڏنو هجي.
جي همت ٻڌي سگهين تہ هِن ئي سال ۾ سپليمينٽري امتحان ۾ ويهہ ۽ اڄ کان ئي پڙهڻ شروع ڪر ۽ تياري کي لڳ.[1] جيڪڏهن پاس ٿي وڃين تہ پوءِ B.A پارٽ I ۾ داخلا شروع ڪجان. اميد تہ تون هن جنم سڏارڻ واري منهنجي هن صلاح تي عمل ڪندين. مون معلوم ڪيو آهي تہ تنهنجا ڀائر وغيره تنهنجي پڙهڻ ۾ وڏيڪ خوش آهن. هنن کي تنهنجي ڏنڌي کان وڌيڪ تنهنجي صحت ۽ چڱڀلائي جو اونو آهي.
هن خط جو جواب ضرور ملڻ گهرجي.

پيارن سان تنهنجو
روچي رام



9 آڪٽوبر، 1975

منهنجا پيارا پرمانند.
هڪ ڪاغذ جي پرزي تي مختصر خط لکي موڪليو هوم. ان ۾ آداب ۽ تڪلف گهٽ لکيا هئم. ڪٿتي تي بيٺم تہ تون ڪاوڙ نہ محسوس ڪرين.
آئون 4 تاريخ لاڙڪاڻي ويٺو هوس. ڪنهن سان چوائي موڪليو هوم تہ تون اڄ ۽ مون سان ڳڏجي هل. اهو نياپو الاجي تو تائين پهتو يا نہ. مون 5 تاريخ تائين تنهنجو انتظار ڪيو. رات تائين ترسيس پوءِ وڃي ڪوٺڙي مان

---

[1] پرمانند مئٽرڪ پاس ڪري ڏيئي ڳوٺ ۾ ڪافي سال سندس پيءُ جي ڪوٺي تي وينو. اتي مزو نہ آيس تہ ڪجهہ سال وڃي بني سنيالڻ لڳو ۽ وڏيرو ٿي رهڻ لڳو. آئون اسرار ڪندو هوس تہ عمر وڏي ٿيڻ باوجود پڙهڻ جاري رکي.

گاڏي ۾ چڙهيس.

لاڙڪاڻو هن وقت سنڌ جو اهم شهر آهي. اتي جا رهاڪو حڪومت جي سربراهن کي قريب رهن ٿا. انهن جا ويجهڙا واقف آهن.

آئون تہ محترم حيدربخش جي ڳوٺ ويو هوس. منهنجي نامڪمل ڪتاب بابت معلومات حاصل ڪرڻ آئون واندو هوس. هجين ها تہ خوب ڪچهريون ٿين ها. ٻيا بہ ڪيترا دوست گڏيا. هن خط جو جواب ڏجان. ٻارن لاءِ پيار.

اوهان جو
روچي رام



ميرپورخاص سنڌ
آڪٽوبر 11, 1978

مُنهنجا پيارا ڪنول،[1]

آئون توکي پرمانند ڪري لکندو هوس. منهنجو ڪنول سان واسطو ڪونہ رهيو هو. تون خط ڪونہ لکين انهي ڪري آئون پرمانند جي ڪنول کي خط لکان ٿو. من اها دري مون لاءِ کُليل هجي ۽ تنهنجي هٿ جو لکيل خط ملي.

پيلا مونکي نئو خط جو جواب لکين تہ پوءِ جتي حيدرآباد واري جي معرفت خط موڪلڻ لاءِ چيو هوم اُتي موڪليندو ڪر. بهتر ٿيندو ميرپورخاص لکين. مون نئين باب جو آغاز تو ڏانهن ڊگها خط لکڻ سان ڪيو هو. سال ڪان بہ وڏيڪ عرصو گذري چڪو آهي. مون انهي عرصي ۾ سڀ ڪجهہ لکڻ ڇڏي ڏنو. علمي تحريرن بدران مون ذاتي مشاهدا لکيا. تنهنجي صحبت لاءِ ڪري تڪاڻن ۽ ميلن ۾ شرڪت ڪئي.[2] تنهنجو خط ڪونہ آيو آهي ۽ مون بہ لکڻ ڇڏي ڏنو آهي تو ڏانهن خط لکڻ. انهي

---

[1] پرمانند شاعر هو ۽ سندس تخلص ڪنول هو.

[2] آئون ميلن مندرن ۽ تڪاڻن کان پاسو ڪندو آهيان. پرمانند مونکي اهي ڏيکاريا.

عرصي ۾ پنهنجي بزرگ ساٿي حيدر بخش جتوئي بابت ڪتاب ڪنا ڪيم. سندس لکيُون وري پڙهيم. ڪيترن پُراڻن ساٿين سان مليو آهيان. بکي ٺقيري جي واهڻ ۾ ويس. اتي سندس مائٽن ۽ عزيزن سان مليس. مون اهو گهر ڏٺو جتي اهڙو سچار با سيرت ۽ مجسمءِ اخلاق انسان پيدا ٿيو هو. ان جي واهڻ جي پرسان پناڻن جو ڳوٺ آهي جتي پرائمري اسڪول هوندو هو. جنهن ۾ فقير الله داد خان پنهنجي ننڍڙي پٽ کي داخل ڪرايو هو. هر روز ننڍڙو حيدر روزانا ميل کن پنڌ ڪري اسڪول ويندو هو.

سندس هندو ماستر، ننڍڙي جي شرافت ۽ ذهانت ڏسي ڪيس ڏاڍو پيائيندو هو. حامد علي i.c.s اسسٽنٽ ڪليڪٽر هو يا ڪو انگريز ڪليڪٽر هو. هُو هڪ ڀيري اسڪول ڏسڻ لاءِ آيو. ڪلاس ۾ سوال پڇيائين. شايد پنجين درجي جو ڪلاس هو. تپاس ڪندڙ سمجهيو 5، 6، 7 درجي جو گڏيل ڪلاس آهي. هن جيڪي بہ ڇهين ۽ ستين درجي جا سوال پڇيا ننڍڙو حيدر سڀ جواب ڏيئي ويو. هن چيو واهڻ ۾ اهڙو هوشيار ڇوڪر رهي ٿو. هلي لاڙڪاڻي ۾ انگريزي پڙهي. فقير الهداد کي سڏ ٿيو. فقير اٽپڙهيل هو. درويش هو. مريدن وٽ دعائون ڏيڻ ويندو هو. ميانوالي طريقي جو خاص دعا ڏيندڙ فقير هو.

اسڪالر شپ منظور ٿي ۽ ننڍڙو حيدر وڏي شهر ڏانهن اُسهيو. اُتي شهر ۾ سندس تعلق اهلِ شيعہ گهراڻي جعفرين سان هو. انهن وٽ رهيو. هي اهو وقت هو جڏهن پهرين مهاڀاري جنگ ختم ٿيڻ ۾ هئي. ملڪ ۾ علم ۽ ترقي جو غلغلو وڏيڪ هو.

حيدربخش جي جيجل ڀيڻ کي ڏٺم. ويچاري ڪراڙيءَ پاءُ جو نالو ٻڌي جذبي ۽ محبت ۾ پرجي چيو. خانصاحب جي ماءُ، هُو ٻن سالن جو هو تہ وفات ڪري ويئي. پهريائين سندس ڏاڏي ۽ ڦڦين تاتيو. تنهن بعد فقير الله داد خان ٻي شادي ڪئي. اِدي عالم خاتون ۽ ٻيا ڀائر ۽ ڀينرون پوءِ ڄاوا.

هنن مونکي اهاڃگهہ ڏيکاري جيڪا حيدربخش خود نهرائي هئي. حيدربخش جي چاچي خدا بخش 82 سالن جي جهور سان ملاقات ڪيم. پڇيم: ڏاڏا توهان حيدربخش جي نوڪري ڇڏڻ ۽ هاري ڪاميٽي ۾ شريڪ ٿيڻ ۽ اليڪشنون لڙڻ مان خوش هئا؟ خبر اٿيئي هن ڪهڙو جواب ڏنو؟ حيدربخش 70 سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي. هو سالن جا سال جيل ۾ رهيو. ملڪيت ڪونہ ناهيائين. ڊپٽي ڪليڪٽري ڇڏي ڏنائين. ترقي ۽

خوشحالي کي نوڪر هنيائين. ڳوٺ وارن کي دولت ڪٺائي ڪونه ڏنائين. سمجهيم سندس چاچي کي شڪايتون هونديون. حيدر ترقي پسند هو. نون ۽ جديد خيالن سان ليس هو. سندس مائٽ اڻ پڙهيل هئا. پراڻي وضع قطع وارا ڳوناڻا هئا. سمجهيم ته هو به ائين هوندا جيئن هلندي جو فائدو نٿو وٺي، نوڪريون نٿو وٺي. سنگت کي استعمال نٿو ڪري. وغيره وغيره. ڏاڏي خدا بخش چيو. پوءِ حيدر جي سوٽ ۽ سندس زال جي پاءُ نور محمد بنهي چيو. هو شريف ۽ سچو هو. اسين هن تي جان ڏيڻ لاءِ تيار هئاسون. هن جي هر قدم تي دل نڇاور ڪرڻ ڀاڳ سمجهندا هئاسون.

اتي مون پڇيو: حيدر ڪهڙا ڪپڙا پائي اسڪول ويندو هو؟ ڪتاب ڇا ۾ کڻي ويندو هو؟ ڇا کائڻ پسند ڪندو هو.

مون پڇيو: حيدر ۾ مثالي شرافت هئي. اخلاق جي بلندي هئس. تنهن جو ڪهڙو ڪارڻ هو؟ ڪيترو مائٽن جو اثر، خاندان جو اثر، دوستن جو اثر، استادن جو اثر يا ڪنهن خاص واقعي جو مٿس اثر ٿيو هو. هنن جواب ڏنو ته مٿس قدرت مهربان هئي ۽ مولا پنهنجي مهرباني ڪري کيس اهڙو پيدا ڪيو هو ۽ ٻيو هو سندس خاندان جو اثر.

مون سوچيو. ماضي طرف واپس هلجي اڍا سؤ سال اڳي جڏهن سنڌو دريا جي ڪناري تي ڪلهوڙو مرشد اچي وينو هو. کيس ميان چوندا هئا. سندس واهڻ کي چوندا هئا ميان والي ۽ طريقي کي چوندا هئا ميان والي طريقو هو . سهروردي طريقي وارا هئا. ٻيا طريقا آهن چشتي نقشبندي ۽ قادري وغيره. ميان والي وارا خاص نموني دعا، وظيفا، ۽ درود پڙهندا هئا. هو ڪارو ڪٽو ڪٽندا هئا. تو ٻڌو هوندو اهي ته ڪاري ڪٽي وارا ڪي ماڻهو بيمار جي دعا لاءِ جيڪا بيماري لاعلاج هوندي هئي تنهن لاءِ گهرائيندا هئا. اهي به ڪاري ڪملي وارا هوندا آهن جيڪي ٽانڊن تي هلندا آهن. ٻرندڙ انگار کائيندا آهن. ماڻهن تي اثر وجهڻ لاءِ دعائون ڪندا پڙهندا ۽ پوءِ ڪٽو زور سان هڻندا آهن . سُرندي وارا فقير به انهي طريقي جا هوندا آهن.

بکو فقير کي ڪلهوڙو ميان سنڌ وٺي آيو ڪلهوڙا پيري ۽ فقيري ڪندي اميري کي رسيا. ڪلهوڙي حاڪم کيس جاگير آڇي پر فقير انڪار ڪيو. پوءِ زمين جي آڇ ڪيائين. هن اها به قبول ڪونه ڪئي.

ميان والي فقيرن ۾ بکي فقير جو مرتبو اشرافت ۾ يگانو هو. انهي بکي جي پيڙهي ۾ سندس ٻڌل واهڻ ۾ الهه داد فقير جي گهر ۾ 1901 ڌاري

حيدربخش جائو هو.

سندن ڳوٺ ۾ سموري زمين سارين هيٺ پوکيل هئي. مون اندازو لڳايو ته حيدر بخش ڪٿان خيال ڪٽي لکندو هوندو. مون ڇڪاسيو ته ڪهڙا جهونا وڻ آهن، ڪهڙا نوان. وڻ تمام ٿورا هئا. رستو ڏنم. ٻنا گهميس.

هڪ دفعي حيدرآباد ۾ دوست محترم مولانا گرامي چيو ته حيدربخش جو پڻ مولانا روم جي مثنوي سان لڳاءُ هو. هن بي - اي فارسي ۾ ڪئي هئي. فارسي شاعري جي ميناج ۽ نزاڪت سندس طبيعت تي اثر ڪيو هوندو.

ڪاش لکندو وڃان پر تون شڪايت ڪندين خط جي ڊگهائي جو.

تنهنجو

روچي رام



ميرپورخاص سنڌ

آڪٽوبر 21، 1975

پيارا پرمانند،

تنهنجا ٻئي خط مليا. خطن ۾ ظاهر ڪيل قربن ۽ جذبن لاءِ مهرباني.

مونکي ننڍڙي ويٺا سان همدردي آهي. تو سندس ننڍ ڦٽائي ڪاري رات ۾ پنل ۽ سينو ساڙيندڙ تارن ڀري رات جو اُٿاريئه رڳو سورٺ ۾ وائي ٻڌائڻ لاءِ ۽ ٻيو صرف اکيون چمڻ ڪارڻ.

واهه جو تون شاعر آهين!

آئون جيڪر انهي نويلي سگهڙ سپوت اڳڻ اُجاريندڙ گُلن جهڙي ڪومل ۽ ڪچي جنهن جي چيلهه جي لچڪ به اجا معصوم آهي، جنهن جي قدمن جي آهٽ تنهنجي انهي محل نما گهر جو ڀاڳ وڌايو آهي، جنهن جا پير جڏهين انهي اوهانجي اوتي تي هلن ٿا ته اها "پوُن ۽ پڻ بسم الله" چئي ٿي. انهي ڪاٺي ۽ ڪاما ڪشي جي ٻاراٽي چال، معصوم جذبن ۽ دل جي ڪيفيت جي ڪٿيون ڪڍندڙ بي حس لفظن ۾ ڦڪا جذبا پريندڙ شاعر کي ڪهڙي خبر.

ڪاش! تون گهر ورني جي سيج تنهنجي مهاپرشن جي سماڌين ۽

تڪائن ڪان بہ وڏيڪ پوتر ۽ پاڪ ۽ مشاعري جي اسٽيج جو فرق بہ سمجهي سگهين! باوفا، پاڪباز، چالاڪين ڪان پري جسم جي سڳنڌ جي قيمت نہ ڪٿيندڙ ۽ سڀ بنا قيمت وصل ڪرڻ جي اربع ڪندڙ عورت کي سمجهڻ لاءِ هڪ جنم کان وڏيڪ تجربي جو ڪپ آهي. رڳو زباني وفائي ۽ سچائي جي لباڙمان ڪجهہ ڪونہ ورندو.

تنهنجي وائي جون باقي سٽون ڇا هونديون. آئون اندازو لڳائي سگهان ٿو. شاعري ڪٿي ڏکيو ڪم آهي, هر ڪو شاعر نہ ٿي سگهندو. اسين ڪٿي انهي لذت کي ماٽيون نٿا پر اُن جي سرجڻ کان نا آشنا ناهيون.

مونکي صرف هڪ ارمان آهي. هجي ها ڪا منهنجي وينا جي هٿ ۾ همٿ ۽ دل ۾ حوصلو. هوءَ تنهنجي مرتبي ۽ مريادا ۽ تنهنجي ڌرم ۽ ساٿ جي ڍونگ کي لتاڙي وڃي ها.

تون شاعر آهين تنهنجو مرتبو مٿي آهي. وڏو آهي پر مونکي نہ موڪل ڏين تہ دل جي ڳالهہ چئي وڃان تہ تنهنجي عشق جي, جنهن جي ايڏي ٻناڪ ٿو هيٽن, ڪهڙي منزل آهي؟

پيار ۽ عورت جو رس ڪو خيالي ۽ افسانوي چيز ڪونهي. نڪي ڪي ٻير جي چوڏن ۽ نوشادر جي ملاوت جي پيداوار آهن. پيار جو ناتو عورت سان ڪهڙو آهي؟ حسينہ ۾ چلڪندڙ جوڀن جو انسان جي وجود سان ڪهڙو ناتو آهي؟ اُن ۾ ميناج ۽ رس ڪٿان آيو؟ اهو ڪو سڌڙين جو وکر ڪونهي جو ڏيئيءَ[1] جي هٿ تي رکين يا کوڙي جي اوطاق ۾ وهائين يا پنهنجي سرپرست روچي رام جي چئمبر ۾ رکين. اها هڪ حقيقت, عظيم حقيقت ۽ تلخ حقيقت آهي. ڪاش تون ڪناري تي واريءَ جا ڪوٽ اڏيندي سامهون ساگر جي اونهائي جو اندازو لڳائي سگهين. ايندڙ ويرِ ۽ طوفانن جو تہ خير پر صرف هڪ چولي جي وزن, وهڪ ۽ چمڪ کي سمجهي تہ نہ پر رڳو ڏسي تہ سگهين.

اکرن جي آڙ ۾ لڪندڙ ڪوي ڪنول کي ڪير چوي تہ تارن ڀري ڪاري رات, ڪتين جي جهڳتي ۽ تيڙو جي مٿي اچڻ جي اوجاڳي بعد هو وينا محترمہ کي جاڳائي صرف وائي سا بہ سورٺ ۾ ٻڌائڻ لاءِ. ڪاش, انهن اکين ۾ ننڊاکڙين ۽ وڏين اکين ۾ پوندڙ طوفان ڏسي سگهين ها. خير باقي

---

[1] ڏيئي شهر ۾ پرمانند سندس والد جي دڪان تي ڪم ڪندو هو.

جسم جي حرڪت ۽ ساخت کي سمجهڻ لاءِ ڪنول توکي جبل ڏورڻا پوندا ۽ جهنگل جهاڳڻا پوندا. تون بيشڪ ائين سمجهه ته وينا ستل هئي ۽ تون اوجاڳو ڪري رهيو هئين. پر ته پنهنجو پاڻ کي ٺڳ. حقيقت هئي ته تون ننڊ ۾ هئين. نشي ۾ هئين ۽ سڌوري وينا جاڳي پئي. هو وري به ڪونه ستي. تو ڪيئن سمجهيو ته هوءَ سمهي پئي.

ڪاٻه عورت رات جو سمهي نه سگهندي آهي.

تون پليل آهين وينا جاڳي پيئي. تون پر ته انهي مير باگي خان جي تنڊي جي گهٽين ۾ هيڏانهن هوڏانهن ۽ هيٺ مٿي پيو نهار تون پر ته ڪوڙيءَ تي يا دادا ٽيڪچند وٽ وڃي بوتل خلاص ڪري اچ. تون پر ته لاري ۾ چڙهي ڏيئيءَ مان ٿي ڪوڙي وڃ. ڪائنات. جا وينا جي صرف هڪ ڪروٽ جو حصو آهي. سا جاڳي پيئي. وينا ته ننڊ به ڪونه ڪري

ڪتين جي اُپرڻ ۽ منزل ڏانهن وڌڻ ۽ تيڙن جي تڙڻ جي توکي ڪل ڪونه پئجي سگهندي. سياري ۾ ڪتيون ڪٿي هونديون آهن ۽ اونهاري ۾ ڪٿي. ڪتين جو عورت جي بستري سان ڪهڙو لاڳاپو آهي. انجي خبر ته پري آهي. منهنجا دوست تنهنجي ته اجا شام به ڪانه آئي آهي. سج به ڪونه لٿو آهي. اوندهه به ڪونه ٿي آهي. تون ٿو آڌي رات جون خبرون پڇين. تو ڪنارو به ڪونه ڪٿيو آهي خبرون ٿو سير جون ۽ ڳُنن جون ڪرين.

آئون وڏيڪ لکان ها پر تون خط پئي ڪنهن کي پڙهائين ۽ هو الاجي ڇا سمجهن.

ٽيون ڏينهن رات جو دير سان گهر موٽيس ته تنهنجي تار ملي. ٻئي ڏينهن بدين وڃڻ جو پرگرام هو. ڪار شام جو مون وٽ هئي. سوچيم سوير گهر موٽان ها ۽ تار جي خبر هجيم ها ته ڊرائيور کي ڪونه ڇڏيان ها ۽ رات توهان وٽ اچي رهان ها ۽ صبح جو بدين هليو وڃان ها.

ڪلهه بدين ويس. موٽندي تنهنجي شهر ۾ آيس. برادرم سيٺ چانگومل[1] گڏيو. سندس سرهائي ۽ خوشي ۾ شريڪ ٿيس. منهن مٺو ڪري موٽي آيس. ڪيس پرسن ڏسي مونکي تمام گهڻي خوشي ٿي. هنجي ذهن ۾ هو ته پروگرام ناهي. خوشي ملهائي ۽ ونڊي. زور ڪيائين ته ضرور اچجو

[1] سيٺ چانگومل پرمانند جو وڏو پاءُ هو.

انهي تاريخ تي جنهن جو اطلاع هو. برادرم مولچند جي صلاح سان تاريخ مقرر ڪري ڏيندو. الاجي ڪهڙي تاريخ رکندو. آئون ڪوشش ڪندس پهچڻ جي. اجازت ڏين تہ خط بند ڪري لکان.

تنهنجو پنهنجو

روچي رام

۴

ميرپورخاص

21 آڪٽوبر، 1975

منهنجا پيارا پرمانند،

تنهنجا ٻئي خط پهتا. مهرباني ۽ تمام گهڻي ۽ وڏي مهرباني

تون سدائين سنا خط لکندو آهين. هي ٻئي خط انهن سُنن خطن کان بہ سُنا آهن.

23 آڪٽوبر، 1975

اڄ ريڊيو پاڪستان اها خبر نشر ڪئي تہ مشهور تاريخ دان ۽ تاريخ نويس ارنالڊ ٽائن بي (Arnold Toynbee) ڪلهہ ديهانت ڪري ويو. توکي ياد هوندو تہ مون اڪثر هنجو ذڪر پئي ڪيو آهي. هن جو تاريخ جو مطالعو (Study of History) ايترو تہ گهرو، جامع ۽ همگير آهي جو سندس نظير ڪو مشڪل ملي سگهندو. هن انسان ذات جي تاريخ جي سفر کي هڪ اهڙي سلسلي ۾ سمجهيو آهي جو جڻڪ سائنسدانن وانگر ڪنهن تجربي جو حل ڳولڻ جي کوج ۾ آهي.

ياد اٿيئي. مون هڪ پيري هڪ خط ۾ هن جو ڪجهہ تفصيل سان ذڪر ڪيو هو. مون ڪونہ چيو هو تہ تون جڏهين انگريزي سڪنڊين پوءِ توکي پرسان ويهاري توئن بي پڙهي ٻڌائيندس تہ ڪيئن هي تاريخ جا واقعا سموري هڪڙي ڪڙي جو حصو آهن سمورا انسان ۽ انهن جي هزارن لکن سالن جي تاريخ جا انسان ۽ انهن جا واقعا.

توئن بي جي لکڻين ڪيئن نہ دنيا جي موجوده سياست ۾ مغرب ۽ مشرق کي قريب آڻڻ ۾ وڏو ۽ نمايان ڪردار ادا ڪيو. هن وقت يورپ جي سياسي علم ۾ هڪ لفظ ڪتب اچي ٿو ۽ عام طرح اچي ٿو. جيڪو لفظ

جناب پنو صاحب بہ ڪتب آڻيندو آهي. اهو آهي ”دتانتي“. شايد فرينچ ٻولي جو لفظ آهي. هن موجوده چين ۽ آمريڪا ۾ detente آڻڻ ۾ بہ خاص پارٽ ادا ڪيو آهي. يعني هن. جي لکتين. پر هن عملي سياست ۾ حصو ڪونہ ورتو.

مون ڏنو تہ هن تاريخ کي حڪومتي ۽ بادشاهن جي قصن ۾ ورهائڻ بدران ان کي تهذيبن ۾ ورهايو. جيڪا ڳالهہ مون تي گهڻو اثر انداز ٿي سا هئي توئن بي جو انداز تہ ڪيئن تهذيبون نهيون. وجود ۾ آيون. ڪيئن ترقي ڪري پکڙيون ۽ ڪيئن انهن جي زوال جا دور جاري ٿيا. آئون ڪر تنهنجي گهر ۾ مهاڀارت جي قصن بدران توئن بي جي تاريخ جا 12 ئي جلد رکان.

مونکي اهو معاملو اهڙي هنڌ پيش آيو جڏهن مون توئن بي جو ننڍو (abridged) تيل ڇاپو ڏٺو ۽ قومن جي زوال بابت وري پڙهيو ۽ مونکي چيو ويو تہ پاڪستان ۾ خاص طرح سنڌ ۾ رهندڙ هندن جي حالت تي راءِ ظاهر ڪريو. مون سندن حال توئن بي جي اسٽائيل ۾ پيش ڪيو. تنهن کان گهڻو پوءِ ميرباڳي خان جي ٽنڊي ۾. تنهنجي اوطاق ۾ هڪ ننڍڙي اجتماع ۾ مون اهڙي قسم جا خيال ظاهر ڪيا. مقامي ماڻهو ۽ ڪي ٻيا گهڻو ڪري سندن ننڍڙين دشمنين ۽ خسيس ڳالهين ۾ مصروف هئا. مونکي ڪنهن ڪونہ سمجهيو.

منهنجي گفتگو هڪ ننڍي تقرير وانگر هئي.

ٻئي ڀيري جڏهين ٽنڊي آيس ۽ برادرم سيٺ گنگارام مون سان گڏ هو ۽ توهان سيٺ هوندي مل واري اوطاق ۾ اسانکي ترسايو هو تڏهين سرڳواسي بزرگ[1] سيٺ ڏاندومل مونکي چيو هو تہ توهان جي ڳالهہ مونکي دل سان لڳي هئي. ضرور ڪجهہ ڪرڻ گهرجي جيئن اسين جتي رهون ٿا اتي عزت سان زندگي ۾ حصو وني سگهون ۽ اسان جي شراڪت عزت ڀري هجي. وڏيڪ پچيائين تہ توهان ڇا ڇا ڪيو آهي.

مون نٿي سمجهيو تہ جنهن ماڻهو عمر ڏنڌي ۽ ڪاروبار ۾ گذاري. جنهن ڪو خاص ڪتابي علم حاصل ڪونہ ڪيو آهي سو ڪيئن منهنجي اهڙي ڳالهہ کان متاثر ٿيو آهي جا ڳالهہ يونيورسٽي جي تعليم ورتل بہ نٿا سمجهي سگهن. محترمي ڏاندومل جي ڳالهہ سمجهڻ جي انداز مونکي

---

[1] سيٺ ڏاندومل پرمانند جو پٽ هو.

متاثر ڪيو.

تنهن بعد سيٺ صاحب مونکي 20 نومبر 1974 تي ڏگهڙي ۾ مليو هو. جا منهنجي سائس آخري ملاقات هئي. تڏهين به منهنجي جاٽايل نقطي تي عمل بابت پڇيو هئائون. مون جواب ڏنو هو: ان جو مطلب اهو هو ته مرض جي تشخيص کان به علاج گهڻو مشڪل آهي. زوال ڏانهن گامزن ماڻهن جو هر عمل هر ڪوشش ۽ هر فعل زوال ڏانهن تيز گام آهي. چيم: هو ڳالهه سمجهن نٿا. هنن کي وقت ڪونهي. هو ڏنڌي ۾، پئسن ڪمائڻ ۾، پئسا خرچڻ ۾، فضول ريتين ۾ ۽ گپ ۾ ايترو ته قابو آهن جو نه رڳو گپ مان. ڏيڻ مان نڪري نٿا سگهن پر اچڻ واري خطري ۽ طوفانن کان به بنهه غافل آهن. حڪم ڏنائون ته پلا اوهان به ڪجهه ته ڪندا هلو. سوچيم، هي سمنڊ جي ڪناري تي، ٽڪر تي نهيل گهر ۾ رهي ٿو. هنکي ڪيئن سمجهايان ته سامهون سمنڊ ۾ ڪهڙا ولوڙا آهن ۽ ڪهڙيون اونهايون ۽ خطرا آهن. پر ڪين چئي ويس ته منهنجا ساٿي پڻ سموري معاملي جي نزاڪت کي نٿا سمجهن. آخر ۾ نبيرو ڪيائيون ۽ چيائون پر آئون تيار آهيان هر طرح مدد ڪرڻ لاءِ. کين ڪيئن چوان ته اهو ڪم اوهان جي ڪرڻ جهڙو ڪونهي. اوهانجي عمر جا ماڻهو هزارن مرضن ۾ هزارن ذهني خلفشارن ۾ مبتلا آهن. ڪيئن چوان ته توهان جو پٽ جيڪو نئون پڙهيل نوجوان آهي سو به نٿو سمجهي؟ 1974 جي ڳالهه 1930 واري پوڙهي کي ڪيئن سمجهايان؟ مون سوچيو ته اهو سور نڪي ڏاندومل لاءِ آهي نڪي پر مانند لاءِ. اهو سور مونکي اڪيلي سر پٽيو ۽ پوڳٽو پوندو. جيڪو جاٺي ۽ سمجهي ان لاءِ سور آهن. پٽرن ۽ ڪاٺن ۽ مٽيءَ کي ڪهڙي خبر ته سور ۽ ايذاءُ ۽ جگر جهوريندا آهن ۽ ڪيئن سينو ساڙيندا آهن.

سو ذڪر هو ٿوئن بي جو. هو ننڍي عمر ۾ فرانس جي وڏي تاريخ جي جماعت جو ميمبر ٿيو هو. هو پهرين مهاڀاري لڙائي بعد مواهدي ورسيلز ۾ برطانوي وفد سان گڏ هو. ان جي لکڻ ۽ تياري ۾ شريڪ ٿيو هو.

تون الاجي مڃين يا نه ڪيترا عالم منهنجي ڳالهه کي ڪونه مڃيندا. ڪيترا يورپ تي ماهر ڪونه مڃيندا پر آئون ايئن چوندس ته ٿوئن بي يورپ وارن کي، وقت تي پهرين عظيم جنگ کان اڳي ۽ بي عظيم جنگ کان به اڳي بئي ڀيرا يورپ وارن کي آگاهه ڪيو هو ته اوهان يورپ وارا جنگيون لڙندا ۽ تباهه ٿيندا ۽ انهن کي تهذيب جي بچاءُ جا هن رستا ٻڌايا. انهن تي

عمل ڪري يورپ تباهہ ٿيندي ٿيندي بچي ويو. اهو ٿوئن بي جو چيل آهي تہ ڪيئن ٽين جنگ کان، جيڪا بنهہ تباهہ ڪن ٿيندي، انکان بچي سگهبو. رڳو ائين ناهي تہ چڙو ٿوئن بي ائين ٿو چوي پيا بہ ڪيترائي دانشور چون ٿا پر ٿوئن بي بہ چيو هو. اهڙو ٿوئن بي دانا. جيڪو ڪالهہ 86 سالن جي عمر ۾ ڪلهہ لنڊن جي هڪ نرسنگ هوم ۾ انتقال ڪري ويو. اڄ نہ اوطاقن ۾ طالب تنوارين.

هو لنڊن يونيورسٽي ۾ تاريخ جو پروفيسر هو. هو نڪي سوشلسٽ هو ۽ نڪي ڪميونسٽ هو. هنجي علم جي شعاع اڳيان بين جا نظريا مندا لڳندا هئا. هو اهڙو تاريخ دان ۽ عظيم هو جنهن بابت ڪر آئون پٽائي جي لفظن ۾ چوان.

مونکي آهہ اُٿياريو ستي سيج هياس
جنين جاڳا ياس آئون نہ جيئندي ان ريءَ

منهنجي هن سان واقفيت ٿي هئي جڏهن هو ايوب خان جي دور ۾ پاڪستان آيو هو. هن انهي سفر تي پڙ ڪتاب لکيو آهي.

## تنهنجي خط ۾ لکيل ڳالهين بابت

چو ٿو گهڻو لکين تہ توکي منيءَ جي سراڻ پرسان واري پٽ جي عشق جا داستان گهرجن. ڪارين راتن ۽ پگهريل ڇاتين جا قصا کپن. پاٽي جي گهاٽ ڏانهن ويندڙ منيءَ جي عورتن جو احوال گهرجي. تنهنجو ذهن دور جي داستانن کان ٿو برهم ٿئي، سو تو لاءِ مشڪل آهي ويجهو تاءُ سهڻ.

تون تهذيب جي اثباتي تمدن جو قائل آهين. ڪيئن سهي سگهندين باغيانہ عشق جا داستان. جيڪي تنهنجي هلي چلي جي اڊمبر کي ڏرم ۽ پرم پرا جي سنگهاسن کي لوڏي ڇڏيندا. جيڪي مون لکيو آهي سو ڪو گهٽ خوار ڪندڙ آهي جو تون اڃا مونکي بنهہ برهنہ ڪرڻ چاهين ٿو.

ڪاش توکي نيلو ۽ ڪيشو جيڏا پٽ هجن. شاردا ديوي ۽ انسويا راڻي جيڏيون ڌِيون هجن. تنهنجيون ڏهہ ڏرم جون پيٽون هجن. انهن جي اولاد هجي. تولاءِ ضروري هجي ڪنهن جي پرده داري ڪرڻ جو پوءِ توکان ڪير پڇي ڪارين راتين جو ڪتين جي ڪر موڙڻ جو ۽ سورٺ جي وقت جو. تو جهڙو جذباتي پوءِ هوند ست سريون پڏائي. ڪهڙين سورن وارين ڪولهٽين جو داستان پڏايان. مونکي هر عورت تي ڪهل ايندي آهي. مون هڪ پيري

مئي شهر ۾ هڪ وڏي جلسي ۾ چيو هو. ايڏو وڏو جلسو مني جي تاريخ ۾ ڪونہ ٿيو هو تہ هن شهر جي گهٽين جي مٽي مون لاءِ سون برابر آهي. آئون اڃا تنهنجا طلب ڪيل داستان سمجهڻ کان ننڍو هوس تہ مني ڇڏي آيو هوس. تنهن بعد مون مني جي ڪنهن شخص کي ويجهو ٿي ڪونہ ڏٺو آهي. جڏهن کان جسم ۾ توانائي محسوس ڪئي اٿم، منيءَ لاءِ ڦٿڪندو ۽ سڪندو رهيو آهيان. مونکي صرف صغير سن واري مني ياد آهي. سموري مني مونکي منهنجي پيءُ تنون مل جي صورت ۾ ڏسڻ ۾ ايندي آهي. آئون رهيس حيدرآباد ۾ ۽ ڪراچي ۾، ڪهڙو ذاتي قصو مني جو لکان. تون ڀاڳ وارو آهين جو ڀهراڙي ۾ جواني ڪاٽي اٿيئي ۽ معصوم دلبر مليا اٿيئي. ڪٿي شهرن ۾ ۽ شهرن جي رقيبن وچ ۾ هجين ها تہ گهٽ ۾ گهٽ عشق جا گيت ۽ وايون ڪين لکي سگهين ها.

هي جو تون هر پيري ٻُڌل ڳالهين جا ۽ گهٽين ۾ لوڪ ڀچار جا مونکي طعنا ٿو ڏين، سي توکي ڪيئن ذهن ۾ وينا آهن تہ منهنجو رهڻ صرف انٽر کان ۾ ٿئي ٿو ۽ آئون ميرن ۽ پيرن جو دوست آهيان. ڪهڙي انٽر ڪان ۾ رهندي مون ٻاهر جي گرم ۽ سرد دنيا کان پاسو ڪيو آهي؟ ڪهڙو پير ۽ مير منهنجو دوست آهي؟

اهڙو طعنو مونکي ڪنهن ڪونہ هنيو آهي صرف هڪ پيري تلهار ۽ ٽنڊي باگي ۾ هڪ ياٽيبند جو ٽنڊي آدم جو هو مليو هن مونکي سنڌس ساهرن ۾ هلي ٽڪڻ لاءِ چيو. مون جواب ڏنو تہ تنهنجا ساهورا شاهوڪار آهن، اسين ڪنهن غريب دوست وٽ ٽڪنداسون. هن ڏاڍو زور ڀريو تہ اهو ڪهڙو غريب آهي ٻڌاءِ؟ سچ لهي ويو هو. هن سمجهيو مٽان ڪو سَنو نہ هجي گهڻي اسرار بعد چيم تہ پرمانند وٽ سيٺ ڏاندومل جي گهر. خبر اٿيئي ان بعد هو مونکان ناراض ٿي ويو. چياٿين: جي منهنجا ساهورا سرمائيدار آهن تہ هي وري ڪهڙي مِل جا مزدور آهن ۽ ڪنهن جا سرڙيا هاري آهن؟ رڳو ۽ خالي خولي منهنجو سرمائيدار دوست تون آهين. انجو طعنو ڏين تہ نهي ٿو. عملي زندگي ۾ ڪيترا ماڻهو پيا ملندا ۽ ندي ۽ ناو جو سنجوڳ رهي ٿو. پلا جي ڪٽي ائين هجي بہ سهي تہ ان ۾ ڪهڙو اهم آهي. ٻنهنجي اصل ۽ قريبي دوستن سان هلت چلت ۾ ڪو فرق رکيو اٿم جو انهي الزام جو ڏوهاري ٿي سگهان؟ تون الاجي ڪٿان ڪهڙين ڳالهين ٻڌي ٿو اچين؟

رات جو تنهنجي وائي سرجڻ. اوچاڳو ڪرڻ ۽ وينا ڪي اٿارڻ تي مون تولاءِ جدا خط لکيو هو جو تيون ڏينهن لڇمي کي پڙهي ٻڌايم. هن صلاح ڏني ته اهو خط نه موڪل. انهي ڪري هي ٻيو خط لکيو اٿم. جڏهن روبرو ملنداسون تڏهن اهو خط پڙهائيندس.

اڄ شام جو سيٺ محترم مولچند[1] جو حڪم مليو اٿم ته برادرم چانگا رام جي پٽ جي نالي رکڻ جي رسم ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ اچان. اها تاريخ لکي اٿو 30 آڪٽوبر. جا مون لاءِ تمام مشڪل تاريخ آهي جو مهيني جي آخري تاريخن تي سمورا پراڻا ۽ جهونا ڪيس رکيل هوندا آهن.

خط ۾ سختي ۽ ڪجهه لفظ ڪاوڙ وچان لکيا اٿم تنهن لاءِ معافي طلبگار آهيان. مهرباني ڪري منهنجي ڪاوڙ جو جواب جوابي ڪاوڙ سان نه ڏجان. ائين درگذر ڪري وجهجان. مون ۾ هاڻي هي خط ڦاڙي وري ٻئي لکڻ جي قوت ڪانهي نه ته جيڪر هي خط نه موڪليان. اميد ته مدايون معاف ڪندين. ڏکيو خط ته موڪليان ڪونه ٿو من تنهن مان گهڻو ناراض نه ٿين.

سيني پائرن لاءِ شپ ڪامنائون. وري به سيٺ چانگا رام ۽ توهان سيني لاءِ کيرون ۽ واڌايون. پرماتما ننڍڙي کي وڏي اوستا ڏيندو ۽ هو سپوت ٿيندو هاڻي اجازت ڏين ته خط بند ڪري صحيح ڪريان.

تنهنجو پنهنجو

روچي رام



17 نومبر، 1975

منهنجا پيارا پرمانند.

ساڳي فلم[2] "ليدي ڪئرولن لئمب (Lady Coroline Lamb)" گذريل هفتي اسڪالا ۾ لڳي هئي. سوچيم توکي چاڻ ڪري وٺي هلان پر ٽيليفون ملي ئي نه. آخري تي شو وسپت ڏينهن 13 نومبر تي هئا.

---

[1] محترم مولچند پرمانند جو وڏي ۾ وڏو پاءُ آهي ۽ سندن گڏيل هندو ڪٽنب جو ڪرتا آهي.

[2] هي فلم لارڊ بائرن جي محبوبا بابت هئي ته ڪئن وزير جي زال ڪليو ڪلايو مشهور شاعر لارڊ بائرن سان عشق ڪيو ۽ حڪومت جي ايوانن کي خوار ڪيو.

تيون ڏينهن چنچر ڏينهن حيدرآباد ويس اُتي شادي جي هڪ دعوت ۾ ڊاڪٽر لڇمڻ گڏيو. تنهنجو ذڪر نڪتو. مونکي هڪ ڳالهه خيال ۾ آئي. ڊاڪٽر ڪو سني مزاج وارو ۽ سليقي وارو پيئندڙ ڪو نہ ٿو ڏسجي. هن جو نفيس بہ ناهي ۽ هن جي صحت ۽ طبيعت ڪاڪ ٽيل برداشت ڪرڻ جهڙا ڪونہ هئا. تو وٽ جيڪي بہ ننڍڙيون شيون هيون سي مختلف ڇاپن واريون هيون. هن هڪ براندِ مان شروع ڪيو هو ۽ اُن مان ڊبل وزن ڪٽي ورتو هئائين. توهان ٻي براندِ مان ونڻ لاءِ تمام گهڻو زور ڀريو ۽ اُن لاءِ هن جا سمورا شرط مڃيا. پوءِ هن پيتو. تنهن بعد تو هنجي مڃيل ڳالهه تان پوئتي هٽڻ واريون ڳالهيون ڪيون. خير مونکي اهو سمورو رنگ ڪونہ وڻيو. باقي رات جيڪا ڊاڪٽر سان گهاريم تنهن ۾ نڪي هو مزي ۾ هو ۽ نڪي آئون. هن کي مونسان ڪي خاص ڳالهيون ڪرڻيون هيون نڪي هو کلي دل سان ڇئي سگهيو ۽ نڪي آئون ڪيس جيڪي چوڻو هوم ڇئي سگهيس. سنجيدگي ۽ سليقو گفتگو يا ڪچهري ۾ نٿا هجن تہ پوءِ محفل جو سمورو نظام درهم برهم ٿيو وڃي ٿو. پيئڻ کي پبلڪ ۽ عام اجلاس ڪرڻ ۽ پوءِ نظم رکڻ بلڪل مشڪل مسئلو ٿئي ٿو.

هونئن بہ جڏهن وڏيڪ دوست يا ماڻٽ گڏ هجن ٿا تہ پوءِ تنهنجي ۽ منهنجي گڏجاڻي بي مزي رهندي آهي.

15 نومبر چنچر واري رات جو ڊاڪٽر لڇمڻ داس کي چيم تہ سڀاڻي راجي خاناڻي ويندس. رستي ۾ ٽنڊو غلام علي اچي ٿو. اُتي رهندڙ منهنجي هڪ پراڻي دوست ڊاڪٽر يوسف کي ٽيليفون تي جاڻ ڪئي اٿم. ان وٽ 9 بجي صبح جو پهچندس ۽ پوءِ راجي خاناڻي مهتي صاحب ڀڳت ڇيلارام وٽ ويندس ۽ شام جو تو وٽ ايندس.

ايڏي تياري بعد بہ ڪالهه اوڏانهن وڃي ڪونہ سگهيس ڇاڪاڻ تہ جنهن ڪم لاءِ وڃڻو هو، انجي اهميت ختم ٿي ويئي هئي. بنا وڃڻ جي ڪم ٿي ويو هو.

20 ڊسمبر تي بدين ويندس. دل ۾ خيال اٿم موٽندي تنهنجي ڳوٺ وچان لنگهان. بدين مان الاجي ڪيڏي مهل واندو ٿيان. تون اهو ڏينهن ميرباڳي خان جي ٽنڊي ۾ هججان. الاجي ٽنڊي اچي سگهندس يا نہ. تون ٽنڊي موجود رهجان ۽ جيڪڏهن قسمت تنهنجي شهر ۾ آندو تہ تنهنجي زيارت ڪري پاڳ پلارو ڪري سگهندس. هاڻي اوهان جا مهمان ناني تہ

واپس هليا ويا هوندا.

هي جواڳ ۾ لکيو هوم تہ مهراج جي نياڻيءَ جي شادي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ ويندس. ڏسڻ ۾ اچي ٿو مبادا نہ وڃي سگهان. تون جي اوڏانهن وڃين تہ هتان لنگهجان. انهي بهاني مکاميلو ٿيندو. تيستائين،

تنهنجو منتظر

روچي رام



ڪارباڙو. ميرپورخاص سنڌ

منگل 11 نومبر، 1975

پيارا ڪنول

تنهنجي خط جيڪي توکي پهتا تن جو جواب ڪونہ ڏنو اٿيئي. اج هتي واري نوٽبڪ ۾ جنهن ۾ تو لاءِ بہ خط لکيا هئم تنهن ۾ ٽيون خط اڄ لکي پورو ڪيو اٿم ۽ هاڻي حيدربخش جي ڪتاب لاءِ لکندس. جيئن جيئن موڊ پيو ٿيندم، لکندو ويندس. انهن بابن کي پوءِ سياري جي وئيڪشن ۾ نئين نموني سهيڙيندس. اڄا تائين ڪن بلڪل اهم پراڻن سياسي دوستن سان ملڻو اٿم. ڪاش تون ڪجهہ واندو هُجين ۽ پڻ ڪنهن علمي ڪم ڪرڻ جي موڊ ۾ هجين مونکي بہ مدد ڪرين ۽ خود بہ سکين.

مهراج ڪيشولال جي نياڻي جي شادي ۾ شريڪ ٿيڻ ويندس. توهان اتي پهچندا تہ ملاقات جو شرف حاصل ڪنداسون.

ٻارن کي پيار ڪندا.

اوهانجو

روچي رام



ڪارپاڙو ميرپورخاص سنڌ
ڊسمبر 7, 1975

منهنجا پيارا پرمانند

آئون 2 ڊسمبر تي ٻن پهرن جو ئي ڪراچي هليو ويو هوس. نور چشم ڪيشو ڳالهه ڪئي هئي ته توهان انهي ڏينهن ميرپورخاص پهچندا. مون انهي رات جو جڏهن برادرم پهلاج راءِ رات ڪچهري بعد رات جو اڍائي بجي سمهڻ جو خيال ڏيکاريو ۽ ننڊ جڻ لڳو ته مون توڏانهن خط لکڻ شروع ڪيو. اسان اڳ ۾ هڪ ڪتاب گڏجي پڙهيو هو.

تئين ڏينهن ڪراچي ۾ وري نئون خط لکڻ لڳس چاڪاڻ ته پهريون خط پسند ڪونه آيو هوم.

اهو ٻيو خط اڄ هتي مهراج محترم کيم پال پڙهيو. خط ۾ ذڪر ڪيل موضوع ته تمام وڏو هو پر لکيو تمام مختصر هوم. انهي خط بدران هي خط خذمت ۾ عرض رکان ٿو چاڪاڻ ته ذڪين خيالن وارو خط توکي ناگوار نه گذري ۽ بار نه محسوس ٿئي. ٻڌو اٿم تون مزي ۾ به ناهين.

تنهنجي عمر ايتري ته ننڍي آهي جو جڏهن توکي مڏ جي ساراهه ڪندي ۽ استعمال ڪندي ڏسندو آهيان ته ڏک ٿيندو اٿم. آئون تنهنجو احترام ڪندي خيال ڪندو آهيان ته اهو تنهنجو ذاتي معاملو آهي، ان ۾ مداخلت ڪرڻ جو مونکي حق ڪونهي. جيڪڏهن ڪٿي حق به هجي پر ذاتي ڳالهه ۾ دخل اندازي ڪرڻ نيڪ ڪونهي. منهنجي خود طبيعت آهي ته گناهه نه ڪجي پر ڪجي ته کُلي عام ۾ دهل وڄائي ڪجي.

ڏسندو آهيان ته تون عشق کُليو ڪونه ٿو ڪرين چاڪاڻ ته انجي تپت کان ڪؤ کائين ٿو. رسوائي ۽ عشق جي ڪنڊن کان ڪنارو ڪرين ٿو. پر پيئڻ کي پنهنجي جذبات جي تڪميل لاءِ مشتهر ڪرين ٿو.

مونکي اجازت ڏين ۽ دل ۾ ڪاوڙ نه ڪرين ته ڪجهه عرض ڪريان. خبر ڪونه اٿم ته تنهنجي انهي crisis واري ڪيفيت توتي منهنجي چوڻ جو ڪهڙو اثر ٿيندو. آئون سمجهان ٿو تنهنجي خوبين ۽ انوکي انداز تي جو بنهه پيارو ۽ منو ۽ دلڪش انداز آهي، ان تي تنهنجا قريب به حسد کائين ٿا. مون سان خود اهو نفسياتي معاملو پيش آيو هو. گهٽي ۾ گهٽو ڊپ ۽ خطرو قريبن کان ٿيندو آهي. گلا به هوڪندا آهن ۽ خوار به هو ڪندا آهن

جيڪي قريب ناهن جن سان شناسائي ڪانهي. اهي تہ هميشه چپ رهندا آهن دور رهندڙ يا دشمنن کي تہ خبر بہ ڪانہ هوندي آهي تہ ڪير ڇا ڪندو آهي يا ڇا ڪري رهيو آهي. قريبن کي سڀ خبرون هونديون آهن. انهن سان خبرداري سان هلڻ گهرجي.

تو وٽ سگهڙ گهر واري آهي. مني ماءُ آهي. فرمانبردار پائر آهن سدوربون پيٽون آهن ۽ پاچايون آهن. انهن سيني جملي 15 کن مائٽن سان تون ائين ٿو هلين جيئن ڪ هو تنهنجا پريتوان آهن ۽ هنن جو فرض آهي تو سان محبت ڪن ۽ تنهنجا انگل آرا سهن ۽ سختيون بہ سهن. اهو زندگي جو تعبير غلط آهي. انهن محبوبن سان تمام وڏي ۽ گهڻي خبرداري سان هلڻ گهرجي. پيار جا ناتا بلڪل نازڪ ۽ جذبات جي ڇڪڻ ۾ بڏل ٿين ٿا. هو لوهہ جهڙا سخت پر ڪچي ڌاڳي کان بہ ڪمزور ٿين ٿا. معمولي غفلت بہ انهن ۾ تغيل ۽ تغياني آڻي سگهي ٿي.

تون شاعر سڏائين ٿو لفظن جي اهميت ۽ جادوگري کان واقف آهين. جذبن جي نزاڪت جي خبر رکين ٿو.

تون ائين بہ چوندين تہ هيترو لکيو اٿيئي ۽ مسئلو ڪو ڪونهي پوءِ ائين ڇو ٿو صلاحون ڏين ۽ داستان پڇڻ جي ڪرين؟ عرض تہ آئون هوا جي رخ ۾ محسوس ڪريان ٿو. پنن جي سر سُر ۾ اچڻ واري طوفان جي نشاني موجود آهي. تون ننڍو هوندي بہ وڏو ٿي ويو آهين. تنهنجو پتا جو تنهنجي لاءِ جبل جيڏي ڇانوَ ۽ ڏي هو. سو موجود ڪونهي. تون جنهن محل جهڙي گهر جي ڇانو ۽ پيار جي گرمائش کي پنهنجو ٿو سمجهين سي گهر جي زالن لاءِ آهن. تون برادرم مولچند. ريواچند ۽ سيٺ چانگي مل جو ساٿاري آهين. تون شنڪر ۽ ڪرشن. هريش ميران ۽ ميشي ياڪٽي جيجل جو ڪنهن بہ صورت ۾ پائيوار ناهين. تنهنجي جڳهہ رابيلئڪ پينٽ سان پوچي ڪيل ديوارن وارا ڪمرا ناهي. اهو اڱڻ ۾ ننڍڙي وينا کي نند ۾ زلفن کي تڪڻ لاءِ ناهي. تنهنجي منزل ٻي آهي. تون ڪنهن بہ صورت ۾ انهي ڪٽنب جو لاڏلو بار ناهين. انهيءَ حيثيت جا حقدار هريش ۽ سندس جيڏا آهن. تون تہ ڏيئي جي سينن جو جونيئر پارٽنر آهين ۽ حاجي مير محمد انڙ وٽ سيڪڙات ڪچي چمڙي وارو الڙ واٽيو زميندار آهين.

تون بارن جو يا اديبن جو مک ميمبر ۽ اهم ۽ ذهين فرد ناهين. تون گهر جي وڏن اڳيان اڻ جاڻ ناتجربيڪار ساٿي آهين. تولاءِ ڪير ڪمائيندو؟ ۽

هي تنهنجي صغير هجڻ جا ناز نخرا سهندو؟ ڪمائيندو هجين يا نه اها ڳالهه اهم ناهي. توکي پنهنجي حيثيت بابت غلط فهمي نه هجڻ گهرجي. تون گهر ۾ چوٿون نمبر آهين. توکي تنهي وڏن کان پاڻ کي گهٽ هوشيار ۽ گهٽ لائق سمجهڻ گهرجي.

تنهنجي ڪپڙي جي سلائي ۽ ڌُلائي، تنهنجي فلڪ ۽ انداز ۽ اسٽائيل هنن کان ڪمتر هئڻ گهرجي. تون ڪٿي اوچو ۽ ذهن ۾ مٿيرو هجين پر توکي اعلان ضرور ڪرڻ گهرجي ته هو توکان مٿي ۽ وڏيڪ آهن.

مون کي ائين ڪونه چيو ويو آهي ته ڪو جهيڙو شروع ٿيو آهي يا ڪا ڪلفت آهي. اهڙي ڪا ڳالهه ڪانهي. اوهان جو سلوڪ ۽ قرب يڪجا ۽ محڪم ۽ قائم آهن. آئون صرف انهن ڳالهين جو ذڪر ڪريان ٿو جيڪي اندازاً ۽ وسوسا منهنجي دل ۾ ايرن ٿا.

تنهنجي ڪنوار جي اسلام ڪوٽ موڪل ڏيڻ بابت تو جيڪي چيو هو. سو مناسب ڪونه هو. انهيءَ ۾ ڪنوار ۽ انکي موڪل ڏيڻ وارن گهر جي وڏن جو اپمان محسوس ڪيم. جيڪڏهن تنهنجي ڪنوار ويئي ته پوءِ تون نه وڃين ها. سيٺ صاحب چانگي مل کي موڪلين ها يا ٻئي ڪنهن کي. في الحال پيئڻ چڏي ڏي. نه چڏي سگهين ته گهٽائي ڇڏ. ڪچهري ۾ ٻين سان گڏ نه پي. الاجي لاڙ جي ڪجهه ترجي ۽ سنڌ جي هندن ۾ اها عادت ڪيئن پيئي آهي. مڌ جا آداب ٿين ٿا. ائين مئخاني جي توهين نه ڪريو. هي ايڏو نازڪ معاملو آهي جو هر معشوق ۽ بستر جي ساٿي سان گڏ يا انجي روبرو به ڪونه پئبو آهي.

هي جو هيڏي شوق وچان ۽ تنهنجي لاءِ ڪري زمين خريد ڪئي ويئي ان تي وڃڻ ٻڌو اٿم گهٽائي ڇڏيو اٿيئي.

تو مون کان علم ۽ فن بابت ڳالهيون ٻڌيون آهن. اڄ جيڪر ڌنڌي ۽ ڪاروبار بابت لکان ڊپ اٿم تون متان ذاتي معاملي ۾ مداخلت سمجهين. في الحال سمورو احوال لکڻ مهمل ڪريان ٿو.

پيارن سان تنهنجو

روچي رام



عيد 14 ڊسمبر آرتوار تي ٿيندي. ان کان اڳئين ڏينهن يا ان ڏينهن هتي ايندين تہ بہ ڏينهن تنهنجي صحبت ۾ گذاري ڀاڳ ڀلارو سمجهنداسون.

هن خط جو جواب ڀلي ڪلي دل سان ڏجان.

روچي رام



ڪار پاڙو. ميرپورخاص سنڌ
9 ڊسمبر، 1975

منهنجا پيارا پرمانند.

اسلام ڪوٽ کان موٽڻ بعد آئون سڌو ڪراچي هليو ويو هوس. جتي خيال آيو هوم تہ مبادا توهان ميرپورخاص آيا هجو. انهي ڪري 3 تاريخ هتي واپس آيس ۽ وري ڪراچي هليو ويس. سيٺ وشن داس نهال چند جي پٽ جو مڱڻو ٿيو آهي ان تي بہ وڃي ڪونہ سگهيس نڪي ڪنري ويس. ڪنري ڪيشو کي موڪليم.

هي مهينو موڪلن جو آهي. ٽي ڏينهن عيد جي موڪل آهي. تنهن بعد 15 ذوالحج تي خيرپور ويندس آخري هفتو ناتال جو آهي، جنهن ۾ منهنجو رٿيل ڪتاب ٽائيپ ڪندس. مون شريمتي محترمہ چندرا کي چيو هو تہ اهو وقت اسان وٽ گذاري. توهان بہ ڪيس چئجو. جيڪڏهن اچي تہ چئجو تہ ڪافي ڏرمي پستڪ ڪٺي اچي جيڪي هتي پروگرام موجب گهر ۾ پڙهبا. ٻيو ڪو سنو نہ هجي تہ ڪيس هتي ڇڏي وڃجان.

مون اها ڳالهہ محترم مهراج ڪيم پال سان بہ ڪئي آهي. پر مونکي اهو احوال جلد ڏجو تہ ڪيئن پروگرام طئہ ڪريو ٿا. چاڪاڻ تہ ٻي صورت ۾ سال جي آخري ايام ۽ نئين سال جي شروع جي وقت مبادا ڪنهن گهٽي ڇڪئي تہ اسين ڪراچي جي روشنين ۾ اوندهہ جي ڳولا ۾ هليا وينداسون.

مون ڪراچي ۾ 2 رات جو ۽ 4 وڳي رات جو تولاءِ بہ خط لکيا هئا پر اهي اڻ پورا هجڻ ڪري ۽ نقل نہ ٿي سگهڻ ڪري ڪونہ موڪلي سگهيس.

ديوان ڪلياڻداس چيو آهي تہ سندن دوست ماستر احمد خان لغاري وٽ عيد جي موڪلن ۾ ڏيئي هلون. الاجي اهو پروگرام بيهندو يا نہ. جيڪڏهن آياسون تہ اوهانکي خبر ڏينداسون.

ڪڏهن واندو ٿين تہ ٽيليفون تي ڳالهائجان.

ادبن ۽ پيارن سان اوهانجو

روچي رام



ميرپورخاص

ڊسمبر 13، 1975

پيارا پرمانند.

تنهنجو پيارن ڀريو خط پهتو. اڄ موڪل جو ڏينهن هو. رات لاءِ ٻہ ڪتاب رکيا هئم. دير سان موٽيو آهيان. ڪتاب بستري تي موجود ناهن. صرف تنهنجو لفافو آهي. ڇيم ڪافي ٿاهي اچو. سوچيم خط وري پڙهان ۽ ان جي جواب لکڻ تي هي اڌ سهائي رات صرف ڪريان.

ڪمري جون دريون سڀ کوليون اٿم. سردي مٺي ۽ گرم انداز ۾ ٿوري وڌي رهي آهي آسمان تي تارا بلڪل چٽا آهن ۽ چنڊ اڌورو آهي.

تو ڪهڙا نہ خوبصورت لفظ لکيا آهن! انهن اکرن تي پيار پيو اچيم ۽ رحم بہ ٿو ٿئيم. ڪيترين ڳالهيون لکيون اٿيئي. جن تي ڪاوڙ پيئي اچيم. مبادا خط ۾ گهڻي ڪاوڙ لکي وجان انهي ڊپ کان پانيان ٿو تہ وڌيڪ نہ لکان.

انهيءِ سبب ڪري بہ وڌيڪ نٿو لکان مبادا پنهنجي پياري خط ۾ خوبصورت لفظن کي ورجائڻ يا انهن جو جواب ڏيڻ. ڪاوڙ ۾ انهن کي رد ڪد ڏيڻ سان انهن جي انفراديت ۽ اهميت گهٽ ٿي پوي.

هاڻي ڪتاب بہ ڪونہ پڙهيم، توڙانهن خط بہ وڌيڪ ڪونہ ٿو لکان. رات جي راڻي کي ڇڙان پيو تہ هي خالي ڪوپ ڪٽي وڃ. ٻتي بہ وسائي وجي پنهنجي ڪمري ۾ سمهہ.مونکي ننڊ ٿي اچي ۽ ائين خط بند ٿو ڪريان ڪير ڪتيون تڪي. تنهنجي سار ڪافي آهي.

توکي خوابن ۾ سارڻ لاءِ،

تنهنجو پنهنجو

روچي رام

المشرق. راولپنڊي
21 ڊسمبر، 1975

منهنجا پيارا پرمانند.

سياري جي موڪل ڪوهه مري ۾ گذارڻ لاءِ اج رات پوري انين بجي اسان جي 707 جهاز چڪ لالا جي بين الاقوامي هوائي اَڏي کي اچي چوهيو. سياڻي جيڪڏهن موسم تمام خراب نہ هوندي تہ مري پهاڙ تي ويندس. منهنجي ذهن ۾ خيال هو تہ توکي وٺي اچان ها. پر تون اهڙو تہ ڏنڊي وغيره ۾ قاتل آهين جو تنهنجو ميرپورخاص اچڻ ئي ڏکيو ٿئي ٿو. سو ڪٿي ٿو اسانجي هوا ۾ اُڏامندڙ خيالن تي هلين. تون زمين سان اٽڪيل آهين. مون سائين خادم علي شاهہ کي صلاحيو هو. هن ها ڪئي هئي پر سياست جي چڪر ۾ مشغول هجڻ ڪري هن تمام معقول مشغولي ڏيکاري جند ڇڏائي.

اج اڪيلو آهيان. هن سرد رات ۾ هتي سردي بنهہ گهٽي آهي. سوچيان پيو تہ اجوڪي رات توکي ياد ڪندي گذاريان.

مون ٽائيپ رائٽر تہ ڪونہ آندو آهي. پر منهنجي هٿ ۾ ڪنيل ڪتاب وارا ڪاغذ آندا اٿم. سياڻي ڪان لکڻ شروع ڪندس. جيڪڏهن انٽر ڪان ملهان ها تہ ڪجهہ وڌيڪ آرام ۽ آسودگي هجي ها ۽ اج رات ڪافي ڪاغذ پري وڃان ها. پر خرچ اجايو نہ ڪريان انهي خيال سان المشرق ۾ اچي لٿو آهيان.

محترم ڪيم پال جي ننهن مايا ديوي هي جهان ڇڏي ويئي. مونکي هيڏانهن اچڻو هو نہ تہ جيڪر انهن سان گڏ وڃان ها. منهنجي سيٽ رزرو ٿيل هئي ٻي صورت ۾ شايد ڪيم پال لاءِ ڪري هي پروگرام رد ڪريان ها. انهن سان گڏ نورچشم ڪيشو کي موڪليم.

تنهنجو ٽيليفون ڪيشو وصول ڪيو هو. تو جيڪا آرتوار جو تو وٽ اچڻ لاءِ قرب وچان دعوت ڏني تنهن لاءِ تنهنجي وڏي مهرباني. اهو آرتوار اسان اج سفر ۾ گذاريو. هوائي جهاز تي ڪئپٽن وليم مائيڪ مان اعلان ڪيو تہ اسين 33.000 فوٽن جي بلندي تان 1 ـ سينٽي گريڊ تان هلي رهيا آهيون. پر رات اونداهي هجڻ ڪري جهاز جي سفر ۾ زمين، آسمان يا بادل ڪجهہ بہ ڏسي ڪونہ سگهياسون. جهاز ايئرٽائيٽ ۽ ايئرڪنڊيشنڊ هجڻ ڪري سردي بہ ڪونہ محسوس ڪري سگهياسون. هتي هينئر 15 سينٽي

گريڊ ٽيمپريچر آهي.

ڪوهه مري ۾ جيڪڏهن سني هوٽل رهڻ لاءِ هوندي ته اُتان توکي ٽيليفون ڪندس.

منهنجي ڪتاب بابت حيدربخش جتوئي جي زندگي جا جيڪي دور گذريا آهن سي آهن پهريون سندس ٻالپڻ. هو 1901ع ۾ جڏهين ڄائو هو ان سال جپانين هڪ ايشيائي ملڪ جي رنگدار ماڻهن رشيا جهڙي يوروپي ملڪ کي جنگ ۾ شڪست ڏني ۽ ايشيا جي مظلوم ۽ محڪوم قومن ۾ ماڻهن ۾ نئون روح جاڳيو ته هو به يوروپ کان گوءِ کٽي سگهن ٿا. جڏهن حيدر پنجن سالن جو هو ته 1906ع ۾ مشهور تاريخي واقعو بينگال جو ورهاڱو ٿيو ۽ ان ساڳئي سال ڪلڪتي ۾ انڊين نيشنل ڪانگريس جو اجلاس ٿيو جنهن ۾ گوکلي ۽ دادابائي نوروز جهڙا نرم ۽ لبرل اڳواڻ پڻ انتها پسندن وانگر انگريزن مان ناراض ٿيا. هندستان ۾ آزادي جي تحريڪ انقلابي ۽ تشدد ڪندڙ نوجوانن جي هٿ ۾ آئي. ان سال ڍاڪا ۾ مسلم ليگ جو بنياد پيو.

جنهن سال حيدربخش پرائمري اسڪول ۾ داخل ٿيو ته انهي تحريڪ کان مجبور ٿي انگريزن بنگال جو ورهاڱو رد ڪيو.

جڏهن حيدر هاءِ اسڪول ۾ لاڙڪاڻي ۾ پڙهندو هو ته پهرين مهاڀاري لڙائي لڳي. جنهن ۾ روس ۾ 1917ع ۾ بولشيوڪ انقلاب آيو. جنهن دنيا جي تاريخ جو رخ موڙي ڇڏيو.

حيدر بخش ڪراچي جي .D.J سنڌ ڪاليج ۾ پڙهندو هو تڏهن هندستان جي سياست تي مهاتما گانڌي ڇانيل هو ۽ آزادي جون تحريڪون زور هيون. ان وقت انگريزن سائمن ڪميشن موڪلي ۽ هندستان ۾ سياسي سڌارا رائج ٿيا.

جڏهن حيدر 1927 ڌاري ڪاليج مان فارغ ٿي سرڪاري نوڪري ۾ مختيارڪار ٿيو ان. وقت گول ميز ڪانفرنسون لنڊن ۾ 1930 ۽ بي 1931 ۾ ٿيون ۽ اها ڳالهه عام ظاهر هئي ته سنڌ جدا ٿيندي بمبئي کان. سکر بئراج سنڌ جي معاشي زندگي ۾ خوش حالي آندي هئي.

1927ع کان 1935ع تائين ۽ 1935ع کان 1943 تائين حيدر به دور ڏٺا ـ هڪ ۾ هن سنڌ کي جدا صوبو ٿيندي ڏٺو ۽ اهو به ڏٺو ته انهي جدائي سان رڳو زميندار فائدي ۾ رهيا ۽ شاهوڪارن کي نفعا رسيا ۽ غريبن کي ۽ سنڌ

جي ٻهراڙي کي ڪوفائدو ڪونہ رسيو ۽ ٻئي دور يعني 1937 کانپوءِ سنڌ جي جدائي کان پوءِ اسيمبلي ۾ رڳو وڏيرا شاهي ۾ هڪ ٻئي سان وڙهڻ، مسجد منزل ڳالهہ جا مذهبي فساد ۽ ان واري مارشل لا. ٻي عالمي جنگ ۽ ان بعد آزادي ملڻ جا اهڃاڻ ظاهر ٿيا. تن سڀني حيدر ۾ هڪ نئون ولولو پيدا ڪيو ۽ هو نوڪري ڇڏي هارين جي خدمت لاءِ ميدانِ عمل ۾ ٽپي پيو.

حيدر جو 1943ع کانپوءِ جو دور سندس زندگي جو تمام اهم دور هو. هن جي اچڻ ڪري هاري ڪاميٽي هڪ نئين انگريزي پڙهيل ۽ ماڊرن قسم جي ماڻهو جي هٿ هيٺ تمام سٺي نموني هلڻ لڳي. اها هڪ سياسي تحريڪ ٿي پئي. ظالمن ۾ ٿرٿلو پيدا ٿيو ۽ هنن تشدد کي زور ڪيو. هونئن بہ 1945 ۾ جنگ بند ٿيڻ وقت ملڪ ۾ خاص سجاڳي آئي هئي ۽ گهڻي ڪم جي ضرورت هئي جو ڪم صرف حيدر بخش جي قيادت ۾ اڳتي وڌيو.

1947 ۾ آزادي ملي ۽ ماڻهن ۾ نيون اميدون ۽ امنگ هئا. حيدر نئين دور ۾ نئين ولولي سان ڪم ڪيو. تنهن بعد هن 1951 ڌاري هڪ نئين اليڪشن لاڙڪاڻي ۾ لڙي. جا سنڌ جي سياست تي تمام گهڻو اثر انداز ٿي. هو 1953 واري اليڪشن بہ لڙيو هو. ان کان اڳ ۾ هو 1946 واريون ٻئي اليڪشنون لاڙڪاڻي ۾ لڙيو هو.

1954 کانپوءِ سنڌ ون يونٽ جي پانچاري ۾ جڪڙي ويئي ۽ ان بعد هن نئين ڍنگ سان سياست لڙي ۽ تحريڪ هلائي. انهي جو هڪ عرصو 1958 واري مارشلا کان اڳ جو آهي ۽ ٻيو پوءِ جو ۽ آخر ۾ سندس 1970 ۾ هن جهان ڇڏڻ تائين هلي ٿو.



راٺلپور هاؤس
مري 75_12_22

مونکي هي خط راولپنڊي ۾ تپال حوالي ڪرڻو هو پر جيئن تہ مونکي هيڏانهن جلدي اچڻو هو تنهن ڪري خط موڪلي ڪونہ سگهيس.

ڀهاڙن تي تمام گهڻو سيءُ آهي. اڄ چوٿون ڏينهن ٿا تہ آسمان ۾ ڪڪر آهن انهي ڪري برف پوندي. هوٽلن ۾ ڪو ڪو مسافر آهي مقامي ماڻهن

ڪانسواءِ خير ڪو سيلاني آهي. مون جڏهن پنڊيءَ ۾ المشرق هوٽل وارن سان ڳالهه ڪئي تہ هنن مونکي سودائي سمجهيو تہ هي ڪا موسم آهي مري اچڻ جي! ڏاها ماڻهو سيءَ گهرن ۾ سکي آهن.

جنهن ڪمري ۾ رهان ٿو سو تمام سنو آهي پر پاسن کان وڏيون ڪاچ جون ڏريون آهن. جن مان پهاڙن جا دلفريب ۽ حسين نظارا چڱي طرح ڏسي سگهجن ٿا. پر آهي ويراني. تون ان کي خوبصورت ويراني چئي سگهين ٿو.



23 _ 12 _ 75

خوبصورت ويراني مان اجوڪو پهريون ڪم توسان مخاطب ٿيڻ جو ڪريان پيو. رات شروعات ڪيم لکڻ جي. صرف 4 صفحا فُل اسڪيپ لکيا اٿم. رات ننڊ چڱي آئي پر سردي اينتري هئي جو آڱريون برف ٿي ويون آهن ۽ وڏيڪ لکي نٿو سگهان. سردي تمام گهڻي آهي. هيٽر دري تان پڙدو هٽايو اٿم ۽ سج لياڪا پائي اندر آيو آهي. مري پهاڙ جي اوپر طرف پهاڙ جي ڍلان ۾ ساري شهر جي پڙڇ جي ڇتين کي سج چمڪائي رهيو آهي.

سرد صبح بلڪل حسين آهي. سامهون پهاڙن تي ڏنڌ ۽ ڪوهيرو آهي. جيئري محبوب جي موجودگي آرام ۽ گرمائش ڏيندڙ آهي. اوتري ئي ان جي غير موجودگي ۽ جدائي. تڙپ کان وڏيڪ وصل طبيعت ۾ نهراءُ آڻي ٿي.

جيئن نوخيز دوشيزه ٻالي ڀولي ٿئي ٿي، سندس جسم نرم ۽ گرم ٿئي ٿو، هن جي موجودگي روح کي آنند ڏيندڙ ٿئي ٿي، سندس ٽهڪ بي مطلب هجن ٿا. هن جي طبيعت ۾ الڙ پڻ ۽ چال هجن ٿا. هو هر هڪ شيءِ کي هر هڪ ڳالهه کي سطحي نموني سان سوچي ٿي. هن جي جسم جي جاگرافي ناهموار ۽ هنن پهاڙن وانگر هجي ٿي تيئن لڳندو اٿم تہ شاعر پڻ ڪيترا نہ پورا آهن. هنن وٽ نرم حسين ۽ گرم خيال آهن. سهڻا لفظ اٿن. هن جو ٽهڪ بي معنيٰ هجي ٿو. البت شاعرن جو روئڻ بي معنيٰ نٿو هجي. شاعر ڪنهن بہ معاملي ۾ سنجيدو ڪونہ ٿو هجي. شاعر جي جاگرافي ۽ سندس جسم جي ساخت تہ اهڙن پهاڙن وانگر وروڪڙن واري ڪونہ ٿي هجي پر سندس خيالن

۾ عجيب هيث متاهيون هجن ٿيون.
مون کي عورت ۽ شاعر ٻئي پسند آهن. پر شاعر ٽيڻ پسند ڪونه اٿم ۽ عورت؟ خير ڇڏ انهي ڳالهين کي عورتون تہ لکين هزارين ۽ سوين موجود آهن. پر عورت لاءِ سالها سال انتظار ڪرڻو پوي ٿو. عورت سان واسطو پوڻ کانپوءِ بہ عورت کي سمجهي نہ ٿو سگهجي. عورت جي وجود کي شاعر تہ بنهن ڪونہ ٿا سمجهن. ڪير ٿو چوي تہ عورت سينگاريل انسان آهي؟ ڪير ٿو چوي تہ عورت غلام مخلوق آهي؟ ڪير ٿو چوي تہ عورت پاپ آهي؟ عورت ڇل ڪپٽ آهي؟ ڪنول ڪٿي چوي تہ هن عورت جا کيل ڏسي عشق تان هٿ ڪٺي ڇڏيو آهي پر آئون ائين چوڻ جي اجازت گهرندس تہ عورت هن ڪائنات جو اوج آهي. انسان جي بلنديءَ جي شِکر آهي. مرد جي عروج جي منزل آهي.
مون عورت جي ڪيترن روپن کي ڏٺو آهي. روپ ناهن پر مختلف زاويہ ۽ ڪنڊون ۽ پاسا آهن. اصل ۾ عورت عورت آهي ۽ بس. انسان جهڙو جسم اٿس پيران ۾ حسن، نزاڪت ۽ نرمائي آهي. اکيون اٿس پر انهن ۾ شرم يا بي حيائي ٻئي جيڪي ڪنول ڏسي ٿو سي ڪونہ اٿس پر توکي ڏسڻ ۽ پروڙڻ ۽ سمجهڻ جون دريون آهن.
تون چوندين هي اڪيلائي جا پور آهن پر مونکي اهو لکڻ جو ضرور انهي ڪري ٿيو اهي جو تنهنجي خط کي ياد ڪري رهيو آهيان جنهن ۾ تو عورت کان بيزاري ڏيکاري آهي ۽ مون جنهن جو جواب نہ ڏيڻ جو خيال ڪيو هو.
تون دغاباز عورت جو، جنهن کي ڪاري ڪري چوندا آهن ۽ واجب القتل سمجهندا آهن، انهي جي اصلي ڍنگ کي نہ ڏٺو آهي. انهيءَ ۾ بہ ڪيترا نہ ارمان ٿين ٿا! سندس هٿن ۾ خدمت ڪرڻ جي تڙپ هجي ٿي. هن جي ناپاڪ جسم ۾ پڻ اهو ساڳيو جوهر ٿئي ٿو. مرد نہ بلڪ مرد جي سماجي قانون جي سختي ڪيتريون اهڙيون املهہ عورتون ناحق ۾ ڪهي ڇڏيون آهن. ڪي ڪنل مري ويون آهن ۽ ڪي اڃا زنده آهن.
عورت اها قدرت جي بي بها بئنڪ آهي جنهن تي لکن ڪروڙن سالن کان مرد ۽ سندس معاشرو چيڪ ڪيندو رهي ٿو ۽ اڃا تائين عورت جي روبوننتي بئنڪ هڪ بہ چيڪ کي نراس نہ ڪيو آهي. ڪيڏي نہ ڪار وَاري ۽ ڪريڊٽ واري بئنڪ آهي. انهي بئنڪ تي هر ڪنهن جو چيڪ ڪونہ

متبو. صرف انهي جو چيڪ متبو جنهن جو اڪائونٽ هوندو. جنهنجو هيڪر اڪائونٽ کليل هوندو، محبت جمع ڪرايل هوندي، پوءِ پلي ان جي مالي پوزيشن ڪيتري به ڪريل ڇو نه هجي. اخلاق بد هجيس پر سندس چيڪ عورت جي بئنڪ تي متبو رهندو. انهي بئنڪ تي ڪيترا ڏاڍا لڳا آهن پر بئنڪ ڪٽي ناهي.

ايشيائي مزاج اجا تائين عورت کي سمجهيو ناهي. هو معاشي پسماندگي ۽ ذهني ڏيوالي هجڻ ڪري عورت کي عزت ۽ سومان جي نشاني سمجهي انکي زنجيرن ۾ بند ڪري وينو آهي. ڪاش، تون اهي عينڪون لاهي کليل اکين سان عورت ۽ انجي مرتبي کي ڏسي سگهين، سمجهي سگهين. جنهن کي تون ڇل ڪپٽ ٿو سمجهين سي معاشي ۽ سماجي حالات وچ مان تڪڻ ۽ نڪرڻ جون گڙکيون آهن.

هاڻي بستري مان اٿڻ جو خيال ڪيو اٿم. سپاڻي وري توڏانهن لکڻ جي ڪوشش ڪندس.

منهنجي پرسان به لاهور جا شاگرد رهن ٿا. رات انهن سان ڪچهري ۾ ڪجهه وقت نبريو. هنن ۾ هڪ شاگرد وڪيل ٿيڻ جو خواهان آهي ۽ لاهور جي مشهور فورمن ڪرسچن ڪاليج ۾ پڙهي ٿو. هو تنبو ۽ سمهڻ جي بئگ کڻي پهاڙ گهمڻ نڪتا آهن. ميدانن تي ڪئمپ لڳائيندا آهن. ڪاغان ۽ ناران مان ٿي آيا آهن. هٿ سان ماني ڪن ٿا. سندن سير جو جذبو صادق ۽ قابل عزت آهي. مون کين چيو ته منهنجا به اوهان جيڏا پٽ ڪاليج پڙهن ٿا. ڏاڍا باادب آهن.

پيارن سان توکي دور کان پري کان ياد ڪندڙ

روچي رام



ڪوهه مري
24 ڊسمبر 1975

منهنجا پيارا ڪنول

پهرين رات سيءُ ايترو ته گهڻو لڳو جو پئي سمجهيم ته ٽنگون ۽ جسم ڄمي پوندا. جڏهن لکڻ شروع ڪيم ته آڱريون ڄڻڪ برف ٿي ويون آهن.

جڏهن ڪجهه صفحا لکي پورا ڪيم ته وڌيڪ لکي نه سگهيس. راولپنڊي مان چار ڪتاب ورتا هئم. پڙهڻ ۾ به چت نه پيو لڳي. دريون بند ٿيل ڪاچ جون آهن. پردو پاسي ڪرڻ سان سامهون پهاڙن ۽ وڻن وٽن جو نظارو سامهون آهي. قدرت جي سونهن جي جيتري سخا آهي، سردي به انهي حساب سان آهي.

ٻئي ڏينهن جنتي 23 تاريخ سردي جي. تڪليف محسوس ٿيم. پر رات وري به ڏکي گذري. هتي پهاڙي علائقي جا ماڻهو بي حد غريب ۽ هيسيل آهن. سيزن ۾ چون ٿا ته عورتن جو ڪاروبار گهڻو هلندو آهي. ايڏي اڪيلائي ۾ جيتري واندڪائي ٿئي ٿي اوتري ئي ڪنهن ڪنهن وقت اڪيلائي ڏکي به لڳي ٿي. تنهنجي ۽ تنهنجي طرف جي سار گهڻي ٿئي ٿي.

ڊپ پيو ٿيئم متان بيمار نه ٿي پوان. اڪيلو هجڻ ڪري منهنجي طبيعت جيڪا هونئن ئي لڇمي ڪنٽرول ڪري ٿي سا مونکي وڌيڪ تنگ ڪري ٿي. ڪو ڪونهي جيڪو ڪنٽرول رکي.

بک به تمام گهٽ ٿي لڳيم. هن سردي ۾ هر هڪ کي ڪاڏو گهڻو ڪاٽو ٿو پوي. آئون گوشت جي سيڪيل ٽڪري کان وڌيڪ ڪجهه ڪونه ٿو کاوان. صرف ڪافي پئندو آهيان. رات دير سان ماني کاڌم. لکڻ وينس. 9 صفحن کان وڌيڪ نه لکي سگهيس. اڄ صبح جو سني ننڊ آيم. وري 10 کن صفحا لکيا اٿم ۽ هي خط لکڻ وينو آهيان. سوچيان پيو اٿي پبلڪ ڪال آفيس ۾ وڃان ۽ اتان پنڊي فون ڪري PIA وارن سان ڳالهايان ۽ واپس ڪراچي لاءِ ررزويشن ڪرايان. ۽ 25 تاريخ وارو ڪرسمس ڪراچي ۾ گذاريان. هتي ته ڪير سڄاڻي به ڪو نه.

رات ڪمري ۾ اڱرن جي سگري ٻاريم. مري پهاڙ سمنڊ جي اوچائي کان گهڻو مٿي آهن انهي ڪري عجيب ماحول آهي آڪسيجن تمام ڇڊي آهي ٿوري به آهي. مون ٻاٿ جو دروازو کولي ان جي ٻاهرين دري به کولي. پوءِ به اڱرن جي ڪاربان ۾مونجهه محسوس ٿيڻ لڳي. اُٿي ٻنهي ٻاهرين درين جو هڪ هڪ تاڪ کوليم. ڪتاب پڙهڻ وينس ۽ ٻن ٽن ڪلاڪن بعد مشڪل سان ڪمري ۾ آرام سان ويهي سگهيس.

ڪلهه صبح جو چار ميل کن پنڌ ڪيو هئم. اڄ دير سان اُٿيو آهيان انهي ڪري پنڌ بدران. هتان ڇڱو سارو پنڌ پري، مرحبا نالي وڏي ۽ سني هوٽل آهي، ان جي لائونج ۾ ويهي ڪجهه ڪائيندس. ڪجهه پيڻ تي طبيعت

ٿئي ٿي پر اهو توسان ملاقات تائين مهمل ڪريان ٿو. منهنجي منع ڪرڻ
تي توکي جا ڪاوڙ ٿي آهي سو توکي روبرو پياريندس. مون صرف ڪن
آدابن جي خلاف ورزي تي احتجاج ٿي ڪيو. جڏهن ڪنهن دوست جي ڳالا
ٻڌندو آهيان تہ ڳالا ڪندڙ تي ڪاوڙ ايندي اٿم، پر انهي دوست جنهن جي
ڳالا ٿيندي آهي ان تي وري وڏيڪ ڪاوڙ ٿيندي اٿم. شايد اهو محبت جو
انداز آهي يا پيار جي فطري تقاضا.

رات جڏهن ٻئي دريون ڪوئلن جي ڪاربان مان جند ڇڏائڻ لاءِ
کوليون هئم تہ چوڪيدار جيڪو هيٺ سامهون گهر ۾ ڪٽنب سميت رهي
ٿو. تنهن ڪو پنهنجي دري مان ڏنو هو. هن پڇيو تہ صاحب اوهان ڪي سيءَ
ڪونہ ٿو ٿئي ڇا جو رات جو دريون کليل ٿا رکو؟ منهنجي عادتن تي عجب
پيو کائي. سندس گهر مان پراڻين هندستاني فلمن جا گانا اچن ٿا. شايد
ريڊيو لڳائيندو هوندو. هتان ڪشمير ويجهو آهي ريڊيو سري نگر يا جمون
ٻڌندا هوندا.

مون گرجا گهر جي اوچي چوٽي طرف پئي ڏٺو ۽ منهنجي اوڏانهن گهڻو
وقت نظر هئي تہ هن جي گهر جا سيئي ڀاتي مونکي تڪي رهيا هئا.
چوڪيدار درين کولڻ واري ڳالهہ گهر ۾ ڪئي هئي. شايد. هنن کي ڪهڙي
خبر تہ مون غلطي ڪئي هئي ڪوئلا ٻارڻ جي. ۽ ٻي غلطي هي توکي خط
لکڻ جي پيو ڪريان. سيني لاءِ پيار. ننڍڙي ايشان شايد ٻنوري ويئي هجي.
اوهان مان الاجي ڪير اسلام ڪوٽ ويندو؟

پيارن سان
روچي رام



61_B SMOH Society. Karachi
: Dec. 28. 1975

پيارا پرمانند.

رات هتان ٽيليفون ڪيم پر ڪونہ لڳي. خيال ڪيو هوم تہ توکي
چوان تہ هتي هليو اچين. آئون سياٽي بہ هتي آهيان. پرهين بہ. جنهن ڪم

لاءِ تون زور ٿو ڀرين سو جيڪڏهن تون اسرار ڪندين تہ ممڪن آهي ٿي بہ
وڃي پر آئون ذاتي طرح انهيءَ جي فائدي ۾ ڪونہ آهيان.

ڪارگر ڪم ڪرڻ ڪان فراريت اختيار ڪرڻ جو طريقو اختيار ٿو
ڪرين. اهڙيون نوڪريون وقت جو زيان آهن.

توهانجي مالي حالت اهڙي آهي جو توهان بنا روزگار جي ڳٽتي ڪرڻ
جي بہ چار سال ڪل وقتي تعليم حاصل ڪري سگهو ٿا. نوڪريون اهڙيون
پوءِ بہ گهٽيون ملي پونديون.[1]

پيارن سان
روچي رام



ميرپورخاص
29_12_1975
I a.m, mid night

اوچتو ڪراچي مان پروگرام اڏ ۾ ڇڏي هتي هليو آيو آهيان.
نيلڪنٺ جي ناني سختي بيمار آهي. ڪيس وٺي آيا آهن. هتي ڳالهہ
ڪيائون تہ توهان جو ٽيليفون آيو هو. ۽ درخواست توهان جي ٽپال ۾ ايندي
جڏهن پهتي تڏهن ان جو تدارڪ ٿي پوندو.

اهڙي جيڪڏهن تڪڙ هئي تہ پوءِ ڪلوبن ۾ ئي درخواست ڏيئي
ڇڏين ها. يا مون سان گڏ هليو اچين ها.

تنهنجي تعليمي لياقت موجب يا تہ ڪا ننڍي نوڪري وٺي سگهندين
يا بنهہ وڏي اسيمبلي جي ميمبري يا وزيري باقي. وچ وارين نوڪرين لاءِ
ڊگري يا تجربي جو سرٽيفڪيٽ هجڻ ضروري آهي. خير جيڪي ٿي
سگهيو سو ڪنداسين.

---

[1] پرمانند جو خيال هو تہ پٽي صاحب ڪپهہ ۽ چانورن جا ڪارخانا nationalize ڪيا هئا. پرمانند انهن ۾ سرڪاري نوڪري وٺڻ جو خيال ڪيو هو. آرڊر مليو هوس پر منهنجي صلاح تي عمل ڪندي ڪانہ ڪيائين.

هاڻي بتي وسائڻ جو حڪم ٿيو آهي. ٻين کي ڪمري ۾ بتي سمهڻ ۾ تڪليف ٿي ڏئي. منهنجي ڪمري ۾ مهمان ستل آهن. انهي ڪري لڇمي جي ڪمري ۾ ستو آهيان. لڇمي جي ڪمري ۾ سندس حڪم هلي ٿو انهيءَ ڪري وڌيڪ خط صبح جو لکي پورو ڪندس.

پيارن سان

روچي رام



ٻه ڪارڊ مليم. هڪ روايتي ڪرسمس ۽ نئين سال جو ڪارڊ هو مبارڪن جو ۽ ٻيو ڪنهن آمريڪا مان موڪليو هو جنهن ۾ نڪي نئين سال جو ذڪر هو نه ان جي خوشي جو ۽ نڪي ڪرسمس جو. پر صرف موڪلن (Holidays) جو ذڪر هو ۽ موڪلون خوشي سان گذارڻ بابت لکيل هو. منهنجو خيال آهي، هي نئون طريقو آهي ڪارڊ موڪلڻ جي روايت کي ورجائڻ جو. ڪرسمس توڙي نئون سال ٻئي مذهبي روايت جون نشانيون آهن. ڪارڊ موڪليندڙ شايد خود انهي ڏرمي ڳالهين کان پري هوندو يا هن منهنجو خيال ڪيو هوندو. بهرحال هي پهريون ڀيرو مون لاءِ هن انهي موقعي تي يادگيري طور صرف موڪلن کي ملهائڻ آهي. نئون خيال پيش ڪيو اٿس.

توهان جو خط ۽ درخواستون پهتيون آهن.

ڪراچي 10 جنوري تي ويندس. 11 تاريخ نور احمد شاهه سان گڏ بس. تنهنجي ڪم بابت عرض ڪندس.

بهتر ٿيندو ته وڌيڪ سٺي نموني يڪ سوئي سان يونيورسٽي ۾ داخل ٿين. پڙهڻ ۽ ٻئي ڪم کان نتائڻ لاءِ ذهن ۾ هي نوڪري جا خيال آندا اٿيئي. تون پڙهڻ کان وڌيڪ ڪڙهڻ جو ذڪر ٿو ڪرين. مونکي خيال ايندو آهي ته جنهن کان سولو ڪم پڙهڻ نٿو پڄي سو ڇا ڪڙهندو؟ هالو چالو ذهن کان بغاوت نيڪ فال آهي پر جنهن وٽ حوس نه هجي. دنيا جون نعمتون نه هجن. سو ڪهڙو تياڳ ڪندو. ڪڏهن ڇا برهم چاري ٿيندو. انڌو. گونگو ۽ ٻوڙو ڇا کان انڪار ڪري معزز ٿيو. جنهن ماحول ۾ تون رهين ٿو ان کان پري پڄڻ لاءِ ضرورت ڪنهن تياري جي آهي. انهيءَ کان نتائين ٿو.

موجوده حالات مان خوش ناهين. ٻڌڻ لاءِ سمنڊ گهرجي. اڏامڻ لاءِ طوفان طولان ڪپن. ڪلر ۾ ڇا ڪندين؟

خيال ذهن ۾ گهٽا اٿم. تون ناراض ٿيندو آهين, انهيءَ ڏپ کان تفصيل سان ڪونہ ٿو لکان. ٻارن لاءِ پيار.

توهان جو

روچي رام



ڳوٺ حاجي محمد ابراهيم مومن

30 ڊسمبر, 1975

منهنجا پيارا پرمانند,

منهنجو پراڻو ساٿي ۽ دوست[o] حاجي محمد ابراهيم فوت ٿي ويو آهي ۽ آئون ڪلهہ کين منهن ڏيکارڻ لاءِ هتي آيو آهيان. ميان قاضي محمد عثمان زور ڪيو تہ رات وٽن رهان, انهي ڪري ترسي پيو آهيان. هينئر ساڍا چار ٿيا آهن. اڃا BBC تان خبرون شروع ٿيڻ ۾ اڌ ڪلاڪ آهي. سوچيم توڏانهن خط لکان.

مون ٻاهر نڪري آسمان تڪيو. هي اڄ رات تارن سان پريل آهي ۽ آسمان ستارن جي سونهن سان سينگاريل آهي. جن کي سنڌي جا شاعر ٽيڙو چون ٿا سي پنهنجي اهتمام سان اُڀا مَٿي مَٿان آهن. ڪتيون ڪر موڙي لهڻ طرف آهن. سپتَ رُشي وارا ستئي تارا گهيرو ڪري قُطب تاري کي ڦري مٿي مٿان آيل آهن. شايد اها ويل آهي جنهن لاءِ مومل اکين ۾ الماس رکي انتظار ۾ چوندي رهي آهي تہ راڻو رات نہ آئيو ۽ رات وهامي ويئي. رات وهامي ويئي آهي ۽ پرهہ ٻاکون ڪيڻ واري آهي.

هن ڳوٺ کان پري پڪي رستي لڳ منهنجي عزيز دوست کي رکيو اٿن. کيس ڪو ترينو اولاد ڪونهي. سندس ٻہ ڏوهٽا نديڙا آهن_ محمد

[o] حاجي محمد ابراهيم مومن ننڍڙو زميندار هو. هاري ڪاميٽي ۾ ڪم ڪندو انسان دوست شخص هو. سالها سال ڪنري تائون ڪاميٽي جو چيئرمين رهيو. ڪنري جي ننڍڙي شهر کي ترقي وٺرائي پيار جو مرڪز بنايائين. وڏو صاحب عمل شخص هو.

صديق ۽ محمد صادق. 8 ۽ 6 سالن جا. دعا ٿي نڪريم تہ شل سکي رهن ۽ سندن ناني وانگر صالح. سچار ۽ غريبن جا همدرد ٿين.

مرحوم حاجي ابراهيم هارين جي تحريڪ ۾ يگانو ورڪر هوندو هو. هن انهي طبقي جي مظلومن جي تمام گهڻي خدمت ڪئي. هن ڪيترن غريبن جي حق رسي ڪرائي. هن ڪنري شهر کي آباد ڪيو ۽ شهر کي سڌاريو ۽ ٻڌايو. هن جي برخلاف سمورا وڏيرا ۽ استحصالي قوتون هيون. مون هر اليڪشن ۾ سندس ورڪ ڪيو. هو اسان جي جلسن ۾ مولوي احمد ملاح جا شعر سُر ۾ ڳائيندو هو. هو پنهنجا شعر ناهيندو ويندو هو ۽ ڳائيندو ويندو هو ۽ تقرير ڪندو رهندو هو. هن سياسي گُر گن. رئيسن. وڏيرن ۽ چوڌرين سان وڏيون چوٽون کاڌيون. جڏهن اسين ذوالفقار علي ڀٽي کي ڪنري وٺي وياسون تہ وڏي اهتمام سان ڪيو.

آنجهاني ابراهيم لاءِ ائين چئجي:

جوڳين سندي ذات کي ويس نہ وَڏائي.

سندس ويس سادو پر بنهہ سادو هوندو هو ۽ رهڻي ڪرڻي، کاڌو پيتو بنهہ سادا هوندا هئا. بااخلاق ۽ اشراف شخص هوندو هو.

جلسن ۾ هو تمام وڏي درد وچان ملاح جو شعر ڳائي ٻڌائيندو هو:

اي اميرو عام آهون رنگ لائينديون ضرور،

نت نماڻن جون نگاهون رنگ لائيندون ضرور.

هڪ دفعي حيدرآباد ۾ جناب فيض احمد فيض جي روبرو هن اهو سمورو شعر چيو ۽ مون تي فرض وڌائون تہ انهي جو ترجمو مهمان کي ٻڌايان. جڏهن حاجي صاحب چيو:

پيٽ ڪن جا ٿيا پلا ۽ ڪن پُلاهون پيٽ ۾،

هي پلا ۽ هي پلاهون رنگ لائيندون ضرور.

تڏهين پيٽ ۾ پُلاهن جي ڳالهہ تہ سمجهائي ويس پر مون لاءِ "پيٽ جو پَلا ٿيڻ" ذڪيو سمجهائڻ هو.جيم غريب جو پيٽ بلي وانگر يا پلي جي پيٽ وانگر سڪي ويو تہ هو اها تشبيهہ ڪونہ سمجهيو. آخر جڏهن چيم اهو محاورو آهي ۽ کيس پلي جي ساخت بابت چيم تڏهن وڃي ڳالهہ سمجهہ جهڙي ٿي.

پياري دوست جون ڪيتريون پياريون يادگيريون ياد ٿيون پون. نيلو ۽ ڪيشو ننڍيا هئا. اسين حاجي صاحب وٽ ڪُنري ملڻ وياسون. جيپ وٺي آيو. ٻيائين ننڍڙن کي گهمائڻ وٺي هلون. چيم چڱو هلي پنهنجي هڪ

پراڻي بيماري ساٿي کي ڏسي ٻہ اچون ۽ ائين چڪر ٻہ لڳي پوندو. هو ويو ٻہ ننڍيون اسپرنگ واريون هوائي بندوقون کڻي آيو ۽ اچي ننڍڙن کي سوکڙي ڏنائين. اجا اهي پراڻيون بندوقون اسان وٽ سنڌس يادگيري کي تازو پيون ڪن. انکي 8_9 سال کن ٿيندا. هڪ ڀيري حاجي صاحب جيئرا ڌِتر وٺي آيو. مون وٽ آفيس ۾ وينو ۽ تتر گهر موڪلي ڏناسون. چيم حاجي صاحب اڄ ماني اسان وٽ کائجو اهي تتر کارائينداسون. اسين رات جو دير سان گهر پهتاسون. ان وقت اسين پُراڻي گهر ۾ رهندا هئاسون. ماني ڏولو نالي بورچي ڪندو هو هن رڳو ڀاڄيون آنديون پڇيم بابا تتر ڪٿي؟ چيائين: اهي تہ دادي ڇيو ڪٽي وچي ٻيري باغ ۾ اُڏائي اڄ. چاڪاڻ تہ انهن سان ننڍڙي نيلو جو اڄا 4 سالن کن جو مس هو. تنهن کيڏيو آهي، راند ڪئي آهي، ڳالهايو آهي. کيس قياس آيو سو پري سلامتي واري مفاصلي تي چيائين تہ آزاد ڪري اُڏاري ڇڏيو.

اُن واقعي جو حاجي صاحب جي رحم دلي وڏو اثر ٿيو. مرحوم اسان جي گهر جي ماني ۽ کاڌي کي وڏي پابوهہ وچان ۽ احترام وچان کائيندو هو ۽ چوندو هو تہ اوهان جي کاڌي ۾ برڪت ۽ ساؤ ٿئي ٿو.

سنڌس گهر ۾ وڃبو هو تہ خود سادي ماني کائيندو هو ۽ اسان کي سُٺي کارائيندو هو ۽ کارائي خوش ٿيندو هو. مرحوم گڏريل ڪيترن سالن کان بيمار گذاريندو هو. مون سان ملڻ آيو تہ مون کيس آخري ڀيرو ڏٺو. اڳ ۾ جڏهن منهنجي گهر ڪجهہ مهينا اڳ آيو هو ترسيو ٿورو وقت پر زيارت ڪرايائين. سنڌس حالت اها هئي جو مونکي اندازو ٿيو تہ هاڻي گهڻو وقت ڪونہ ڪڍي سگهندو.

هن کي غريبن سان. هارين سان مظلومن سان ۽ ڪولهين سان خاص ڪري قرب هوندو هو. اجا ٻہ هاري هن علائقي جا کيس يا د ٿا ڪن ۽ ڏاڍو سارين ٿا. ”سيٺي سيڻ ڪيام هيٺا جنهين هڏ“

هو عام ۾ ٻہ مقبول هو. هو ڪافي سال ٽائون ڪاميٽي ڪنري جو چيئرمين ٿي رهيو. سارو شهر ان جا رستا بازارون، اسپتالون، اسڪول ۽ عوامي ادارا سنڌس خدمت جي ساک ڏيئي رهيا آهن.

رات حاجي صاحب جي پائيتي کي چيم تہ هل تہ حاجيءَ جي ناهيل ڪنري کي وري هلي ڏسي اچون. هر عوامي ڪم ۾ ڪنري جو هر موڙ ۾ ڏٺم تہ حاجي جي خدمت ۽ ڪيل ڪم سنڌس نيڪي چڱائي ۽ عظمت جي

شاهدي ڏيئي رهيا آهن

65_1964 جي اليڪشن ۾ سيني وڏيرن. ڪامورن ۽ ڏاڍ وارن گڏجي حاجي صاحب جي اليڪشن ۾ ارهه زوراوري ڪري ۽ نڳيون ڪري ڪوڙا ووٽ ڏياري کيس هارايو. آئون ڪيترا ڏينهن اڳي سندس ورڪ تي وينو هوس. سندس مکيه ايجنٽ هوس.

مون کي ياد آهي تہ هن تر جي وڏي ۾ وڏو ڏاڍو ماڻهو ۽ ڏوهارين جي مددگار پوليس وٺي پولنگ اسٽيشن تي آيو ۽ شڪايت خاص ڊيوٽي تي بيٺل بن اسسٽنٽ ڪمشنرن کي ڪيائين تہ روچي رام اسان جي ووٽرن کي پولنگ اندر دٻائي ٿو ۽ زوري ووٽ حاجي ابراهيم جي پيٽي ۾ وجهي ٿو. ڪامورا ويچارا ڊڄي ويا. مون کين چيو ۽ سيني کي چيو تہ ووٽ تہ اوهان عملدارن جي روبرو اچن ٿا. آئون تہ رڳو ايجنٽ ٿيو وينو آهيان. هي رئيس رڳو روعب رکڻ آيو اٿو. جي مڙسي هجيوَ تہ هن تي قدم کڻو. خير انهي گفتگو تي خود وڏيرو هيسجي ويو. باقي ڪامورن ۾ حال ڪونہ هو. خير آخر مخالف ڌر جنهن جو اميدوار جماعت اسلامي جو رڪن هو. تن پرزائيڊنگ آفيسر معرفت ووٽن جون چوپڙيون ئي چوپڙيون ڊاڪٽر قريشي کي ڏنيون جنهن انهن مان سوين ووٽ پنهنجي پيٽي ۾ وجهايا ۽ ايئن اسان هارايو. اسان اليڪشن پٽيشن داخل ڪئي. اها کٽي سون ۽ وري اليڪشن ٿي.

هن وقت اهي مخالف بہ مڃين ٿا تہ حاجي ابراهيم ڀلو انسان هو ۽ لائق ماڻهو هو. ساري شهر جا ماڻهو ياد ٿا ڪنس.

وڃي رڳو نيڪي جون ڳالهيون بچنديون.

هو هڪ مثالي چيئرمين، بهترين سوشل ورڪر، هڪ اعليٰ انسان، سچو هاري ورڪر ۽ غريبن جو دوست هو. 1962ع ۾ ساري ڊويزن ۾ ٽائون ڪاميٽين جي ڪارڪردگي جي چٽا ڀيٽي ۾ ڪنري ٽائون ڪاميٽي پهريون نمبر آئي ۽ حاجي محمد ابراهيم کي تعريفي سَند. شيلڊ ۽ روالور انعام طور مليا. 1963 ۾ کيس تمغ خدمت عطا ڪيو ويو. ۽ قومي اخبارن ۾ سندس خدمتن جو ذڪر ٿيو.

حاجي صاحب 1912ع ۾ ميرپور خاص پرسان خدا بخش ڪنياڻ جي ڳوٺ لڳ ڄائو هو. سندس والد جو نالو گل محمد هو. سندس چاچو مشهور سَخي ۽ مُخير قاضي محمد سلطان مومن هو.

حاجي صاحب مولانا احمد ملاح کان تمام گهڻو متاثر ٿيل. هو سندس

شعر تمام گهڻا ياد هوندا هئس. اڪثر ڪري ”تون نہ ڏيندين ڪير ڏيندو ڏيهہ جو ڏاتار تون“ جهونگاريندو رهندو هو.

جنهن ڏينهن تون شام جو تندي موتي وئين، ساڳي رات جو ياريهن بجي آئون ميرپورخاص پهچي ويو هوس. مون پنڊي مان توٽي ڪراچي مان گهر ترنڪ ڪال تي ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي پر شايد ميرپورخاص ۾ اسان جي گهر جو ٽيليفون خراب هو ۽ چيائون تہ جواب ڪونہ ٿو اچي. اسان جي گهر اچڻ لاءِ اوهان جي وڏي مهرباني. ڪُنوار ڪي هتي ڪجهہ ڏينهن چڏي وڃين ٿا. هوءَ جسم ۾ تمام ڪمزور ۽ ضعيف آهي. سندس لڳاتار دوا ٿيڻ گهرجي. جنهن ڊاڪٽرياڻي ڪي توهان ڏيکاريو سا اينترو گهڻو هوشيار ڪونهي. هي ڪهڙا رواج آهن تہ هو ڪير نہ پيئي. انهن پرمن ڪي چڏي سندس دوا، طاقت جون دوائون ۽ خاص ڪاڏو ڏيو. اهي آهن ننيڙي ڪنوار جا علاج. ائين ڪيس جهالت جهڙي اجگر جو ٻک ٿيڻ نہ ڏجان.

اسانجي معاشري ۾ عورت ڪي علاج جا تمام ٿورا وسيلا ميسر آهن. عورت سان گهڻو ڪري بيماري جو ساٿ ٿيندو آهي. عورت جي جسماني جوڙجڪ ۾ تمام گهڻا لوڏا ايندا رهندا آهن ۽ سندس جاگرافي ۾ تبديلي فطري ڳالهہ هجي ٿي.

ڪهڙي خبر تہ اها نينگر جنهن ڪي تون ايشان سڏين ٿو جنهن جو نالو ديوان ليلارام لچمي رکيو هو تون ڪيس سڏين ٿو سا ڪير آهي. سندس روح، سندس هيچ، سندس سواد، سندس سنيهہ ۽ دنيا سان لاڳاپو ڪٿان شروع ٿيا؟ ڪئين مفاصلا جهاڳيندي لڪ لنگهي، الاجي ڪيتري جاکوڙ ڪندي ڪيئن هڪ جسم رس ۽ سواد پسندي ۽ ناپسندي سان پرجي راڳ ۽ روپ جو حسن ۽ جواني سان ڦوهہ تي ڪتي اچي. پهتي آهي. الاجي ڪيترن جنمن جي جاکوڙ جو نتيجو آهي. هوءَ جنهن پرمانند تائين پهتي آهي سو تہ آنجهاني سيٺ ڏاندومل جي حويلي جي ڪٽ هيٺ ڪنجي ويو آهي، سو ڏيئي جي بازار جي دز ۾ لتجي ويو آهي، سو هٿ جي وکر جي ڳوٽين هينان دبجي ويو آهي، سو جاهلن جي جهالت ڪي ڏرم سمجهي اُنجي نيمن جو غلام ٿيل آهي. هن ڪي ڪهڙي خبر تہ جيڪو بار هن جي جسم ۾ سمايل آهي سو ڪوٽر جي ڪبڙين، ڄارين، ڪنڊن ۽ واريءَ جي پٽن ۾ خيالي ۽ طلسمي جوڳي جي دين ناهي پر انهيءَ ڪچي ۽ معصوم ايشان جي منهنجي ڪنول لاءِ تڙپ جي سوکيم سرير

ڪي جسم عطا ڪرڻ لاءِ آهي. ڪيڏو نہ حقيقت کي بيڪار ڪوڙن ڪاڏي جي
هيچي ڏاٿ وارن جي تنگ دل ۽ تنگ نظر راڳ جو ايمان ڪندڙ گيان کي غلط
سمجهندڙن هن دنيا جي نڪي معنيٰ سمجهندڙن نڪي مطلب جو اندازو
لڳائيندڙن مسخ ڪيو آهي.

هن برهمانڊ ۾ هن وراٽ سروپ کي جاهل ۽ گيدي، بنا حوصلي هٿ
وارن ۽ ان جي پاليل هلڪن ماڻهن پنهنجي جاهليت جي واريءَ هيٺ پوري
ڇڏيو آهي ۽ سمجهن ٿا تہ اکيون پوري ويهڻ سان هي طوفان ۽ ويرون هي دم
۽ دهشتون، هي هل ۽ هنگاما بند ٿي ويندا. کين ڪهڙي خبر تہ هي دنيا، هي
تڪسات، هي ماندان، هي برهمانڊ پنهنجي اٽل قانون تحت هلندا رهندا.
اُهي جي بچاءَ لاءِ هٿ پير نہ هلائيندا تہ طوفان نهوڙي نيندا.

اوهان انهيءَ ڪاما ڪشي ايشان کي ڇا ڏنو آهي؟ بنوري جو ڪچو
گهر؟ جنهن ۾ لاڙ جي مليريا واري هوا ۽ پاڻي کان بچاءُ جو ڪو ساڌن
ڪونهي. انهي اوچ آتما جي سنهري جسم کي نِربلَ رکيو ويو. هن حسن جي
فلڪ کي ڊپ ڊاءُ ۽ جهالت سان بي حَس بڻايو ويو. جوانيءَ ۾ ڏيئيءَ جي
واٽئي جي بندي جي ليکي جي حوالي ڪيو ويو. جن وٽ شاهوڪاري وارو
نٺ آهي پر اها قدر جي ۽ سچاٽپ واري اک ڪونهي. ڪنول جو مشاهدو
مندو آهي. هن جي روح ايشان لاءِ تڙپ محسوس ڪئي آهي پر جَنمن جو
سبنڌ ڪونہ سچاتو آهي.

عورت جڏهن ڪائنات کي خلقيندي آهي تڏهن ايڏي عظيم هوندي
آهي جو هي تنهنجو ٻن ماڙن وارو گهر، هي مرچن ۽ ڦٽين جا تڪ، هي
پيڍيون ۽ وڏا دڪان، هي مراديون، هي تجوڙيون، هي ساکون ۽ پتون، هي
اوهان جي ڪار، هي اوهان جي حيثيت ۽ دولت ان اڳيان هيچ آهن.

عورت ان وقت خاص توجہ جي مستحق آهي. هي گڏيل گهر جا نيم، هي پراڻيون
روايتون، هي پرمر ۽ خام ڪوڙا ڊپ، هن مان سندس اصليت گم ڪري ڇڏيندا.

تنهنجي دل ۾ سچائي آهي. تون جيڪي دانهون ٿو ڪرين، هن لاءِ
ڦٽڪين ٿو، سي اهڙيون تہ بي دليون آهن جو انهن مان ڪو ڪڙ تيل نہ
نڪرندو. هڪ آسرو اٿم پرماتما ۾ تہ هو سندس روح ۽ جسم ۾ آس سلامت
رکندو. شال توهان سيئي خوش هجو، شاد ۽ آباد هجو.

دعاگو

روچي رام

15_C, S.C.H. Society,
Depot Lines, Karachi.
Jan.15, 1976

پيارا پرمانند.

تو ڏانهن ايترا خط لکيا اٿم جو پانيان ٿو تہ منهنجا خط توتي بار ٿي پوندا هوندا. لڳيم ٿو انهن جو وزن تنهنجي ڪٽڻ کان ڳورو ٿي پوندو هوندو. پوءِ بہ منهنجي خطن جو تون حقدار آهين. اها بارش توتي وسندي رهندي.

اهو ٻڌي گهڻي خوشي ٿي تہ تون سياست ۾ قدم رکڻ جي تيارين ۾ آهين. پاور ۾ هلندڙ پارٽي وارن وٽ حڪومت جي خوشامد ڪندڙ خود مطلبي ماڻهن جو وڏو انداز ڪنو ٿيندو آهي. خوشامد جا منا ۽ نمڪين اکر ٻڌي سنا ماڻهو پڻ خوشامد پسند ٿيو پون. چڱن ماڻهن جون پڻ طبيعتون خراب ٿيو پون. انهي حالت ۾ انهن وٽ چڱي، ماڻهو، خوددار شخص جو گذر ڏکيو ٿيو پوي. پوءِ بہ ڪنهن اصول تحت ڪم ڪندين تہ بہ سودو مهانگو ڪونہ پوندو.

مون ڪراچي ۾ PPP جي ٽڪيٽ جي خواهش رکندڙن جو هجوم ڏٺو آهي. ٽڪيٽن جي وراهست بہ چڱا ناٽڪ ڪندي.

مون PPP جي اقتدار وارن سان ڳالهايو آهي. معاملو صرف اليڪشنون ڪرڻ جو ڪونهي. ٽڪيٽ ٻئي درجي جي حيثيت رکن ٿا. اصل معاملو آهي عام پبلڪ. ماڻهن ۽ سياسي ورڪرن جي حصي وٺڻ جو. ماڻهن ۾ دلچسپي موجود آهي يا نہ. ڪهڙا معاملا، مسئلا ۽ اشوز ظاهر ٿي پبلڪ پليٽ فارم تي اچن ٿا. انهن ۾ ڪير دلچسپي وٺي ٿو. هي اليڪشن ڪو سياسي مقصد پورو ڪندي يا صرف آڳونو ثبت ٿيندو ۽ سياسي خلا برقرار رهندو.

سياست ۾ هڪ تاريخي منطق موجود هجي ٿو.

اليڪشن صاحبِ اقتدار لاءِ کٽڻ ڪو ڏکيو ڪم ڪونہ ٿو هجي. پر معاملو اهو آهي تہ ڇا هي اليڪشن ۽ انجي گهماگهمي سياسي بک لاهيندي؟ ماڻهن جي ذهن ۾ تيز اڄ ۽ تکي سياسي بک جو شديد احساس آهي. اها لهندي يا نہ؟ عجيب ڪشمڪش ۾ آهي ماڻهن جي اندر ۾ ويٺل سياسي شخص. انهن جي آنڌ مانڌ ڪير لاهيندو؟ الاجي انهي هالن واري پير جو پٽ ۽ توهان وٽ ايندڙ خليفو ۽ انهي تنظيم ۾ نئون شامل ٿيندڙ ڏيئي جي سيٺ جو پٽ. اهي ڳالهيون سمجهن ٿا يا نہ؟

وقت گذارڻ لاءِ سياست تمام رس وارو ۽ سوادي ڪاڏو آهي.

نورچشم نيلڪنٺ ٻڌايو تہ توهان جو ساڍي نوين بجي رات جو فون آيو هو. آئون مهراڻ ۾ سوا ڏهين بجي گهر پهتس. ٽيليفون مانيٽر کي چيم تہ ٽنڊو باگي جو 63 نمبر وني ڏي. چيائين. پنگرئي کان ايڪسچئنج 10 بجي بند ٿي ويندي آهي. انهي ڪري هاڻي ڪونہ ملي سگهندو.

اسان وٽ اجا اليڪشن جي چهل پهل شروع ڪانہ ٿي آهي. 25 جنوري تي مني ويندس. 26 موٽندس ۽ وري 30 تاريخ تي ڪراچي ويندس. مبادا 19 تاريخ تي بہ مني وڃڻو پوي.

برادرم نور محمد کان توهان حسين بخش بلوچ جي ائڊريس پڇي آهي. مون توهان جي مبارڪ هٿن سان هن ڏانهن لکيل خط پڙهيو آهي. تمام خوبصورت الفاظ لکيل آهي. مون ٽيليفون واري گفتگو ۾ توهان کي عرض ڪيو هو تہ نئعي بخش انجيڪشن هٿئي هجي تہ بہ اها گهٽ ۾ گهٽ تڪليف ڏيڻي هئجي. توهانجو جيڪڏهن اجا تائين خيال هجي تہ ائڊريس آهي: حسين بخش بلوچ . MBBS شاگرد. ڪمرو نمبر 6 والبيروني هاسٽل. لياقت ميڊيڪل ڪاليج. ڄامشورو.

ننڍڙي اَما لاءِ پيار. ٻين لاءِ بہ پيار ۽ نياز. تنهنجي ماءُ لاءِ پاسپورٽ وٺڻ لاءِ ڪوشش وٺندا تہ اهو ڪم هن وقت آسان آهي.

توهان جو

روچي رام



1976_1_18

منهنجا پيارا پرمانند.

خط پهتو. هتي جو ٽيليفون خراب آهي وڏي مهرباني جو ڳالهائڻ لاءِ ڪوشش ڪيو.

حيدرآباد مان ننڍين پرزن تي لکيل ننڍي خط کي تو پسند ڪيو آهي. پرمونکي ياد ناهي تہ ڪا انهي ۾ ڪجهہ اهڙي ڳالهہ لکي اٿم. چو نہ اهو خط لفافي سميت موڪلي ڏين تہ پڙهي ۽ پوءِ سموري خط جي مفهوم مان حظ وٺي سگهجي ۽ پورو مطلب سمجهي سگهجي.

اڄ ڪراچي ويندس. پراڻي فلم جيڪا مون 10_15 سال اڳ ۾ ڏٺي هئي ۽ پسند ڪئي هئي، سا Rex ۾ لڳي اٿن. فلم آهي Gone With The Wind جا امريڪا جي خانہ جنگي واري وقت جي ڏکڻ امريڪا جي حالات بابت آهي. تہ ڪيئن نہ سندن اوچو ۽ بلند ڪلچر جنگ جي ڪري تباھہ ٿيو. انهي جنگ جي باري ۾ اسانکي ٻڌايل آهي تہ اها ڪارن جي غلامي جي سوال تي لڳي هئي. لنڪن غلام آزاد ڪيا هئا جنهن تي جنگ لڳي پر هن ناول ۾ جنهن جي فلم ٺاهي هئائون. ان ۾ امريڪا ڏکڻ وارين جي رياستن جي بلند ڪلچر ۽ رهڻ جي طور طريقي ۽ انجي تباهيءَ جو نقشو چٽيو اٿن. اڄ ڪراچي ويندس. فلم ڇئن يا ساڍن ڇئن ڪلاڪن جي آهي. وقت مليو تہ ڏسي ايندس.

تون گڏ هجين تہ جيڪر توکي بہ ڏيکاريان. هن سال انٽر جي امتحان جي ضرور تياري ڪجان ۽ فارم ڀرجان.

اوهان سيني کي ياد ڪندڙ:

روچي رام



ڊبل ايڪس، بولان هوٽل ڪراچي

جنوري 19، 1976

منهنجا ڪنول.

اڳ ۾ لکيل ڪارڊ ۾ جنهن فلم جو ذڪر ڪيو هوم سا ڏسي موٽيو آهيان. وقت رات جي ٻارنهن ڪان اڳتي وڌي ويو آهي انهي ڪري تاريخ 18 مان بدلجي 19 ٿي وئي آهي. فلم تمام ڊگهي آهي. 8 بجي شروع ٿي ۽ سوا ٻارهين بجي ختم ٿي. فلم جا سيٽ، فوٽوگرافي ميوزڪ ۽ نظارا معمولي ڪان سنا آهن . .U.S.A جي اُترئين حصي جون رياستون زرعي دور مان ترقي ڪري صنعتي ۽ واپاري دور ۾ پهتيون هيون. هنن کي شيدي غلامن جو ضرور ڪونہ هو. هنن جي معاشي ۽ سياسي حالات جي مطابق هئا. سندن آزادي جي خيالن انسانيت جي اوچا آدرش ۽ ترقي ۽ مستقبل جي روشن خيالن جي ڀيٽ ۾ ڏکڻ جي 11 رياستن جي معشيت زرعي هئي. هنن وٽ وڏيون

زميندارين هيون تي غلام ڪم ڪندا هئا ۽ سفيد چمڙي وارا ڏاڍي طمطراق ۽ ناٺ سان آسودي زندگي گهاريندا هئا. هنن جي آسودگي ختم ٿئي ها جيڪڏهن غلامن کي آزاد ڪن ها.

1860ع جي آمريڪا جي صدر جي اليڪشن ابراهيم ليڪن انهي سوال تي لڙيو تہ غلام آزاد ڪندس. هن اليڪشن کٽي ۽ غلامن جي آزادي جو اعلان ڪيائين. تنهن تي جنگ لڳي.

ڏکڻ وارن جنگ هارائي ۽ سندن تباهي ٿي ويئي. ڪيترا سفيد فام جنگ ۾ قتل ٿي ويا. گٽسبرگ، اٽلانٽا، جارجيا وغيره تلف تاراج ٿي ويا. اسپتالن ۾ ڦٽيلن لاءِ جڳهہ ڪانہ رهي. ڪيترا دربدر ٿي خانہ بندوش ٿي ويا. اشرافن ۽ وڏ گهراڻن وٽ کائڻ لاءِ پئسو ڪونہ بچيو. جن جي ميلن ۾ زميندارِي هئي تن جي هڪ خاتون اسڪارليٽ 300 ڊالرن لاءِ جسم کڻي شهر وڃي ٿي. سندس جسم سون جهڙو ۽ حسن چانڊني رات کان بہ وڌيڪ حسين آهي. سندس چيلهہ ڊ؛ 18 انچ آهي. ڪيس سندس آشنا چوي ٿو تہ تنهنجو جسم 300 ڊالر ڪونہ ٿو لهي. جنهن محبوب سان مس اوهارا محبت واري شادي ٿي ڪري سو ٿو پڇيس تہ تون پئسن ڪاڻ ٿي مون سان لانئون لهين؟ هوءَ غير ارادي طور چوي ٿي: ها هڪ سبب اهو بہ آهي.

جيئن تہ اها منهنجي فلم اڳ ۾ ڏٺل هئي انهي ڪري سوا چار ڪلاڪ يڪساهي فلم ۾ ويهڻ ڪري ٿڪجي پيس. وري اڪيلو بہ هوس اها فلم هڪ دفعي صدر ۾ لڳي هئي ۽ پيو پيرو ڏهاڪو سال ٿيندا ناظم آباد جي سئنيما ۾ ڏٺي هئم. پهرئين پيري ڏسڻ وقت اجا ڪاليج جي شاگردي وارا خيال هئا. ٻئي پيري اڪيلو ڪونہ هوس. ڪير گڏ هو سو لکڻ نيڪ ڪونهي. هن پيري اڪيلو هوس. رڳو تنهنجي يادگيري مون سان گڏ هئي.

سموري گرانڊ سرڪل ۾ فلم بين مرد ۽ عورتون هڪ جوڙي طرف خاص متوجہ هئا. جيڪي اصل هليا پئي لنگهيا پئي. ڪوڪ پيڻ ويا پئي تہ اصل ياڪر ۾ جڪڙجي ٿي لنگهيا. سموري سرڪل انهن جي هلت کان لطف اندوز پئي ٿيو. واقعي انداز دل فريب هون. ٻئي جڻا شڪل شبيهہ ۾ ۽ قد ۾ ۽ حسن ۾ دوبالا هئا. ديسي ڪونہ ٿي لڳا.

هن فلم بابت ۽ هن ناول Gone with the wind بابت ايترو لکڻ لاءِ انهي ڪري آماده ٿيو آهيان جو هن ۾ جيڪو مرڪزي خيال آهي سو منهنجي اڳ ۾ ڪيترا پيرا ورجايل خيال جي تائيد ٿو ڪري تہ هڪ طبقو

ترقي جي طرف مائل آهي تہ ٻيو منجمد آهي. هڪ جي ذهن ۾ روشن مستقبل آهي تہ ٻئي جي اڳيان ماضي جي عظمت آهي. هنن ماضي ۾ جيڪي حاصل ڪيو هو سا هُئي وڃائي، جنهن تي ويهي رهيا آهن. پهريون طبقو ترقي ۽ روشن خيالي ۽ مستقبل طرف گامزن ٿيندو رهندو زندهہ رهندو ۽ جنگ ۾ فتح حاصل ڪندو.

ٻيو طبقو رڳو ماضي جي عظمت ڳائيندو، موجوده وقت ۽ حال ۾ نعمتن جي گورک ۾ قاتل رهي. مستقبل ۾ ايندڙ خطرن کان منهن موڙيندو رهندو تہ انهي صورت ۾ هو زوال پذير هجڻ ڪري ناس ٿيندو ۽ جنگ هارائيندو.

جنهن ڪلچر ۾ تون نپجي رهيو آهين ان جو مون گذريل 35 سالن کان غور سان ان منجهہ رهي ان جو مطالعو ڪيو آهي. مون هوُ سڙي جي اورئين ڪناري تي حيدرآباد جي پر سڏ چاٽو مهراج جيٺلي سان 1945 جي سياري ۾ تلخ بحث ڪندي پڇيو هو تہ هي جو توهان جي نقط نظر ۾، توهان جي ڪلچر ۽ سوچ ۾ ۽ اوهان جي هم وطنين جي سوچ ۾ ايترو فرق آهي، اهو ڪيئن دور ٿيندو؟ اها کاري (Kanyan ڏکي کڏ) تون ڪيئن پار ڪندين؟ هو مون کان ناراض ٿي ويو. مون جيڪي تضادان وقت جي سماجي ڍانچي ۽ تهذيبي طور طريقي ۽ مذهبي سوچ تضادن ۾ موجود هئا سي ايترو واضح ڪري ٻڌايا جو هن کان هڪ بہ جواب ڪونہ اکليو. هن جي نظرئي ۾ ايتري سچائي ڪانہ هئي، حقيقت پسندي ڪانہ هئي باريڪ بيني ڪونہ هئي، حالانڪ هو مجيل ودوان هو ۽ مرد ميدان بہ هو.

صبح ضرور ٿيندو. رات ضرور دم توڙبندي. وقت هلندو رهندو. ڪوبہ انکي روڪي ڪونہ سگهندو. جيڪي انسان ائين سمجهي غافل رهندا تہ اسين معاشي، سماجي ۽ سياسي ناهمواري کي هميشه قائم رکي سگهنداسون سي اجڻ وارن طوفانن جي سٽ جهلي ڪونہ سگهندا. ٻار هميشه ٻار ڪونہ رهندا. بالڪائون جوان جولان واريون عورتن ٿينديون ۽ هن سرشتي جون خالق ٿينديون. اکيون پورڻ ۽ منهن موڙڻ سان ڪو هو وڏڻ ويجهڻ بند ڪونہ ٿيندا.

ذڪڻ امريڪا وارا آباد ٿيل يورپ جي نسل وارا آبادگار سمجهندا هئا تہ سندن زميندا ريون هميشه هلنديون، هو غلامن تي تشدد هميشه قائم رکي سگهندا ۽ هو سائنس ترقي ڪارخانن ۽ آزادي جي خيالن کي روڪي سگهندا. اهڙي تباهي آئي جو لئتسبرگ کان وني 600 ميلن تائين، سمنڊ

تائين تباهي مچي ويئي. سندن خوشحالي جا نڪاٽا جلي ويا ۽ انسان دربدر ٿي ويا. جن وڏن ڪمرن ۾ اوچا غاليچا هئا، شمپيئن جا دور هئا، وهسڪي جا دريا ٿي وهيا، عورت جي حسن جا جهنڊ هئا، عشق ۽ عيش جا دور هئا ۽ گلن جا ايڪڙ هئا، سي آگ ۾ جلندا رهيا. ڪين ڪوبہ بچائي ڪونہ سگهيو.

انگريز جي اسان جي ملڪ ۾ حڪومت هئي. سندن هر شيءِ تي بالادستي هئي. اسين، اسان جا وڏا، اسانجا مهنت ۽ مها راجا سندن غلام هئا. هينئر انهن جو نالو نشان ڪونهي. غلامي انسان جو مقدر ناهي. آزادي قدرت جو نيم آهي سا ضرور ايندي. هينئر جيڪي آڪڙ ۾ ڇاتيون ڦوڪي هلن ٿا، سي ڪنهن زماني ۾ معمولي انگريز جي دربار جي ڪرسي جا طالبو هوندا هئا. جيڪي سيٺ ساڌن ۽ سنتن جا ان داتا ۽ انهن کي سنڀاليندڙ ديالو ۽ ڌرمي داني پرش آهن سي انهي انگريزن جون جتيون صفا ڪندا هئا. انگريز هليو ويو. نہ رهي سگهيو.

سنڌ جا ديوان ۽ سيٺيون تو ڪونہ ڏٺا هئا. مون سندن اوج ڏٺو هو. هڪ پيري دادا ساڌو واسواڻي کان پڇيم تہ ڇا هن حيدرآباد کان باهر دنيا ڪانهي؟ هي سنڌ جي ڀهرڙاين جي مخلوق کي تنهنجا چيلا، عامل توڙي پائيبند ڦرين پيا، سي هن مصنوعي خول ۾ ڪيترا ڏينهن مزا ماڻي سگهندا؟ هن پرش ڪو جواب ڪونہ ڏنو سواءِ ايئن چوڻ جي تہ هي پرڪرتيءَ جا اٽل قانون موجب هلي پيئي، هلندي رهندي.

مون سنڌ جا زميندار انهي خوش فهمي ۾ ڏٺا آهن تہ هي سندن جهالت تي اڏيل عمارت هميشہ قائم رهندي ۽ هي مسڪين ڳوناٺا ڦاٽل ڪپڙن ۽ ڇنيل جتين وارا هميشہ سندن غلامي ڪندا رهندا. هو سمجهن ٿا تہ سياسي پاور ذريعي يا ڪنهن ذهين ليڊر ذريعي، هو انهي موجوده حالت کي منجمد حالت ۾ قائم رکي سگهندا. هو پنهنجي بيمار معاشي ڍانچي کي اصل ڪونہ سلامت رکي سگهندا.

پيارن سان

روچي رام

شامل خط بنا پڙهڻ جي جنهن لاءِ لکيل آهي، روبرو ان کي ڏيئي اچجان.

1976_1_23

ڪنول،

ڪلهه حيدرآباد ۾ محترمي برادر سيٺ چانگومل مليو. تنهنجي خبر ورتم. اڄ وري اتي ئي وڃڻ ٿيو. وري گڏيو. تون ياد آئين. ڪيس ڇيم ”پرمانند تي زور رکو تہ ڪاليج ۾ داخل ٿئي“. جواب ڏنائين ”اسين تہ گهڻو ئي ٿا چئونس پر نٿو پڙهي. شايد مرضي ڪونهيس.“

تنهنجي الاجي ڪهڙي مرضي آهي. منهنجو خيال آهي تہ هن سال انٽر جي امتحان جو فارم ڀري امتحان ڏيئي، ايندڙ سال .B.A پارٽ I ۾ يونيورسٽي ۾ داخل ٿين. آئون تہ ڪر صلاح ڏيان تہ نوڪري بہ ڪر. ذهني مونجهہ ۾ پوڻ کان بهتر آهي تہ سولي سڌي ۽ چٽي وات اختيار ڪجي.

ڪڏهن ڪڏهن تنهنجي خط جو تمام گهڻو انتظار ڪندو آهيان. ڪراچي مان جيڪو خط لکيو هوم، ان جي جواب جو اڄ گهڻو انتظار ڪيم. انتظار تہ رات کان هوم جڏهن حيدرآباد پهرئين ڏينهن تنهنجي پاءُ سان ملي موٽيس. ڪلاڪن ۾ رات گذاريم منٽن ۾ صبح جو انتظار ڪيم، حيدرآباد هليو ويس، جتي سروبچ بہ ملي ويو. تنهنجو ذڪر نڪتو. ٻڌايائين تہ ٻيو ڪتاب ٿو ڇپايان. خيال ڪيم تہ ڪنول جي شعرن جو مجموعو ڇپجڻ گهرجي. واپس هينئر موٽيو آهيان. پڇيم ڪو خط آيو آهي. چيائون ها آيا آهن . ڏهہ خط رکيا آهن_ ڪينپار جو خط آهي، گرڏاري جو خط آهي، ٽانئون مل چٽني لکي آهي، ويمي وارن جو ليٽر آهي. وي پي آهي، بجلي وارن جو خط آهي، نيلو لکيو آهي. اعجاز جو نياپو هو. عوامي جي سلپ هئي. پر تنهنجو خط ڪونهي. سوچيم متان رات خوابن ۾ تنهنجو خط پڙهي ڇڏيو هوم. خواب حقيقت کان ڪيترو نہ وڏيڪ حسين هجن ٿا.

سڀاڻي هتي ئي هوندس. پرين رات ڏينهن ٻاهر ويندس. انهي رات جو خيبر ميل ۾ سوار ٿي پنڊي ويندس. 26 تاريخ سفر ۾ گذرندي، ڏينهن ملتان تي ايرندو ۽ باقي پنجاب جو سفر ڏينهن ڏٺي جو ٿيندو. 27 تي ڪورٽ ۾ ڪم اٿم. 27 شام ۽ 28 جو ڪتابن جا دڪان گهمندس. هڪ دوست سان پروگرام اٿم تہ 28 تاريخ گڏجي پنڊي جي صدر ۾ ڪتابن جا دڪان ڏسنداسون. وسپت ڏينهن واپس ٿيندس.

گهڻا سال ٿيا تہ هڪ پهاڙي مقام تي ويا هئاسون. اڄا موسم شروع

ڪانہ ٿي هئي. سيءُ تمام گھٽو هو. منهنجي ساٿين سان گڏ آئون صرف رات
جي ماني کائيندو هوس. بنهيرن جي ڪونہ وٺندي هئي. نيرڻ 11 بجي ملندي
هئي ۽ رات سوير ئي تي وبندي هئي. انهي ڪري منجهند جو ماني ڪونہ
کائي سگھندو هوس. مون تي انهي ڪري روزانو 5 روپيہ گھٽ چارج ٿيندا
هئا. منهنجا دوست سخت سيءُ ۾ ڊزنن جي حساب سان گرم ڇُميون خريد
ڪندا هئا. ڪي وري ٿڌي تارن پيري برف جهڙي رات کي ڪنهن جي ياڪر
۾ گرم ڪندا ها. ڪي بار ۾ وسڪي جا پيگ ناهيندا هئا. ڪي ٿڌي بستري
۾ جنهن جون چادرون يخ جهڙيون هيون نرم. گداز ۽ گرم جسم ۽ گرم سهڪ
سان ملجي وبندا هئا. هائوس مئينجر چيو تہ تنهنجا هفتي ۾ 35 روپيا ماني
مان جملي 300 روپيہ هنن کان وڏيڪ کاتي ۾ جمع آهن. آئون شارڪ
سڪن جو سوٽ جيڪو مون هردوار مان سبايو هو پائي. خوبصورت پائيپ ۽
خوشبودار تماڪ کڻي چڙي هٿ ۾ کڻي. صبح توڙي شام جو پلازا تان
سنبري چهل قدمي لاءِ وبندو هوس ۽ سمجهندو هوس. عورت ذات تي
منهنجو احسان آهي ۽ آئون هنن لاءِ صحيح سلامت حال ۾ موجود هوس.
عورتون ڏنيون اٿم پر اجا تائين عورت ڪانہ ملي اٿم جيتوڻيڪ عمر جي
چگي منزل طئي ڪري آيو آهيان. انهي هل استيشن جو توکي نالو ڪونہ ٿو
لکان. متان تون نالو بڌي ڪا غلط راءِ نہ قائم ڪرين.

31 جنوري. 1 يا 2 فبروري تي هتي چونہ اچين؟ پوءِ جي مرضي هجيئي
تہ مون سان گڏ مني ۽ اسلام ڪوٽ هلجان. ٻي صورت ۾ پلي واپس ٽنڊي
هليو وڃجان. آئون تنگ ڪونہ ڪندس واعدو آهي. توکي ترسڻ لاءِ عرض
ڪندس پر مجبور ڪونہ ڪندس. پلي پنهنجي مرضي سان جڏهن چاهين
واپس ٿجان.

پيارن سان فقط

روچي رام



سومر. 1976_1_26

2 بجي منجهند. خيبر ميل

پيارا پرمانند.

تيون ڏينهن هڪ خط لکي نورچشم ڪيشو کي نپال ۾ وجهڻ لاءِ ڏنم

الاجي هن موڪليو يا نہ. آئون اج اڏ رات ڏاري پنبدي پهچندس. مونکي سپاٽي فيڊريل لئنڊ ڪميشن اڳيان هڪ مقدمي جي سلسلي ۾ پيش ٿيڻو آهي. ٽرين هيئنر ميان چنون اسٽيشن وٽان لنگهي پيئي ۽ اٽڪل ٻہ ڪلاڪ کن ليٽ آهي. هن ڪانپوءِ ٽرين چيچاوطني اسٽين تي بيهندي ۽ ان بعد ساهيوال. منجهند جي ماني ملتان ڪينٽ تي کاڌيسون.

ٽرين جو سفر بہ دلچسپ آهي پر هوائي جهاز جي اُڏام گهٽ تڪليف ڏيندڙ ٿئي ٿي. سوچيو اٿم موٽندي بہ ٽرين ذريعي لاهور کان ٿيندو اچان. ٽرين جو ڀاڙو هوائي جهاز کان هڪ سؤ روپيہ گهٽ آهي.

جهڙو هن ميل ٽرين جو حال آهي شايد اسٽيشن تي ئي رٽائرنگ روم ۾ رهڻو پوي. سارو بسترو اخبارن ۽ رسالن سان ڀريو پيو آهي. ٽرين ۾ خوب اخبارون ۽ رسالا پڙهيا اٿم. رات ننڊ گهٽ آئي ۽ گهڻو وقت پڙهڻ ۾ گذاريم. ٽرين ۾ پڙهڻ ڪري اکيون سور ڪرڻ لڳيون آهن، انهي ڪري ڪافي وقت ٻاهر دري کان ڏسڻ ۽ رستي سان لڳو ڳوٺ ۽ ٻنيون ۽ باغ ڏسڻ طرف ڌيان ڏنم. آخر ٿڪجي سوچيم تہ تو ڏانهن خط لکان. ڪيترا ڏينهن ٿيندا جو مون تو ڏانهن خطن جو نقل رکڻ ترڪ ڪري ڇڏيو آهي. منهنجي اڳ ۾ ڪيل عرض مطابق نقل ڪري موڪلي ڏيندين تہ احسان مند رهندس. آئون گهڻو ڪري ايندڙ مهيني ۾ ڪنهن تاريخ تي ٽنبدي اوهانجي ملڻ جو سوڀاڳيہ حاصل ڪرڻ لاءِ ايندس. مون اهڙو ذڪر برادرم چانگي مل سان ڪيو هو. تاريخ پوءِ لکي موڪليندس.

جيڪڏهن 3 يا 4 فيبروري تي مني نہ ويس ۽ تون ميرپورخاص آيل هوندين تہ پوءِ مني بدران ٽنبدي هليو هلنداسون. جيئن تہ اکر خراب ٿين ٿا انهي ڪري باقي خط هاٽوڪي اسٽيشن تي گاڏي بيهندي تڏهن لکندس.

مون برادرم چانگي مل کان تنهنجي پروگرام بابت پڇيو هو. هو انهي سوچ ۾ آهي تہ ڪوڙي ۽ ڏيئي ٻنهي بدران ڪو دڪان ٽنبدي ۾ کولين جتي توکي رنپائي سگهن. مون صلاح ڏني تہ ڪاليج ۾ داخل ڪيو جا هن قبول ڪئي پر چيائين تہ اوهان جو دوست پڙهڻ لاءِ هائوڪار نٿو ڪري. توکي ڪاليج ۾ داخل ٿيڻ کي ترجيح ڏيڻ گهرجي. تنهنجي من ۾ جيڪي مونجهارا آهن، ذهن ۾ خلفشار آهن ۽ اندر ۾ ناهمواريون ۽ ناپختگيون آهن سي دڪان تي ويهڻ يا گهر ۾ ويهڻ سان وڌيڪ تڪليف رسائيندڙ روش اختيار ڪنديون. گهر ۾ رهندڙ ڀاتي جيتوڻيڪ سنا ۽ پيارا ۽ قابل احترام

هستيون آهن پر انهن جي ذهني ڪيفيت توکان مختلف آهي. انهن جي ماحول ۾ توکي فٽ ٿيڻ مشڪل لڳندو. تنهنجي مشغولي ڪا ٻي هئڻ گهرجي جنهن ۾ تنهنجو من لڳي.

ڪاليج ۾ پڙهڻ توکي اهڙو موقعو ڏيندا جو نه رڳو تنهنجي جذبن کي آنرڻ جو موقعو ڏيندا پر تنهنجي من کي استر ڪندا. ڪجهه علم حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ تون پنهنجي لاءِ ڪا واٽ ڳولي سگهندين ۽ اُفق ڪجهه وڌيڪ صاف نظر اچڻ لڳندو.

زندگي جيڪڏهن مختلف زاوين کان، مختلف ڪنڊن کان ۽ پري کان ڏسجي ٿي ته وڌيڪ حسين ۽ خوبصورت لڳي ٿي. زندگي جو هم گير هجڻ آنند مئہ هجي ٿو پر ان جي ڪنهن به هڪ پهلو، هڪ جزي، هڪ واقعي تي نظر وجهجي ٿي ته اهي اڌورا لڳن ٿا. مون ٽن خطن جي صورت ۾ واقعا لکيا هئا. انهن مان توکي هڪ به پڙهائي ڪونه سگهيو آهيان. ڪينيار به پڙهيا آهن نيلو ٿيئي. انهن ۾ مون ٽن قسمن جي عورتن جو ذڪر ڪيو آهي. هڪ عورت احسان مند هجڻ ڪري وڌيڪ چئيدار آهي. هن جي تمنا هوندي آهي ته ترت ڪنهن به نموني سان دل کي، ماحول کي، خوشين سان مالامال ڪري. مون سندس احوال سمورو ڪونه ڏنو آهي پر ايترو ضرور لکيو اٿم ته جيترو منهنجي قلم ۾ طاقت هئي. ائين به ٿيندو آهي ته ذهن ۾ آيل سموري ڳالهه ڪوشش ڪرڻ جي باوجود به لکي ڪونه سگهبي آهي . ٻي عورت زندگي جي سليقي خوشبوءِ قابليت جي قائل هوندي آهي ۽ ٽين علم جي طالبو. علم واريءَ جي باري ۾ تون پڙهن ته شايد عورت جي وجود عشق ۽ لاڳاپي کي سمجهي سگهين ها. مونکي ائين لڳندو آهي ته آئون هر روز صبح جو انهي ڪري سوير اٿندو آهيان، سمهي ڪونه سگهندو آهيان. چاڪاڻ ته انهي ٿڌي ماڪ پري هوا ۾ مونکي عجيب ساءُ ايندو آهي. لڳندو آهي ته اها ڪنهن جي جسم کي ڇهي مون تائين پهتي آهي. مونکي ساوڪ مٿان گلن جي رنگيني مان خوشبو ايندي آهي، سمجهندو آهيان ته ڪنهن جي جسم جو ساءُ اچي ٿو. اڀرندڙ سورج يا لهندڙ سج جي شفق جي لالائي ڪنهن جي اچڻ جي منادي ٻڌائيندي آهي. آئون رات جو ڪتيون ۽ تارا ڪنهن جي انتظار ۾ تڪيندو آهيان. مون هر چڱي ۽ خوبصورت چيز کي ائين سمجهيو آهي ته اها منهنجي لاءِ هوندي ۽ هر هنڌان اهو تاثر مليو ته نه هن دنيا جي هر شيءِ جيڪا مون ڏٺي آهي سا مون لاءِ ڪونهي. مون لاءِ ته پيغام اچن پيا پر يار جو اچڻ اجا اڳتي

آهي. ڪنهن انهي نموني مون وانگر هيڏي زندگي انتظار ۾ گذاري هجي تہ پوءِ انکي خبر پوي تہ انتظارڪيڏو نہ ڏکو ۽ وسيع ٿئي ٿو. هڪ نعمت ملي هجي ۽ان اهو احساس ڏياريو هجي تہ نہ تنهنجي حصي جي نعمت تہ اڃا بہ بهتر آهي. انهي کي ڦٽوڪر. تون پنهنجي منزل طرف قدم وڌاءِ.

هر هڪ منزل کي، مون اڳين واري منزل لاءِ هڪ سنگ ميل سمجهيو. منهنجي منزل اڃا مٿي آهي. مون پنهنجي محبوب کي چيو منهنجي منزل هن دنياجي وسعت کان بہ پري آهي. چيائين: پلا هي آسمان ڏانهن ڇو ٿو تڪين؟ چيم. تون جيڪر گڏ هجين تہ سفر آسان ٿي پوي. چيائين: آئون هلان ٿي . تون سفر ڪر. منزل تي گڏ ملنداسون.

ائين هڪ ٻيري ڳالهہ ڪندي ذڪر نڪتو تہ مذهب سائنسي ۽ عقلي طرح غلط ثابت ٿي رهيو آهي. هي ڳالهہ ۽ هي راءِ ايتري تہ واضح آهي جو بہ رايا ٿي نٿا سگهن. انهي باري ۾. سمورا نوجوان ۽ منهنجا هم عمر متفق هئا تہ مذهب هاڻي بامعنيٰ نہ رهيو آهي. رڳو رسمون ۽ رواج آهي. هوءَ پوڙهيءَ چئي رهي هئي. انسان پڪي رهيو آهي. سندس آتما دکي آهي. انهيءَ کي آنند مذهب ڏيندو. مذهب جهالت ناهي. روشني آهي. سيني مون ڏانهن ڏٺو تہ ڪو جواب ڏيان. باوجود موقعي ملڻ جي ۽ صلاح ۽ راءِ جي گهرٽيڻ جي مون ڪو جواب ڪونہ ڏنو.

هن ٻيري سوچڻ لڳس تہ ڪڏهن ڪڏهن اهي ماڻهو جن تي مذهب جو اثر هوندو آهي. اهي ڏکين وقتن تي. جهڙوڪ اهڙن موقعن تي جتي حياتي خطري ۾ هوندي آهي جيئن جنگ جي ميدان تي خطري وقت. سخت بيماري وقت جتي زندگي ۽ موت جي وچ ۾ تمام ٿورو مفاصلو هوندو آهي اتي ٽيٽو اهو هوندو آهي جيڪي ٽيٽو آهي پر دکي انسان کي ان وقت مذهبي خيال ۾ خدا جو تصور وغيره هڪ قسم جي آٿت ڏيندا آهن. مون خود اهڙن موقعن تي اهڙن خيالن جي پناهہ ورتي آهي. ائين برابر آهي تہ هن زندگيءَ جون ڪيتريون ڳالهيون عقل سان يا چڙي منطق کان مختلف آهن. زندگي عقل يا دانش يا منطق بلڪل ناهي. پر انهن جي مدد سان زندگي کي سمجهڻ ۾ مدد ملي ٿي اهي هٿيار آهن زندگي ناهن جا. خود حيات جدا شيءِ آهي. هن هلندڙ گاڏي جي گڙ گڙاهٽ ۾ الاجي ڪهڙن خيالن ۾ اچي پيو آهيان. هن وقت ترين لالا موسيٰ اسٽيشن کان اڳتي وڌي آهي هن کان پوءِ جهلم تي پهندي جو هتان 21 ميل آهي. سردي وڌي رهي آهي. پوڻا نوَ لڳا آهن.

برسات ٿوري ٿوري ٻاهر پوي پيئي جا سردي ۾ اضافو آڻي رهي آهي. اچاچار ڪلاڪ رستو آهي.

زندگي ۾ اهڙو به وقت اچي ٿو جڏهن هن دنيا جون نعمتون ۽ خوشيون ڪا معنيٰ نٿيون رکن انهن جي ضرورت ئي نٿي رهي. اڪيلائي هڪ اهڙو ساٿ آهي جو محسوس ڪرائي ٿو ته هي حياتي اڪيلي سرگهارڻي آهي. ساٿي جو وجود ۽ ساٿ بي معنيٰ نه هجي پر ناممڪن ٿي پوي ٿو.

اڄ مون سان حيدرآباد کان لاهور تائين سنڌ جو سياستدان نواب مظفر حسين[1] هم سفر هو. مون ڪيترين ئي ڳالهين ۽ سوال هن کان پڇيا. هن کي محسوس ڪرڻ ڪونه ڏنم ته آئون ڪو هن کي تنگ ڪرڻ خاطر سوال پڇان ٿو ڪيترن جوابن مونکي سياست جا ڏکيا سوال سمجهڻ ۾ سولائي ڪئي. مون چڱي طرح محسوس ڪيو ته هن ملڪ ۾ ڪهڙا مفاد آهن جن جي هو ترجماني ڪري ٿو. ڪيئن مختلف نقط نظر مختلف مفادن جي ترجماني ڪن ٿا. ڪيئن ماڻهن جا ذاتي مقصد ۽ رنجشون هن کي سندس وطن سان غداري ڏانهن متوجه ڪن ٿيون. مونکي ڪنهن وقت خيال آيو هو توکي لکان پر اجا تائين توکي چئي ڪن سگهيو آهيان ته مون ڪيئن وطن دوستي ۽ ذاتي مفاد جي معاملي کي نبيريو آهي. ڪوشش هر وقت ائين ڪندو آهيان ته تنهنجي منهنجي تعلق وچ ۾ سياسي ڳالهه نه ٿئي. آئون سياست کان تنگ ٿي تنهنجي جهولي ۾ پناهه وٺڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان. آئون اڄا تائين انهي راءِ جو آهيان منهنجي زندگي ۾ ڪو اهڙو گوشو هجي جو سياسي عمل کان پاڪ هجي ۽ پري هجي. تون منهنجي اها پناهه گاهه آهين.

پوءِ به جيڪڏهن ڪڏهن ڪو غير ارادي طور سياسي ذڪر نڪري ته ان کي درگذر ڪجان ۽ ان جي جواب ڏيڻ جي ڪوشش نه ڪجان. وڏي محنت سان مون تنهنجي پهلو ۾ پناهه ورتي آهي ان کي سياسي گفتگو يا بحث سان گندو نه ڪجان. لڇمي جو پهلو ۽ تنهنجي دوستي. اُهي جڳهيون آهن جتي مون سياست علمي توڙي عملي داخل نه ڪيون آهن. سياست زندگي جو اهم حصو آهي پر ڪٿي ته اهي ڳالهيون ۽ اهي ذڪر بند ڪبا

---

[1] نواب مظفر حسين U.P. کان آيل مهاجر ليڊر هو. هن سنڌ ۾ باهران آيل وسيل مهاجرن پنجابين ۽ پختونن جي حقن لاءِ سنڌ جي رهاڪن خلاف محاذ ٺاهيو هو. جنهن کي اسٽيبلشمنٽ جي مدد هئي.

آهن. مون هر وقت تنهنجي حضور ۾ سياسي ذڪر کان ڪنارو ڪيو آهي. توکي واسطو رکڻ کان باز رکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي منهنجي طفيل سياست ۾ نہ اچجان. هونئن تون آزاد منش آهين وٽي تئين ڪجان.

هي جو تو ۾ شاعر رهي ٿو سو مون ڏٺو. اهو مندو نہ ٿي وجي پر تنهنجا شعر پڙهي اميد اٿم تہ اجا تائين تہ قائم آهي. انهيءَ ۾ ڪو هرج ڪونهي تہ تون شعر هڪ نوٽبڪ ۾ سوال ڪري لک. پوءِ اهي مونکي ڏي تہ ڏسي ڏيان. مونکي يا ٻئي ڪنهن کي ڏيکارڻ يا اصلاح ڪرائڻ. صلاح وٺڻ ۾ ڪا هٻڪ نہ ٿيڻ گهرجي. مون کي هڪ پيري خيال آيو هو تنهنجي شعرن متعلق لکان پر سمجهيم تہ مورڳو تون ڪنهن اهڙي حجاب يا احساس ۾ پئجي وڃين جو تنهنجي شعر تخليق ڪرڻ جي قوت نہ مندي ٿي پوي. تون شعر چوندو ۽ لکندو وڃ جيئن تو ۾ شاعر جاڳندو وڃي. پوءِ منهنجي صلاح طلب ڪجان. پر ڪجھ سيگھ ڪري وٺ. تنهنجي انهي ڪچي عمر جا شعر تنهنجي وڏندڙ عمر ۾ جيڪي پوءِ تون شعر چوندين. تنهن کان مختلف هوندا. تون اهو الهڙ پڻ شعرن ۾ آڻ ۽ محنت ڪندو هل.

تنهنجي تندي کان جند ڇڏائڻ لاءِ جو آئون گهڻو ذڪر ڪندو آهيان سو انهي ڪري جو تون هن وقت جنهن ماحول ۾ رهين ٿو ايتري تہ خسيس پٽي ۾ مبتلا ٿيل آهي جو انهي ۾ بلند خيالي ۽ بلند پروازي ڏکيو ڪم آهي. مون تنهنجي پرواز ۽ ٻولي ۾ هڪ عظمت ڏٺي جنهن مونکي متاثر ڪيو. مونکي تنهنجي اردگرد واري دنيا جي گهٽتاين جو احساس هو پوءِ بہ تنهنجي عظمت ظاهر هئي. لفظن ۽ خيالن ٻنهي ۾ خاص ڪري تنهنجي واين ۽ شعرن ۾ سمايل خيالن ۽ ٻولي ۾ مون وشالتا ڏٺي حالانڪ ان ۾ ئي ڪيترين خامين هيون پر تو ۾ وڏي پرواز جي لياقت موجود ڏٺم.

ائين ناهي تہ ڪو تون موجوده قسم جي زندگي ۾ شاعررهي ڪونہ سگهندين پر توکي ان لاءِ ائين رهڻ ڏکيو ٿيندو. تون پنهنجي چوگرد مختلف ۽ مخالف ۾ سرگردان هوندين. تون دامن مشڪل سان بچائي سگهندين. شعر لکڻ تہ پري رهيو.

تنهنجي گهرو توٽي ذاتي حالات توکي اجازت ڏين تہ ٻئي قسم جي زندگي ڏانهن لاڙو رک. هي موقعو اٿيئي ڪاليج ۾ پڙهڻ جو ۽ ٻئي قسم جي حياتي طرف وک وڌائڻ جو. تون هنن کان ٻاهر هوندين. تنهنجي خاص مشغولين تي اعتراض ڪونہ ونندا ۽ اوهان تہ هڪ ٻئي جي مدد بہ ڪري

سگهندا ۽ گهر کان پري رهڻ ڪري تنهنجي فڪر ۽ ذهن ۾ وشالتا ايندي. تنهنجو مشاهدو وسيع ٿيندو ۽ تنهنجي راءِ گهر وارن ۽ ڏنڌي وارن کي وڏيڪ مدد ايندي. باقي رهيو پئسا ڪمائڻ جو سوال, سو عرض تہ اهي ڪمائڻ ۽ مٿو مارڻ سان ڪونہ ملندا آهن. جڏهن دولت ايندي آهي تہ ڇت ڦاڙي ايندي آهي. ڏن ڏوڙ تي سگهي ٿو ۽ ڏوڙ مان ڏن پيدا ٿي سگهي ٿو. هونئن بہ توکي اهڙو فڪر گهٽ ڪرڻ گهرجي.

آئون ڪر منهنجو پنهنجو مثال ڏيان پر اهو توکي هن وقت سمجهہ ۾ ڪو نہ ايندو. تون ائين چوندين تہ تنهنجا خيال ۽ حالات مختلف هئا ۽ منهنجا مختلف آهن. انهي ڪري آئون پنهنجي ذات کي تو ۾ ۽ تنهنجي ڳالهين ۾ ملوث ڪونہ ٿو ڪريان.

حالانڪ رات وهامي رهي آهي. جن رٽائرنگ رومس مان هڪ مونکي ملي آهي سا هڪ ئي وڏي هال ۾ ڇهن ئي ڪئبنن وانگر آهن. ڪن ۾ زالون آهي جن جا آواز ۽ ڳالهائڻ تہ ايڏو ايذاءَ ڪونہ ٿا رسائين جيڏو هنن جي چر چر. اصل ماٺ ئي نٿيون ڪن. لڳي ٿو وٽن مرد ڪونهن. پاڻ ۾ ايترو تہ ٿيون ڳالهائن جو خط لکڻ ۾ دخل انداز ٿيون ٿين. الاجي ڪيئن ٿا انهن جي بي وقوفي تي مرد مرن. مون خط لکڻ ڦٽو ڪري سمهڻ جي ڪوشش ڪئي. اهو تہ ان کان بہ ڏکيو ڪم آهي. بارن جو رئڻ رڙن ايڏو بدمزي ناهي جيترو هنن جي چرچر زبان. ڪيئن هنن کي چوان تہ چپ ڪريو. الاجي ڇا سمجهن. انهي گوڙ ۾ هي خط لکي ويو آهيان. الاجي ڇا لکيو اٿم! تون ناراض نہ ٿي پوين. ڏوهہ انهي چرب ۽ گوڙ جو آهي منهنجو ڪونهي. ڪا جوان ننڍي نيٽي آهي سا پيئي ڪي قصا گهرجا ۽ گرهست جا ڪنهن ڪراڙيءَ کي ٻڌائي. ٻي بيڪل ۾ ڪا عورت شايد مرد کي پيئي ڪا ڳالهہ چوي. اصل ماٺ ئي نٿي ڪري. خبر ئي نٿي پوي تہ ڪيترو ٽائيم ٿيو آهي. سيءَ تمام گهڻو آهي. باهر برسات آهي ۽ برسات ۾ سيءِ وڌي ٿو. تمام گهڻو واچ پريان ٽيبل تي رکي اٿم. اُتي کڻي ڏسڻ تي همت نٿي ٿئي. ٻئري اچي ٺڪ ٺڪ ڪئي. در تي مون در کي ڪلپ ڪونہ لڳائي هئي. چيم اندر اچ. چيائين: صاحب ناشتو کڻي اچان تڏهن احساس ٿيم تہ صبح ٿيو آهي. وري بہ اهي زنانا آواز هاڻي تہ اهي اچا بہ وڌيڪ تيز آهن. مونکي تہ تمام گهڻي چڙ ڏياريندڙ آهن. ٻي رات سمجهان ٿو هتي رهي ڪونہ سگهندس. رات مون ٽرين ۾ لالہ موسيٰ کان راولپنڊي تائين پنج ڪلاڪ ننڊ ڪئي آهي.

راولپنڊي تي هم سفر مسافر اٽاريو نہ تہ جيڪر وڃي صبح جو پشاور کان نڪران ها. باقي رات مونکي ننڊ ڪونہ آئي پر اها زناني گوڙ بہ ڪرڻ ڪونہ ڏني. خط لکڻ ۾ تڪليف محسوس ڪئي اٿم.

هاڻي اٿي تيار ٿي ڪورٽ ۾ ويندس.

پيارن سان فقط تنهنجو

روچي رام.



ڪارپاڙو. ميرپورخاص

ڇنڇر. فبروري 7، 1976

منهنجا پيارا پرمانند.

خط پهتو. ياد ڪرڻ لاءِ مهرباني. ڪالهہ جڏهين ٽن ڏينهن جي غير حاضري بعد ڪراچي کان واپس پهتس. تنهنجو خط جنهن تي مٿان 4 فبروري جي تاريخ لکيل هئي. سو پڙهيم. تنهنجي ذهن جي ڪيفيت ۾ پيڙا محسوس ڪري سگهان ٿو. ان کي ڪي قدر سمجهي سگهجي ٿو. جذبن جي وهڪري ۾ انهن جي سيلاب کان ايترو گهبرائڻ نہ کپي.

منهنجو ڪراچي وارو خط توهان کي ڪونہ پهتو آهي. اُن ۾ مون شريمتي چندرا ديوي لاءِ خط گڏ وڌو هو. مونکي خود عجب ٿو لڳي تہ اهو لفافو ۾ ان سان گڏ هڪ ڪارڊ جيڪو مون اڳ ۾ ميرپورخاص ۾ لکيو هو. منهنجي هڪ عزيز کي ڪراچي ۾ ٽپال ۾ وجهڻ لاءِ ڏنا هئا سي ڪيئن گم ٿيا آهن. هن پيري اُن کان پڇيم. چياڻين سندس اعتبار جوڳي ملازم خاطري سان پوسٽ ۾ وڌا هئا.

چڱو ٿيو جو منهنجي خطن جي سيلاب مان هڪ جو بار تو مٿان گهٽ ٿيو. محترمہ چندرا کي منهنجو خط ڪونہ ملندو، اُن جو دک اٿم چاڪاڻ تہ وري اهي خط لکي ڪونہ سگهندس. منهنجي ذهن مان ڪيترائي خيال ۽ لفظ جيڪي انهن خطن ۾ لکيا هئم سي نڪري ويا آهن. ڪڏهن ڪڏهن سوچيندو آهيان تہ تو وٽان ڪي خط گهرائي وري پڙهان.

آئون سوچيان پيو محترم مرحوم مير غلام محمد جي ورسي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ 12 تاريخ ٽنڊي اچان. جيڪڏهن نہ پهچي سگهيس تہ پوءِ ايندڙ

چنچر ڏينهن ايندس.

تون جنهن نموني ڪاوڙ ڪندو آهين.جذبن جي وهڪري ۾ تنهنجا پير اکڙڻ لڳندا آهن. تنهنجو ذهن تان ۽ سوچڻ تان ڪنٽرول گهٽجي ويندو آهي ۽ جنهن نموني ۾ تنهنجو من پيڙا ۾ بي حال ٿيڻ لڳندو سي سڀ سور ۽ پيڙائون عين فطري ۽ زندگي جو عام معمول آهن. سماجي سٽاءَ ۾ انسان هر وقت غير محفوظ. سورن ۾ مبتلا ۽ انصاف جي ڪمي محسوس ڪندو رهندو آهي. انهيءَ ڪري تہ سنسار ۾ سماج سورن جي کاڻ آهي. انهن سورن سان ڪيئن گذارجي؟ ڪو روئي رڙي دانهون ڪري سور ۽ صدما سهي گذاري ٿو. ڪو انهن کان بچي وڃڻ جي ۽ پري ٿيڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ۽ ڪو وري سورن سان گهاري ٿو. ڪو سورن کي سڄڻ جو متبادل سمجهي خوشي سان سهي ٿو چوي ٿو محبوبن جا موڪليل آهن.

سور جهولي پائي جهلبا آهن. سور زندگي جو عرق آهن. بهادري سان حوصلي سان عزم سان ڪنڌ مٿي ڪٽي هلبو آهي. محبت تي خوش ڪٽي ٿجي پر نفرت وچان وهلور بہ نہ وڃجي. محبت ماڻجي ۽ نفرت چوڙ جي. مناڻ مان حظ ونجي. پر ڪتاڻ ۽ ڪاراڻ کان منهن نہ ڦِٽائجي. مون ڪونہ لکيو هو تہ ڳاٽ اوچو ائين هجي جيئن شڪر (جبل جي چوٽي) کان هيٺ ڪارا بادل وڪوڙي ويل هجن. تنهن کان پوءِ گهاٽا ڌگها پيلا هُجن. تنهن کان هيٺ ننڍا تڪا تڪر هجن ۽ ان جي تري ۾ ڳوٺ ۽ شهر ۽ آباديون هجن ۽ انهن جا بکيڙا هجن. اهي سمورا پهاڙ کي گهيري ۾ وٺي وينا هجن پر ان جي چوٽي. ان جي شڪر ان جو مستڪ اوچو آهي. هو گوڙ ۽ ڏکن جي ملال کان متاثر ناهي ٿيو. بادلن جي ڪاراڻ ان تي اثر نٿي ڪري. طوفان لڳن پيا. مينهن جا ڪڙڪات آهن پر هو استر آهي.

ننڍن ماڻهن جي ننڍن ڳالهين کان. بي سمجهن جي باراڻين ڳالهين کان. ڪتن جي ڀونڪ کان ڪو فقير ڪاوڙ جي پنڌ ڇڏي ڏيندا آهن؟ پنهنجي منزل طرف وک وڌائڻ ترڪ ڪندا آهن؟ ڳٽي گهٽ ڪر

تنهنجو هر حال ۾ ساٿي. فقط.

روچي رام



ميرپور بٺورو
مارچ 22، 1976

پيارا پرمانند،

گهر ۾ نئين مهمان اچڻ جو مبارڪون قبول ڪندا

ڪڏهن ڀاڳ ڀئي جو هوندو آهي ڪائيندا سپ آهن. شارڊا جڏهن ڪان اسان وٽ آئي آهي اسين ذهني طرح وڌيڪ خوش رهڻ لڳا آهيون. ان بعد جيڪا عورت ڏسندو آهيان ان ۾ شاردا جي شڪل ڏسڻ ۾ ايندي آهي.

جنهن عورت مونکي ڀانيو ان کي سندس عشق جي معراج وقت شارڊا جائي. تنهن بعد بي عورت جي جسم کي مون پيرن کان مٿي ڪونہ ڏٺو. هن جي اٿاهہ بي پناهہ محبت جي باوجود آئون هن کي ڇهي تہ ڪونہ سگهندو هوس ان سان نظر ملائي ڪونہ سگهندو هوس پر سندس عضون کي ڏسي بہ ڪونہ سگهندو هوس.

جڏهن مونکي عورت جي چلڪندڙ جسم، خماريل نشيلي چال ۽ ڦٽڪندڙ جواني کان ڊپ ٿيندو آهي. جڏهن ڪنهن شادي شده عورت کي جواني جي نشي ۾ مون طرف ٿاٻڙندي محسوس ڪندو آهيان. ڪنهن اڻ پرڻيل الهڙ جوان عورت کي طوفان وانگر مونکي چور چور ڪرڻ جي سازش جو پتو پوندو اٿم. يا جڏهن ڪنهن اڪيلي جوان وڏوا جا زخميل جذبا ۽ سڊول جسم منهنجي تاڪ ۾ هوندو آهي تہ سمجهندو آهيان تہ هيڏو ٻار زمين ڪيئن ڪٽي سگهندي هوندي! آئون سنسار کان ڀڄي نڪرڻ جي واهہ ڳوليندو آهيان. ڪا نہ صرف منهنجي سالن کان سڪايل ٻرندڙ جسم کي ڇهندي آهي تہ ٻاهہ کي برف کان ٿڌي محسوس ڪندو آهيان. عورت جي جسم ۾ شاردا جو روپ ڏسندو آهيان. عورت جي جسم ۾ مردگي ڀاسندي آهي. من ۾ انسان دوستي جا جذبا نہ هجن تہ جيڪر آئون هي سنسار تياڳ ڪري وڃان. عورت جي روپ جي شاردا وانگر حفاظت منهنجو فرض آهي. ان لاءِ هي جبل جيڏي زندگي گهاريان پيو. مون پنهنجي من جي محبوبا ڪونہ پاتي آهي. ان جي تلاش ۾ آهيان. هر عورت ۾ مون پنهنجي محبوب جي تلاش ڪئي.

عورت جي جسم ۾ مونکي سڪون ڪونہ مليو. عورت جي خيال ۽ پيار ۾ ڪو آرام بيشڪ آهي. مونکي چار ڏينهن پنج ڏينهن هفتو سارو ماني

ڪونہ وڻندي آهي. لڇمي کي چوندو آهيان تہ سنسار پتڪيو آهيان. ڪٿي سڪون ڪونهي. تنهنجي ٻانهن ۾ بہ ڪونهي. اڄ پيار وچان ماني پچائي ڏي. هن جي ماني ۾ ساري جسم جي تڙپ جذبن کي نهراءِ ملندو اٿم. هڪ پيري ڪيس رات جو اٺاري ڇيم: ٽيپ وڃاءِ تہ الهڏ فقير جو ڳاتائي جو ڪلام "آيل ڪريان ڪيئن منهنجو نينهن پلئو نہ رهي." ٻڌون. شارد کي ڇيم هوءَ اچا نندي هئي. ڪراچي هلي بوري بازار ۾ هر شيءِ ڪيس ڏيکاريم سندس راءِ پڇيم. هر رانديڪي ۽ ننڍڙن ڪپڙن ۽ بازار ۾ رنگا رنگي شين بابت پڇيم. خيال آيم تہ مون بعد بہ هن دنيا ۾ رنگيني قائم رهندي شاردا کي ڇيم. ٿون امر آهين. هو ڇائي هئي مون تارون ڪيون هيون سيني عزيزن کي.

هتي اهو معلوم ڪري خوشي ٿي تہ تو ديوان ليلارام کي ڏيهُ ڄمڻ تي تار ڪئي آهي. عورت جا جذبا اشراف ۽ صادق آهن ۽ مرد جا وحشي. عورت جو وجود مرد کي جانور مان انسان بڻائڻ آهي.

ٿون مبارڪ جو حقدار آهين جو هاڻي جانور مان توکي انسان بڻائڻ واريءَ جو جنم ٿيو آهي. منهنجي طرفان ننڍڙي ٻيبي ۽ سندس ماءُ لاءِ دعا قبول ڪندا.

فقط

روچي رام



ميرپورخاص

10 اپريل 1976

پيارا پرمانند،

خط ڪونہ ٿو لکين. يا تہ انهي انتظار ۾ آهين تہ تنهنجي اڳئين مهيني جي 9 تاريخ واري خط جو جواب لکان. يا ناراض آهين يا طبيعت ۾ نيڪ ناهين.

اڄ وچان ها روپا ماڙي جي ميلي تي ۽ شريڪ ٿيان ها بدين جي ثقافتي ميلي ۾ ۽ سوچيو هوم تنهنجي ۽ تنهنجي شهر جي حاضري ڀريندو ايندس.

منهنجي اچڻ ڪري اوهانجي سموري گهر کي تڪليف رسي ٿي. توتي عجيب ڪشمڪش جي ڪيفيت طاري ٿئي ٿي. تنهنجي ڳڻنان ورڻ بعد

آئون جيڪي پنهنجا خيال قلمبند ڪري موڪليان ٿو سي توکي ضرور رسائين ٿا. ننڍڙي دل ايترو بار ڪٿي نٿي سگهي. تنهنجي ڳوٺ نه اچڻ جو فيصلو ڪيم. تنهن بعد ٻيو ڪيڏانهن پڻ وڃي ڪونه سگهيس. فدا حسين کي چيم: تون وڃ دودي ۽ چنيسر جي عرس تي، آئون ڪونه هلندس. هن سبب پڇيو. ڪوبه دليل ۽ تسلي وارو جواب ڏيئي ڪونه سگهيس. ثقافتي ميلي لاءِ پڻ اج محمود کي جواب ڏنم. مون خاطر ويچارا تيار ٿيا هئا ۽ مون بنا سبب ناڪار ڪئي. هو پوءِ به ويا. منهنجي انڪار جو سبب ڪين سمجهه ۾ ڪونه آيو. ۽ هي خط تنهنجي خدمت ۾ عرض رکان ٿو اوهان کي الاجي ڇا ٿي ويو آهي. تون جواب ڪونه ٿو ڏين. خط نٿو لکين پر برادرم محترم سيٺ چانگارام به خط جو جواب ڪونه لکيو آهي. شايد گهڻو ڪم ۽ مشغوليون ايتريون جهجهيون آهن.

هن مهيني جي آخر ۾ 23 اپريل کان وٺي اقليتن جو سرڪاري طرح وفاقي حڪومت طرفان هفتو ٿا منائين. آئون ان ۾ مختصر حصو وٺندس. شايد مقالو به پڙهڻو پوندم. انهي عرصي ۾ هڪ ٻن ڏينهن لاءِ اچج.

شريمتي چندرا ديوي ۽ تنهنجي ماتا لاءِ ۽ سيني گهر وارن لاءِ شڀ اچائون. ڪنوار ايشان جي ٻيبي جو نالو ڪهڙو رکيو؟ انهن ٻنهي جو ڪهڙو حال ۽ طبيعت ڪيئن آهي. تنهن بابت سماچار ضرور ڏيندا رهندا.

پيار ۽ ادبن سان اوهان جو فقط

روچي رام



ميرپورخاص

اپريل، 17، 1976

پيارا ۽ ننڍڙا دوست،

مون تنهنجي خطن ۾ اهو پڙهي ته تون منهنجي خطن جي ضرورت محسوس ڪندو آهين ۽ تانگهه ۾ سارينڌو آهين ته وڏي همت افزائي ۽ فخر محسوس ڪيو آهي. تنهنجا چار خط ٻن لفافن ۾ بيرنگ ٿي اچ پهتا. تنهنجا ڇڙ وڇڙ ٿيل خيال، اڌورا خط، منجهيل بنا ترتيب جي رکيل ۽ پنا مون محنت

ڪري. سهيڙي آهستگي سان ناهي. اجوڪي ڇنڇر جي سموري شام صرف ڪري پڙهيا آهن.

مونکي انهي خطن ۾ جيڪي تو منهنجي نيڪي ۽ ساراهه ۾ لکيو آهي سو فضول ۽ اضافي معلوم ٿيا. اهو بڌي خوشي ٿي ته ڪي ماڻهو تو وٽ به منهنجي گلا ڪرڻ جي همت رکن ٿا. خاميون ڪنهن ماڻهو ۾ ڪونهن. وري به گلا ڪنهن بيڪار خسيس ماڻهو جي ڪونه ٿيندي هوندي اهو تنهنجو طاقتور قلم ۽ حوصلو آهن جيڪي گلا بڌي پوءِ به انهن کي ڪن لائي ياد ڪري گلا جا اکر ورجائي مونکي لکي موڪلي تو سگهين هتڪ کي گلا کي ورجائڻ وڏيڪ هتڪ ۽ گلا ٿئي ٿي. مون ڪونه لکيو هو "نه چوندو ڪر ٻيا ڇا ٿا چون". ٻين جي مونکي پرواهه ڪونهي. مونکي صرف انهيءَ جي ضرورت آهي ته پرمانند ڇا ٿو چوي. انهيءَ ٻن ڳالهين کانسواءِ باقي تنهنجي خطن ۾ لکيل ڳالهيون اهڙيون آهن جن جو مونکي انتظار هو.

ماتلي مان تنهنجا ٽيليفون آيا, تنهن لاءِ تنهنجي مهرباني. تون لکين ٿو هڪ خط ۾ ته مون سان ڳالهائڻ لاءِ بيچين هئين. تون مون ڏانهن خط لکڻ لاءِ آتو هئين پر لکي ڪونه سگهئين. ٻئي خط ۾ لکين ٿو ته منهنجي خط جو انتظار توکي درد جو احساس ٿو ڏي. تون ڀانئين پيو آئون ناراض آهيان ۽ منهنجي ناراضگي جا اسباب ڳولڻ جي ڪوشش ٿو ڪرين. انهيءَ خط ۾ تون تشبيهه ٿو پيش ڪرين انهيءَ سان جيڪا منهنجون ڏکيون ڳالهيون بڌي موذي مرض ۾ گرفتار ٿي ملڪ ڇڏي ويئي ۽ منهنجا خط پڙهي ڏکيا قصا پڙهي تون به ان وانگر بيمار ٿيندو هئين. تنهنجي ٽئين خط ۾ جيڪو تو اڳوڻي خط کانپوءِ لکيو آهي تن ۾ تنهنجي تمنا آهي وڌيڪ ماضي جي واقعن بابت لکين. ماضي توکي ڏائڻ جيئن کائڻ لڳي ٿو ۽ تون چاهئين ٿو ته تون ڪجهه چئي دل تان بار هلڪو ڪرڻ چاهين ٿو. چوٿين خط ۾ منهنجي خط پهچڻ تي خوشي جو اظهار ڪرين ٿو.

ٻئي نمبر خط ۾ تو منهنجي خطن جو ذڪر ڪندي انهن مان پهرئين خط جو جواب ڏيندي ماضي قريب جي هڪ شخص جي زندگي جي تابناڪ پهلو طرف اشارو ڏنو آهي پوءِ وري منهنجو لحاظ رکندي ڳالهه کي وڌيڪ کولڻ کان گريز ڪيو آهي. توکي حق آهي ڳالهه پنهنجي انداز ۾ ڪرڻ جو ۽ پنهنجي انداز قائم رکڻ جو. پر توکي شايد خبر ناهي ته مونکي ڪيترين ڳالهين. ناهموارين. جذباتن جي اوپاري ۽ لهواري ٻنهي وهڪرن جي

ڪيترن ڪُنن جي. لسن جي ليٽن جي خبر هئي. منهنجو خط وري ب پڙهي ڏس. خير تون ننڍڙو آهين. سامهون صورت ڏسي شڪل سڃاڻين ٿو. توکي صرف سطح جي خبر آهي پوءِ وري خطري کان نہ ڊڄي ٽپو ڏين ٿو ۽ غوطا کائين ٿو پر ان جي اونهائي کان واقف نہ ٿي سگهيو آهين عشق جي ناسور جون دانهون ڪرين ٿو پر ان جي گهرائي خودنشتر جي قوت ، طاقت، ڦٽ جي اونهائي ناسور جي نہ چنڊ جي ڪيفيت کان ناواقف ٿو لڳين. جسم ۽ حوصلي جي قوت تي سواري لاءِ سنبرين ٿو پر اسپ جي نسل، سکيا، تازگي، ان جي تندهي ۽ تيزي جو خير ڪو اندازو اٿيئي.

آئون پنهنجي عمر يا تجربي جو رعب ڪونہ ٿو وجهڻ چاهيان. آئون خود تنهنجي حوصلي ۽ خطرن کان بي خبر طبيعت کي پسنديده نظرن سان ڏسان ٿو پر صرف اهو چئي ڇڏيان ٿو ۽ ان تي توکي ڪا ڪاوڙ نہ اچڻ گهرجي تہ جنهن ساز آواز ۽ عشق جي رفتار کي تون وڏي تک واري رفتار سمجهين ٿو سا اجا ڪمي واري رفتار آهي. تازين جي ڊوڙ اجا تکي ٿيندي آهي. جنهن کي تون ڪاميابي جي انتها سمجهين ٿو سا اجا ابتدا مس آهي. تنهنجي انداز ۾ بين لاءِ ميار وڏيڪ سمايل آهي همدردي گهٽ. راند ۾ خواه زندگي ۾ ڪمزور ۽ هاريندڙ راندگير کي هيسائبو ناهي. ان جي لاچارگي ۽ ويچارگي تي ٺٺولي ڪرڻ ڪين جڳائي.

مونکي تنهنجي اها ڳالهہ ڪانہ آئڙي جيڪا تو پنهنجي ذاتي داستان ٻڌائيندي ڪئي هئي تہ هڪ ٻئي پنيان عورت سان لنؤ لائي پوءِ وري ائين ٻئي پاسي دل ڏيندو رهيو آهين ڄڻڪ ڪپڙا لاهي ٻيا پيو پائين. هيڪر اتڪي وري الائي ڪيئن ٿو جند ڇڏائي سگهين.

هي گنهگار اڪيون مشڪل سان اڙجن ٿيون. ڪٿي دور ڪن اکين تي ٽڪيون انهن کي جهڪائي اُنهن جي سيني تي پکڙيون. ائين لڳندو هو: سندن سينو صرف منهنجي نظر کي ترسائڻ لاءِ اُڀريو هو. عمر گذري ويئي اکين ماڳ نہ مٽايو. عشق جي آگ جسم جي هر بوٽي کي چيري جلائي سون وانگر نکاري ڇڏيو. ڪهڙا ويهي ڪن جي احسانن جا داستان لکون. تون ڪو ڏاڍو مڙس آهين جو دوست ٿي، ان کي دل جا سودا ڏيئي وري انهيءَ خلاف الزام لڳائين! دولت وس ٿي. ڇڏي ويئي. هيئن دغا ٿي، هونئن بي قدري ڪيائين.

احسان ڇنا مورڳو تنهنجا مهڻا مٿن لڳا ۽ الزام تراشي ٿي. اها تہ پريت جي ريت ڪانهي.

مون تنهنجي سياسي مسلڪ بابت ڪڏهن ڄاڻڻ يا ان بابت پڇڻ يا ان بابت راءِ ڏيڻ جي ڪڏهن ڪوشش ڪونہ ڪئي آهي. پر هن پيري جنهن پيرائي ۾ تو ڳل ڳاڙهن نوجوانن جون ذڪر ڪيو، سوبہ اهڙي نفرت واري انداز ۾ ڪيو جو مونکي ڪجھ لڳٿو پوي ٿو.

جن کي تون ڳل ڳاڙها سڏين ٿو سي املهہ نوجوان آهن جن تي جيترو فخر ڪجي اوترو ٿورو آهي. ڪنهن هڪ پيري هندي جي مشهور شاعر نيوگي هري[1]کي چيو هو تہ هي سوشلسٽ ڪهڙا آهن جن وٽ اخلاقيات لاءِ ڪو معيار ڪونهي بنا ڀڳوان جي پلا حلال حرام جو معيار ڪيئن قائم رهي سگهندو؟ ڪيئن پيءُ ۽ ماءُ جي ساڃاهہ رهندي؟ چڱي مدي جو فرق ڪيئن معلوم ڪري سگهبو؟ نيوگي مهوديہ جيڪي چيو سو بيان ڪرڻ لاءِ گهڻو وقت درڪار ٿيندو ۽ ايڏو وڏو خط پڙهڻ جي نڪي تو ۾ همت آهي نڪي مون ۾ لکڻ جي. پر هڪ پيري محترم حيدر بخش جتوئي جڏهن ايوب واري وقت ۾ ڏلن ۽ سنڌ سان ناانصافي بابت پمفليٽ لکڻ جي سلي ۾ مچ جي جيل مان سزا ڪاٽي ميرپورخاص آيو هو تڏهن مولانا عبدالحق رباني صاحب ۽ سنڌس مدرسي جي استادن سنڌس مان ۾ استقباليو ڏنو هو. ان ۾ هن ميزبانن کان پڇيو هو تہ توهان نيڪي ٿا ڪريو انهي لاءِ تہ جنت ۽ ان ۾ رکيل نعمتون ماڻيندا سون. توهان مذهبي ماڻهو خدا جي ڊپ کان ۽ جنت جي آسري تي نيڪ ٿيو ٿا ۽ اسين صرف نيڪي ڪرڻ لاءِ بنا ڊپ ۽ لالچ جي نيڪي ڪريون ٿا. ٻڌايو ڪنهن جو مرتبو مٿي آهي؟

هاڻي ٻڌ تہ ٻڌايان تہ شريمان نيوگي هري ڇا چيو هو مونکي. تہ جيڪڏهن ڀڳوان خدا يا گاڊ جو تصور دنيا مان نڪري وڃي تہ بداخلاقيات جو تصور پڻ ختم ٿي ويندو. گهڻا جهيڙا گهٽ ٿي پوندا. هتي اهو اجازت ڏين تہ لکي ڇڏيان تہ راشدال پنهنجي ڪتاب Theory of Good and Evil جيڪو فلاسافي جو اوائلي ڪتاب آهي ۾لکيو آهي تہ گناهہ ۽ ثواب جو تصور مذهبي هدايت کان بہ مٿيرو آهي. خير نيوگي هري جو ٻڌايل تذڪرو تفصيل سان ٻئي پيري لکندس. ڳالهہ پيئي ڪيم ڳل ڳاڙهن ننڍڙن نوجوان سياسي شاگردن جي. هو سچائي طرف مائل منزل طرف ويندڙ قافلي جا سرواڻ آهن.

---

[1] نيوگي هري ٻڌ هو. هُو هندي جو وڏو شاعر هو ۽ منهنجو دوست هو.

ٿيون ڏينهن مون نيلو وٽ تو لاءِ لکيل خط وري ناهي پڙهي لکيو ۽ روانو ٿيڻ وقت اهو اتي وساري آيس. ان ۾ مون آزاد ٿيل فردن بابت لکيو هو. اهو خط اڄ نيلو کڻي آيو آهي. اهو تنهنجي هنن خطن پهچڻ کان اڳ ۾ لکيو هوم ۽ هاڻي اهو سمورو خط توڏانهن موڪلڻ جهڙو ڪونهي. ان ۾ لکيو هوم ته نرواڻ هن وقت حاصل ڪرڻ جي ضرورت آهي پر اهو نرواڻ مختلف آهي انهي نرواڻ کان جنهن پٺيان تنهنجو ڪنول پيل آهي. نرواڻ حاصل ڪرڻو آهي انهي غلامي کان، جيڪا اسان کي پنهنجي معاشري کان، پرم پرا کان. گهرو ماحول پسمانده بي حس زندگي گهارڻ مان ملي آهي. اسين صدين جي غلامي بعد غلامانه ذهنيت، غلامانه هلت، سوچڻ جي انداز ۽ اهڙي حياتي تي هري وبل آهيون. اسين خود اعتمادي وڃائي ويٺا آهيون. اسين اهڙي سياسي سماجي ۽ معاشي ڍانچي ۾ اهڙي نموني نهي ويا آهيون جو جڻڪ اسانجي سوچ ۽ عمل جي قوت تي تالا لڳي ويا هجن. اسان جا مذهبي ۽ تمدني انداز اهڙي سانچي ۾ گهڙجي ويا آهن جو اسين هر تازي هوا کان ڏجون ٿا. اها غلامانه سوچ اسان کي هر قسم جي سڏاري، دنيا جي نعمتن ۽ زندگي جي خوبصورتين کان پري ڏکيندي پيئي وڃي.

اسان محسوس ڪرڻ ڇڏي ڏنو آهي ته ڪيترو نه ڪريل ۽ پست ٿيل ۽ ڪسا ماڻهو آهيون. اسين هينئر اها ڳالهه نتا سمجهي سگهون پر ڪنهن وقت اسان مان ڪنهن کي صحيح سوچ اُتپن ٿيندي ۽ پوءِ اسين شدت سان محسوس ڪنداسون ته اسين ڪيترو نه پوئتي پيل انسان آهيون ۽ ايترو ته رساتل ۾ هليا ويا آهيون جو نڪي اسان وٽ حس موجود هوندي نڪي احساس. بس ائين چونداسون ته اسين نه رڳو بي بس آهيون پر بي حس به.

هني اهو لکڻ نامناسب نه ٿيندو ته اسان دنيا کي ڏسڻ، ان مان حظ حاصل ڪرڻ ان کي ماڻڻ، ان جي نعمتن کان آشنا ٿيڻ، ان جي چئلنجن سان مقابل ٿيڻ، انسان تي رهڻ ۽ همدردي، رحم ۽ ديا دل ۾ ڌارڻ کان بنهه قاصر آهيون. سماج يا ان جي نهيل مذهب ۽ معاشي ڍانچي جي گرفت ۾ ايترو ته قاتل آهيون جو هاڻي حسن ۽ عشق جي اسان کي تاري بوڙي ڍانوان ڍول ڪري سگهن، سي به پنهنجو اثر وڃائي ويٺا آهن . هي گل انهن جو خوشبوئون، هي مهڪندڙ هوائون، هي وڻن جي سرسراهٽ، هي طوفان، هي پهاڙ پٿون، دريائن جو اٿلون، هي سمنڊن جو چوليون ته ڇا پر ويرون به اسان جي ڪلر ڪاڏل ضمير کي اٿاري نٿيون سگهن. ڪيتريون بي انصافيون

ٿين ٿيون حق تلف ٿين ٿا. لڇون لتڇن ٿيون پر اسان جا هٿ پير ۽ ڳچي زنجيرن ۾ جڪڙيل آهن. اسان جي سوچ بہ زندگي جي بهتر قدرن طرف مائل نٿي ٿي سگهي.

اهڙي پوسات ۾ نعمت آهن اهي نوجوان جن جي ذهن ۾ هن گندگي کان بغاوت سمايل آهي. ڇو انهي وقت کان جڏهن اهڙن ڳل ڳالهين کي ڪنول جهڙا شاعري جي دعويٰ ڪندڙ پس مانده معاشري جي نمائندگي ڪندڙ سماج جا ٺيڪيدار مجبور ڪري مات ڪرائي ويندا ۽ پوءِ ڪا ڪوڪ پڌري ۾ ڪانہ ايندي. ڪا جنگ جدل نہ ڏسندين. گهما گهمي ۽ هلچل نہ هلندي. حياتي بدران قبرستان جهڙي مات ڏسندين جن ۾ بهادر فنڪار تو جهڙا ڪيترا شاعر وڏي نانءُ سان رکيل آهن. وڏا قبا متن نهيل آهن پر ڪچن اهڙو جهڙي پيت. پلا مڙدا جو ٿيا ڪٽي ڪهڙا بہ وڏا ماڻهو هُجن.

منهنجو سلام آهي اهڙن ڳل ڳالهين نوجوانن کي جن کي تون طعنو ٿو هڻين تہ هو جنهن راڳ ۽ ساز تي نچن ٿا سو تنهنجو تخليق ڪيل آهي. تون پنهنجي تخليق تي ناز ڪندي بہ ان جو دشمن آهين هو تنهنجي تخليق جا وارث، مالڪ ۽ حاڪم آهن. اوهان جي قنايل دنيا ٻڌائڻ وارا.

تنهنجي خط ۾ اهي جُملا پڙهي ائين ڀاسيم تہ ڪو نامرد ڪنهن مرد کي مردانگي جو ٽُنڪو ڏيندو هجي.

ڊپ اٿم تہ تنهنجي شان ۾ ڪا گستاخي نہ ٿي وڃي. مون تمام گهڻي ڪوشش ڪئي آهي تہ گهٽ ڏکيا اکر استعمال ڪريان. اُميد تہ هميشہ وانگر قرب وچان نامناسب اکر لکي ويو هجان تہ معاف ڪندين.

اصل ڳالهہ هئي اڳ ۾ لکيل خط جي جيڪو نيلو اچ ڪٽي آيو آهي. ان ۾ لکيل ڳالهہ موجب تہ ائين ناهي تہ سؤ سال کان بہ وڌيڪ غلامي گهارڻ بعد ڪو اسين هاڻي سڌري آزاد طبع رکي ڪونہ ٿا سگهون يا آزاد منشن وانگر زندگي گهاري ڪونہ سگهنداسون سو درست ڪونهي. نرواڻ حاصل ڪيل آزاد ٿيل Liberated. اسان مان ڪيترا آهن ڪيترا ٿين پيا ۽ ڪيترائي اسان جي زندگي ۾ شعبا آهن جن جو رُخ جهالت کان باهر نڪرڻ طرف روان آهي.

تون شايد عجب نہ بہ کائين پر بيا ڪيترا عجب کائيندا آهن تہ ڇو ڪڏهن اهڙي هنڌ ويندو آهيان. اهڙا ناتا رکندو آهيان. اهڙين دوستين ۽ لاڳاپا ناهيندو آهيان وڌائيندو آهيان جتي منهنجي سماجي ۽ سياسي

حيثيت واسطو ۽ مناسبت بنهہ ڪونہ نهڪندا آهن.

آئون پوءِ بہ ائين چو ڪندو رهندو آهيان؟ سوچيم هوم ڪڏهن توکي انهي بابت ٻڌائي ڇڏيندس.

ڪي اهڙا پيشا آهن. ڪي اهڙا مڙد آهن. ڪيتريون اهڙيون عورتون آهن جن جي زندگي جي جدوجهد هن ماضي جي گند مان ڪين ٻاهر ڪڍي تازي هوا رسائي ٿي. اها آهي منهنجي منزل! انهي تازي نسيم ۾ آئون پنهنجو ساهہ وجهندو آهيان. ٻين ڳالهين ۾ شايد تون نہ پورڻ چاهين پر انهي باگي واهہ جي پرسان. انهي گند جي ڍير ۾. مونکي هڪڙي دل ڏسڻ ۾ آئي جنهن جي شاعر جي ذات ۽ ان جي دل جي ڪيفيت اهڙي هئي جيڪا جيڪڏهن قائم رکندو ايندو تہ پوءِ اهي لفظ. اهي اکر. اهو لفظن ۾ سمايل ساز ۽ معنيٰ هن کي مردگي بدران زندگي ڏانهن ڪٺي ايندا. توکي رستي تان پٽڪندو ڏنم. توکي قبر ۾ دفن ٿيندي ڏنم پر هر وقت منهنجي دل کي يقين هوندو تہ جڏهن تون فن جو شراب پي ساز ڇيڙيندين تہ اهو توکي زندگي طرف واپس وٺي ايندو. تون زنده رهندين ۽ جاويد هوندين.

فن جو وجود خود هن معاشي ۽ سماجي ۽ ذهني غلامي خلاف جهاد آهي فن قدرت جي ذات آهي. ان ۾ ذات پات جو غريب امير جو فرق ناهي. ان ۾ ذات جي برتري جو سوال ڪونهي. توتان لک سياسي مينهن وساوڙا قربان ڪري گهوري ڇڏنا ڪجن. وڏو مرتبو آهي انهي Liberation جي جدوجهد ۾ هر انهيءَ عورت جو جا هن صدين کان غلام معاشري ۾ معاشي آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ. روزگار لاءِ ڪو ڪم. ڪو پورهيو يا نوڪري ڪري ٿي. اهڙين قابل احترام عورتن خلاف لکين قصا گهڙيا وڃن ٿا. اهي قصا ۽ ڪهاڻيون نيچ ۽ بدچال ماڻهو گهڙين ٿا. سلام آهي انهي عورت تي جيڪا هن قبر جهڙي سنسان ۽ بي حس دنيا ۾ عشق ڪرڻ جو حوصلو رکي ٿي ۽ حيف آهي انهي مرد تي جيڪو انهي صادق جذبي جو ناجائز فائدو وٺي. انهن سان دوکي وارو پيارجو سانگ رچائي ٿو هنن کي بدنام ڪري معاشري جي گٽر ۾ ڦٽو ڪري ٿو يا سماجي بگهڙن جي حوالي ڇڏي خود اجرڪ لٺ ۽ ڪهاڙي کڻي پڇي وڃي مردن جي دنيا ۾ مڇون وٺي ٽيگر ڏيکاري سينو ڦوڪي هلي ٿو.

تو عورت سان عشق ڪري ان جي جسم جي سرهاڻ طرف توجہ ڏنو آهي. ڪاساين وانگر ان جي جسم جي بوٽين کي ڪنو ۽ چور چور ڪيو هوندو پر تو انهي بدنصيب عورت جي دل کولي ڪانہ ڏني هوندي عورتون عام طرح

انهي طوطي وانگر آهن جيڪي غلامي مان آزاد ٿيڻ بعد پنهنجي آزاد هلت ۽ اُڏامڻ جي صلاحيت وڃائي ويٺيون آهن ۽ تون اعتراض ٿو ٿين جڏهن هو اُڏامڻ ۽ آزاد هوا کائڻ جي سگهه نٿيون رکن. هو پنجري ۾ قيد ۾ بند رهيون آهن. هنن جي چوڌاري وڏا ڪوٽ ۽ ديواريون اڏيون ويون آهن ۽ تون وري ذهني غلامي ۾ مبتلا رهيو آهين. هوءَ آزادي تي تو وٽ اچي ٿي ۽ تون ماضي جي گند ۾ پريل غلام ذهن رکين ٿو ۽ پوءِ ٿو ڪرين عشق جون دعوائون.

اجازت ڏين ته وڏيڪ خط لکڻ بند ڪريان. باقي ڳالهيون روبرو ڪنداسون.

سيني لاءِ آداب ۽ پيار. ننڍڙي اُما ڪنول لاءِ ۽ خاص پيار. هو منهنجي پر ڇچائي ورتل ٻيبي آهي بيشڪ مون سکان ڪري ورتي آهي.

تنهنجو ۽ تنهنجو فقط

روچي رام



ميرپورخاص، 18ـ 4ـ 1976

پيارا پرمانند،

تنهنجو خط پهتو. ان جو جواب جدا لفافي ۾ سياڻي موڪليندس.

هتي فيڊرل گورنمينٽ طرفان هن مهيني جي آخر ۾ اقليتن جو هفتو ٿا ملهائين. ان ۾ مقالا پڙهڻ، مقابلي جو ڏينهن، استقباليه ۽ جوابي استقباليه جو ڏينهن جدا جدا ڏينهن تي ملهائيندا.

جيئن توهان لکيو آهي، ان موجب 23 تاريخ هتي اچجو. مونکي انتظار رهندو.

آئون خود توکي ڪيترا ڏينهن ٿيا خط نه لکي سگهيو آهيان، ان لاءِ معافي طلبگار آهيان.

سيني لاءِ پيار ۽ نياز ۽ ادب اوهان جو

روچي رام



میرپورخاص، 11، مئي، 1976

پيارا پرمانند،

تنهنجا تخليق ڪيل اشعار نہ رڳو سنا آهن پر معياري بہ آهن. ڪو شڪ ناهي تہ تون سنو شاعر ٿي اڀرندين. تنهنجا شعر ٻڌّي ۽ پڙهي مون محسوس ڪيو تہ تو بابت منهنجي راءِ ۽ تو رہئي صحيح نڪرندا پيا وڃن. لڪندو ۽ لڪندو وڃ منهنجا دوست. مونکي هر وقت پنهنجي قريب محسوس ڪندين. ترت منهنجي دل جي ڳالهہ تنهنجي شعر ۾ بہ ظاهر ٿيندي.

مون تنهنجا شعر نوٽبڪ تي اُتاري ورتا آهن. انهن تي مِني توڙي ڪڙي راءِ ہئي لکي موڪليندس. منهنجي تنقيد پڻ لکيت ۾ توتائين پهچندي، توکي پسند ايندڙ ۽ توکي ڏکي لڳندڙ.

گوپين، موهن ۽ جمنا ڪناري واري پيار جو ذڪر، انهن ۾ پريم ۽ پاپ جي ڪلاسيڪي لفظن جو استعمال تمام پراڻو موضوع آهي ۽ اهي خيال هن وقت بي معنيٰ آهن. منجهن نڪي زندگي آهي ۽ نڪي تازگي. پوءِ بہ تنهنجي شعرن ۾ ڪجهہ جان آهي. پراڻي راڌا يا سندس موهن ڪان وڌيڪ جاذب تہ نئين راڌا آهي. مردگي بدران تازگي طرف رخ ڪرڻ بهتر ٿيندو.

خطن ۾ ڪاوڙجڻ، رسڻ ۽ ريجهائڻ جون ڳالهيون ٿو لکين سي منهنجي پرمانند کي نٿيون جُڳائين. ڪنول ائين ڪري تہ بيشڪ سونهي. ڪنول ۽ اسان ۾ ايامن جو فرق آهي. جيستائين ڪنول جي ڪلپنا ۾ ڪو شعر جنهن جي خود ڪيس بہ خبر ڪانهي جنهن جي مونکي ڄاڻ آهي سو جڏهن تنهنجي شعور تي ظاهر ٿيندو ۽ سِرجي نڪرندو تڏهن اهو فرق ختم ٿيندو منهنجي قريب ايندو. دوري دور ٿيندي ۽ خليج پار ٿيندي ۽ پوءِ ڪنول کي لکي سگهندس جيڪي هن وقت پر مانند کي لکان ٿو.

پيارن سان، تنهنجو فقط

روچي رام



قلم تازو:

21 مئي شام جو حيدرآباد لاءِ آهي. تنهنجي شرڪت پڻ ضروري آهي. ولي رام وٽ ملنداسون. ٻي صورت ۾ غلام شاهه ڪلهوڙي جي مقبري تي شام جو ضرور پهچجج. جتي رات جو 8 بجي ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي ورسي ملهائيندا. مون کان به تقرير ڪرائيندا.



روهڙي ايڪسپريس هلندي

مئي. 18, 1976

ننڍڙا شاعر.

ڪلهه هڪ شاعر دوست گڏيو. هن وٽ مارچ. اپريل 1976 جي نئين زندگي رسالي جو پرچو هو. ڪيس ان مان تنهنجو شعر ڪڍي ڏنم ته ٻڌاءِ ڪنول جي شعر بابت. تنهنجي ڪهڙي راءِ آهي. چيائين هن پرچي جي سمورن شعرن کان بهتر شعر آهي.

تنهنجا. شعر. ٻولي توڙي مضمون جي لحاظ کان معياري شعر آهن. جيڪڏهن تون ڪوشش ڪندو رهندين ته ڪوشڪ ڪونهي ته ڪو وڏو ۽ ناميارو شاعر ٿي ويندين ۽ پوءِ توکي مون جهڙي غير شاعر ڏانهن پنهنجي ڪلام جي ديوان کي منسوب ڪرڻ جي ضرورت ئي ڪونه رهندي.

پراڻي وقت ۾ ڪلاسيڪي شاعرن لاءِ ترقي جو منزلون سمجهيون وينديون هيون عشق جي چوٽ. سئر ۽ ٿيون صحبت ۽ ڪچهريون. جن شاعرن وٽ مشاهدي سان گڏ علم به هو تن جي منزل تمام مٿاهين سمجهي ويندي هئي.

حيدرآباد ۾ اڄ ولي رام مون سان گڏ هو. هن سان به ٻين ڳالهين سان گڏ تنهنجي شعرن جو ذڪر نڪتو جن وري تنهنجي تجنيس حرفي جو ذڪر ڪيو ۽ شعر جي معيار کي ساراهيو. مون سان تنهنجي ساهورن جي ڳوٺ واري صحافي ذڪر ڪيو هو گهڻو اڳي تنهنجي سائنس هڪ ملاقات جو. تنهن بعد تو هڪ خط ۾ پڻ ان جو ذڪر ڪيو هو. هُن جي به راءِ اها هئي ته توکي ٻين علمي ۽ سياسي مشغولين کي ڇڏي هن پاسي خاص توجه ڏيڻ گهرجي.

گهڻي صحبت مشقت ۽ مشق جي ضرورت آهي. وڏي مشاهدي ۽ علم جو کپ آهي. تنهنجو رُخ صحيح منزل طرف آهي.

نندڙي اُما کي منهنجي طرفان پيار ڪجو

ٻين سڀني لاءِ پيار.

اوهانجو

روچي رام



ميرپورخاص، 25_ 5_ 1976

پيارا پرمانند،

ٻنا موڪلائڻ جي ائين تند ۾ ڇڏي وئين. تنهنجي من جي مونجهه جنهن کي تون نيلڪنٺ مهاديو وانگر زهر ڪري پيئندو رهين ٿو سا جهڪي ٿئي جيڪڏهن انهي سورن جو اظهار ڪرين.

ڀهرين تاريخ تنهنجو انتظار ڪندس.

جنهن بزرگ جي احوال کي موڪلڻ لاءِ حڪم ڪري ويو آهين تنهنجو حال لکڻ خط ۾ مشڪل آهي مناسب بہ ڪونهي. روبرو ٻڌائيندس. تون چاهين ٿو تہ منهنجي قلم مان اهو احوال لکجي پر انهي نموني جي ڳالهہ لکڻ سان گهڻن جي پرده داري مجروح ٿيندي.

اجازت ڏين تہ لکان همٿ هارڻ جو ضرور ڪونهي.

پيار سان ادبن سان

روچي رام



قلم تازو: برادرم سيٺ چانڳا رام کي جنجان 15 جون کان پوءِ ٻن ٽن ڏينهن لاءِ تندي يا ڏيئي ايندا سون.

روچي رام



213 هاليڊي اِن هوٽل ڪراچي ۾
7_7_1976

پيارا ڪنول.

رات لڙي آهي. ڏيڍ وڳو آهي. ٻاهر گهمڻ لاءِ نڪتس ته ڏٺم چنڊ اجا ٻهرڪن آهي. هن شهر ۾ چانڊوڪي جو نڪي قدر آهي ۽ نڪي تيز روشنين ۾ قدر ٿي سگهي ٿو. سوچيم واپس اچي ڇو نه توکي خط لکان.

هتي چيف منسٽر طرفان گهرايو اٿن ته پنهنجي راءِ ڏيئين PPP جي تنظيم بابت ٻڌايون. مون ۾ هاڻي ايتري سڪت ڪونهي جو اڳواٽي ڪري سگهان. ميٽرو پول ۾ شام هڪ دل گهرئي سياستدان سان گذاريم. ماني تي ساري جهان جون ڳالهيون ۽ فلسفا بيان ڪري وباسون. سياست هڪ عجيب گورک ڌنڌو ٿئي ٿو. انسان جا اونهي ۾ اونها ۽ اوچي ۾ اوچا ۽ پسنديده جذبا سمورا تسڪين پائين ٿا.

سوچيم توتي ڪاوڙ ڪريان يا نه. تون مئيءَ مان جلد ساڳئي ڏينهن موٽي وئين. تنهنجي دل جي حالت تي مون جذهن ٿڌي سينو. سان وبچار ڪيو ته خيال آيم ته توکي مئي ۾ چڙي نه وجان ها. اسلام ڪوٽ وڃڻ سهن ڪري اهي ٻه راتيون وڏيڪ مئيءَ ۾ گهاريون ها.

نوهانجو

روچي رام



ميرپورخاص
22_10_1976

پيارا پرمانند.

مبارڪون مليون. يادگيري ڪرڻ لاءِ مهرباني. اڄ صبح جو توهان لاءِ خط لکيو هوم. لفافو موجود نه هجڻ ڪري ٽپال جي حوالي ڪونه ڪري سگهيس. اڄ ڪراچي وڃان ٿو واپس موٽڻ بعد موڪليندس.

پيارن سان اوهان جو

روچي رام

ڪارپاڙو
ميرپورخاص، جولاءِ 9، 1976

پيارا پرمانند،

خط پهتو، مهرباني. تنهنجي ۽ منهنجي عمر ۾ فرق آهي. توتي اهو اثر وينل آهي ته مون توکان وڌيڪ ڪتابن جا ورق اٿلايا آهن. ڪنهن وقت ائين محسوس ڪرائيندو آهين جڻڪ آئون توکان بهتر ماڻهو آهيان. ڪاش، اهي اثر تنهنجي ذهن ۽ دل تان لاهي سگهان!

ڪنهن وقت توکي هڪ عجيب ڪمتري جي احساس ۾ ٻڏل ڏسندو آهيان. ڪيئن توکي چوان ته ڪيترن معاملن ۾ تون مون کان بهتر آهين ۽ گهڻو بهتر.

منيءَ مان تڪڙو نه موٽيس ها. 26 تاريخ آئون اسلام ڪوٽ پهتو هوس. ٻئي ڏينهن صبح جو ٽيليفون تي تنهنجو پڇيم. چيائون: "اوهان اسلام ڪوٽ روانا ٿيا ۽ هو الاجي ڪيڏي مهل موٽي ننڊي هليو ويو." ترسين ها. آئون 27 موٽڻ لاءِ تيار هوس. 27 ۽ 28 پاڻ منيءَ ۾ گهاريون ها. اتي ٿي سيٺ شاهومل جي اوطاق تي. وري ٻيا پٽن جا پاسا ڏسون ها. رٽن ۾ رلڻ وقت به توکي الاجي ڇو ماڻهو ۽ انهن تي منهنجو اثر ياد پوندو آهي. تو منيءَ ۾ ڪيتريون ڳالهيون ٻڌي انهن تي راءِ ۽ ترش راءِ ظاهر پئي ڪئي. ڪاش، توکي سموري ڳالهه ۽ ڳالهيون سمجهائي وڃان ۽ تون ڪجهه سمجهڻ جي ڪرين به!

تو دڙي تي منهنجي پيرن جا نشان چٽا ڏٺا. اهي نشان جيڪي توسان ساڻ هلندي مون ڪيا هئا. پر انهيءَ شهر جي هر پٽ، هر دڙي، هر گوچار، هر ٽڙڪول، هر ٻڪڙ، هر وَر هر وَراڪي، هر گڏي، هر ڪِيل، هر لڪ ۽ هر پوچاندي تي منهنجا نشان آهن. توکي ڪيتريون ڳالهيون چوٽيون هيون. تورات پنهنجي فرضي داستان بيان ڪرڻ ۾ لڳائي جنهن ۾ تون محض هڪ ڪينهوڙي وانگر هئين جنهن کي مندر جي پوڄاري ائين پئي هلايو جڻڪ تون ديوداسي هُئين. زندگي جون انهي ڌرم ۾، انهي ڪرم ۾، انهي مدي خارج ماضي جي چڪر ۾، انهي پاپ پيچ جي سطحي گنتر ۾. تپندڙ ۽ گرم زندگيءَ لاءِ هڪ لمحو به جاءِ ڪانهي. اتي ته مُڙدا دفن ٿيندا آهن. مٽل ۽ چچريل جسمن جي بدبوءِ آهي. صدين جي پَٽپن جو گند ۽ پيپون رکيل آهي. مساڻن

جي اڏ مئل مساڻين وٽ نہ زندگي آهي ۽ نہ زنده رهڻ جي تمنا. توهان جڏهن تنبورا ڪٽندا آهيو ۽ ستسنگ جا واڪ ڏيندا آهيون تہ مونکي لڳندو آهي تہ جيل خاني جا دروازا کليا آهن. قبرن جا ڍڪ کُليا آهن. گٽرن جا هول ۽ پول کليا آهن. ماحول گندگي سان ڀرجي ويا آهن. انسان پستي طرف مائل ٿيو آهي.

آئون ڪونيڪ ست سنگين لاءِ ڪونہ ٿو چوان پر آئون سندن تاريخي ڪردار جو ذڪر ڪريان ٿو.

گهڻو اڳي پهريون دفعو انهيءَ اوهانجي ۽ ٻاون جي ۽ ٻين جي ڏرم جي شوق ۾ ناهيل مندر ڀرسان جڏهن لنگهيس تہ مون کي ايتري تڪليف ٿي. بدبوءَ محسوس ٿي. جو مونکي هر تنڊي باگي جي رهاڪو مان ڏپ اچڻ لڳي اهڙي جهڙي سرڳواسي شاهومل جي اوتاري تي تنهنجي ڳالهہ مان پئي آئي.

توکي ياد هوندو تہ مون هر خط ۾ تنهنجي طرفان ڪيل عشق جي ذڪر تي ناپسنديدگي جو اظهار پئي ڪيو آهي. جنهن کي تون نفرت جي نالي سان سڏي سگهين ٿو. تلهار ۾ پيپلز پارٽيءَ جو جلسو ٿيو هو. اها منهنجي پُٽي صاحب جي ميدان ۾ نڪرڻ ڪانپوءِ جي پهرين تقرير هئي. پوءِ بدين وياسون. تنهن بعد سنگت چيو. تنڊي باگي هلبو. مون انڪار ڪيو. هو تنڊي باگي ويا. آئون تنڊي محمد خان آيس جتي ڦليلي جي ڪناري تي اها شام ۽ رات ڪاٽي سون. اسان جي ميزبان جي اوطاق ڦليلي سان لڳ هئي. ٻئي ڀيري آئون ماتلي کان اڳتي ڪونہ ويس چو تہ سڀ تنڊي باگي پئي ويا. مون انهي گندگي ڀريل شهر ۾ صرف توڪاڻ پير وڌا. انهي ڏوڻيءَ ۾ تنهنجي صحبت ۾ هڳاءُ محسوس ڪيم.

جنهن گندگي ۾ تون جوان ٿيل آهين. جنهن گٽر ۾ تون غافل ٿي ننڊي پينت جي اڌوري نشي ۾ مخمور ٿي يا بي حس انسانن جي قبرن ۾ رهين ٿو. ان ۾ بہ مون تنهنجي دل ۾ چٽنگ ڌڪندي محسوس ڪئي آهي. توکي شايد خبر هجي تہ ڪهڙي ڳالهہ کي مون پسند ڪيو آهي. اهي تنڊي باگي وارا. ڏيٺي وارا. اسلام ڪوٽ ۽ مٺي وارا پار برهمڻ وارا ۽ ڏيپلي وارا منهنجا گهٽيئي ڏٺل آهن.

تو جيڪي مونکي ٻڌايو هو انهي مٺي جي اونداهي رات ۾ تنهنجي ۽ تو بابت ايتري تفصيل سان نہ ڪئي پر مجموعي طرح خبر انهي تنهنجي گنديءَ گهٽين واري شهر جي ڪيترن ئي ماڻهن کي هئي. منهنجو تو ڏانهن

پهريون خط، توکي پرٽائي موٽيا هئاسون تنهن بعد لکيل. جيڪڏهن ڪڏي وري پڙهندين تہ سمجهي سگهندين تہ ڪجهہ بہ لکل ڪونہ هو. لکل هو تہ صرف منهنجي ننيڙي پرمانند ڪنول کان زندگي جو تجربو سو هاڻي ظاهر ٿيو آهي.

تون ترسين ها مني ۾، پوءِ پاڻ ميرپورخاص اچون ها. 29 تاريخ. پهرين جولاءِ تي ٽنڊي هلون ها. تنهن بعد ڪراچي. مون 1، 2 ۽ 3 ٽنڊي بدران ڪراچي گذاريا. 6، 7 ۽ 8 وري ويس. رات واپس آيس. ڪراچي ۾ تولاءِ خط لکيو هوم. اهو ڪٺي هتي آيس. رات تنهنجو ننڍن پرزن تي لکيل خط ڏنائون. اهو ذرڙو پوسٽ مين شهر ۾ 6 تاريخ ڪٿي رستي تي ڪيرايو هو. ڪنهن لنگهندڙ کنيو. ائڊريس لکيل ڏسي گهر ڪلهہ شام جو ڏيئي ويو.

هن وقت ڏگهي خط لکڻ جي سڪت ڪونہ اٿم. باقي اها تمنا اٿم تہ منهنجا لکيل خط ڪڏهن مونکي سمورا پڙهي ٻڌائين. هتي ڪڏهن اچ ۽ اها مهرباني ڪري وڃ.

تنهنجي ماتا، سيني ياٿرن، ايشان ۽ ننيڙي اُما ۽ ٻين ٻارن لاءِ پيار ۽ تولاءِ بہ.

صرف تنهنجو

روچي رام

قلم تازو

لکو لاءِ هڪ ڪم ٿيو. ڪيس پوليس لاڪ اپ مان بدلي ڪري سينٽرل جيل رکيو اٿن. بي ڪلاس ڏنو اٿن ۽ ملاقات منظور ڪئي اٿن. اُميد تہ هي خط تو تائين پهچندو تيستائين ڇٽي ويندو. وڌيڪ ڪجهہ چئي نٿو سگهجي. حالات مخدوش آهن.



30 جولاءِ 1976

پيارا پرمانند.
خط پهتو. مهرباني.
آئون اڳئين هفتي بدين ويو هوس. ماتلي ۾ هڪ رات ترسيو هوس. چاچو ڪريم بخش بيمار هو. واپس ٿيڻ بعد تولاءِ خط لکيو هوم. ان جو نقل به نيلو اُتاري رکيو هو. الاجي ڇو خيال آيم ته خط ٽپال ۾ ڪونه وڌم. هٿئي ڪنهن پيري يا خط موڪلي ڏيندس يا هتي آئين ته پڙهائيندس.
سنڌي رسالي "برسات" اياز نمبر ڪڍيو آهي. ايڊيٽر يوسف شاهين آهي. رات خيال آيم مبادا تو تائين نه پهتو هجي. اهو هٿ ڪري پڙهج. ٻي صورت ۾ خط لکج ته موڪلي ڏيان. ڪي ڳالهيون تمام اوچي پائي جون آهن.
سڀني يارن لاءِ پيار.

اوهان جو
روچي رام



قلم تازو: 4_8_1976
ٻه ڏينهن حيدرآباد رهڻ بعد ڪلهه هتي منجهند جو موٽيس ته ٽپال واري تنهنجا ٻئي خط ڏنا. ٻنوري توٽي چوهڙ وارا خط گڏ پهتا. بهتر آهي ته عوامي ماڻهن توئي انهن عوامي ڳالهين ۽ پورهيتن جي جنهنجهٽ ۾ نه پوين. سُنين ۽ اُچين دوائن جو بنا ڄاڻ جي ۽ صحيح ڄاڻ جي استعمال ڪرڻ مان نقصان پوڻ جو انديشو رهي ٿو. تنهنجي سوچڻ جو انداز خود اڳ ۾ ئي سُنو ۽ عوام دوست آهي. تون انهن جون نظرياتي ڳالهيون ۽ جاهلن جون سطحي طرح اخبارن ۽ رسالن ۾ آيل ادب پڙهي. سوچ جي انداز کي ايترو ته منجهائي ڇڏيندين جو پوءِ تنهنجي تخليق جي قوت نه رڳو ڪمزور ٿي پوندي پر بنهه ناس ٿي ويندي.
هن پيري تنهنجا شعر ۽ انهن جي ٻولي ۽ سمايل خيال گهڻ درجي وارا ۽ گهڻ ۽ ڪريل معيار وارا آهن. پورهيت کي پرپو چوڻ نڪي سماج واري

خيال جي ترجماني ٿو ڪري. نڪي بورجوادي خيال جي. وڪيل بابت خيال يا اهڙا اکر شعر ۾ لکڻ ته مکيون مارڻ برابر ٿيندو. بازاري شاعر يا درباري شاعر لکن ته انهن تي ميار نه ٿي ڏيئي سگهجي. پر اهو لکي جيڪو منهنجي پسند جو ڪنول هجي ته پوءِ سواءِ نااميد ٿيڻ جي ٻيو ڪو چارو ڪونه اٿم.

سوچيندو آهيان ۽ اهو انهي ڪري لکندو رهندو آهيان ته اهي گنديون گهٽيون منهنجي ڪنول جي من تي گند جا ڍير ويهي اهڙو ميرو ڪري ڇڏينديون جو سواءِ ڏيئيءَ جي بازار ۾ هٽ تي ويهڻ کانسواءِ ٻي ڪا ڳالهه سندس مقدر ۾ نه رهندي.

هن ٻيري بنا پيارن جي فقط تنهنجو.

روچي رام



3, ڪار پاڙو ميرپورخاص
آگسٽ 22, 1976

پيارا پرمانند.

جنهن تِڪ, تَندهي ۽ بي باڪي سان بنوري ۽ چوهڙ مان خط لکيا اٿيئي, تنهن لاءِ آئون دل سان ٿورائتو آهيان.

پر خط ۾ سچائي , خلوص ۽ دوست پروري جي جذبن جي ۽ پيار ڀريا اُمنگ جيڪي هميشه تنهنجي تحريرن ۾ ارزان هوندا آهن تن جي اڻاٺ محسوس ڪيم.

پوءِ به يقين رک, هر حال ۾ هميشه وانگر اهوئي ۽ ساڳين پرپور پيارن سان.

فقط تنهنجو

روچي رام



ميرپورخاص
1, سيپٽمبر، 1976

پيارا سائين،
ڪلهه خط موڪليو آهي. انهي لفافي تي شيڪسپيئر جو شعر لکيو اٿم. انهي اهم شعر جي معنيٰ ته سمجهه ۾ اچي ٿي پر انجو ترجمو ڪرڻ مشڪل آهي. جيئن سمجهه ۾ آيو اٿم ٿتل ڦتل اُلٽو ڪيو اٿم.
"۽ توکي پنهنجي ڳري قيمت رکڻ جو شديد احساس آهي.
"الوداع! تون منهنجي پهچ کان مهانگو آهين.
"پر منهنجو ته توسان نه ٽٽڻ وارو ازلي ناتو آهي."
"ڳري قيمت لڳائي تون پنهنجو پاڻ کي ڇڏائي ويو آهين.

تنهنجو
روچي رام



5, سيپٽمبر، 1976
حيدرآباد

پيارا پرمانند،
تنهنجا حواس درست آهن ۽ حِس تيز آهي. انهيءَ سان گڏ تنهنجي عقلمند، تيزفهم ۽ دانشمند هجڻ ۾ به مون ڪڏهن شڪ ڪونه ڪيو آهي. پر اها ڪٿي جي علقمندي آهي جو بنوري ۽ چوهڙ مان خط لکي ۽ يڪدم تيون خط چئن ڏينهن اندر ٽنڊي مان ٿو لکين ته آئون ڪاوڙيو آهيان مونکي ڪاوڙ نه ڪرڻ گهرجي. تنهنجي خط جي اوٽاين طرف ڏيان نه ڏيئي جواب نه ڏيڻ جو ڪاوڙ وارو فيصلو بدلائي ڇڏڻ گهرجي. مونکي ڪاوڙ ٿي آهي انهيءَ جي تون معافي گهري پشيماني ظاهر ڪرڻي ڪاوڙ ختم ڪرڻ لاءِ زور ٿو ڀرين.
الاجي ڪيئن ۽ ڇو تو پاڻمرادو سمجهيو ته مونکي ڪاوڙ آهي. هي ٿيو ڪنهن کي هر ويرو ڪاوڙائڻو نه ڪاوڙيل هجي ته به چئجي ته ڪاوڙيل آهين.

عجيب منطق چئبو!

جيڪڏهن تون هرويرو پنهنجي دل جي پاپ ڪري يا ڪٿي منهنجي محبت جي صدقي مون تي رحم ڪري ڪنهن ڳالهہ کان پشيمان ٿيڻ چاهين ٿو تہ ان لاءِ آئون تنهنجو ٿورائتو آهيان. وري بہ اهو تنهنجي پيچ ڏاهہ واري طبيعت جو مظاهرو آهي، ان ۾ منهنجو ڪوبہ دخل ڪونهي. مونکي جيڪا ڳالهہ پسند ڪانہ آئي يا جيئن مون تنهنجي هلت ۾ لکت تي محسوس ڪيو سو توکي بنا دير ۽ بنا روڪ جي بروقت لکي موڪلي ڏنو ۽ ڳالهہ اتي ختم ٿي ويئي هئي. انهي تيلي جيتري ڳالهہ کي ٽنپ بڻائڻ جي ضرورت ڪانہ ٿي محسوس ٿئي.

انگريزي شعر جي مفهوم کان توکي واقف ڪرڻ جو منهنجو خود ارادو هو ۽ ان لاءِ خط لکي لفافي تي ائڊريس وجهي چڏي هئم پر لفافو ٽپال ۾ ڪونہ وڌو هوم. 31 کان 4 تائين حيدرآباد هوس. ڪلهہ واپس ميرپورخاص آيس تہ تنهنجو خط ۽ اهو لفافو ڪٿي آيو آهيان ۽ هن سان گڏ موڪليان ٿو.

مون توکي ڪيترا نہ ڊگها ۽ سٺا خط لکيا آهن. هميشه تمنا رهندي آئي آهي نہ ڪو مونکي بہ اهڙا خط لکي. مونکي خوشي محسوس ٿيندي هئي تنهنجو جواب پڙهي تہ تون انهن جو دل سان قدر ڪندو آهين ۽ يقين رک اڳوڻو خط جيتوڻيڪ بنهہ مختصر هو پوءِ بہ اهو منهنجو توڏانهن بهترين خط هو. ارمان اٿم توکي پسند ڪونہ آيو آهي.

ناراض ٿين ٿو. ڪاوڙجي پوين ٿو. وري مونکي ناراض ڪرڻ جي ڪوشش ڪرين ٿو. ڪاوڙائڻ لاءِ جتن ڪرين ٿو. آئون نٿو ناراض ٿيان. ڪاوڙ ڪونہ ٿي اچيم. تنهن تي تون وڌيڪ ناراض ٿين ٿو ۽ وڌيڪ ڪاوڙ ۾ پرجي وڃين ٿو. منا ڪنول، ڪهڙن لفظن ۾ توکي لکي موڪليان ۽ يقين ڏياريان تہ توتي ڪاوڙجڻ جي باوجود ڪاوڙ نٿي اچيم. ۽ تون الاجي ڇو منهنجي دل جي ڪيفيت کي سمجهڻ جي ڪوشش نٿو ڪرين.

ننڍڙا نينگر. مون هر حال ۾ توکي پاتيو آهي ۽ هر موقعي تي خلوص، سچائي. محبت جو فضيلت سان بيان ڪيو اٿم. دامن کي چاڪ ڪري، گريبان مان جهلي، خسيس ۽ سطحي نموني سان اوچا ۽ ڪريل اکر استعمال ڪري، انهن ۾ محبت ۽ دوستي ڳولڻ لاءِ توکي ڪڏهن ڪونہ چيو اٿم. ايترو جبر نہ ڪرين تہ بهتر آهي. تہ گندگي ۾ صفائي. ملاوٽ ۾ خالص. ڪدورت ۾ وفائي ڳولڻ لاءِ محنت ٿو ڪرائين. لکين هڪڙي ڳالهہ ۽ پوءِ سمجهاڻيون

ڏيندو وتين تہ انهن ۾ اهو ڪجهہ ڏسو سمجهو ۽ پروڙيو جو انهن ۾ موجود ناهي. مانوارا دوست، ائين ايلاز ڪرڻ جو ضرور ڪونهي. تنهنجون مڙيئي ڪڙايون، منايون ڪري پائيندا آهيون.

منهنجي نوٽبڪ ۾ جيڪي بہ جنهن نموني ۾ تو شعر موڪليا آهن جن کي تون ڪٿي سمجهين ٿو يا محسوس ڪرين ٿو تہ مون تي حملو ڪيو اٿيئي سيئي لکيل آهن. سچ تہ اهو آهي تہ اهي سمورا من ۾ محبت پائي لکيل آهن.

ڪناري تي ويهي پاڻي ۾ گهڙڻ جون سڌون ڪري، تار ڪان ڊڄندڙ تار ۾ بيٺل، تار جي واقف تي. ڪهڙا چندا اچلائي آلو ڪندو، موجن جي مقابل کي چند چندا ۽ ڦڙا ڇا ڏيجاريندا!! دل ۾ وسعت نٿو رکي سگهين. ننڍو ذهن وڏو نٿو ٿي سگهي تہ پلا منهنجي طفيل ڪجهہ تہ وڏيرو ٿي! ايتري تہ مهرباني ڪر!!

تو مان ڪڏهين نا اُميد نہ ٿيندڙ

فقط تنهنجو

روچي رام

قلم تازو- هن موضوع تي وڏيڪ چندچاڻ ۽ قلم استعمال نہ ڪريون تہ بهتر. هي حياتي ۽ هي ماحول ۽ هي قدرت بهتر موضوع پڻ پيش ڪري ٿي. رات ميرپورخاص ۾ ساري رات مينهن وسيو هو ۽ آئون هڪ منٽ بہ سمهي ڪونہ سگهيس. پهرئين انگريزي ۾ اسان جو ڪلاس ٽيچر هوندو هو مسٽر ڪَنُومل. هو منڊو هو ۽ لٺ جي گهوڙي استعمال ڪندو هو. هن مونکي انگريزي سيکارڻ لاءِ چيو تہ روزانہ سنڌ ابزرور اخبار مان ڪوبہ هڪ آئٽم چونڊي ان جو ترجمو ڪري ڏيکاريان. هن هڪ ننڍڙي آڪسفورڊ ڊڪشنري بہ وٺرائي. بين شاگردن اها پرئڪٽس ڇڏي ڏني. مون جاري رکي. پنجين انگريزي ۾ مون جين آسٽن جو "Pride and Prejudice" مشهور ڪلاسيڪل ناول پڙهيو. ٻئي سال چارلس ڊڪنس جو "ڊيوڊ ڪاپرفيالڊ" (David Copperfield) پڙهيم. انهي سال شيڪسپيئر جون آڪاڻيون ڪورس تي رکيائون جيڪي هن جي ناٽڪن مان مشهور نثر نويس چارلس ۽ سندس ڀيڻ ميري لئمب نثر ۾ اٿلو ڪيون هيون. سمورن ناٽڪن جون ڪهاڻيون پڙهيوسين تنهن بعد مئٽرڪ ۾ ٽئگورجون ڪهاڻيون بين ڪتابن سان گڏ ڪورس تي رکيل هيون جيڪي خود گروديو ٽئگور بينگالي مان انگريزي ۾ ترجمو ڪيون هيون. وئڪيشن ۾ ٽئگور جو "گورا" ناول پڙهيم. ۽ ائين

انگريزي ٻولي جا پٽ منهنجي لاءِ کُلندا ويا. ائين محسوس ٿيندو هوم ڄڻڪ هن ڪائنات جي راز جا پڙدا مون لاءِ کلندا ويا. آئون مئٽرڪ ۾ هوس تہ ٻي مهاڀاري جنگ ختم ٿي. ان وقت ساوڻ جي موسم شروع ٿيڻ واري هئي. اسان جي گهر ۾ لوهہ جي پڙڇن جو هڪ ورانڊو هو ان هيٺ وسڪاري جي مينهن ۾ سمهندا هئاسون. مينهن پوندو هو تہ ڦڙن جو پڙڇن تي ڪرڻ جو هڪ عجيب آواز ٿيندو هو ۽ آئون ننڊ ڪري ڪونہ سگهندو هوس. 1945 جو وسڪارو، ٻئي سال فرسٽ ايئر جي مڊٽرم جي وئڪيشن جو وسڪارو، 1947 جو وسڪارو ۽ 1948 جو زور وسڪارو جڏهن ٻوڏون ٿيون هيون. مون ٽئگور جي گيتانجلي جا شعر انگريزي ۾ چار ئي سال وسڪاري ۾ رات جو انهي ورانڊي ۾ پڙهيا. ۽ تنهن بعد منهنجي شعرلکڻ يا ٻين جا شعر پڙهي انهن مان حظ حاصل ڪرڻ جي حس مندي ٿي ويئي.

مون ڪائنات کي هر ذري هر آواز، هر پن، هر سر ۾ شعر جهونگارندو ٻڌو. هڪ سال ڪاغان ماٿري ۾ ناراڻ جي ڳوٺ ۾ وهندڙ ڪونار ندي جي ڪناري تي رات جاڳي گذاري ۽ مونکي لڳو تہ هي حياتي صرف حواسن ذريعي پروڙ حاصل ڪرڻ لاءِ ڪانهي. ذهن، دماغ ۽ عقل سان سمجهڻ لاءِ ڪانهي. پر ساري ڪائنات سان پر ڪرتي سان يڪسانيت ۽ هيڪڙائي محسوس ڪرڻ لاءِ آهي. انهي حياتي جو، زندگي جو انسان جي جسم جي هر تار، هر سر، هر سواد، هررس، هر جذبي، هر ولولي، سان تعلق آهي. ڪا شيءِ بي معنيٰ ڪانهي. مڙني تضادن سان هم آهنگي حيات جو نالو آهي. هن ڪائنات ۾ مون ڪئين ڪائناتون ڏٺيون. هر انسان، هر فرد ۾ هڪ منفرد مڪمل ڪائنات آهي. هر ذري ۾ سارو برهمانڊ آهي.

منهنجو رخ ۽ روبو Subjective هو. جيستائين مون جدلياتي ماديت نہ پڙهي هئي. تنهن بعد مونکي سماج، اُن جو وجود، اُن جو سڌارو، زندگي جو ڏک سک ۽ وجود جو مقصد ـ سمورو واضح طرح سمجهڻ ۾ اچڻ لڳا. تنهن بعد مون زندگي ۾ رچ بدران تازگي محسوس ڪئي. جيڪو مفهوم حاصل ڪيو نہ هوم، تنهن جو ڪو ارمان باقي ڪونہ رهيو. مونکي الاجي ڇو تسلي ٿي ويئي تہ جيڪي مليو اٿم سو ايترو تہ گهڻو آهي جو وڌيڪ جو ڪو ارمان ڪونہ ٿيوم. الاجي ڇو، منهنجي ٻازو ۾ مون ايتري قوت محسوس ڪئي جو جيڪي ضرورت محسوس ڪندو هوس، سي مناسب جدوجهد ۽ تانگهہ سان پوري شباب سان حاصل ڪري سگهندو هوس.

عورت کي مون هن ڪائنات ۾ افضل پراڻي محسوس ڪيو ۽ هميشه همدردي رهيم. عورت جي نربلتا ۽ جسماني نفاست کي ظلم جي ڏاڍ جي اڳيان بي وس محسوس ڪيو ۽ اها ڳالهه سمجهه ۾ ڪونه ويهندي هئي تہ ڇو جڏهن هر پراڻي ۾، ساهواري ۾ ۽ هر پدارٿ ۾ خود دفاع جي قوت موجود هجي ٿي ۽ عورت ۾ ڪونهي. شايد ائين هجي تہ اها ڪمي مرد کي پوري ڪرڻي آهي. ۽ پوءِ هر عورت لاءِ مون پنهنجو پاڻ کي محافظ تصور ڪيو. ٻارن کي گلن وانگر ٽڙندڙ ۽ سڳنڌ پري وستو سمجهندو هوس. گلن جي خوبصورتي ۽ انهن ۾ خود دفاع ڪرڻ جي قوت جي غير موجودگي ۽ ساڳيو حال ٻارن جو ڏسي، انهن تي الاجي ڇو ضرورت کان وڌيڪ قياس محسوس ڪندو آهيان.

عورت ۽ ٻار تي ڏاڍ خلاف منهنجي خون جي حالت بگڙي ويندي آهي. شايد انهيءَ جو ڪو تجربو توتي بہ ڪيوَ اٿم.

محبت، شادي ۽ سريت بابت منهنجا عجيب خيال آهن. تون شايد منهنجو واقف نہ ٿيو هجين. آئون انهن کي نفس ۽ شهوت کان جدا سمجهندو آهيان. اوائلي سماجي ۽ ارتقائي خيال آهن ۽ پويان جسماني، جيتوڻيڪ ٻئي سماجي ۽ جسماني پڻ آهن. زندگي جو مزو ۽ سواد وري حواسن ۽ ذهن سان تعلق رکن ٿا. ٽيئي جنسون هڪ ٻئي سان ائين ڳتيل آهن جو انهن کي جدا جدا سمجهڻ مشڪل آهي. دير ٿي ويئي آهي صبح جو ڊاڪٽر سان ٽائيم رکيو اٿم. 8 بجي وڃڻو اٿم. هاڻي سمهان ٿو. الاجي صبح جو اٿي سگهندس يا نہ.

ساريندي،
روچي رام



جهم پير اسٽيشن.
11/10 سيپٽمبر 1976

پيارا پرمانند.

بہ سال اڳي اجوڪي رات پاڻ ٺٽي ۾ دربار تي گڏ هئاسون. اڄ شام 6 بجي مهراڻ ٽرين ۾ ڪراچي کان روانا ٿياسون. جهمپير تي گاڏي اچي بيهي

رهي. ڇيو اٿن اڳ ۾ ويندڙ ڪنهن تيل جي بار گاڏي ۾ باهہ لڳي آهي ۽ لائين صاف ڪا نهي. اسانجي ٽرين ۽ ان کان پنيان ايندڙ گاڏيون روڪجي ويون آهن. چناب کي جنگشاهي تي روڪيو اٿن. خيبر کي ڏابيجيءَ تي وغيره وغيره.

ماڻهو جهمپير جي ننڍڙي ڳوٺ طرف چانهہ ماني جي ڳولا ۾ وڃن پيا. گاڏي ۾ ٻتيون ٻرن پيون. ڪتاب پڙهي ٿڪجي پيو آهيان. سوچيم تو ڏانهن خط لکان. ٻہ سال اڳ هن رات جو گهڻو حصو دربار صاحب تي تنهنجي سنگ ۾ گذاريو هوم ۽ هي سهانُي رت سڄي اسٽيشن تي تنهنجي يادگيري ۾ گهاري رهيو آهيان.

منهنجي ڪتاب ۾ تُرڪ شاعر "ضيا" جو شعر آيو آهي. ان جو مطلب بيان ڪريان ٿو. ضيا ترڪيءَ جي نئين جاڳرتا جو ذڪر ڪري ٿو.

"منهنجي زندگي جا اونها ۽ اعتماد جوڳا امنگ جاڳائي ٿي عورت. جا منهنجي ماءُ، ڀيڻ ۽ ڌي آهي. مقدس امنگ جنهن ۾ پهاڙي جهرڻي جهڙي پاڪائي ۽ سرلتا آهي.

منهنجي محبوبا، منهنجي روشني منهنجو قيمتي اثاثو آهي جنهن مونکي زندگي جو ساز، راڳ، آلاپ، ۽ ڪوبتا سمجهائي آهي.

هر عورت هڪ زنده جاويد پيغام آهي.

هن حياتي ۾ ڪيئن مڃيون تہ روايتي قانون مها پرشن ناهيو هوندو

تہ اهڙيون خوبصورت ۽ جان واريون هستيون هيچ آهن. ڪهڙي خدا اهڙو حڪم موڪليو هوندو

تہ هن جو وجود فساد جي جڙ آهي. شايد ڪا پل ٿي آهي ماضي جون روايتون ڪنيون ڪرڻ ۾.

عورت زندگي جي تڪميل جي علامت آهي."

ڪتاب جو هٿ ۾ اٿم. جنهن ۾ مٿيون شعر لکيل آهي سو فلسفي جو آهي. جنهن کان توکي چڙ آهي ۽ مونکي محبت. اهو شعر تُرڪيءَ مان جرمني ۾ فشر ترجمو ڪيو. جتان علامہ اقبال پنهنجي هن ڪتاب ۾ الٿو ڪيو آهي.

ٽن ڏينهن کان ڪراچي مان وريو آهيان. ٻہ ڏينهن ٻيا ٻہ ٻاهر رهڻ جو خيال هوم. اڄ ڪورٽ مان لکوءَ جو ڪيس پڙهي آيو آهيان. هوم سيڪريٽري سان ٻہ ملنس. اڄ بنوري وڃڻ جو ارادو هوم. گنگارام سان

ملاقات ڪريان ها پر سفر ۾ برسات جي تڪليف جي ڊپ کان اوڏانهن ڪونہ ويس. هاڻي ميرپورخاص وڃي رهيو آهيان.

ميرپورخاص 11_8_1976 جهمپير تان اسان جي ٽرين واپس ڪراچي ڪيائون جتان عصر جو 5 بجي بس ۾ چڙهياسون ۽ هتي 10 بجي پهتاسون. لکوءَ جي ڪراچيءَ ۾ شنوائي فرضي ۽ صرف حاضري لاءِ 14 تاريخ آهي ۽ ڪيس هلڻ لاءِ 6 آڪٽوبر آهي. آئون 6 آڪٽوبر ڪراچي ويندس. گڏيو هلنديون تہ احسان سمجهندس. سڀني لاءِ پيار ۽ ادب صرف

روچي رام



1976_9_18

پيارا پرمانند.

گنگارام هٿ موڪليل خط پهتو مون في الحال ٿر وڃڻ جو خيال لاهي ڇڏيو آهي. آئون سياڻي ڪراچي ويندس. عيد جي موڪل پڻ اُتي گذاريندس.

جيڪڏهن وري ٿر هلڻ جو ارادو ڪيم تہ توهانکي لکندس ۽ اچجو تہ گڏجي هلنداسون.

تيستائين توهان جو

روچي رام



ڏياري جو ڏينهن
22, آڪٽوبر, 1976

پيارن کان پيارا پرمانند.

هڪبئي پنيان تنهنجا سڪ ۽ قرب ڀريا ٽي خط پهتا. ان کان اڳ ۾ تنهنجا ٻہ خط هڪ ئي لفافي ۾ پهتا. رات ننگوپارڪر کان موٽيس. ٻہ راتيون

ڪارونجهر جي ڪور لڳ رهياسون. تمام گهڻو خيال ستايو توڏانهن خط لکان. الاجي ڇو خط لکي ڪون سگهيس. سوچيم خط نٿو لکجي تہ ڊائري ڪٺي لکان پر ڪجهہ بہ ڪونہ لکي سگهيس.

توڏانهن خط ڪونہ لکان ها. نڪي لکڻ چاهيان تہ بہ لکي سگهندس. الاجي ڪيترو وقت دل تي جبر ڪري سگهندس.

تنهنجا هيترا خط آيا آهن... ايڏي تڪليف ۽ قرب جي موٽ ۾ مون لاءِ ماٺ ڪري ويهڻ مناسب ڪونهي.

ايترا خط لکڻ لاءِ مهرباني. ڏياري جون مبارڪون موڪلڻ لاءِ مهرباني.ساڳيون جذبي ۽ قرب واريون اسانجون توهان سيني لاءِ قبول ڪندا. ڏياري هڪ رسم آهي، هڪ روايت آهي. هڪ پرم پرا. جو هزارن سالن جو هڪ خيال آهي جو جيتوڻيڪ فرسوده آهي پر اهم آهي ۽ درگذر ڪري وساري نٿو سگهجي.

تون مونکي سڃاڻي سگهيو آهين يا نہ سو تہ ڇوڙ ڏکيو آهي پر الاجي سمجهي بہ سگهيو آهين يا نہ؟ آئون عجيب. اونهو ۽ غير متوازن شخص آهيان. خود بخوبي ڄاڻان ٿو تہ پنهنجو پاڻ کي بہ سمجهي ڪونہ سگهيو آهيان. نہ عجب معلوم ڪري سگهيو آهيان ۽ نہ اونهائي پروڙي سگهيو آهيان. لڳندو اٿم تہ تون هميشه مونکان هڪ قسم جي هيبت محسوس ڪندو رهندو آهين ۽ آئون انهي نتيجي تي پهچندو آهيان تہ ڪنهن بہ صورت ۾ تنهنجي اهل ناهيان. ڪاش. اول ڪان ئي مون کي گهڻ منهن ڏين ها. گهڻ احترام ڪرين ها ۽ پيار ٿورو ڏيکارين ها!! تو هر و پرو مونکي ايترو معتبر سمجهيو. حد کان وڌيڪ تعظيم ڪئي، همٿ افزائي ڪئي ۽ اڳتي آئين. آئون ڪيئن هاڻي اهو مفاصلو گهٽايان! دور ٿيان!!

منهنجي ذهن ۾ ڪيتري بہ هلچل هجي پر منهنجي دل توکان دور ٿيڻ نٿي قبول ڪري. هر وقت هر حال ۾ تنهنجو ساڳيو

روچي رام



میرپور خاص
24 .10 .1976

محترم دوست پرمانند.

ڏياري جي رات توهان جو ٽيليفون آيو هو. توهان جي، برادرم سيٺ مولچند جي ۽ توهان جي ماتا جن جي مهرباني جو اهڙي پوتر، خوشين سان ڀرپور، تارن ڀري رات، روشنين سان ڀهڪندڙ ۽ برندڙ رات ۾ غريب پروري جو جذبو ڏيکاري اسان مسڪينن کي ياد ڪيو. ڏياري پنهنجو پاڻ سان جيڪي اسان لاءِ خوشيون خطي آئي تن ۾ اوهان جي يادگيري، مبارڪن جو خط ۽ انهي رات جو ياد ڪرڻ اسان لاءِ وڏيڪ خوشي جو باعث ٿيو.

پرماتما پوج ڏاندومل جو ڪٽنب، اهو گهر، اهي ياتي، اهي ٻائر ۽ ٻار ۽ سندس ڏرمپتني کي سدائين سلامت سرهو ۽ خوشين سان ڀهڪندڙ رکي! شال تون بہ انهيءَ گهرجي شوڀا وڌائين!! سڀني ٻارن کي جدا جدا منهنجي طرفان پيار ڪندا.

ديوالي ڌرمي طرح ڌرم جي فتح ۽ ڪامراني جو موقعو آهي پر حقيقت ۾ اهو موسمي تهوار آهي ڪتي جي فصل خريف جي موسم جو ڏڻ آهي. اسان جي تهذيب خريف (ڪتي) جي تهذيبَ آهي. مکيہ فصل هن وقت لهن ٿا. سمورو خوشحالي جو سمو هجي ٿو. ڪاروبار شروع ٿين ٿا. ماڻهو محنت جو ڦل حاصل ڪري خوشي وچان ٻهڪن ٿا.

ڪيئن بہ سوچجي، موقعو زندگي جون نعمتون ڪٺي اچي ٿو. اسپتالن ۽ ويم گهرن مان پڇا ڪندين تہ معلوم ٿيندو تہ 90 سيڪڙو ماڻهن جون جنم جون تاريخون سانوڻ بدي ۽ اسو (برابر سيپٽمبر، آڪٽوبر ۽ نومبر) ۾ هونديون آهن. هي ديوالي جي موسم نہ رڳو شادين جي موسم آهي پر محبوبن جو هن دنيا کي قائم رکڻ. سنسار جي اتپتي ڪرڻ ۽ حاصل ٿيڻ جي پڻ موسم آهي. هن موسم ڪانپورءِ ڪتيون ڍير سان اُپرڻ شروع ڪنديون آهن ۽ محبوبن کي اوسيڙي ڪرڻ جون نشانيون ٿي ڪم ايندڀون آهن. هي سرءُ جي موسم آهي. خزان لڳي ٿي جنهن جو پنهنجو انوکو انداز ٿئي ٿو. ڪاليداس انهي تي هڪ سمورو ڪاويہ لکيو آهي. ڪيئن هٿين ۾ ع بن جي جانورن ۾ مڏ پربو آهي. هن موسم ۾ ڍڳيون، مينهون، هرڻ ۽ سمور جانور ڏؤ ۾ هوندا آهن ۽ قوت ۾ مست رهندا آهن.

باجهرين ۾ لابارا پيا آهن. مون تہ مان لنگهندي ڪيترن غريبن ڪي بنين ۾ پڪل ۽ لٽيل فصل تي خوشي ۾ متوالو ڏٺو. ڳائو مال متارو ٿي. جسيم ٿي. پچ متي وٽي ٿونگارجي رهيو هو. ننگر جي بازار ۾ غريب هيسيل. سنهڙا ڪارا ڪولهي. ننيڙا بار گڏ ٿيل دڪانن تي خريداري ۾ مشغول ۽ خوش ڏٺا. هنن وٽ حرص ۽ خوشي جو سبب نئين فصل جي حاصلات هو. سمورو جهنگ ڪنهن نشي ۾ هو.

آئون ڏياري جي نعمتن طرف ڏيان ڪونہ ڏيندو آهيان. ڌرمي رسمن ۾ حصو ڪونہ وٺندو آهيان پر توهان ڏياري جي يادگيري ڏياري آهي ۽ سمورا خيال يڪجا ٿي ذهن ۾ اُڀري رهيا آهن.

جتي هي خوشين جو ڏينهن خوش نصيبن لاءِ راحت بڻجي اچي ٿو اُتي بدنصيبن لاءِ رنج ۽ الم آڻي ٿو. جن جا محبوب ملن ٿا. انهن جي حالت سان ڏياري نهڪي ٿي. جن کي وڇوڙو هجي ٿو. انهن کي محرومي جو احساس ضرور تنگ ڪندو هوندو. پر اهڙي قسم جي محرومي ۽ ميلاپ جو ديپ جلڻ واري ڏينهن سان ڪو واسطو ڪونهي. ايئن بہ محسوس ڪبو آهي تہ هر دور جي راوڻ سان هر دور جي رام جي جنگ جاري آهي ۽ ساري آهي.

ڏياري ڪاروبار وارن. فصل جي پيداوار وارن ۽ پوک وارن جو ڏينهن آهي. موسم جي ڦولارجي پرجڻ سان هنن جي ڏياري جو واسطو ڪونهي. هو صرف فصل ۽ ان جي نيڪال ۽ دولت سان واسطو رکن ٿا.

لڪشمي. جيڪا ديوالي جي ديوي آهي. ان جو نواس ڪنول تي ٿئي ٿي جنهن جي ڪا پاڙ ڪوبنياد ڪونهي. ڪو مضبوط بڻ ڪونهي. هڪ هوا جو لوڏو لڪشمي ديوي جي تخت کي تلف ڪري سگهي ٿو.

پر سوسوتي. علم جي ديويءَ جو نواس پهاڙتي آهي جو بنياد اٽل ۽ مضبوط هجي ٿو جنهن کي نڪي هوائون لوڏي سگهن. نڪي طوفان. ڏياري جون روايتون دولتمندن لاءِ آهن زميندارن ۽ مال وندن لاءِ آهن. شايد تولاءِ بہ هجن.

ڏياري بنواس کان موٽڻ جو ڏينهن آهي. ذکيا ڏينهن پورا ڪري راجڌاني ڏانهن ورڻ جو سميہ آهي. اسين تہ راج ۽ ڏام تياڳي وري اوڏانهن نہ ورڻ وارا آهيون. ڏياري جو استان ايوڌيا آهي شهر آهي. راج آهي. ياڳ آهي ۽ هن کي مريادا قائم رکڻي آهي اسان جو استان بنواس آهي.

انهي ڪيفيت ۾ ڪڏهن ياد ڪندو رهندو آهي توکي.

تنهنجو

روچي رام

1 نومبر 1976

بخدمت سيٺ پرمانند،

29 آڪٽوبر جو لکيل خط پهتو. هي دور آزاد نظم جو آهي پر پوءِ بہ فن جو عروج وزن قافيہ ۽ بند شعر ۾ آهي. مناسب سمجهيس تہ راءِ ڏيان تہ بند نظم ۾ لکڻ جي ڪوشش ڪرين ۽ ڪجهہ خيال پڪا ٿين. تنهن بعد آزاد نظم تحرير ڪرين تہ بهتر ٿيندو.

9 نومبر تي موڪل آهي. 7 شام يا 8 صبح جو هتي اچين تہ ٻہ ڏينهن گڏ گذاريون. 7 تاريخ آرتوار جي ڏينهن صبح جو مون سان ٽيليفون تي ڳالهائجان. چاچو ڪريم بخش گهڻو بيمار آهي. اُن وٽ وڃي منهنجي طرفان پڇ پڇجان.

ٿنهنجي ماتا جي جن کي چيو هوم تہ اسان وٽ هڪ ٻن ڏينهن لاءِ گهمڻ اچن. هونئن بہ مربي سيٺ ڏاندومل جي ديهانت بعد کين ٻاهر نڪرڻ جو موقعو ڪونہ مليو آهي.

سڀني لاءِ شڀ اڇائون ۽ پيار.

اوهان جو

روچي رام



راولپنڊي، فلئشمين

Room No.36

Nov. 21. 1976

پيارا پرمانند،

مون هميشه توکي اهو ٻڌائڻ کان ننايو پئي تہ هي جو هيترو هڪ ٻئي کي ويجهو ٿيا سون. ان جو سبب ڪهڙو هو. ائين سمجهيو هوم ۽ اڃا انهي راءِ تي قائم آهيان تہ جيتريڪ توکي علم ۽ معلومات گهٽ. نہ جي برابر هئا پوءِ بہ تون سڀ ڪجهہ سمجهڻ جي صلاحيت رکندو هئين. Knowledge ڪونہ هئي پر Understand ڪري سگهندو هئين.

انهي ڪري توتي زور ڏيندو هوس تہ پڙهڻ ۽ تعليم حاصل ڪرڻ طرف ڌيان ڏي ڪاوڙ ايندي هئم جڏهين تون منهنجي چوڻ تي هلڻ جي نہ ڪندو هئين. وري بہ انهي ڪري چوان ٿو تہ ڪراچي يونيورسٽي ڪيمپس ۾ بي. اي آنرس ۾ داخلا وٺ. ممڪن هجي تہ اڪانامڪس، پوليٽيڪل سائنس، فلاسافي، انگريزي لٽريچر جهڙا مضمونن ڪڻ. پر ائين بہ ڪري سگهين ٿو تہ سنڌي آپشنل ڪٽين. پوءِ شايد صرف هڪ انگريزي ڪمپلسري ڪٽڻو پوندو ۽ ٻيو مضمون آپشنل جو ڪٽڻو پوي. انگريزي تون امريڪن سينٽر ۾ پڙهين جتي خاص انگريزي جو ڪورس پڙهائين ٿا. نورچشم نيلڪيشو هن وقت اهو حيدرآباد ۾ پڙهي پيو. ائين اهو خال پُر ڪري سگهين ٿو.

هڪ دفعي تنهنجي ارادي ۾ ڪنهن مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ پختگي پيدا ٿيندي تہ پوءِ اهو حاصل ٿيڻ مشڪل ڪونہ رهندو. نذرالسلام جو شعر آهي:

امرا گهوچابو تيميرا رات باڌار بنڌ باچل

(اسين اونداهي رات کي توڙي ونڌيا چل جبل کي هٽائي ويندا سون)

مون تنهنجي تنبي جي چڙي پري وجڻ تي ڪواتي جي جنن ۽ پوتن جي ڊپ ڪري ڪونہ چيو آهي پر منهنجي ذهن ۾ آهي تہ ڳوٺ جي ويجهڙائي تنهنجي تعليم ۾ رخنو وجهندي رهندي. ٻيو سبب آهي تہ ڪراچي ڪانسواءِ بدين يا حيدرآباد ۾ ڪو تسلي جهڙو بندوبست ڪونهي.

تون ڊڄندو هوندين پر آئون سماج ۽ ان جي فرسوده ۽ نيچ سوچ کان ڪونہ ٿو ڊڄان، پر چاهيان ٿو تہ گهٽ ۾ گهٽ تون ذهني طرح منهنجي ڳالهہ تہ سمجهين سگهين. جينوٽيڪ عقلمند آهين پر تنهنجو ذهن، دل جذبا ۽ ارادي۔ ايترو پختا ڪونهن جو ڪنهن وڏي شاڪ يا ڌڌڪي وغيره کي بالغانہ انداز سان منهن ڏيئي سگهين. تون اکري طرح وڏو شاعر آهين. توکي لفظن تي عبور آهي پر وڏي شاعر کي عظمت واري زندگي رهڻي پوي ٿي. تون ٻين ماڻهن کان مختلف آهين پر منهنجي تمنا آهي تون ٻين کان مٿير و ماڻهو هجين. اها تمنا الاجي تون پوري ڪندين يا نہ اُن لاءِ آئون ڪڏهن ڪڏهن فڪرمند رهندو آهيان.

شايد ائين چوڻ نامناسب نہ ٿيندو تہ تون خود پنهنجن سورن ۾ سڙي اڳلي کي ساڙڻ جي ڪندو آهين. جو ٿو ائين ڪرين سو ٻڌڻ لاءِ تو ۾ دل آهي پر گڙدو ڪونهي.

جڏهن توکي مون کان دور پچندي ڏسندو آهيان ته هڪ خوشي محسوس ڪندو آهيان. ڪڏهن محسوس ڪيو اٿيئي تون مونکي پنهنجي ويجهو بنهه قريب سمجهندو آهين پر حقيقت ۾ آئون توکان دور آهيان. منهنجو نڪاٽو توکان پري آهي. تون جيترو پري پچڻ جي ڪندو آهين مون کي لڳندو آهي ته دوري ختم ڪري مون کي ويجهو اچي رهيو آهين. جنهن ڏس طرف پچندين مونکي پنهنجي قريب محسوس ڪندين. آئون تنهنجي پرسان تو وٽ ڪونه آهيان جيئن سمجهين ۽ ڏسين ٿو پر توکان دور آهيان. ڪاش، تون اهو مفاصلو ترت ٿانگي سگهين.

هي منهنجا خط جيڪي توکي موڪليان ٿو سي تنهنجي ملڪيت آهن پر هڪڙي صلاح ڏيان. جيئن ڏيپلي واري گيان يا ان جي ساٿي کي هڪ پيري پڙهايو هيئه تيئن انهن يا ٻين ڪن کي به نه پڙهائين نه ڏيکارين ته بهتر ٿيندو. جڏهن احساس ٿيندو اٿم ته ٻيا توسان پائيوار آهن ته مون تي بار ٿي بيهندو ته انهن جو خيال رکي لکان. هي منهنجي خيالن جو ثمر تولاءِ آهي. هنن لاءِ ڪونهي. وڌيڪ جيئن تنهنجي مرضي. هي خط ۽ هي ڪاغذ جن تي جيڪي لکان ٿو سي صرف تولاءِ آهن. هن پوٺوهار جي وادي ۾ جتي چوڌاري وڏا ۽ اوچا پهاڙ آهن. مون ڪيترن تڪليف ڏيندڙ ڏکين موضوئن تي به لکيو آهي جهڙوڪ ديوي. عورت. گناهه. ثواب. پاپ. پُنج. وفائي. پيار ۽ محبت تي پر الاجي چو سمجهيو اٿم ته اهي لکيتون ائين تنهنجي حوالي نه ڪريان. پهريون پيرو توتي اعتبار ڪرڻ کان ڊنو آهيان ۽ هي خط ٻيهر لکيو اٿم. لڳندو اٿم. تون جذباتي طرح اجا تائين ڦٽڪندڙ روح آهين. تون بي قدر ۽ اجائي پروپيگنڊا جو شڪار ٿيل آهين. تنهنجو من استر ڪونهي. جيڪي لکيو اٿم سو هن وقت تنهنجي سمجهه ۾ ڪونه ايندو.

تون جيڪي چئين ٿو يا جيڪا ڏيکاري ڏيں ٿو تنهن کان مختلف ماٺيو آهين. جنهن جي دل ۾ اسين اچي واسو ڪريون ٿا تنهن ۾ اسان کي ٻيو ڪجهه نه ملي سگهندو پر ڪا ڪٽي وشالتا جي. ڪا مهانتا جي ضرور هوندي.

هتي ايترو گهڻو سيءُ آهي جو هٿ ٺري ويا آهن. لکڻ ۾ تڪليف ٿئي ٿي پر خيال ۽ ذهن به سيءُ ڪري ٺرندا پيا وڃن. تنهنجي ياد جي گرمائش تي 8 صفحا لکي وري اهو چڏي هيستائين لکي سگهيو آهيان.

1976_11_21 شام جا 5

اج آرتوار آهي. چمڪندڙ بازاريون بند ڪونہ هيون. پنڊيءَ جي صدر ۾ فٽ پاٿن تي ڪيترائي پراڻن ڪتابن جا پنڊار لڳل آهن. ڏينهن هتي ننڍو ٿئي ٿو. ڪافي عرصو ڪتاب پئي ڏٺم، ائين ڏينهن نڪري ويو. ٻيو ڇا ڏٺم سو هرپيرو زور ڪرين تہ لکي موڪليان. خير اهو رويو تائين مهمل رکان ٿو. سڀاڻي جيڪڏهن هوائي جهاز ۾ ٽڪيٽ ملي تہ موٽندس. 1 کان 5 ڊسمبر تائين عيد جون موڪلون آهن. تنهنجي ڀائرن برادرم مولچند ۽ چانگارام ٽنڊي اچڻ لاءِ چيو هو. ڀانيان ٿو ڏيئيءَ ۽ ٽنڊي ٻنهي هنڌن اچان. احسان مجيندس جيڪڏهن ٽيليفون تي ڳالهائيندين. ڪو پروگرام ناهي ونداسون. هاڻي تہ ايشان ۽ اُما ٻنوري کان موٽي آيون هونديون.

ياد اٿئي تہ تو چيو هو تہ مون لڇمي[1] کي هٿ ڪرڻ، ڪيس پنهنجو گرويده بنائڻ لاءِ هڪ لفظن جو جار، ويچارن جو پنجوڙ ۽ سوچڻ جي انداز جو جار وڇايو آهي ۽ ڪيس قابو ڪري ذهني طرح غلام بڻايو آهي. ڪهڙو نہ پيارو انداز آهي محبت جي منجهيل سٽ کي سُلجهائڻ جو . آئون جيترو انهيءَ ڳالهہ تي سوچيان ٿو اوترو انهيءَ اسٽائيل ۾ ڇيل لفظن تي پيار ٿو اچيم. منهنجا دوست، ائين چو نٿو چوين تہ محبت دوکي جو، حرفت جو، خود مطلبي جو بدليل نالو آهي. ڪٿي پيار جي هڪ ڪيفيت کي خود مطلبي ڪونجي. پيار تہ خود ارپڻ جي عيوض ٻئي کي قابو ڪرڻ جو نالو آهي. بيشڪ مون لڇمي کي جار ۾ ڦاسايو آهي. مون جيڪي وٺائنس حاصل ڪيو آهي سو توکي ڏسڻ ۾ اچي ٿو. پر انهيءَ لاءِ مون جيڪا قيمت ادا ڪئي آهي تنهن جي توکي جاڻ ڪونهي. شڪاري ڪٿي شڪار ماريو هجي پر اُن لاءِ هن جهنگ جهاڳيا هوندا. سر جون چوٽون کاڌيون هونديون. ڇا ڇا نہ قربان ڪيو هوندو! ڇا ڇا نہ سور سنا هوندا! تو مونکي نشان چٽي شڪار کي ڦٿڪائيندي پڪڙيو آهي پر آئون انهي جڳهہ تي ڪيترن ڏولائن بعد پهتو آهيان تنهن جي توکي جاڻ ڪونهي. آئون ڪر ائين چوان تہ تون منهنجي قرباني جو خوابن ۾ بہ تصور ڪونہ ڪري سگهندين. انهيءَ جاهل عورت لاءِ مون جيڪي قربان ڪيو آهي تنهن جي عيوض تہ مونکي جنم جنم ۾ سندس سهاڳ ماڻڻ لاءِ وري اچڻو پوندو. مونکي پنهنجي نرواڻ کي

---

[1] لڇمي منهنجي گهر واري جو نالو آهي.

مهمل ڪرڻو پوندو. صرف هڪ تسلي اٿم جنهن جي عيوض آئون هي زندگي بنا غم گهاريان ٿو. منهنجي اڳيان زندگي جا ڪيترا پٽ ڪليل هئا. ڪيترن عورتن جون بانهون طلبگار هيون. علم عقل ۽ دانش جون محفلون هيون. مختلف قسمن جي رنگيني سان ڀريل آماجگاهون هيون. جن جو ذڪر هن وقت بہ وات ۾ ذائقو آڻي سگهي ٿو. هر هنڌان زندگي جي نعمتن جا انبار ملڻ جا آثار هئا. پر هن ڀريل جسم واري ميڻهن جي ڪير سان سانڍيل سڊول. نئين ساماڻل مونکي جيڪي وٺس هو سو ڏيئي ڇڏيو. پاڻ وٽ ڪجهہ ڪونہ بچايائين. ان وقت جيڏانهن مون نظر ڪئي اوڏانهن لڇميءَ کان بهتر نعمتون هيون پر ڪا بہ منهنجي اڳيان مڪمل شڪست لاءِ تيار ڻي. پنهنجي وجود کي ناس ڪرڻ لاءِ تيار ڪونہ هئي. لڇمي پنهنجو وجود مون ۾ ختم ڪيو. مون دنيا ڇڏي ۽ هن جي غلامي قبول ڪئي.

اسان ڏانهن جنهن صرف قرب جي نظر جي هڪ جهلڪ ڏيکاري. اسين عُمر ڀر ان جا احسان ڪونہ وساري سگهيا آهيون. لڇمي تہ اسان تي وڏا وڙ ڪيا آهن.

پر منهنجا نندڙا وڏيرا. جنهن داسي قدم ڀري دواري جا در کوليا هئا ان جي هڪ قدم تان سڏڙين عاشقن جون هڏيون نيلام ڪري سگهجن ٿيون. آهي ڪنهن کي مجال جو ان لاءِ يا ان جي عزيزن لاءِ ناشائتا لفظ استعمال ڪري. تون بهادر عاشق آهين. تو جيتري مجال اسان ۾ مشڪل ليي! بئي ڪنهن ۾ بہ مشڪل ليي. ڪاش گناهہ ۽ ثواب. پاپ ۽ پيچ جي حد محسوس ڪري سگهين!

22_10_1976

اڄ اسيمبلي ڏسڻ ويس. ريسٽوران ۾ ڪچهري ڪئي سون. انهن ماڻهن کي قريب کان ڏسڻ جو موقعو مليو جيڪي قانون ناهين ٿا ۽ حڪومت ڪن ٿا. انسان جي ارتقا جي بہ عجيب ڪهاڻي آهي! ڪيئن آزاد انسان پنهنجي آزادي کي قائم رکڻ لاءِ حڪومت. رياست ۽ قوم ناهي. وري انهن وٽ غلام ٿيو آهي. ڪيئن چئجي تہ انسان آزادي برقرار رکي آهي يا وڃائي آهي!

هڪ ڪتاب پڙهڻ لاءِ مليو اٿم. رات ڪافي وقت جاڳندو رهيس.

ڪتاب ”ڊاڪٽر هينري ڪسنجر جي سوانح عمري“ [o] هو. نازي جرمني ۾ يهودين خلاف سخت نفرت هئي. هنن لاءِ ڏنڊا، ڪاروبار ۽ اسڪول سڀ دروازا بند ڪيا ويا. انهي وقت هن جي عمر 15 سال هئي. هٽلر 60 لک يهودي مارايا هئا. ڪو يهودي جرمن ڇوڪريءَ سان دوستي رکڻ، ساهيڙپ رکڻ ته خير پر ڳالهائي به ڪونه سگهندو هو. لکين دربدر ٿي دنيا جي ڪنڊ ڪنڊ ۾ ڀٽڪندا رهيا. هينري سندس پاءُ، ماءُ ۽ پيءُ جو هڪ سنو ۽ هر دل عزيز ماستر هو ۽ ٻيا مائٽ ڏتڙجي بناهگير ٿي آمريڪا ۾ آيا. ڪيئن هن تعليم پرائي. جنگ ۾ پرتي ٿي. يورپ ۾ لڙڻ ويو. مرتي آيو. پڙهڻ جي تعليم حاصل ڪرڻ جو شوق اول نمبر واري يونيورسٽي هارورڊ تائين پهچايو. ٻيا گهمندا هئا. عيش ڪندا هئا ۽ هو ڏينهن رات محنت ڪندو ڪئين. پراڻا تعصب وساري متوازن ذهن سان پروفيسر مان ٿيندو دنيا جي طاقتور ملڪ امريڪا جو سيڪريٽري آف اسٽينٽ (وزير خارجه) ٿيو . انهي عهدي تي تاريخ ۾ پهريون ڀيرو امريڪا کان ٻاهر جاول غير ملڪي جو پٽ رسيو آهي.

هُو جستجو ۽ علم دوستي جو عظيم شاهڪار آهي. ڪاش اسين به علم حاصل ڪرڻ لاءِ ساڳي تڙپ رکي محنت ڪريون ۽ عارضي خوشيون تياڳ ڪيون! هي خط هاڻي ڪراچي يا ميرپور مان ٽپال ۾ وجهندس.

ايشان ۽ اُما ٻنهي لاءِ نيڪ تمنائون. هڪ ڀيري ڪراچي مان ٽيليفون ڪيوم هوم. گوداوري ڪنيو هو. الاجي منهنجي ڳالهه تنهنجي ماتا کي سمجهائي سگهي يا نه.

تولاءِ صرف تنهنجو.

روچي رام



[o] ڊاڪٽر هينري ڪسنجر مشهور بين الاقوامي معاملن جو ماهر ۽ امريڪا جو وزير خارجه هو. پٽي صاحب جو مداح هو پر انهم بم ناهڻ جي پروگرام جي مخالف ۾ پٽي صاحب خلاف سازش ۾ شريڪ ٿي هنکي لاهي ڦاسي جي تختي تي چاڙهائي ڇڏيائين.

109، پاڪ لئنڊ انٽرنيشنل راولپنڊي.
ڊسمبر، 8، 1976

پيارا ڪنول،

هتي سنو ۽ سهائيندڙ سيءُ پيو ٿو. موسم خوشگوار آهي. وڻن ۾ پن پيلا ٿي رهيا آهن. گاهه پڻ سمورو سڪي پيلو ٿي ويو آهي.

منهنجي سفر جو ساٿي تازو شادي ڪيل آهي. سفر جا مکيه خيال سُرهي سيج جي يادگيري سان پرپور ۽ مني مني هجر وارا آهن. جنهن جي شادي کي 24 سال ٿيا هجن. ايڏي پُراڻي جي پر واري پلنگ تي جيڪي علي مراد جي ذهن ۾ خواب آهن سي ڪيترا نه تازا، شگفته، خوبصورت، منا ۽ رس وارا هوندا. محسوس ٿو ٿئيم ڄڻڪ هن سرءَ ۽ سياري واري خشڪ موسم ۾ سردي ۾ بهار ۽ سارنگ کي سارجي. ڪلپنا ۽ تصور ڪيترو نه حقيقت کان بهتر آهن.

جڏهن توسان ملندو آهيان ته جنهن ملڻ جي تانگهه به ٿيندي اٿم، ائين لڳندو آهيم ڄڻڪ ڪنهن اجنبي سان مليو آهيان. جو منهنجي ظاهري صورت جو نڪي واقف آهي نڪي منهنجو. ڪيڏو نه دوري جو ۽ اجنبيت جو احساس ٿيندو اٿم!

جڏهن منهنجا اهي خط ڇپائيندين تڏهن انهي ڪتاب جو هر خريدار منهنجي ايترو قريب هوندو جيترو منهنجو ڪنول ـ جنهن لاءِ لکيا اٿم. سو ڏور آهي.

انهي ڏوري کي ڏوربندڙ ۽ انهي اجنبيت ۾ ڪجهه ڳوليندڙ توکان هزار ميل دور

صرف تنهنجو ۽ تو لاءِ

روچي رام

ميرپورخاص
12_12_1976

پيارا ڪنول،

خط ٽپال ۾ وڄهڻ ڪانپوءِ اسين مشهور تاريخي مقام ٽئڪسيلا ڏسڻ وياسون جتان موٽي اچي تولاءِ ٻيو خط لکيم. اهو خط توڏانهن پوسٽ ڪرڻ بدران ٻئي هڪ دوست ڏانهن موڪلي ڏنو اٿم. جيتوڻيڪ خط توڏانهن مخاطب ٿيل هو. انهي خط ۾ ذاتي جذبا نڪي تو وارا خيال لکي سگهيو آهيان نڪي هن سان واسطو رکندڙ. محض تاريخي نقطئ نظر ٽئڪسيلا جو ۽ گنڌارا جو بيان ڪري سگهيو هوس.

ٽيون ڏينهن رات جو 12 بجي واپس ڪراچي پهتاسون.

هتي گهر ۾ اڪيلا آهيون. جيءَ کي جياريندڙ لڇمي ڳوٺ ويل آهي. نيلو ۽ ڪيشو گڏ آهن. تون به جيڪر هتي هجين! جيترو سندس موجودگي جسم، ذهن ۽ دل دماغ لاءِ ضروري آهي اوترو سندن غير موجودگي ۽ هجر تقويت ڏيندڙ آهن. لکوُ شڪايت ڪئي هئي ۽ اسرار ڪيو هئائين ته ڪو علمي ۽ تحريري ڪم ڪرڻ کپيم. اج وري جتي اڳ ۾ هٿ ۾ ڪنيل ڪتاب ڇڏيو اٿم. اتان شروع ڪندس.

آئون اجا تائين انهي راءِ جو آهيان ته تون عملي سياست بدران ڪو علمي ڪم ڪرين. جيئن ٻيا ڪم سکڻ لاءِ ترتيب ۽ سٽاءُ ناهبو آهي تيئن علم لاءِ پڙهڻ بهتر ٿيندو ته جيڪڏهن B.A. ۾ جنرل هسٽري کڻين. اهو تو کونه ٻڌايو ته بدين ۾ B.A. ۾ آپشنل جا ڪهڙا مضمون کنيا آهن.

سيني گهر وارن لاءِ نمستي ۽ ٻارن لاءِ پيار. ننڍڙي ۽ مِنِي اُما کي خاص پيار ڪجان.

فقط

روچي رام



پيپري
ڪراچي وينڊي شاهين ايڪسپريس
16. ڊسمبر. 1976

پيارا ڪنول.

جنهن ڏينهن توکان تندي ۾ موڪلائي ميرپور طرف روانو ٿيو هوس انهي ڏينهن منهنجو معتبر ۽ دل گهريو دوست[0] ڪامريڊ پير بخش وشوَ ناگرڪ `World Citizen` هي فاني جهان ڇڏي ويو. جنهن زندگي کي بيا مثيا سمجهندا آهن تنهن کي هن اهم حقيقت سان وابستہ سمجهي ان جي سچائي سان سات ڏيئي زندگي جي تضاد سان ٽڪر کاڌي زماني کان اُلٽو هلي ان کي شڪست ڏيئي هليو ويو.

پير بخش جو موت زندگي جو عظيم سانح آهي. پير بخش بلوچ هن زماني ۽ سماج جي سناءُ ۾ غريب ماڻهو هو. پر هئي هر لحاظ کان هڪ عظيم شخصيت هو.

پير بخش خان وفات ڪري ويو. هڪ دور ختم ٿي ويو. تاريخ جي وهڪري سان ٽڪر کائڻ وارو دور ختم ٿي ويو. وري اهڙو شخص مشڪل پيدا ٿئي.

آئون 25 ڊسمبر سندس ڳوٺ ويندس. ڪلوئي هلڻ چاهين تہ نئين ڪوٽ اچجان. پنگرئي کان ٽيندو ڪلوبن اچجان. اچين تہ مون کي اڳواٽ ضرور جاڻ ڪج.

اما ۽ بين سيني لاءِ پيار.
ڪنهن بہ حال ۾ توکي نہ وساري سگهندڙ

روچي رام

[0] پير بخش جنداڻي ڪوسو ڪاڙڪش تعني ڏيهي جو رهاڪو هو. وڏو بهادر ۽ با حسن شخص هو. ڪانگريسي ذهن وارو سياسي ورڪر هو. هن کي ورلڊ سٽيزن سڏائيندو هو. بي پڪ شخص هو. آخر تائين ڪاڏي جو ڪپڙو پائيندو هو غريب ماڻهن سان گڏ هوندو هو.

1 _ جنوري _ 1977

رات 1976 جو سال موڪلائي پنهنجا نشان ڇڏي هليو ويو ۽ نئون 1977 جو سال پنهنجي شان سان، جاه ۽ جلال سان رات ٻارهين بجي اڌ رات جو داخل ٿيو. پراڻو سال ڪيترن لاءِ خوشي ڪن لاءِ غم، ڪن لاءِ ميلاپ، ڪن لاءِ اوسيئڙو، ڪن لاءِ ساک ۽ ڪن لاءِ بدنامي ميسر ڪري ويو. نئون سال نيون اميدون کڻي آيو آهي. نئون مستقبل کڻي آيو آهي. انهيءَ نئين سج نئين سال جون مبارڪون هجن.

روچي رام
1977_1_1



ميرپورخاص
جنوري 12، 1977

پيارا پرمانند،

مون درخواست واسطيدار عملدار کي ڏني جنهن ڇيو ڪم ڪري ڏيندس.

جنهن ڪم لاءِ بدين ۾ ڏيئي 14 تاريخ تي اچڻا هئاسون سو سناءَ ڪونه بينو آهي. حالات سياسي ۾ اليڪشن جي واچوڙي ۾ وڪوڙجي رهيا آهن.

مون نالي ماڻ ٻه نيشنل يا پراونشل اسيمبلي جي ٽڪيٽ لاءِ درخواست ڪونه ڪئي آهي. منهنجا سمورا دوست هوا جي رخ تي هلي رهيا آهن. سياست انهي سنهي برف وانگر آهي جنتي ٿورو لوڏو ٻه پير ترڪائي ڪياڙي ڀر ڪيرائي ٿو ڇڏي.

تنهنجو دوست سلامت رهندو ۽ تنهنجو رهندو.

روچي رام

1_ مارچ _ 1977
ميرپورخاص

پيارا پرمانند.

نبي سر روڊ کان موٽي هتي پهتس 27 فبروري جي شام جو چيائون تہ برادرم ٿهلرام صبح جو سرڳواس ٿي ويو. سندس اگني سنسڪار جون رسمون پوريون ڪري موٽيا هئا. آئون شريڪ ٿيڻ کان رهجي ويس. لڇمي جن اجا تائين هولي جي تهوار واسطي اُتي ترسي پيا. هي راتيون سندس غمگسار ساٿ کانسواءِ گذارڻيون پون ٿيون. ٿهلرام جي عمر 82 ورهيہ هئي. هو 1951 وڪرمي سنبت [o] ۾ جائو هو. منهنجو وڏو چاچو پوجراج 1928 سنبت ۾. منهنجو پيءُ 1941. ٿهلرام[o] 1951. سرڳواسي ڏيالداس 1956. پنجومل 1961 ۽ آئون خود 1985 وڪرمي سنبت ۾ ڄاوا هئاسون. منهنجا سمورا سوٽ مون کان عمر ۾ گهڻو وڏا هئا.

ننڍي عمر ۾ هڪ عجيب حالت ۾ هوندو هوس. منهنجا سوٽ ياءُ سمورا مونکان وڏا هئا. انهن جا پٽ جن جو آئون چاچو سڏبو هوس سي منهنجا هم عمر هئا.

وڏا مونکي ننڍو سمجهندا هئا. ننڍا وڏو. آئون پنهنجي جڳهہ ۽ حيثيت جي ڳولا ۾ رهندو هوس. سيٺ سنيومل جن منهنجا سوٽاڙي سوٽ ٿين. ڪرمچند 1961 سنبت ۾ سنيومل تنهن بعد بہ سال. جهامنداس ان بعد بہ سال ۽ پيڻ مولان ان بعد بہ سال. بيا سمورا سوٽ وڏا جهڙوڪ چيناننڌ ليکراج ۽ پريداس منسکدس منهنجي پسنديده ڪهاڻي هئي ٽئگور جو افسانو "Home Coming" جنهن ۾ 14 سالن جي ڇوڪر جي ذهني ڪشمڪش بيان ڪئي ويئي آهي. جنهن جو آواز اُٿڻ ويهڻ طور طريقا سمورا ارتقا جي انهي دور ۾ هئا جتي هو هڪ حد تيڻ وقت ذهن جي لاهي چاڙهي ۽ بڏتر ۾ هوندو آهي.

برادرم ٿهلرام مونکان 34 سال وڏو هو. گهر جي وڏي جو لاڏلو وڏو پٽ هو. جسماني طرح قد ۽ڪاٺي ۾ مضبوط ۽ پهلوان.

---

[o] وڪرمي سنبت جو سال عيسوي سنہ کان 56 ورهيہ اڳ م آهي)

[o] ٿهلرام منهنجي وڏي سوٽ جو نالو آهي. ۽ هي بيا سندس ننڍا ڀائر آهن.

ٺهلرام جي قضيي ڪري ٻني لاڙ جي دوست نور محمد پليجي وٽ ٻه ڪوڻ وڃي سگهيس.

ننڍڙي اُما ڪنول جي سالگره لاءِ جيڪي توهان دليل ڏنا هئا سي ٻئي ناموزون هئا. صرف ڏيکاءُ ڪان بهتر آهي عورت ۽ ان جي سيني سروڻ جو ماءُ، پيءُ، نياڻي ۽ محبوبه جو دل سان قدر ڪجي ۽ ان ڪي تشدد بدران رواداري ۽ محبت ڏجي. انصاف جي انتها ٻي انصافي جو ٻيو نالو هجي ٿو. ڪجهه به هجي آئون تنهنجي حڪم تي حاضر ٿيڻ لاءِ تيار آهيان.

پيارن سان

روچي رام



1977_3_15

پيارا پرمانند.

تون به خط ڪونه ٿو لکين. جنهن حادثي ۾ زخمي ٿيو هئين سو به احوال ڪونه لکيئه. ٽيليفون تي پڻ اڻ پوري خبر هئي. مون تنهنجي ٽيليفون واري گفتگو بعد جنهن سان ذڪر ڪيو تن جو جوابي انداز اهو هو ته ڪين اڳ ۾ جاڻ هئي. مونکي تفصيل سان لکين ها ته بهتر هو.

اميد اٿم ته هاڻي تون بلڪل نوبنو هوندين.

موجوده اليڪشن ساري ملڪ کي لوڏي ڇڏيو آهي. اسان جي دل مطمئن آهن ته اسان پنهنجي ضمير مطابق هليا آهيون. باقي نتيجو ڇا ٿيندو تنهن بابت انسان ڪجهه نٿو ڪري سگهي. عمل ماڻهو جي وس آهي نتيجو ماڻهو جي وس ۾ ناهي.

توڏانهن لکڻ جو موڊ ڪونه هوم نه ته جيڪر اليڪشن بابت سياسي تحريرون موڪليان ها. تون نه جيڪر مون ڏانهن خط لکندو رهين ته پڻ منهنجو توڏانهن لکڻ جو اشتياق قائم رهندو رهي ٿو.

ميرپورخاص 15_ مارچ _ 1977، 3 وڳا شام.

تنهنجو خط ٽپال ۾ مليو. مٿيون خط صبح جو لکيو هوم ائين غير مڪمل رهجي ويو هو. مونکي لکي موڪلين ها ته ڪيتري قدر حادثي ۾

نقصان رسيو هيئه. آئون ڪر تندي اچان ها. مون وٽ 7 مارچ ڪانپوءِ 10 مارچ تائين خالي تاريخون هيون. تنهنجي خط ۾ لکيل احوال موجب ته حادثو مونمار هو. پوءِ ته جهڙو نئين حياتي ملي. موسم گرم ٿي وئي آهي نه ته جيڪر ڪنهن چنچر تي هليو اچان.

هن خط ۾ تو محترم پون سنڌي جو نالو لکيو آهي. اهو ذڪر ڪرڻ ضروري ناهي. تنهنجي طبيعت ڪنهن نوان ڏانهن مائل ٿي ٿي ڏسجي. جڏهن قاسم بنوري وارو گڏبو آهي ته تنهنجو پچندو آهي. هن وقت لاڙڪاڻي جيل ۾ آهي. شنوائي تي ڪراچي وني ايندا آهن وري واپس لاڙڪاڻي وني ويندا آهن.

فاضل جي اليڪشن بابت لکين ٿو ته هو PNA وارن سان گڏ آهي. تنهن ڳالهه سان توهان جي همدردي گهٽ آهي. فاضل فاضل آهي. انهن ماڻهن کي سلام آهي جيڪي اونده ۾ جوت جاڳايو وينا آهن. جيڪڏهن کين ڪنهن موڙ تي سنڌ جي ٻن دشمنن مان هڪ گڏجي وڃي ٿو ۽ جيڪڏهن ٽڪاوٽ جي حالت ۾ هڪڙي ٺي ٻبر جي وڻ جي ڇانو ۾ ٻئي اتفاق سان ڪڏجي وبهن ٿا ته اُن ۾ انهن خلاف بدگماني نه هجڻ کپي. جيئن ته هي خط سياسي بحث لاءِ ڪونهي وڌيڪ لکڻ کان احتراز ڪريان ٿو.

ٻارن لاءِ پيار

فقط توهان جو

روچي رام



ڪار پاڙو ميرپورخاص

اپريل. 26. 1977

منهنجا پيارا پرمانند.

28 مارچ ۽ 11 اپريل تي لکيل ٻنهي خطن لاءِ مهرباني

سنڌ جي معياري ادبي اداري لاڙ ڪلچرل سوسائٽي وارا خوش نصيب هوندا جو تو جهڙي شاعر سان ادبي گڏجاڻي ۽ شام ملهائڻ قبول ڪرڻ فرمائي آهي.

توکي خبر آهي ته شاعر شاعري سندن فن اهي منهنجا سپاويڪ مضمون ڪونهن. پر تنهنجو حڪم آهي تنهن ڪري مضمون لکڻ جي ڪوشش ڪندس.

ڇا ائين ناهي ته خود کي شاعر سمجهندڙ شاعري جي دعويٰ ڪندڙ شاعري جي منصب کان ناواقف. سچائي حقيقت ۽ ممڪنات کان دور ٿي تخيل ۽ ڪلپنا جي دنيا ۾ هوش وڃائي، خوبصورت لفظن جو غلط استعمال ڪري، خيالي مٿيا ۽ ڪوڙي زندگي جو خاڪو پيش ڪن ٿا. اهڙو شاعر انسان جون اميدون، آسرا، طلبون، حرص، حوس ۽ سڌون ايتريون ته وڌائي ٿو جو جڏهن اکيون کلن ٿيون ته انهن مان هڪ به برثواب ڪونه ٿي ٿئي. ان بعد انسان اميد لاهي نااُميد ٿي زندگي ۾ پنهنجو مرتبو، حيثيت، مقصد ۽ منصب سڀ ڪجهه وڃائي ڇڏي ٿو.

شاعري ٻٽاڪ ناهي، پاڳلپڻ ناهي، پر هڪ پيغمبري خصلت آهي. هو سڏڙيو ناهي. هن جو آواز سندس دور جي حالتن، غمن، خوشين، پسندين، ناپسندين، خوابن، خواهشن، ممڪن ۽ نهڪندڙ ضرورتن جو جامع آواز آهي. نمائنده آواز آهي. تمدن جي حساس لهرن جو سريلو آواز آهي. تنهنجي شاعري، جي بي ادبي نه سمجهين ته ڪر لکان ته ڪاش تون شاعر جي اميد. ان جي تمنا، ان جي ڪلپنا، ان جي تڙپ ۾ ۽ سڏڙين جي سڏ ۽ خود مطلبي ذهنيت ۾ فرق کي سمجهي سگهين! شاعر جي اُڌام، تخيل ۽ جاهل پاڳل جي ٻٽاڪ ۾ فرق ٿئي ٿو جيتوڻيڪ ٻنهي جا اکر ۽ انداز ساڳيا هجن ٿا. تون منهنجا منڙا ڪنول تنبي ۽ ڏيئي جي سيٽ جو پٽ ناهين جنهن جي هن خط ۾ هتڪ محسوس ڪندو هوندين پر سنڌ جو هونهار شاعر آهين جنهن سان محمد سومار شيخ ۽ الله بخش آڪاش پارا شام ملهائين ٿا. تون عوامي هستي آهين جنهن تي تنقيد ڪرڻ شاعرن جي هر مداح جو حق آهي.

پيارن سان، اجنبي پر خيرانديش:

روچي رام



کار پاڙو، ميرپورخاص سنڌ
20، مئي 1977

پيارا پرمانند،

3 مئي ۽ ٻيو 7 مئي جون تاريخون لکيل ٻئي خط پهتا. خطن لاءِ مهرباني. پر هڪ شڪايت اٿم ته انهن ۾ منهنجي حد ۽ حساب کان وڌيڪ ساراهه ڪيل آهي جنهن جي نڪي ضرورت نڪي موقعو مناسب هو. آئينده مونکي ذهني پريشاني ۾ وجهڻ کان ڪنارو ڪندا ته احسانمند رهندس.

اڄ برادرم نورمحمد هتي آيل آهي. هن توهان جي دوست جناب محمد هاشم ۽ ٻين جي اشتياق جو ذڪر ڪيو.

تنهنجي باگي کان 14 تاريخ تڪڙ ۾ نڪري آيس تنهن لاءِ معافي طلبگار آهيان. توهان سڀئي شادي کان بعد جي ڪم ۾ مشغول هئا. مون برادرم سيٺ مولچند ۽ سيٺ چانڱارام کان موڪل ورتي. هنن اعتراف ڪيو ته توهان سڀئي ذهني طرح ڪم ۾ رڌل هئا. گهڻي ڪم ڪري ٿڪل هئا. منهنجو ترسڻ ڪارگر ڪونه ٿي لڳو. هنن خوشي سان موڪل ڏني. اوهين ان وقت حاضر ڪونه هئا.

هنن کي ڪيئن چوان ته جنهن ڪنول لاءِ آيو آهيان ان جي اجازت کانسواءِ ڪيئن تنهنجي مان روانو ٿيان. پر مون سينين کان موڪلائي ورتو هو انهي ڪري لاري تي هليو آيس. دوست جهامنداس رستي ۾ گڏ هو. ڪلاڪ ڏيڍ تلهار جي اسٽيشن تي هئاسون. ايترو ئي وقت حيدرآباد اسٽيشن جي پليٽ فارم تي گذاريم. هڪ بجي رات جو گهر پهتس.

تنهنجي باگي جي قيد مان، قيد جي داروغي جي اجازت کانسواءِ نڪري آيس. تنهن ڏوهه جو ڏوهاري آهيان.

اچا تائين تنهنجو ڏوهاري ۽ قيدي

روچي رام



ميرپورخاص
جولاءِ 3, 1977

پيارا پرمانند،
مون تنهنجي دوست الله بخش کي لکيو هو تہ تيستائين توکي خط نہ لکندس جيستائين تون شعرن ڇاپڻ لاءِ ڪتاب جي تياري نہ ڪندين. الله بخش جواب ڏنو هو تہ هن جي ڪوشش جي باوجود تون هُن سان تعاون ڪونہ ٿو ڪرين. مونکي لڳو تہ تون اهو ڪم بہ ڪونہ ڪندين.
ڪاش تون مونکي خوش ڪرڻ خاطر ئي ڪٽي ڪتاب جو مسودو تيار ڪرين! ڪتاب جو مسودو تيار ڪرڻ ئي ايترو ڪٺن ڪم آهي جيترو خود شعر ناهڻ. ڇپائڻ جو مسئلو اُن کان بہ مشڪل آهي. جيڪڏهن الله بخش يا ٻيا دوست محبت جي محنت ڪرڻ لاءِ تيار آهن تہ انهن کان نوٽبڪ تي نہ پر ڇڙوڇڙ پنن تي لکائيندو وڃ ۽ انهن کي فائيل ۾ جوڙيندو وڃ. 15 جولاءِ تائين ڪم تيار ٿيڻ کپي. تنهن بعد پارڻ ٿر هلنداسون. اتي انهن کي سموهڻ ۽ ان جي گيٽ اپ بابت صلاح ڪنداسون. آئون شاعرن جي جنس مان ناهيان پوءِ بہ ڪوشش ڪندس مدد ڪرڻ جي.
منهنجو ذهن هن وقت ايترو مشغول آهي جو توڏانهن خط لکڻ جهڙو ڪونہ آهيان. هونئن بہ تون اهو پرمانند ڪونہ رهيو آهين جنهن کي مون پنهنجا تمام حساس جذبا ظاهر ڪري ٿي لکيا. مون کي بدين ۽ پوءِ ننڍي ۾ هڪ هڪ رات رهي محسوس ٿيو تہ تون ننڍڙي پار بدران بلوغت طرف وڌي آيو آهين. تو پنهنجا خيال ڪيترن موضوعن تي پختگي طرف مائل ڪيا آهن. هونئن بہ ٻاون سچ لکيو هو: تنهنجي شعرن کان ذاتي زندگي ۾ تون مختلف پرمانند آهين. منهنجي راءِ ۽ تنهنجي راءِ ۾ اهو فرق آهي جو هو ذاتي پرمانند کي بچڙو سمجهي ٿو ۽ شاعر پرمانند کي چڱو. آئون شاعر پرمانند کي، ڪنول تخلص واري ڪوي کي، تمام غير اهم سمجهان ٿو ۽ ننڍي واري پرمانند کي بهتر ۽ چڱو ماڻهو سمجهان ٿو. ڪاش تون منهنجي پرمانند جهڙا ڪنول کان شعر چوائي وڃين!! احسان مڃيندس. جيڪڏهن منهنجي خط جو انتظار ڪرڻ بنان ئي مونکي خط لکندو رهندين. ننڍڙي اُما کي منهنجي پاران ڪوني پيار ڪجو.

پيار سان
روچي رام

جون، 24. 1977

پيارا پرمانند،

خط لاءِ مهرباني. هن پيري تي ڏينهن ڪراچي ۾ لڳي ويا. رات موٽيو آهيان. ڪلهه رات نور احمد شاهه صاحب مليو هو. هن گل جي بدلي تندي باگي کان تندي محمد خان ڪري ڏيڻ جي پڪ ڏني آهي.

آئون رات جو دير سان وڌس ويو هوس. ٻئي ڏينهن صبح جو سوير هنڪي لاڙڪاڻي وڃڻو هو ۽ چيو اٿس ته ڪو ٻه ماڻهو هنڪي سومر ڏينهن 1977-6-27 تي اچي آفيس ۾ يادگيري ڏياري.

سندن آفيس مسلم آباد ۾ نيشنل انجنيئرنگ ڪاليج جي ٻنهه پرسان آهي جو ڪاليج قائداعظم جي مزار جي پريان اسلاميه ڪاليج جي سامهون آهي.

جيئن ته محترم محمد هاشم ٽالپر بدين واري تقريب مهمل ڪرڻ جو اطلاع موڪليو آهي آئون هن آرتوار تي اچي ڪونه سگهندس. ميان الله بخش انصاري "آڪاش" کي چوندا ته مونکي خط لکي.

مونکي تون ٻه خط لکندو ڪر. هن وقت تون صاحبِ ديوان ٿيڻ وارو آهين. وستار سان لک ته تنهنجي دل جي ڪيفيت سمجهي سگهان.

سيني لاءِ پيار. اما لاءِ مِنِي

فقط

روچي رام



ميرپورخاص
اپريل. 11. 1977

پيارا پرمانند،

ايتري ايڏي ء ايستائين ڪاوڙ ڪرڻ. وسارڻ ۽ وساري ڇڏڻ ڪنهن به صورت ڪنهن به حساب سان مناسب ڪونهي. شايد اهو مونکي ڪاوڙ ڏيارڻ لاءِ طريقو اختيار ڪيو اٿيئي.

دوست محترم پڙن سنڌي يونيورسٽي بند هجڻ ڪري واندو هوندو

چئجانس هتان تي وجي. آئون هي هفتو هتي ئي آهيان. هن لاءِ جيڪڏهن ممڪن هجي تہ ٽيليفون تي جاڻ ڪري پوءِ روانو ٿئي نہ تہ ائين ئي هليو ايندو پوءِ بہ نيڪ آهي.

سڀني لاءِ پيار. تنهنجن دوستن لاءِ سلام

فقط

روچي رام



1977_7_30

پيارا پرمانند،

منيءَ ۾ ياد ڪرڻ، انتظار ڪرڻ ۽ هلڪي ڪاوڙ وچان خط لکڻ جي تڪليف وٺڻ لاءِ مهرباني

اَٽ ڏينهن مون لاءِ سيڙجي وينين. تنهن لاءِ تنهنجا لک احسان نہ مڃڻ احسان فروشي ٿيندي. اُستاد نٿومل موروالي مني ۾ مون لاءِ منتظر هو ۽ آئون پهچي ڪونہ سگهيس تنهن لاءِ ارمان اٿم. ولي رام جي پڻ مهرباني جو منهنجي غير حاضري ۾ توسان ساٿ ڏنائين.

چڱو ٿيو جو مني ۾ وسڪارو گهمي آئين. آئون نہ هوس تہ ڪا خاص ڳالهہ ڪانهي. هاڻي تون ساڻ نہ هوندين. آئون شايد مشڪل وڃي سگهان.

تنهنجي خطن ۾ ائين جاڻايل هوندو آهي تہ تون مون بابت ۽ منهنجي مني سان لاڳاپي بابت خاص جاڻ رکين ٿو. اها دعويٰ پُر فريب ئي سهي پر ڪيتري نہ پياري آهي.

تنهنجي دوستي جو چار ۽ اُن جا ڪچا ڌاڳا مونکي ڪيڏو نہ مضبوطي سان پڪڙي وينا آهن حالانڪ اهي حقيقت کان دور، خلوص کان پري، ڪلپنا، تخيل ۽ سڌن وارو هڪ طلسم آهن.

طلسمات جي دنيا ۾ تنهنجو

فقط

روچي رام

قلم تازو
1, آگسٽ, 1977

اڄ حيدرآباد وڃڻ ٿيو. محترم ولي رام اوهان جي ٿر جي دوري جو حال احوال ٻڌايو. مونکي ارمان آهي جو توهان سيني کي منهنجو انتظار رهيو ۽ آئون هتان نڪري ڪونہ سگهيس. ولي رام ٻڌايو تہ سيني شدت سان منهنجو انتظار ڪيو هو. آئون نہ رسي سگهڻ لاءِ معذرت خواهہ آهيان. نٿو رام کان بہ معافي طلبگار آهيان. مون کي چيائين تہ پرمانند جي ذهن ۾ روچي رام هُري رهيو هو ۽ ائين پئي لڳو ڄڻڪ منهنجو روح تنهنجي ذهن کي هلائي رهيو هو. ڪيڏو نہ پيارو منظر ذهن ۾ اچي ٿو. روبرو مون سان وڙهين ٿو. خطن ۾ ڪاوڙ ڏيارين ٿو ۽ پرپٺ مونکي سارين ياد ڪرين مون لاءِ وڙهين ٿو. مونکي تنهنجي انهي حال جي خبر هاڻ اچي پيئي آهي. تو بابت بدگماني رکڻ لاءِ مونکي منهنجا ننڍڙا دوست معاف ڪجان.

تنهنجي نظمن جي ديوان جو مسودو مونکي ڏيئي وڃ. توکي خبر ڪونهي تہ شعرن جي مجمعي کي ڪيئن جاذب ۽ معياري نموني ۾ پيش ڪجي. تنهنجو ڪتاب سنڌي ادب ۾ اوچي پائي جو مجموعو ڪلام هوندو. جيڪڏهن وري وقت ڪڍي سگهين. تہ مون سان گڏ ٿر هل يا هڪ بہ ڏينهن هتي اچي رهہ تہ انهي ڪم کي سهيڙيون ۽ سموهيون.

تنهنجو ساٿيو
روچي رام



ميرپورخاص
آگسٽ, 31, 1977

پيارا پرمانند.
ايڏي ماٺ. چپ ۽ خاموشي مناسب ناهي. اُما لاءِ پيار

فقط
روچي رام



3, ڪار پاڙو ميرپورخاص سنڌ
سيپٽمبر, 15, 1977

پيارا پرمانند.

پيار ڀريئي خط لاءِ لک احسان.

جنهن جو ذڪر تو ڪرين سو ڪن ۾ ذهن ٻئي ٻوڙا هجڻ ڪري بي اثر ثابت ٿيو. تنهنجي ٻه ڪم جو ڪونهي تنهنڪري جيڪي مٿيءَ مان نقل ڪري ڪٽي آيو آهين سو مونکي موڪلي ڏي ته پنهنجي چريائيءَ ڪي پرچايان ۽ وري پڙهان.

گڏيل ڪٽنب وڏي نعمت آهي پر جتي سلوڪ ناهي اُتي وڏي مصيبت ٿيو پوي. قرب ۽ ادب سلامت رهيا ته پوءِ رسمي جدائي ڪا خاص ارمان جهڙي ڳالهه ڪانهي.

اوهين ست ڀائر هڪ ڪٽنب هئا. آئون انهي هڪ ڪٽنبي جو ڀاءُ ۽ گڏيل ڀاتي هوس. هاڻي جي ست ڪٽنب ٿيندا ته آئون ستن ڪٽنبن جو ڀاءُ ۽ ڀاتي ٿيس. پرماتما اوهان جي ٻڌي, سلوڪ ۽ ايڪي کي قائم رکندو.

۽ هر حال ۾ آهيان

سيني جو ۽ تنهنجو ته پنهنجو

فقط

روچي رام



3, ڪار پاڙو ميرپورخاص سنڌ
سيپٽمبر 24, اڻويهه سؤ ستهتر

منهنجا پيارا پرمانند.

تيون ڏينهن ڪراچي کان موٽندي سجاول کان ۽ ٻنوري کان ٿيندو آيس. اعجاز ڪونه هو. سندس اوطاق تي اليڪشن جي گهما گهمي هئي. ٻيا دوست سمورا مليا. قاسم جيل مان ڇٽي آيو آهي. ديوان ليلارام ڪونه گڏيو. نڪي ڪنيؤ. لکوُ ٻه موجود ڪونه هو. رات جو وڳڙو هو. آئون رات ٿي موٽي

آيس. ملڻ بہ مشڪل هو.

سڄاول ۾ مهراڄ مليو. سڄاولي سرويچ بہ گڏيو. سيپئي اليڪشن جي موڊ ۾ هئا. رڳو جذبات هئا، عقل ۽ فهم جو گهٽ استعمال هو.

هتي عيد جي موڪل جا چارئي ڏينهن گهر ۾ گذاريم. نيلو، ڪملا ۽ لڇمي نبي سر روڊ ويل هئا. باقي اسين سڀ هتي هئاسين. پڙهڻ سوچڻ ۽ آرام جو سٺو موقعو مليو. وري بہ خيال اٿم تہ ٿر وڃان ننگرپارڪر ۾ پورو مل ڪولهي آزاد اُميدوار طور صوبائي اسيمبلي لاءِ بيٺو آهي. اليڪشن جو ورڪ ڪرڻ جو اسان جو موڊ هن وقت ڪونهي. مني ۽ اسلام ڪوٽ سان ٿيندو اڇجي توهين گڏ هلو تہ هلي بہ چار ڏينهن ڏاني جي ڳوٺ ۽ ننگر رهون. اسلام ڪوٽ ڪونہ هلنداسين.

آٿين ٻن ٽن ڏينهن ۾ تنهنجي طرف ايندس آيس تہ اوهان سان ملندو ويندس.

پيار سان فقط
روچي رام



3 ـ ڪارباڙو، ميرپورخاص
2 آڪٽوبر 1977

پيارا پرمانند.

تنهنجو اناويهہ سيپٽمبر تي لکيل خط ڪلهہ آفيس ۾ ڏيئي ويا. جن مونکي اچ پهچايو. شاعر جي ڪلپنا تمڪ رچنا بابت لکين ٿو: "اها انهيءَ خوبصورت ٻار وانگر آهي جنهن کي هرڪو چمڻ چاهيندو هجي، پر ڪير بہ سندس پيءُ ٿيڻ لاءِ تيار نہ هجي."

تنهنجي نفسيات تي حرامي ٻار جي ڪيفيت حاوي آهي. نہ تہ ائين لکن بدران هيئن لکين ها. "شاعر جي ڪلپنا جڏهن خوبصورت هوندي آهي تڏهن ان جي خلقيندڙ جي هر ڪنهن کي خبر هوندي بہ هر ڪو ان کي پنهنجي دل جو آواز سمجهندو آهي." تڪي ڪو ٻار حرامي ٿيندو آهي ۽ تڪي ڪا شاعر جي ڪلپنا ياڙچنا. هن ڪائنات جي عظيم ۽ خوبصورت

ترين تخليق کي حرامي چئي ان جي بي عزتي ڪرڻ کان وڏي جهالت بي ڪا ڪانهي.

جنهن جي تحت الشعور ۾ اهڙا تجربا ۽ درشيه موجود هوندا تن جي قلم ۽ زبان تي دل جون ڳالهيون از خود لاشعوري طور اچي وينديون آهن.

تو تن صفحن ۾ پاڻن جي پُٺل هڪ شعر تي تنقيدي ۽ تعريفي انداز ۾ لکيو آهي ۽ سياسي حالات جو اپوڳو تجزيو شاعرائي لهجي ۾ ڪيو آهي. پاون جي جنهن شعر لاءِ لکين ٿو تہ "حرامي" ٻار وانگر آهي. اهو ڪٿي تنهنجو انوکو انداز ۽ پيار ڪرڻ جو اسٽائيل آهي. دنيا تہ خير پر ڪائنات جي عظيم ناتي، زندگي جي حسين رشتي، خالق جي فن، حسن ۽ خوبصورتي جي معراج، فن ۽ ڪلا جي اوج کي ڪوڙي سماج جي ڪوڙي دوکي باز قانون، هلت، چلت، رهت، وقار، عزت مريادا جي خول ۾ رهندڙ شخص ئي ائين چئي سگهن ٿا.

شاعر جي رچنا هجي يا عورت جي- بئي قدرت جي حسين ۽ جميل شاهڪار جي سرجڻ جو فطري عمل آهن.

منهنجا وڏا شاعر!!! انهي پرم پرا، خانداني وقار ۽ سماجي معتبري ۽ خود غرضي جو داستان طويل ۽ وڏي سماجي ظلم جي تاريخ آهي. ڪو ان جي اوپارو هلي ٿو ڪو لهوارو. اها تڪرار ڪائڻ هر ڪنهن سڏڙئي لاءِ ممڪن ڪونهي.

جنهن لاثاني شعر کي، جو پاون رچيو ۽ جنهن ٻار کي تون حرامي سڏڻ جي همٿ ڪري سگهيو آهين، تنهن بابت تہ جيڪر وئشيا بابت هري درياني دلگير ۽ قاضي نذالاسلام جي شعر جون سٽون "حرامي تنهنجي ٻچڙن کي سڏين جي روز روبشن ۾" ڪانپوءِ جون لکي وجان. اچي سي رات جو ساڳيا ڪرن ٿا تنهنجي قدمن ۾.

هي بئي رچيندڙ جي ڪلا جي عروج جون نشانيون آهن جنهن کي ادب جي تنقيد جي علم ۾.

Sublimity in literature and creation

چئبو آهي. مون Sublimity جي معنيٰ "عروج" لکي آهي. "عروج" تخليق جي اها منزل آهي جتي تخليق ذاتي حيثيت مان نڪري هر دل جو آواز ٿئي ٿي. هر ڪو چوي ٿو اها منهنجي دل جي ڳالهہ آهي. پر دوست تون ڪو اعليٰ ظرف جو مالڪ، وڏي مضبوط ۽ سخت دل وارو ماڻهو آهين جو

اهڙين تخليقن کي پنهنجو ڪرڻ کان گُريز ڪرين ٿو.
پنهنجو ڪٺي نہ چئو ان کي حرامي تہ نہ چئو. حرامي تہ نہ لک!
پر منهنجا پيارا ڪنول، آئون ڪير آهيان صلاحون ڏيڻ وارو؟
صرف ڪارايل جي هڪ ڪوڪ آهي!
رسمن صرف ائين لکڻ وارو:

پيارن سان
روچي رام

قلم تازو

منهنجي لڇمي جا ڪن ٻوڙا آهن تنهن لاءِ حيدرآباد اسپيشلسٽ ڊاڪٽر وٽ ويا هئاسون. هن سان توهان ٽيليفون تي ڳالهايو هو. هن ائين ٻڌو تہ اوهان ماتا جن کي وٺي پهرين آڪٽوبر ڏاري اسان وٽ ميرپورخاص ايندا. جيڪڏهن لڇمي جي ٻوڙاڻ توهان جو نياپو غلط ٻڌو آهي تہ پوءِ اسان جو قصور آهي ٻي صورت ۾ نہ اچڻ جي چاڻ ڪرڻ مناسب هئي. انهي جي سزا اها پوڳيو جو هاڻي اسان وٽ هليا اچو. اسين انتظار ۾ هونداسون.

روچي رام
5_10_1977



1977_10_25

پيارا پرمانند.
22 تاريخ جو لکيل خط اڄ مليو
منهنجي ڪاوڙ کي تو قرب وچان "ڪوي کان بہ وڌيڪ نازڪ ۽ ڪوتا کان وڌيڪ موهيندڙ" سڏي مونکي تذبذب ۾ وجهي ڇڏيو آهي. ڪاوڙ کهڙي ڪڙي ۽ سخت شيءِ آهي جيڪا مونکي پسند نہ ايندڙ وکر آهي. تو جهڙي ڪنئري ڪنول تي ڪاوڙ اچڻ جي باوجود بہ نٿي اچيم. شايد تو ۾ سگهڙ ۽ شاعر جي حس. پيار ۾ بہ توکي بي اعتمادي جا بادل ڏيکاري ٿي.
پوءِ بہ تنهنجي مهرباني جو اسان تي مهربان هجڻ سان گڏ اسان جي اوگڻن تي پڻ مهر جي نظر رکندو اچين.

تُنهنجو خط ۽ اُن ۾ موڪليل آزاد نظم ٻئي اَپرا آهن. جنهن معيار جي توقع رکي اٿم اها پوري ڪانہ ٿي ٿئيم. ڪاش دل ۾ وڌيڪ وسعت رکين! شعر ڪسو لکين تہ آئون درگذر ڪري سگهان ٿو پر خط هڪ آراڏنا آهي، آرتي آهي، پر ستاونا آهي. محبوب ڪان بہ منو ٿئي ٿو محبوب جو پيغام۔ محبوب ڪان اچي ۽ اُن وٽ وڃي. خط لکڻ بعد وصول ڪندڙ جي مِلڪ بڻجي وڃي ٿو. امانت موڪلڻي آهي.

گذريل آرتوار ڏينهن جڳ پرسڌ تاريخ دان ۽ تاريخ نويس جي وفات جي ٻي ورسي هئي. هن جي وفات تي مون توکي سندس بابت گهٽو ئي ڪجهہ لکيو هو. سندس وفات بعد هن جا ٻہ ڪتاب شايع ٿيا آهن هڪ جو نالو آهي Choose Life، جنهن هن جي ۽ جاپاني فلاسفر جي وچ ۾ فن ۽ جديد تاريخي موضوعن تي گفتگو ڪيل آهي ۽ ٻئي ڪتاب جو نالو آهي.
Mankind and Mother Earth. آخر الذڪر ڪتاب جو اٽڪل 600 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ هن ماڻهو ۽ سندس ڌرتي، ماحول، حالات ۽ جذبات جي لاڳاپي بابت لکيو آهي. ٽوئن بي جو تاريخي معلومات جو هڪ گنج هو تنهن تاريخي تجربا اخذ ڪيا آهن ۽ هزارن سالن جو دور چند لفظن ۾ بيان ڪيو آهي. هن جي چوڻ موجب انسان جيڪا مواصلات جي معاملي ۾ سائنسي ترقي ڪئي آهي، ان مطابق سندس سماجي سوچ اڳتي ڪونہ آئي آهي ۽ اهو زندگي جو وڏو الميہ آهي.

توکي ڪتابن سان خير ڪو شوق آهي نہ تہ جيڪر تفصيل سان تاريخي حقائق بيان ڪري وڃان.

اولاً ذڪر ڪتاب Choose Life ۾ جيڪي ٽوئن بي جاپاني فلسفي اڪيدا سان بحث ۽ گفتگو (Dialogue) ڪئي آهي تنهن ۾ جنسيات، مرد عورت جي آزادي، جنسي آزادي، معاشي آزادي، جمهوريت وغيره سمورن موضوعن تي ڳالهہ ٻولهہ ڪيل آهي. هنن گذريل 500 سالن جي انسان جي علمي قيادت جي يورپ وٽ هجڻ وري اوير ايشيا جي حيثيت وري التجي ايرڻ جهڙن مسئلن تي لکيو آهي.

منهنجي سنگت وارا ٽوئن بي جي صلاحيتن جي باوجود ان بابت سٺي راءِ ڪونہ رکندا آهن چاڪاڻ تہ هو پاڪستان ۾ ايوب خان جي دور حڪومت ۾ آيو هو ۽ هن ايوب خان جي بنيادي جمهوريت. جي نيڪي ۽ ساراه ڪئي هئي. بنيادي جمهوريت پاڪستاني دانشور ۽ سياسي ورڪر

وت بدنام ادارو هو. سو هن ڪتاب ۾ هنن اڪيدا سان بحث ۾ غير جمهوري سوسائٽين بابت ذڪر ڪندي اهو ڄاڻايو آهي تہ جتي ڊڪٽيٽر حاڪم هجي ٿو سو وڌيڪ بهتر ٿئي ٿو. عالم ماڻهوجڏهن بحث ڪندا آهن تڏهن هڪ عجيب فضا قائم ٿي ويندي آهي. هنن ٻنهي انهي ڳالهہ تي اتفاق ڪيو آهي تہ ستالن جو روش ۾ هڪ قهار قاتل ۽ ظالم حاڪم هو ۽ برزنوف تڏو ۽ گهٽ ظالم آهي. انهن ٻنهي ۾ استالن بهتر آهي اهڙي قسم جا نتيجا ڪڍيا آهن . عجيب خيال پيش ڪيا اٿن.

ضروري ناهي تہ توهان بي جهڙي جڳ مشهور تاريخ دان جون سڀ ڳالهيون سنيون ۽ صحيح هجن. هو پڻ ڪڏهن جهر جهنگ جهڙيون بي وقوفي جون ڳالهيون ڪندا آهن.

انهي جي باوجود توهان بي مهان آهي. هن ڪهڙي نہ پياري انداز ۾ ڄاڻايو آهي تہ انسان انسان سان ڇا ڪيو آهي؟ سلطنتون ۽ بادشاهيون ڪيئن هڪبئي پنيان تباهہ ٿينديون آيون؟ ڪيئن فلسفي ۽ سائنس ماڻهو کي تپ ڏياري مٿيرو ڪيو ۽ اهو عمل هزارين سال هلندو آيو آهي؟ ڪيئن ارتقا جو اصول ۽ اسان جي ماضي جي تاريخ اسان جي اڄ ڪلهہ جي هلت تي اثر انداز ٿيندي پيئي اچي؟

ڪاش تون پنهنجو پاڻ کي ننڍو شاعر سمجهڻ ڇڏي ڏين. انهي ننڍڙي ۽ گندي ڳوٺ کان ٻاهر سوچي سگهين تہ تون ڪيڏي نہ عظيم ۽ وسيع برهمانڊ جو حصو آهين. تنهنجي ذات انهي ننڍڙن دردن ۽ سورن کان بالا آهي. عمدي ۽ علحدي آهي. جدا آهي.

تنهنجي اَنا ۽ گهمنڊ ڏسي ننڍڙي چندو کي چمندو آهيان ۽ سوچيندو آهيان تہ چندو جو ننڍڙو ضد ننڍڙي اَنا ننڍڙي آڪڙ ۽ ڪاوڙ ڪيئن نہ صحيح هوندي بہ ڪيترو نہ بي سمجهي سان ڀريل آهي. هن جي پنهنجي دنيا آهي پنهنجو خيال آهي پوءِ بہ هو ڪيترو نہ نادان آهي.

چرين سان چاهہ رکڻ ۾ پوءِ بہ هڪ سرور، سواد ۽ انوکو انيڀُو محسوس ٿئي ٿو هر وقت همدرد ۽ پيار ڪندڙ فقط

روچي رام

3، ڪار پاڙو، ميرپورخاص
نومبر. 7. 1977

پيارا پرمانند،

هن پيري وري اچڻ توکي تڪليف رسائي هوندي ۽ پويان گهر وارن کي پڻ ڳڻتي ٿي. تنهنجو وڏو احسان جو منهنجي ضد کي مان ڏيڻ لاءِ هليو آئين.

امان، ايشان ۽ گهر وارن پائرن کان معذرت خواه آهيان.

تنهنجي ڪلام جي مجموعي لاءِ پيو ماڻهو خيال ۾ آيو اٿم. جنهن کان "پيش لفظ" لکائي سگهجي ٿو. سو آهي پروفيسر سيد غلام مصطفيٰ شاهه. ابراهيم منشي غلام مصطفيٰ شاهه کان بهتر ٿيندو. وڏن ماڻهن جي ڳولا ڪرڻ جي ضرورت ته ڪانهي. خود تنهنجي شعرن جو معيار ۽ منهنجي تمهيدي مضمون جي معلوماتي قيمت ئي تنهنجي ڪتاب جون خوبيون هونديون.

عطر جي خوشبو خود ان جي اهميت کي ظاهر ڪندي. عطار جي پروپئگنڊا فضول ۽ بي معنيٰ آهي. پر دنيا داري جي خيال کان اشتهاري نقط نظر کان پلي ڪنهن وڏي يا مشهور ماڻهو کي ڳولي هٿ ڪيو. اهو ڪم اهڙو ڏکيو ڪونهي. ڪي ڪي معتبر ماڻهو ته خود مهاڳ لکڻ هڪ اعزاز سمجهندا آهن. جيڪي به شعر تو ڇپيا يا لکيا آهن سي تو کان نٿا نهن ته مونکي موڪلي ڏي ته آئون خود خوشخط کان لکائيندس.

جيتوڻيڪ تنهنجا شعر اوچي معيار وارا آهن، پر ڪيترن وقتن تي ان ۾ ڪيتريون قابل اصلاح ڳالهيون آهن. ڪٿي ڪي اکر هلڪا ۽ ڪٿي ڪو خيال بنهه گهٽ معيار جا آهن. ڪٿي شاعر يا ادب تخليق ڪرڻ واري کي ڪي حق آهن پر پوءِ به ڪنهن جي ڪنهن ڪارگر صلاح مڃڻ ڪو اهم ناهي.

پيارن سان. فقط،
روچي رام



ميرپورخاص
نومبر 25، 1977

پيارا پرمانند.

ننيڙي وياس[1] جي نالي جي رسم ۾ شريڪ ٿي ڪونه سگهيس تنهن جو ارمان اٿم. مون برادرم چانگي مل جي نالي خط موڪليو هو جنهن ۾ حاضر نه ٿي سگهڻ بابت لکيو هوم. هي ننڍڙو جنهن کي هاڻي توهان وياس سڏيندا سو منهنجي آسيس آهي ته روايتي وياس جهڙو ودوان ٿيندو.

مونکي 20 نومبر تي توهان جو پائيوار حاجي مير محمد گڏيو هو. هُن توهان جي تقريب بابت احوال ٻڌايو هو ۽ چيائين ته منهنجي غير حاضري محسوس ٿي هئي.

رات آئون واپس موٽيو آهيان. سياڻي لڇمي جن مني طرف روانو ٿيندا. توهان کي ياد هوندو ته مون سندس پيڻ جي ڌي شيلا بابت لکيو هو. شيلا جي ماتا اسان جي گهر ۾ گذاري ويئي هئي ۽ هنج تي هڪ نياڻي هئس. سا هاڻي وڏي ٿي آهي. ان جي مني ۾ شادي 27 نومبر تي ٿيندي. آئون ان ۾ شريڪ ٿي ڪونه سگهندس. باقي سمورا ويندا ۽ آئون تنها هن گهر ۾ رهندس. تنهائي ڪيترين نه ملاقاتون ڪرائي ٿي.

تنهنجي شعرن کي وري پڙهي ڏنو اٿم. هر چڱي ۽ سني شيءِ لاءِ چئي سگهجي ٿو ته ان ۾ اجا به وڌيڪ سُنائي ۽ چڱائي جي گنجائش رهي ٿي. چو نه وڌيڪ موضوئن تي لکين. وڌيڪ منظرن تي لکين. ساڪار[2] نظارن تي پڻ طبع آزمائي ڪرڻ کپي.

آئون هفتو کن ٻاهر رهيو آهيان. ايترين گهڻين ڳالهين ذهن ۾ اٿم جو ڳڻتي اٿم ته چا لکان ۽ چا نه لکان انهي ڪري هي خط ختم ڪري لکان ٿو.

فقط تنهنجو

روچي رام

---

[1] وياس هندو تاريخ ۾ علم جو اوتار سمجهيو وڃي ٿو مهاڀارت، گيتا، ڀاڳوت ۽ ڪجهه ويدن جا رچيل آهن.

[2] سامهون ظاهر ۽ نروار ٿيل

125 _ YMCA هاسٽل، ڪراچي
نومبر، 27، 1977

پيارا پرمانند،

ڪتاب پڙهڻ تي دل ڪونہ ٿي ٿئيم. ڇو نہ توکي خط لکان. تنهنجو ٿورائتو آهيان جو منهنجا خط پڙهين ٿو. منهنجا خط وصول ڪرڻ وارو واحد خطن جي باري ۾ شخص آهين جنهن کي جڏهن سارينداو آهيان تہ خط لکندي ان ۾ مضمون پالوٽ ڪري ويندا آهن.

ڪمري ۾ روشني تيز آهي جا تنگ ٿي ڪري، انهي ڪري خط جلد ختم ڪرڻ جي خيال ۾ آهيان تہ بتي وسائي ڇڏيان. اوندهہ بہ هڪ عجيب شيءِ ٿئي ٿي، جنهن ۾ ماڻهو پنهنجو پاڻ کي وڌيڪ ويجهو هوندو آهي. خيال حاضر حال کان دور ٿي غير حاضر ماڻهن حالتن ۽ شين طرف سفر ڪري سگهندا آهن. سامهون رستي تي ٽرئفڪ بندٿي ويئي آهي شايد ڪو پيدل ماڻهو لنگهي پيو. جنهن سفر تان موٽڻ جو اڳوڻي خط ۾ ذڪر ڪيو اٿم اتان ذهني طرح ٿڪجي موٽيو آهيان. ٿنهي شهرن ۾ سارو وقت ڳالهين ۾ گذريو. هڪ عملي سياستدان هو. ٻيو منهنجو پراڻو گهرو دوست ۽ نئون نويلو ورڪر قسم جو سياسي نوجوان هو. ٽيون ڪاليج جو وائيس پرنسپال، وضع دار گرهستي هو جنهن وٽ اصلي سنسڪرت ۾ گيتا ۽ مهاڀارت ٻئي هئا. ۽ چوٿون پراڻو اصولي نظرياتي اڳواڻ هو جنهن جي شخصيت علم ۽ عملي زندگي جي روشني ۾ هڳاءُ سندس 57 سالن جي جهور جسم هوندي بہ روز وانگر روشن هو. پوءِ بہ ڪچهري ۾ جيستائين تو وانگر ڪو گرمي پيدا نٿو ڪري ذهن مان ٿڪ ڪونہ ٿو وڃي.

جيئن توسان ملي گهڻا ڏينهن گذرندا ويندا آهن، تنهنجي وڙهڻ جي البيلي انداز جي تانگهہ محسوس ٿيندي آهي ۽ توکي سارينداو آهيان.

هاڻي لائيٽ گل ٿئي ٿي. سڀاڻي ميرپورخاص موٽندس جتي ايڪانت ۽ شانت واري گهر ۾ سارو هفتو گذارڻو اٿم_ شانت جيڪا جسم ذهن ۽ نسن لاءِ هڪ خوراڪ ۽ قوت بخش ٿيندي اٿم.



میرپورخاص 29 نومبر

رات ڪراچي کان واپس ٿيس. دروازو کوليم جتي خط ٽپالي اڇلائي ويو هو. تنهنجو خط بہ مليو. تنهنجا شعر بہ مليا.

اکين ننڊ ناهي لٿا چَنڊِ اُڀري
اسان ساريُون راتيون ائين ئي ڪٽيون.
ڪنول جي تہ پُونجي، فقط پيار آهي،
ڪڻن جو بہ پونديون ٻين تي ڇٽيون.

جنهن قرب وچان تون دعوت ڏين ٿو ۽ سڏين ٿو ۽ جيڪي لکين ٿو تن محبت ڀريل لفظن لاءِ آئون تنهنجو ٿورائتو آهيان. جڏهن حيدرآباد ويندس تہ ولي رام سان صلاح ڪري ڪا تاريخ مقرر ڪري حاضري ڀري ويندا سون. اسان مسڪينن تي ايتري نوازش ڪرڻ ۽ غريب پروري جو جذبو ڏيکارڻ لاءِ تنهنجو احسان مند رهندس.

هينئر تہ تون ايترو صلاحين ٿو پر ٿوري صلاح تي يا ڪو بهانو هٿ ڪري تنڊي هليو ايندو هوس. آئون تڏهن بہ اچڻ ۾ آنا ڪاني ڪونہ ڪندو هوس. جڏهن تنڊي جي گندگي ڀريل گهٽين ۾ تنهنجي گلا جو چوبولو عروج تي هو تڏهن بہ ٻنا هيڪ ٻنا هتڪ جي تنڊي اچڻ لاءِ آتو هوندو هوس جڏهن تون ڪنهن ڪاغذي، هوائي ۽ نقلي عشق جي خمار ۾ پنهنجو پاڻ کي الاجي ڇا سمجهندو هئين ۽ ڇا جو ڇا لکندو هئين ۽ گفتگو ۾ موتي هاريندو هئين. مونکي موم مان ٺهيل بي وقوف عورت. جنهن جو ذهن ۽ جسم ٻئي بي سواد الوٽا ۽ کوکلا آهن. جنهن جا مغز جا سمورا پٽ خالي هئا ۽ جا سماجي مظلوميت جي جيئري جاڳندي تصوير هئي. هڪ پيري تنهنجي طبيعت جو نقشو بيان ڪيو هو. تنهن موجب تنهنجي طرف جي نہ صرف هلت ۽ چلت پر رخ ئي تنڊي طرف منهن ڪري بيهڻ کان بہ ڪنارو ڪرڻ لاءِ ڪاني هو. آئون تنڊي ايندو هوس تون غير حاضر هوندو هئين.

جيئن تنهنجي بي رخي مون لاءِ بي معنيٰ هئي تيئن تنهنجيون هن وقت جون صلاحون ۽ اسرار بہ

اڄ ٿو لکين: "وياس جي ٺالي واري تقريب ۾ جنهن شخص لاءِ مون سچو ناٿ ٺانگر ڪيو اهو ڪونہ آيو" بيشڪ لفظ جذب ۽ قرب جي

ڪئپسول ۾ خول ۾ وڌل آهن. يا ائين لکين." توهان جي نہ اچڻ سبب مونکي محسوس ٿئي ٿو وياس جي چمڻ جي خوشي آئون پوري طرح ماڻي نہ سگهيو آهيان. ڪو خال رهجي ويو آهي."

جيتوڻيڪ آئون خود لفظن جي ڀرمار ڪندڙ ۽ لفاظي شخص آهيان. تي سگهي ٿو تہ لفظن جي سچائي جي پرک ڪندڙ نہ هُجان. لفظن جي معنيٰ کان وڌيڪ آواز جي اداڪاري کان سواءِ، ٻيا بہ خاموش آواز ۾ محسوس ڪرڻ جا وسيلا، انسان جي ساخت ۾ موجود آهن. جن جو بيان ۾ اظهار نٿو ڪري سگهجي. هر ماڻهو خاموش زبان، چُپ اشارا، گونگيون زبانون سمجهي نہ سگهندو آهي. ڪا ڪيفيت، ڪي تجربا، ڪي درشيہ اهڙا ٿيندا آهن جي لفظن ۾ بيان نہ ڪري سگهبا آهن اکرن جي، لفظن جي گهيري کان ٻاهر بہ ڪا دنيا ٿئي ٿي ۽ اهم ۽ وسيع دنيا ٿئي ٿي.

تو وچي مني جي واريءَ ۾ ٿري لهاڻن جي پان جي پڪ هاريل اوتن ۾ اگهڻ ۾ ۽ انهيءَ ڪٽ چڙهيل منهنجي عزيزن ۾ مونکي ڳولي سمجهڻ جي بہ ڪوشش ڪئي. شايد ئي انهيءَ مواد ۾ منهنجو نشان ڏنو هجي. ڪو پيرو ۽ پتو ڏسڻ ۾ ڪونہ آيو هوندءِ. آئون هڪ پيري برادرم چانگي مل کي ٻن جڳهين تي وني ويو هوس. هڪ گهر وارن مونکي ماني کارائڻ جو زور رکيو هو اتي ۽ ٻيو شهر لڳ هڪ پٽ هئي. مون ڪوشش ڪئي هئي ڪيس منهنجي مني ڏيکارڻ جي. آئون ڪونہ سمجهي سگهيس تہ هن ڇا ڏٺو ۽ ڇا سمجهيو.

ڪا حد ٿئي ٿي جتان ماڻهو جي مٽيرو هجڻ ۾ پست ٿيڻ جا دنگ نروار ٿين ٿا. ڪيتري حد تائين ڄاڻ ۽ معلومات چڱو ڪم آهي پر اهڙا بہ گناه ٿين ٿا جن لاءِ اڻ ڄاڻ تي ڪا ميار ڪانهي. جنهن کي خبر هجي جيڪو ڄاڻ ۾ سمجهہ هجڻ جي دعويٰ ڪري ٿو، ان کي ڪيئن معاف ڪري سگهبو معاف ڪٽي ڪجي پر اهو بري الذمہ ڪيئن ٿي سگهندو. هر دوست جو اهو حق ناهي تہ هر گناهہ جي ڪيس معافي ملي. رسمي معافي تي سگهي ٿي ۽ نہ دلي. ڪن گناهن جو قصاص نہ ٿيندو آهي. ڊپ نہ ڪر. ميارون ۽ گناهن جا بار سر تي ڪٽي هلبو آهي. ڪير انهن کان آجو آهي؟

آئون محسوس ڪريان ٿو انهي جذبي جو قدر ڪريان ٿو تہ تون صرف مونکي عزت ڏيڻ ڪاڻ پيار ڀري ڪوٺ ڏين ٿو. تنڊي اچڻ جي دعوت ڏين ٿو ۽ انهن لفظن جو ٿورو ادا ڪرڻ ڏکيو آهي. "تون ڪونہ آئين. آئون اچا بہ

تنهنجو انتظار پيو ڪريان جي ايندين ته مهرباني ڀائيندس."

تنهنجو اسٽائيل بدليل آهي. خطن جو رنگ ئي ٻيو آهي. جيڪي آئون آهيان ئي ڪونه. اهو ته لکيل. جڏهن پرماننڊ بنا مصنوعي روپ ٻڌائڻ جي اکرن کي مصلحت جي رنگ ۾ ڪونه وجهندو هو نه پيارو لڳندو هو. هي تنهنجا پيار ڀريا قرب وارا فضيلت جي سوڙ اوڍيل اکر پڙهان ٿو. ٻڌان ٿو ته پانيان تنهنجا خط کوليا به نه ۽ پڙهان به نه. تو شايد رنگ بدلايو آهي. اهو پرماننڊ ناهين جهڙو هوندو هئين. تون اهو هئين جو جيڪي محسوس ڪندو هئين. چئي ڏيندو هئين. لکي ڇڏيندو هئين. هي ڪونئون پرماننڊ پيدا ٿيو آهي. پرماننڊ کان سندس دل جي گهرائي مان نڪرندڙ لفظ ٻڌڻ بدران زماني جي رسم. جوڻي جڳ جي جوڻي ريت جا اکر ٻڌي رهيو آهيان. تکو سچ حسين ڪوڙ کان ڪيترو نه بهتر ٿئي ٿو!

وري به صرف هڪڙي تسلي اٿم ته توکي مون تي رحم آيو آهي. قياس ڪيو اٿيئي ته تلخ اکر چوڻ سان سمجهين ٿو ته مونکي ڏک رسندو. انهي قياس، رحم ۽ خيرات جي لائق سمجهيو اٿيئي ته به تنهنجو احسان. فضيلت جا انداز زماني جي رسم جدا ڳالهه هوندا آهن. ڪڏهين دل جي ڳالهه ان جي ابتڙ به ٿيندي آهي.

1977 _12 _1

مٿيون خط لکي رکي ڇڏيو هوم. انهي ٻڌتڙ ۾ هوس ته ٽپال ۾ وجهان يا نه ته تنهنجو 28 نومبر جو لکيل خط مليو. خط اڄ خميس جي ڏينهن شام جو مليو اٿم. تنهنجو حڪم آهي ته خميس ڏينهن ٽنڊي اچان. دير ٿي وئي آهي. هاڻي لاريون ٽنڊي تائين ڪونه پهچائي سگهنديون ۽ وري مونڻ جي تانگهه هوندم ۽ پاڻ کي شايد ئي ڪتاب لاءِ ڪم ڪرڻ جو وقت ملي سگهي. پهرين سوچيو هوم ته تنهنجو اهو خط کوليان ئي نه. رکي ڇڏيان. ٻن چئن ڏينهن تائين هٿ نه لائيان. پر الاجي ڪيئن لنائو کولي خط نظر مان ڪڍيم.

پرماتما ننڍڙي ڊٻاس کي صحت مند چڱو ڀلو رکي. جيئن توهان لکيو آهي. "هاڻي ڪيس ڪافي فائدو آهي" تنهن حساب سان هاڻي ٺيڪ هوندو. منهنجي آسيس دعا ۽ نيڪ تمنائون سندس حفاظت ڪنديون رهنديون. سندس صحت بابت احوال ضرور ڏيندا رهندا ته احسانمند رهندس.

ٻنڪڙي ٻار جو علاج ماءُ جي صحت تي پڻ منحصر ٿيندو آهي. ننڍڙي ايشان جي صحت ۽ ذهني سڪون جو خيال رکندا ته ان جو اثر وياس جي صحت لاءِ تمام مفيد ٿيندو. وياس جي خوراڪ تنهنجي جسم تي مدار نٿي رکي پر پاڳوند ايشان تي رکي ٿي. ٻئي هڪ سرير هڪ من ۽ هڪ آتما جي پيداوار آهن. وياس هن وقت شريمتي ايشان جو حصو آهي. تنهنجو اجا دير سان ٿيندو. ڪاڏو، خوراڪ ۽ دوائون پرورش ۽ سنڀال ماڻس جي ڪريو ۽ وياس آساني سان وڌندو ويجهندو رهندو. عورت محبوب الاجي آهي يا وحشي انسان ۾ پنهان حيوان جو شڪار آهي. انهي جي خبر نٿي پئجي سگهي پر ماءُ بيشڪ آهي خالق آهي. ماتري پيار جو پندار آهي. ٻار جي جسم جي خوراڪ من جي نشونما ۽ سندس نفسياتي گهرجن جو ۽ جنسي طلبن جو پورائو ماءُ ڪري ٿي. ٻار جي ذهن ۾ توازن ماءُ پيدا ڪري ٿي. وياس جو پيءُ آهين پر وياس جي وارث. وياس جي حقدار مبارڪن جي مستحق ايشان آهي. هاڻي ڪيس آدر سان منهنجون مبارڪون ڏجان ۽ رسيدون وٺي ڏجان وياس جي جمڻ جون.

اَما لاءِ، وياس لاءِ، سندس ماءُ لاءِ۔ سيني لاءِ پيار

موڪليندڙ

روچي رام

قلم تازو

وهم ۽ جهالت جي ڪتريٽي جي هن ويا ۾ انسان صدين کان ورتل آهي.

ان کان ڇوٽڪاري جي ڪوشش

ماڻهو جي وڏي ۾ وڏي نيڪي ۽ بهترين عمل آهي.

والٽيئر – ”سهپ ۽ رواداري“ ۾

حقيقت جي دنيا، ڇوڏاري دل ڏاريندڙ ٻڪ. ڏک ۽ ظلم سان ڪنان تار پري پيئي آهي. اسين هولناڪ مصيبتن جو شڪار ٿيون ٿا. اسين گناهه ڪئي بغير سزا کائون ٿا. وري جي گناهه ڪريون ٿا ته ڪجهه ڪو نه ٿو ٿئي. عورتن کي دنيادار ٻچڙو ڪن ٿا يا وڏا عالم ۽ روحانيت جا وڏا صاحب انهن جي عصمت لٽين ٿا. ائين پيو ڏسجي جڻڪ هي دنيا ڪو ڀيانڪ سپنو آهي.

هي ويچ چشم پوشي ۽ فضول ذهني عياشي ۾ مشغول آهن.



3، ڪار پاڙو، ميرپورخاص
ڊسمبر، 3، 1977

پيارا پرمانند،

مون اوهان جي ٻنهي خطن جا جواب لکي خط نيلڪنٺ کي ڏنو ته نقل ڪري ٽپال ۾ لفافو وجهي. وري ڪلهه هو حيدرآباد هليو ويو جتان الاجي هو ڪڏهن خط ٽپال ۾ وجهي. انهي ڪري هي خط عرض رکان ٿو. خيال ڪندو آهيان ته هر خط جو نقل رکان پر ڪيترا ئي خط نقل ڪرڻ کان رهجي ٿا وڃن. نيلڪنٺ کي چيو اٿم ته ڪڏهن تنديءَ باگي وڃي منهنجا سمورا خط اُتاري اچي. يا ڪٿي اچي ته هتي فوٽو اسٽيٽ ڪيائي وٺون. خود نيلڪنٺ جي مرضي آهي ته خطن کي ڇپايون. تنهنجي ديوان ڇپجڻ کانپوءِ انهي ڪتاب کي لڳنداسون. تيستائين منهنجو تحقيقي ڪتاب به تيار ٿيڻ ويجهو اچي پهچندو.

مون سوچيو آهي ته تنهنجي شعرن کي ترتيب ڏيئي پنهنجي هٿ سان نوٽبڪ تي نقل به ڪري وٺان. هر صفحي تي 8 کان 15 سٽن تائين شعر هجن. ٻه چار پينٽنگس تيار ڪرڻيون هئم. نيلڪنٺ باقائده پينٽنگ جي اسڪول ۾ سکندو هو. ڪيس چيو هوم ته ناهي ڏي پر هاڻي ته هو واندو ڪونهي.

ڪراچي ڪٿان تنهنجي شعرن سان نهڪندڙ چتر هٿ ڪندس يا ڪيائي وٺندس. ڪن ڪن جاين تي تنهنجي شعرن ۾ ڪي اکر غير موزون لڳندا اٿم. بدلائڻ بدران يلي اهي غلط ئي پيا هجن جي تنهنجي دل جي صحيح ڪيفيت بيان ڪن ٿا. انهي باري ۾ روبرو فيصلو ڪنداسون.

هاڻي ملاقات شايد ڊسمبر جي پڇاڙي ۾ ڪري سگهون توهان امتحان به ڏيئي وٺو. ناتال جي موڪل ۾ آئون تنديءَ باگي اچي سگهندس.

اٺ ڏينهن کن ٿي ويندا جو اڄا تائين گهر وارا ۽ بار منيءَ کان نه موٽيا آهن. اڄ ٽيليفون ڪيائون ته چار پنج ڏينهن وڌيڪ لڳندا. نيلو ٽيون ڏينهن آيو هو. هڪ رات رهي ڪلهه حيدرآباد هليو ويو. ڪيشو، لڇمي، شاردا، انسويا، چندو ۽ ڪملا سيئي هليا ويا آهن. اڪيلو گهر ۾ آهيان. اڪيلائي ڪيترو نه مختلف آهي! وڏي چپ چپات آهي. شانت ۾ ڪلهه هڪ ڪتاب، والٽيئر جو ۽ چار رسالا پڙهيم ۽ هڪڙو ڪتاب اڄ ۾ ڇڏيم.

وياس ھائي تندرست ۽ خوش ھوندو. وياس ۽ اما لاءِ پيار. فقط

روچي رام



3. ڪار پاڙو، ميرپورخاص
ڊسمبر 6، 1977

پيارا پرمانند،

مون ولي رام کي صلاحيو ھو. ناتال واري موڪل جي شروع ۾ اچي سگھنداسون. جيتوڻيڪ تنھنجو امتحان 28 ڊسمبر تي آھي اسين ان کان اڳ ۾ ايندا سون. بجاءِ تنھنجي پڙھائي ۾ دخل ڏيڻ جي مددگار ثابت ٿينداسون. ھونئن بہ ھڪ رات جو ٽڪڻ اوھان لاءِ تڪليف جو باعث ڪونہ ٿيندو.

ائين نورچشم وياس جون مبارڪون پيش ڪري وينداسون. تاريخ جو اطلاع ايندڙ ھفتي ڪراچي کان موٽڻ بعد ڏيندس.

انھيءَ تاريخ تي ٿنڊي ۾ ھجڻ لاءِ برادرم چاڳي مل کي منھنجي طرفان چاڻ ڪجان.

پيار سان. فقط

روچي رام



1 - 8 - 1979

پيارا پرمانند،

ڪيترن ڏينھن کان تنھنجو ۽ تنھنجي خط جو انتظار رھيو اٿم.

اڄ سنڌي ساھت جي چونڊين ڪتاب م نثار جو لکيل تعارفي نوٽ ۽ تنھنجا 7 نظم نظر مان گذريا. پڙھي خوشي ٿيم جو تنھنجا شعر ھئا ۽ منھنجي تمنا رھي آھي تہ تنھنجي شعرن کي ڇاپي ۾ ڏسان. لکندو رھجان. لکڻ بند ڪندين تہ تنھنجي سوچ جي ترقي ۽ خيالن جي تبديلي ٿيڻ سان

گڏ تنهنجي ذات ۽ رواني. ۽ شاعريءَ جي اوت مندي ٿيڻ جو هميشه انديشو رهندو.

پيارن سان فقط

روچي رام

*

1979 - 1 - 19

پيارا پرمانند.

خط پهتو

حُڪم جي تعميل هر حال ۾ ڪبي. وياس ۽ اُما لاءِ پيار

پيارن سان فقط

روچي رام

*

24_2_78

پيارا پرمانند.

هڪ 20 فيبروريءَ جو تنڌي باگي جو لکيل ۽ ٻيو 22 تاريخ جو چوهڙ جماليءَ مان لکيل ٻئي خط پهتا. تنهن کان اڳ ۾ موڪليل خط پڻ مليو هو. تنهي خطن لاءِ مهرباني. اٿين نه وسارڻ. ياد رکڻ. مسڪين پروري ۽ غريب نوازيءَ لاءِ جيترا احسان مڃجن ٿورا آهن. وڌيڪ احسان مڃيندس جيڪڏهن خطن مان منهنجي واڪاڻ ۽ اُپما نسبت لفظ حذف ڪري ڇڏين.

تنهنجي خطن جو بدليل ڍنگ پسند ڪونه آيم. ڪڙاڻ، رس، ميناج ۽ خلوص ترقي ڪري نقل، تسنع ۽ سطحي تي رهيا آهن. اها تبديلي تنهنجي ارتقائي منزل ۾ اڳتي قدم ٿي سگهي ٿي. پر مون لاءِ نقصان رسا آهن. سادگي ۽ سچائي پياريون شيون آهن ۽ انهن جي عدم موجودگي عذاب ڏيندڙ آهي. جيڪڏهن تون جيڪي خطن ۾ ساراهه لکين ٿو سو منهنجو جذباتي ۽ نفسياتي علاج ڪرڻ جي غرض سان ڪري رهيو آهين ته آئون بيمار ٿي

رهڻ لاءِ تيار آهيان. ڪنول جهڙو معالج ڊاڪٽر پاڻ سان ملندو آهي. ڪاش بيمار ٿي پوان، ذهني مريض ٿي نفسياتي طرح اُلجهي پوان ۽ تو جهڙو محبوب ساٿي علاج ڪري. حقيقت کان بعيد دنيا، خيالي دنيا، تصوراتي دنيا ڪيڏي نه حسين ٿئي ٿي! وري انهيءَ دنيا ۾ مرض جو علاج تنهنجي هٿان ٿئي!

ڪاش ايتري همٿ ساري سگهان. تنهنجا خط کوليان به نه ۽ ائين ئي ڦاڙي ننڍڙا ننڍڙا پُرزا سنڀالي رکان.

تنهنجو،
روچي رام



1978 – 3 – 4

پيارا پرمانند.

اما لاءِ پيار - منهنجي طرفان ٻولائجان. ڇا ڇا ٿي ڳالهائي؟ وياس سائين هاڻي وڏو ٿي آيو هوندو. پيار ڏجو. ايشان لاءِ ۽ ٻين لاءِ ماتا لاءِ سيني لاءِ شڀ اڇائون.

تنهنجو ڪتاب نئو ڇپجي سگهي ته اخبارن ۽ رسالن لاءِ شعر جوڙي موڪليندو وڃ. شايع ڪرائيندو وڃ. ايڏو شوق وڏائي وري نااميدي ۾ گم ٿي ٻڏي نه وڃ. زندگي ۽ شاعر جو وجود بنان صاحبِ ديوان ٿيڻ جي به اوتري ئي رنگين ۽ روان دوان آهي.

ٿي ڏينهن مني هوس. ڪلهه شام واپس آيو آهيان.

پيارن سان فقط
روچي رام

قلم تازو - سيٺ چانگي مل لاءِ نياپو

ڪڏهن واندو ٿئي موڊ سالم هجيس ته مون سان ٽيليفون تي ڳالهائي.



3، ڪارياڙو، ميرپورخاص
جون -2- 1978

پيارا پرمانند.

23 مئي جو لکيل خط پهتو. يادگيري لاءِ مهرباني خط جي نوعيت ادبي هئي. شاعرن ۽ انهن جي فن ۽ شاعري جي صنف بابت احوال هو. پر خط ۾ احترام جو فقدان هو.

سحر ۽ امداد وغيره بابت ۽ انهن جي فن بابت ڇڙي ڪنول جي راءِ ٿو ظاهر ڪرين نه؟ اها تنهنجي راءِ ناقص؟ غلط ۽ بي بنياد ٿي سگهي ٿي. ٻين ڪي به تو بابت راءِ رکڻ ۽ ان جي اظهار ڪرڻ جو حق هوندو. ٻيا تو بابت جيڪا راءِ رکن ٿا. سا صحيح ۽ سچ ٿي سگهي ٿي. تنهنجي غلط راءِ کي جي تون انهيءَ تکي ۽ ناشائتي انداز ۾ بيان ڪندين. فضيلت کان ڪنارو ڪندين. شائستگي جو دامن ڇڏيندين ته پوءِ تون پنهنجي لاءِ ٻين کي ڪهڙا اکر استعمال ڪرڻ جي اجازت ڏيندين؟ اٿين لغت ۾ غير معياري لفظن جو واڌارو ٿيندو.

ڪاش! سنڌي زبان ۾ لٽريچر يا ساهتيه واسطي ادب بدران ٻيو ڪو لفظ ڪم آڻين!!

پيار سان. فقط.
روچي رام



3، ڪارياڙو ميرپورخاص سنڌ
جنوري. 27. 1979

پيارا پرمانند.

ڍاڪو کن ڏينهن ڪراچي رهڻ بعد رات واپس ٿيو آهيان. خط رکيو هو. پڙهيم. يادگيري ڪرڻ ۽ سار لهڻ لاءِ مهرباني. تون هليو وئين. سارو خط معذرت سان پري لکيو اٿئي. بهتر ٿئي ها ته حال احوال لکين ها. ماضي بدران حال بابت لکين ها.

ڪراچي عجيب شهر آهي. جسم ٿڪجيو پوي، ذهن ٿڪجيو پوي.
طبيعت ۾ ٿڪاوٽ آهي. ڪتاب ايترا رکيا آهن جو پڙهڻ تي دل نٿي چوي.
ڀانيان ٿو جيڪر مٺي ٻن ڏينهن لاءِ وڃان. مٺي منهنجي لاءِ سڪون واري جاءِ
آهي. ڪراچي ۾ هڪ دوست ڊاڪٽر گڏيو هُن سان ٽڪرجي ويس. هن
وقت مشهور ۽ قابل سرجن ۽ يورالاجسٽ آهي. چيو اٿس ته اڄ ته گردي جي
پٿري جي آپريشن ڪري ڇڏيان. مون جواب ڏنو ته ٻن هفتن بعد ايندس.
سوچيو اٿم. ڪنهن ڏينهن هليو وڃان بنا طمطراق جي. بنا گهڻن کي ڄاڻ
ڪرڻ جي وڃي آپريشن ڪرايان. اهو جهنجهٽ لهي وڃي.

محترم ڀون سنڌي صاحب کان سندس طبيعت پڇجو ۽ اهو چئجوس
ته آئون ترت اچي ڪونه سگهندس. ٻارڻ هتي اچي. 6 فيبروي کانپوءِ
ٻارن لاءِ پيار.

توهان جو
روچي رام

3. ڪار ٻاڙو، ميرپورخاص
فيبروري. 9. 1979

پيارا پرمانند.
خط پهتو يادگيري لاءِ مهرباني.

برادرم ڇانگي مل جو موڪليل نند پتر پڻ پهتو. ان ۾ هڪ نينڊ سيٺ
سنپومل وارن لاءِ هئي. اها کين رسائي ڏنيسون.

مِنيءَ ۾ ٻڌم ته سيٺ هريرام کيم چند بيمار آهي انهن جي گهر ويس.
جتي [1] ساوتري ۽ سندس ٻار پڻ ڏٺم. سمورا ٻار وغيره خوش هئا. جيتوڻيڪ
هريرام جي حالت ڏسڻ ۾ نازڪ آهي پر اها سندس بيماري جي ڪيفيت
آهي. هو چڱو ماڻهو آهي. پرماتما سندس حياتي وڌائيندو. سموري گهر ۾
ڀڳت کيم چند کانپوءِ سنو نمبر هن جو آهي.

---

[1] ساوتري رمانند جي ڀيڻ آهي.

مني ۾ ئي راتيون رهيس. ٻه ڏينهن ذهني طرح پيڙا ۾ پيڙيل شخص ڪاڪي چيتن سان پنهنجون گهمڻ ويس. چيتن اسان جو ٻاراڻو دوست آهي ساٿي آهي پر ڪافي وقت کان ونس سرير نيڪ هجڻ جي باوجود مانسڪ طور دنيا کان نرالو ۽ احساس محروميءَ جي مرض ۾ مبتلا آهي. انهي ڪري هن جو حال ڏسي هن جي توازن کي متزلزل ٿيندو ڏسي ڏک ٿيندو اٿم. مالي طرح مظبوط هجڻ جي باوجود نفسياتي طرح ويچارو ۽ نبل آهي. هو مجذوب وانگر هر آسري ۽ سک کي لتون ۽ نوڪرون هڻندو رهي ٿو. هڪ ملنگ ۽ تارڪ دنيا وانگر وقلندو ۽ گاريون ڏيندو رهي ٿو. جذباتي هم آهنگي نٿو رکي سگهي. انهي ڪري حس ۽ جذبات جي رکيا ڪندي ٿاٻڙجي حس ۽ جذبن کي وڏيڪ زخمي ڪري مچرجي پوي ٿو. پهرئين ڏينهن اسين 7_ 8 ميل اوجهڙ جهنگ ۾ هلندا رهيا سون. مون پانيو ته منهنجو عقل سماجي ساگر جي اونهائي مان هن کي ڪڍندو هلندو . پر توکي ته خبر آهي ته عقل ڪيترو نه ويچارو ٿي پوي ٿو بي عقل اڳيان. بي عقلي خود ايڏو وڏو عقل آهي جو ان اڳيان ساڌارڻ سمجهه ۽ سوچ هيچ ۽ بي پهچ هُجن ٿا. گياني جو گرو به اگياني اڳيان داس ٿي هلي ٿو. مون ڪاڪي چيتن اڳيان ماضي جا دروازا کولڻ چاهيا. هن ان طرف توجه ڏيڻ کان صفا انڪار ڪيو. مون علم جا. ڄاڻ جا. معلومات جا در اُپتيا. هن انهن دروازن مان لنگهڻ کان نابري واري. مون سماجي ناهموارين طرف ڏيان ڏنو. هن اکيون پوري ڇڏيون. وڏا ماڻهو مجذوبن اڳيان ڪيترو نه خسيس ۽ ننڍڙا ٿا لڳن. پاڳل معاشري کي ڏڪاريندا آهن ۽ عقلمند پاڳلن کي پيار ڪندا آهن.

ارمان اٿم ته آئون اهڙو عقلمند ٿي ڪونه سگهيس:

ٻئي ڏينهن ڪاڪي کي سڏي وري ٻئي پاسي وڏين پٽن طرف وياسون.

ٽئين ڏينهن آئون عصر جو سويل لاري تي آيس. روانو ٿئي ٿيس ته ڪاڪو مون لاءِ بس اسٽينڊ تي بنا ڄاڻ جي موڪلائڻ لاءِ آيو. ڪاش انهي بي مروت ۽ بد زبان 17 گرڊ جي رٽائرڊ سيڪشن آفيسر سان ڪاوڙ بدران سندس عزيز همدردي رکن!!!

هندوپاڪ جي تاريخ تي سنڌو ۽ اهم ڪتاب ڪٽي نبي سر روڊ ويو هوس. جتي 5 کان 8 وڳي تائين چار ڏينهن رهيس. ڪيتري به ڪوشش ڪرڻ جي باوجود نڪي اهو ڪتاب پڙهي سگهيس. نڪي ريڊرس

ڊائجسٽ ۾ نڪي ٽائيم مئگزين. پنا اٿلائيندو رهيس جڻڪ خلا ۾ ڪجهه ڳولي رهيو هوس. جيڪي ضروري دوائون ونڻيون هئم سي پڻ وٺڻ وسري پئي ويون.

تو لکيو هو نہ پهلاج پيماٽي منهنجي آپريشن بابت تو سان ڳالهہ ڪئي. ذهن ايترو خالي ٿو محسوس ڪريان جو آپريشن کان اڳ واريون ضروري دوائون کائي ۽ پرهيز ڪري نٿو سگهان. انهي ڪري ٽن هفتن واري وقت کي ڇئن هفتن ۾ تبديل ڪندس. پشپا جي شادي تي اچڻ ۽ شرڪت لاءِ گهر مان نيل يا ڪيشو کي موڪلڻ جو فيصلو ڪيو اٿئون. انهن مان تہ ڪو ايندو. پر لڳيم ٿو توهان جي چڪ مونکي خود کي انهي پراٽي ۽ گندي شهر ٽنڊي باگي انهي ڏينهن زوري ڇڪي وني ويندي. تنهنجو شهر، تنهنجو گهر ۽ تون خود مون لاءِ هڪ عجيب ڪشش رکو ٿا. شايد منهنجي پٽڪندڙ روح کي تو وٽ نهراءُ ملي ٿو. آپريشن شايد هن مهيني جي پڇاڙي يا مارچ جي شروع ۾ ٿئيم.

جيڪر هتي اچين ها! شادي وقت نڪي تون واندو هوندين نڪي آئون ڪنهن حال ۾ هوندس. سا بہ 21 فيبروري تي آهي. خير يار زنده ۽ صحبت باقي رهندا. هاٽي بہ اچين سگهين تہ بهتر. آئون 12 تاريخ کان وني 16 تائين هتي هوندس. 16 شام جو ڪراچي ويندس 17 شام جو واپس ايندس.

جيڪڏهن ممڪن هجي تہ اوهان وٽ شادي جي موقعي تي شرڪت لاءِ ابراهيم منشي، قاسم پٿر ۽ اعجاز خواجہ کي دعوت موڪليندا.

چڱو ٿيو جو تو بي - اي فائينل جوامتحان ڏيئي ڇڏيو. هاٽي جيڪڏهن ممڪن ٿي سگهي تہ ڪراچي يونيورسٽي ۾ ايم - اي ۾ داخلا ونجان. ايم - اي سان گڏ ايل ايل - بي ۾ داخلا وني سگهجي ٿي. جيڪڏهن منهنجي پسند جو مضمون نہ کٽين تہ پوءِ پلي تون پنهنجي مرضي موجب چونڊ ڪجان. ڪراچي ۾ سنڌي ادب ۾ پڻ داخلا ملي ٿي. جيڪڏهن انگريزي زبان جو شوق اٿوَ تہ پاڪ امريڪن ڪلچرل سينٽر حيدرآباد ۾ انگريزي جا ڪلاس شروع ڪرڻ لاءِ 11 . 12 . 13 شايد 14 فيبروري تي ٽيسٽ وٺندا. ان ۾ حاضر ٿيو. هفتي ۾ ڪلاس شايد بہ دفعا ٿين ٿا شام جو. اهي توهان ٽنڊي باگي ۾ رهي آئوٽ بئڪ ڪري پڻ attend ڪري سگهو ٿا. ٽيسٽ ۾ هو توهان جي هن وقت جي ليول ۽ لياقت معلوم ڪري ان پٽاندر گريڊ ۾ داخل ڪندا.

ڪلاس انهن تاريخن بعد شروع ٿيندا اوهان جي گهر ۾ شادي جي ڪارج بعد شروع ٿيندا.

سيني پاڙن، ٻارن ٻچن ۽ ٻاپين لاءِ نيڪ تمنائون آشائون ۽ دعائون. ننڍڙي ايشان، معصوم اما ۽ وياس لاءِ پيار ۽ سنڪار.

ادبن، نيازن ۽ پيارن سان

اوهان جو فقط

روچي رام



3، ڪار پاڙو، ميرپورخاص

اپريل 12، 1979

پيارا ۽ ننڍڙا دوست.

هفتي کن کان وٺي موڊ ۽ طبيعت خراب اٿم. نڪي اخبار، نڪي رسالو ۽ نڪي ڪو ڪتاب پڙهڻ ٿو پڄي. ڪراچي هر هفتي وڃڻ ٿئي ٿو. سوچيو اٿم ڪراچي طرف لڏي وڃڻ جو پروگرام ناهيان.

منهن ڏيکاري ويندين ته احسان مند رهندس. شارڏا جي امتحان جي تاريخ 5 مئي مقرر ٿي آهي. سيڻ زور ٿا پرين ته 23 مئي سندس شادي جي تاريخ قبول ڪريون. ڪيترا فيصلا ڪرڻ مشڪل ٿين ٿا. انهيءَ صورت ۾ پيا گهر جا ڀاتي وغيره جيئن فيصلو ڪندا تيئن انهي وبهڪ ۾ اکيون پوري ويهبو.

15 اپريل 21 اپريل ۽ 28 اپريل تي ڪراچي هوندس هن مهيني جا باقي ڏينهن هتي موجود هوندس. گهر وارن لاءِ نمستي ۽ ٻارن لاءِ پيارن

فقط

روچي رام



میرپورخاص
نومبر 28، 1979

پيارا دوست،

سلطان خان چيو تہ پراڻن ڪاغذن مان ڪيس هڪ چالان ڳولي ڏيان. اهو تہ هٿ ڪونہ آيو پر هڪ خط تي نظر پيم جو مون تو لاءِ فليشمن هوٽل راولپنڊي مان نومبر 21، 1976 تي 3 سال اڳي لکيو هو. جو شايد ٽپال ۾ ڪونہ وڌم. اهو خط جنسي تہ وري اُتيئي پراڻن فائيلن ۾ رکي ڇڏيو اٿم پر اُن جي فوٽو اسٽيٽ ڪاپي موڪلي ٿو ڏيان.

انهي فائيل ۾ بيا بہ خط پيا هئا جيڪي تولاءِ لکيل هئا پر شايد ٽپال ۾ ڪونہ پئجي سگهيا ۽ تنهنجي خدمت ۾ نہ رسي سگهيا. پراڻا خط، پراڻيون ڳالهيون هيون. پر هي خط مون وري پڙهيو ۽ سوچيم توکي موڪلي ڏيان.

ڪتاب بہ توهان ڪونہ پهچايا آهن. خط بہ ڪونہ لکيو اٿو.

توهان لاءِ هڪ خط لکيو هوم هفتو ڪن اڳي. اهو خط ٽپال ۾ ڪونہ وڌو اٿم پر حيدرآباد ۾ ڪٿي ڇڏي آيو آهيان. وري هٿ آيو تہ موڪلي ڏيندو سانءِ. ڇگو خاصو ڊگهو خط آهي.

قاسم جي گهر هلون ها. پر آئون اجا تياريں ۾ هوس تہ قاسم خود هتي پهچي ويو ۽ اسان ڪي هن جي گهر حاضري پرڻ جي سعادت نصيب ٿي ڪونہ سگهي.

توکي ڏني گهڻا ڏينهن ٿي ويا آهن. منهن ڪي ڏيکاري وڃين.

تنهنجو منتظر

روچي رام



ڪراچي
22 – 10 – 1979

پيارا پرمانند،

تو مني ڏٺي آهي. اهو ڳوٺ. اُن جي وشال ماٿري، اوچيون پٽون، سفيد

ميدان. وڏا تلاءَ. واري جا دڙا. اُتي جي ماڻهن جي سادگي. عورتن جي حسن ۽ سينگار جو ڍنگ رنگ. مردن جون ڪچهريون. ٽڪاڻن جا گهنڊ. ڀڄن . دوستن يارن جون محفلون. گهٽين جي ڊوڙ ۽ گپ. اُنهن جون تنگ دليون۔ ڇا ڇا نہ يادگيريون هيون ۽ مون انهن سڀني کي وسارڻ چاهيو. مني طرف وڃڻ تہ خير پر مون ان بابت سوچڻ ڇڏي ڏنو. سوچيو هوم ڪنهن دور ديس ۾ وڃي رهندس.

تون بي۔ اي پاس ڪرڻ بعد ايل۔ ايل۔ بي پڙهين ٿو. مون اها انٽر بعد داخلا وٺي پڙهي هئي. مون سان گڏ بي۔ اي فرسٽ ڪلاس. ايم اي ۽ پي ايڇ ڊي پاس پڙهندا هئا. خود جڳ پر سڃاتل مشهور عالم ۽ ليکڪ ڊاڪٽر غلام محي الدين ميهڪري G.M Mehkri مون سان گڏ پڙهندو هو ۽ منهنجو دوست هو. مون دنيا جا مشهور ڪلاسڪس پڻ پڙهيا هئا. تون اندازو لڳائي سگهين ٿو. ٻرندڙ جواني ۾ علم جو نشو ڪيڏو زوردار اثر ڪري ٿو. آئون سمجهندو هوس دنيا کي موڙي پنهنجي مرضي موجب هلائڻ جي مون ۾ قوت آهي.

مون هي پٽ ڇڏڻ جي تياري ڪري ڇڏي هئي. پوڙهو پيءُ مني ۾ اڪيلو هو. آئون واپس مني ويس.

منهنجي ذهن ۾ سوين اسڪيمون ۽ انسنا هئا. سوچيم: انهي ڳوٺ جي ماڻهن کي جديد سائنسي انسان بڻائيندس. پٽن کي سڌو ڪندس. نوجوانن کي تيار ڪندس. ٻارن کي اڳتي وڌائيندس. عورتن کي جانورن وانگر ڳهندو ڏسي قياس ايندو هوم. سال 1952 جي جون مهيني ۾ مون مني وڃڻ شروع ڪيو. منهنجيون ڳالهيون هنن کي چرياڻپ جهڙيون پاسنديون هيون. مونکي چيائون: اليڪشن ۾ بيهہ. پوءِ وري سنڌ صوبائي اسيمبلي جي اليڪشن وقت منهنجي عمر 25 سالن کان گهٽ هئي. ان ۾ برادرم سنيومل بينو. مون وڏا پروگرام ناهيا. شڪايتن جو دفتر کوليندس ۽ بهبودي ادارا کوليندس. ڪلپنا آسمان تي ڪٽي ويئي.

مونکي يڪدم محسوس ٿيو تہ مني ۽ انجا ماڻهو ڪهڙي جنس آهن. هنن ۾ ٿوري ٿوري ڳالهہ تي ضد ۽ تڪرار جي عادت هئي. هنن ۾ سخت نااتفاقي هئي. هڪ ٻئي کي نہ برداشت ڪرڻ جي خاص عادت هئي. اصل نہ سهندا هئا پنهنجن کي. پوءِ ۔ هنن سڀني جا سر ساڳيا هئا. هنن جا ذهن هڪ ئي سانچي ۾ ڍيل هئا. سڀني جي سوچ ۽ ويچار ساڳيا. سندن ساڳيون پاونائون. ساڳيا ڏڀ. ڏڙ پڙم. چرچا. ويندي تعصب. تنگدلي ۽ فراخدلي جا ماڻ ماپا ساڳيا ئي هئا. ائين هئا جڻڪ سندن پنهنجي ڪا شخصيت ڪا

انفراديت ڪو وبڪٽيپٽو ڪونہ هو. زميندار، هاري، ڪامورو، ٽپالي، ڪلارڪ، ڪوتار تپيدار، آبدار، داروغو، مختيارڪار، ماستر، واپاري دوڪاندار، سيٺ، شاهوڪار، سڀني جا پيشا الڳ. پوءِ بہ من هڪ ئي ڏاڳي ۾ پوتل ڏٺم. شخصيت منجهن ڪا موجود ڪانہ هئي. خود سڃاڻپ جو اپار هو. پوءِ بہ مون فيصلو ڪيو تہ هنن وٽ رهندس ۽ آئون وٽن رهي پيس.

مون وٽن رهي ڏٺو تہ هو هڪ اڏيل، مضبوط اڏيل اونداهي قلعي ۾ رهندا آهن. انهن ۾ پنهنجي شخصيت توڙي من پنهي کي پوري رکندا آهن.

انهي قلعي کي پيچي ڍاهي پٽ ڪرڻ جي ضرورت هئي. پر آئون اهو ڪم ڪري ڪون سگهيس. سوچيم: انهن ديوارن ۾ ڪاٽ هڻجي. انهن ۾ تازي هوا ۽ روشني لاءِ ڪي ڳڙکيون کولي ڇڏڻ کپن. ۽ ائين انهن کي هن آدار دنيا جي نون افقن کي ڇهڻ جو ڏانو سيکاري سگهجي ٿو.

اجا تياربن ۾ هوس تہ مني، جي جهالت لڇمي جو خوبصورت روپ ڌاري منهنجي گهر ۾ منهنجي وجود ۾ گهڙي ويو ۽ آئون پنهنجي علم، عقل ۽ عمل جي قوت واري انقلابي فلسفي جي باوجود سندس جار ۾ ڦاٿجي ويس. اهو سو ٿيو جو لڇمي جي اچڻ سان پاڳ منهنجي قدمن ۾ هو. جنهن ڳالهہ ۾ هٿ وڌم ڪامياب ٿيندو ويس. مون پنهنجو پاڻ کي هر ڪلا ۾ پرويڻ سمجهيو ٿي پر ساهہ کان پياري لڇمي مونکي محسوس ڪرايو تہ مونکي اجا پنهنجي ذهني سوچ، زندگيءَ جي ڪيترن ئي اڳ نہ جاتل نون ڪُنڊن، نون اُفقن کي اُجاگر ڪرڻو آهي. منهنجي اڳيان زندگي جا نوان پٽ کلي پيا تہ دنيا ۾ اجا الاجي ڪيتريون وشيون جاڻڻ، سکڻ ۽ لطف حاصل ڪرڻ لاءِ سيسر آهن.

1962 ۾ صوبائي ۽ نيشنل اسيمبلي جون اليڪشنون ٿيون مون انهن ۾ ڀرپور حصو ورتو. پر منهنجي اڳيان واضح ٿيو تہ منيءَ جي سطح تي سياست ۾ شريڪ ٿيڻ ۽ اليڪشن ۾ بيهڻ منهنجي طبيعت مطابق ڪونہ هو. مون اهي ٻئي ترڪ ڪري، ٻئي قسم جي سياست جي مصروفيت ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيو ۽ ان بعد خيال ڪيم تہ سنو گهر اَڏيان انهي آشياني ۾ ويهي ٻاهرين هلچل گهٽ ڪريان. منيءَ جو طرف مون پنهنجي لاءِ بند سمجهيو. پر باقي ساري دنيا منهنجي اڳيان هئي.

شايد هاڻي ٻني وسائڻي پوي. اج جو خط هتي سماپت ڪرڻو پوندو باقي ٻئي پيري لکڻ جي ڪوشش ڪندس. ڪيئن تون منهنجي زندگي ۾ شريڪ ٿئين. سو بہ عجيب داستان ٿيندو.

دل ٿيندي اٿم تہ منهنجا لکيل اڳوڻا خط جيڪي مون پنهنجي پاڻ بابت لکيا هئا، سي پڙهان. عيد جي موڪل تي شارڏا ديوي وٽ اسلام ڪوٽ وڃڻو اٿم. سکر ۾ اسلام آباد جو پڻ پروگرام آهي. اوهان طرف دل جي ڇڪ جي باوجود اچڻ نٿو ٿئي شايد ناتال تي نڪري سگهجي تيستائين توهان جو هن طرف اچڻ ممڪن ٿي سگهي ٿو. پاءُ چانگي مل ۾ پاپي جن کي پڻ اسان وٽ اچڻ کپي. هن وٽ سوزوڪي وئن (van) پنهنجي آهي سهوليت اٿس. سرءُ جي موسم ۾ وڻن جا پن ڇڻي رهيا آهن، پاڻي گهٽي رهيا آهن. گرميون موڪلائي ويون آهن، شامون ننڍيون ٿين ٿيون ڇڻڪ محبوبن جي موڪلائڻ جي موسم آئي آهي. اها موسم وڻجارن جي اُسهڻ جي ٿيندي آهي. انهي ماحول ۾ سڪندڙن وٽ اوهين ايندا تہ سرهاڻ ٿي ويندي. انهي سڳنڌ لاءِ ساربندي.

فقط توهان جو

روچي رام



**روچي رام** سنڌ جي ڏکڻ ۾ واقعي وارياسي ٿر جي خوبصورت مرڪزي شهر مٺي ۾ ايڪويهين آگسٽ 1928ع ۾ پيدا ٿيا. اُتي ئي ابتدائي تعليم حاصل ڪري بمبئي يونيورسٽي مان مئٽرڪ پاس ڪيائون. ٿرپارڪر ضلع ۾ پهريون نمبر آيا.

ڪاليج جا ڏينهن ديوان ڏيارام گدومل (D.G) نيشنل ڪاليج ڦليلي حيدرآباد ۾ گذريا. سنڌ يونيورسٽي مان گريجوئيشن ۽ پوءِ مسلم لاءِ ڪاليج ڪراچي مان 1952 ۾ ايل ايل بي پاس ڪري حيدرآباد سنڌ ۾ وڪالت جو پيشو اختيار ڪيائون ۽ پوءِ ميرپورخاص ۾ مستقل رهائش اختيار ڪري ايندڙ 50 سالن تائين اتيئي وڪالت ڪندا رهيا.

وڪالت جي پيشي ۾ نالو ڪمايائون جنهن جي مڃتا ۾ بار ايسوسيشن پنهنجي تاريخ ۾ پهريون ڀيرو ڪنهن وڪيل جا پيشورانه 50 سال پورا ٿيڻ تي گولڊن جوبلي ملهائي جنهن ۾ سندس همعصر سياسي، سماجي ۽ هم پيشه دوستن ڪي گهرائي سندس پيشورانه صلاحيتن ۽ سماجي خدمتن جي عيوض ڪيس مڃتا ۽ مان ڀيٽيائون.

روچي رام پنهنجي ڄمار جو گهڻو سارو وقت سياسي سرگرمين کي به ڏنو. هو اوائلي عمر ۾ ڪانگريس ۽ پوءِ مختلف سوشلسٽ گروپن ۾ متحرڪ رهيا. حيدر بخش جتوئي واري سنڌ هاري ڪميٽي، نيشنل عوامي پارٽي ۽ پوءِ پيپلز پارٽي (اوائلي دور) سان وابسته رهيا. بنگلا ديش جي قتلام ڪانپوءِ سياست کان ڪنارا ڪشي اختيار ڪري اڄڪلهه وقت صرف مطالع ۽ تصنيف ۾ صرف ڪن ٿا.

لاڳيتو پندرهن سالن تائين هيومن رائيٽس ڪميشن آف پاڪستان (HRCP) جا ڪائونسل ميمبر ٿي رهيا ۽ سنڌ جي هارين ۾ بيداري لاءِ ڪوشان رهيا. منجهن سياسي جاڳرتا ۽ سندن حقن جي حاصلات لاءِ سرگرم عمل رهيا.

قانون جي تدريسي عمل سان به سندن وابستگي رهي. مختلف وقتن ۾ ميرپورخاص لا ڪاليج ۾ قانون پڙهائيندا رهيا.

سنڌ يونيورسٽي لا ڪاليجز (Sindh University Law Colleges) جي بورڊ آف گورنرس جا ميمبر رهيا. سندن هلايل ڪيترائي مشهور ۽ اهم ڪيس PLD ۾ ڇپيل ۽ رپورٽ ٿيل آهن.

سندن ڪيئي مضمون مختلف وقتن ۾ ماهوار رسالن جهڙوڪ آرسي، ڪونج، امرتا ۽ روزانه اخبارن جهڙوڪ عوامي آواز، ڪاوش ۽ ڊان ۾ ڇپندا رهيا آهن.

انهن مضمونن مان "وڏيرن ۽ جاگيردارن جي سوشلزم"، "سنڌ ٽيننسي ايڪٽ جو ديباچو"، ۽ "ادب جو سماجي ڪارج" ڪافي مقبول رهيا.

تدريسي تصنيفن ۾ هندو لا (Hindu law) ۽ هارين جي تربيت لاءِ ٽيننسي ايڪٽ جو سنڌي ترجمون سندس ڪريڊٽ تي آهن.

سندن ايندڙ تصنيفن ۾ هڪ تحقيقي ڪتاب جيڪو انگريزي زبان ۾ آهي "ڪميونزم جي زوال جا ڪارڻ" پڻ ڇپجڻ لاءِ تيار آهي.

*- سهيڙيندڙ*

...... ٿوري وقت ۾ جيڪي گھڻا خط پڙھيا اٿم اهي پڙھندي ائين لڳو اٿم ڄڻ ڪليل ميدانن مان طوفانن جي زد ۾ ڊوڙندو وڃي رهيو هجان ۽ انهيءَ طوفان ۾ منهنجا وار اُڏري رهيا هجن ۽ منهن ڳاڙهو ٿيندو وڃي رهيو هجي.

خط آتم ڪٿا جو هڪ روپ هوندا آهن جيتوڻيڪ مڪمل طرح آتم ڪٿا نہ هوندا آهن. مونکي انهن خطن مان هڪ شخصيت جو خاڪو اُڀرندي محسوس ٿئي ٿو اها شخصيت، هڪ دوست سڄاڻ ڏاهي، پريمي ۽ ٻين ڪيترن ئي روپن ۾ پنهنجي ميڙ کان نياري ۽ اڪيلي بيٺل نظر اچي ٿي.

اِهي خط ساهت ۾ بيشڪ شاهڪار جي حيثيت رکن ٿا. منجھن انساني معاملن، مونجهارن ۽ مسئلن جي اهڃو بيان ڪيل آهي جيڪا ساهت جي حصي ۾ اچي ٿو..........

ولي رام ولڀ

روحي رام جا خط

سهيڙيندڙ: نيل ڪنٺ

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

ٻَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ ھو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَکَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي ھِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦھلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنھن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجھَ ۽ ڏاھپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيھہ ڏيندي انھن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيھاريو آھي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آھن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جنئن جنئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، ھو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاھا ڪن ٿا، موتي مَنجھہِ پھاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالھہَ ھُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلھہ نيلا پيلا آھن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آھن........

... ... ... ...

ھي بيتُ اَٿي، ھي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنھي ۾ فَرَقُ نہ آ، ھي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنھن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنھن ھَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻَ تي اِھو سوچي مَڙھڻ تہ "ھاڻي ويڙھہ ۽ عمل جو دور آھي، اُن ڪري پڙھڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آھي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)